انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب ١٠٩

# سنڌي غزل جي اوسر

## ( پاڱو ٻيو )

پي - ايڇ - ڊي لاءِ پيش ڪيل ٿيسز
جون ١٩٨٤ع

لکندڙ
اياز حسين قادري

نگران
پروفيسر مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي




انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو (سنڌ)

ڇاپو پهريون ] [تعداد ۱۰۰۰

ڊسمبر ۱۹۸۴ع مطابق ربيع الثاني ۱۴۰۵ھ

Rs300.00

[redacted]



ڪور ڊزائين: خدا بخش ابڙو

هي ڪتاب آشڪار پرنٽرز ڊي/۹۰۱، يونٽ نمبر ۸ لطيف آباد ۾ ڇپيو
مهتاب اڪبر راشدي، ڊائريڪٽر انچارج انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي
نئون ڪئمپس ڄامشورو، ضلعي دادو، سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# ناشر طرفان

اسان توهان سان وعدو ڪيو هو تہ "سنڌي غزل جي اوسر" جو ٻيو ڀاڱو سگهو ئي ڇپرائي، توهان جي آڏو آڻينداسين. مونکي خوشي آهي تہ اسان جو ادارو پنهنجي چوڻ تي قائم رهندي، هن ضخيم ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي کي ڇپرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ڳالهہ هتي ڪنهن ڪتاب جي ضخيم يا ننڍي هئڻ جي نـاهي. اسان جو يقين هميشہ ان ڳالهہ ۾ رهيو آهي تہ اسان نہ صرف علم و ادب ۽ تحقيق جي اڃايل جي آڄ اجهايون، بلڪ ان ڏس ۾ جيڪو بہ، علم ۽ قلم جو پورهيو ڪري ٿو، ان جي محنت کي بہ پڻ آڏو آڻڻ جي ڪوشش ڪريون.

اياز قادري بلا شبہ تمڻ ٿيسز لاءِ وڏي جاکوڙ ڪئي آهي. جيڪا هڪ ڪتاب جي ٻن ڀاڱن ۾ ڇپجڻ کان پوءِ سڀني جي آڏو آهي. "سنڌي غزل جي اوسر" ۾ جيڪو مواد آيل آهي، سو اڳتي هلي، انهيءَ ميدان ۾ ڪم ڪرڻ وارن لاءِ وڏي رهنمائيءَ جو باعث ٿيندو. هونئن بہ علم ۽ تحقيق جو ميدان وسيع ۽ اڻ کٽ آهي. ان ۾ جنهن پير پاتو، تنهن نہ رڳو پنهنجي اڳتي وڌڻ لاءِ راهون ڳولهيون، بلڪ پنهنجي پويان اچڻ وارن جي لاءِ بہ رستا سولا ڪري ڇڏيا.

هن ڪتاب جي پڌري ٿيڻ کان پوءِ اسان کي اهائي اميد آهي تہ هن موضوع جي شائقين کي هتان گهڻو ئي مواد ملي سگهندو.

اميد اٿم تہ اسان جي هيءَ ڪوشش پڙهندڙن وٽ مڃتا پوندي.

مهتاب اڪبر راشدي

# انتساب

پنهنجي ابي، غزل جي برک شاعر،
هفتيوار الحقيقت جي ايڊيٽر،
عظيم استاد ميان
غلام سرور "فقير" قادري
جي نالي

# مقدمو

گهڻي کان گهڻي واکاڻ ۽ ساراه ان صاحب جي جنهن انسان کي بي‌انتها نعمتن سان نوازيو جنهن جو شڪر ڪيترو به انسان ادا ڪري، ادا ڪري نٿو سگهي. سوين صلواتون ۽ سلام امام الانبيا ۽ رحمت‌اللعالمين محمد مصطفيٰ صلي‌الله عليه وسلم ۽ سندس آل پاڪ تي جي بي‌مثل ۽ بي‌نظير آهن جن انسانن جي عقل ۽ سمجهه کي علم جي نور سان منور ڪيو.

سنڌي غزل جي اوسر سنڌي ادب جي تواريخ جو هڪ اهم حصو آهي. غزل کي انگريزن واري دور ۾ وڏ ۾ وڏي اهميت حاصل رهي آهي ايتريقدر جو ان دور ۾ غزل کي ئي معياري شاعري سمجهيو ويندو هو، ان دور جو هر تعليميافته شاعر غزل ۾ طبع آزمائي ڪرڻ کي وڌيڪ پسند ڪندو هو، اهوئي سبب آهي جو غزل انگريزن جي ابتدائي دور کان وٺي اڄ تائين سنڌ وارن جي مقبول صنف رهي آهي. اڄ جو نوجوان ۽ ترقي‌پسند شاعر جتي شاعري جي ٻين مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪري ٿو اتي غزل سان به ناتو نڀائيندو اچي، ايتريقدر جو انهن شاعرن جن غزل خلاف لکيو ۽ ڳالهايو آهي آهي به غزل چون ٿا.

غزل کي ايتري مقبوليت حاصل ٿيو ٿي تنهن جو هڪ سبب هي آهي ته انگريزن جي دور کان اڳ سنڌي شاعري ۾ دوهو، بيت، وائي ۽ ڪافي جو عام رواج هو پر جڏهن غزل سنڌي شاعري ۾ پير پاتو ته اها سنڌي شاعري ۾ نئين صنف هئي، جيئن موجوده دور ۾ هائڪو، ٽيڙو، پنجڪڙا وغيره، تنهن ڪري ان دور جي تعليميافته شاعرن جي پارسي شاعري پڙهيل، عروض کان آشنا ۽ پارسي غزل کان متاثر هئا تن غزل کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون ۽ ان ۾ پنهنجي خيالن جو اظهار اهڙي چاه سان ڪيو جهڙي چاه سان اڄ جو شاعر سنڌ ۾ مروج نين صنفن سانيٽ، ترائيل، هائڪو، ٽيڙو ۽ پنجڪڙا وغيره سان ڪري رهيو آهي. جيئن ته غزل جي پرورش تعليميافته طبقي ڪئي هئي جنهن جي دل ۽ دماغ تي پارسي جو اثر هو تنهن ڪري انهن جي زبان تي به پارسي جو ايترو اثر غالب رهيو

جو غزل جي زبان ڦارسي زده ٿي پئي. غزل جو عوام ۾ بيحد مقبول نه ٿيڻ جو هڪ سبب اها زبان جي ڏکيائي هئي، عوام پنهنجي سولي ۽ سلوڻي زبان ۾ شاعري پسند ڪندو آهي جيئن ته غزل جي زبان انهن لاءِ مشڪل هئي تنهن ڪري غزل زياده تر تعليم يافته طبقي جي روح جي راحت بڻيو رهيو.

غزل سنڌي شاعري جي اها صنف آهي جنهن کي منڍ کان وٺي نه صرف اخبارن ۽ رسالن جي سرپرستي حاصل رهي آهي پر ان کي مقبول بڻائڻ ۽ ترقي وٺرائڻ لاءِ ادارا جنهنڪي بزم ،شاعره ٿو چئجي قائم ٿيا جن باقاعده منظم نموني غزل جي اوسر لاءِ نه صرف ضلعي وار ڪم ڪيو پر ڪل سنڌ بنياد تي پڻ انجمنون قائم ٿيون جيئن جمعيت الشعراءِ سنڌ ۽ بزم طالب المولي وغيره، جن غزل کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو ۽ مقبول بڻايو، اهڙي ،منظم سرپرستي سنڌ ۾ شاعري جي ٻي صنف کي حاصل نه ٿي آهي.

ڪتاب ۾ غزل جي اوسر جا مختلف عنوان قائم ڪري انکي ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي پهرين ڀاڱي ۾ غزل جي ابتدا، تشريح، اصول وغيره، ڦارسي شاعري جو سنڌي شاعري تي اثر، دعوت-غزل، اخباري مشاعره، بزم مشاعره ۽ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسن جو ذڪر ڪيو آهي ٻي ڀاڱي ۾ سنڌي غزل جي شروعات کان وٺي هن وقت تائين مختلف دور قائم ڪري هر دور جي غزل جو، ان وقت جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي ماحول جي روشني ۾ جائزو ورتو ويو آهي جيئن غزل جيڪي وقت بوقت اثر قبول ڪيا آهن تن جو پس منظر پڙهندڙن جي سامهون اچي ۽ کين معلوم ٿئي ته غزل شروع کان وٺي هن وقت تائين ڪهڙا رنگ قبول ڪيا آهن. ۽ ڪهڙا رنگ بدلايا آهن.

شاعرن جي حياتيءَ جو احوال لکندي اهو خيال رکيو ويو آهي ته سندن زندگي جي اهم واقعن ۽ ادبي سرگرمين جو ذڪر ڪجي، ۽ سندن جنم ۽ وفات جو سال هٿ ڪري ڏنو وڃي ۽ خاص طرح سندن وفات تي جيڪي قطع تاريخ لکيا ويا آهن سي ڏنا وڃن جيئن انهن ۾ بيان ڪيل سندن عظمت، ساڻن وقت جي ماڻهن جي محبت، ۽ سندن وفات تي ڏک جي اظهار سان گڏ سندن وفات جو صحيح سال محفوظ ٿي وڃي. هر شاعر جي لکيل ڪتابن جو ذڪر سندس شاعري تي تبصرو ۽ سندس ڪلام مان ۾ غزل انتخاب ڪري ڏنا ويا آهن. جيئن پڙهندڙ شاعر جيءَ حياتيءَ جي احوال سان گڏ هنجي ڪلام مان حظ حاصل ڪري سگهن.

هي ڀاڱي ۾ جتي سنڌ ۾ رهندڙ شاعرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي اتي ڀارت ۾ غزل چوندڙ شاعرن کي به ياد ڪيو ويو آهي، سنڌي شاعري ۽ ادب جت به آهي اهو اسانجو ادب ۽ اسانجي شاعري آهي. ڀارت ۽ پاڪستان ۾ وٿي هئڻ سبب ڀارت جي شاعرن جو احوال ۽ ڪلام هٿ ڪرڻ مشڪل مسئلو هو، ان ڪان زياده اوکي ڳالهه هئي اتان جي سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي حالتن جن غزل کي متاثر ڪيو آهي تن جي ڇاڻ حاصل ڪرڻ، پر ڀارت جي اديبن ۽ شاعرن جي همت وڌائيندڙ سات سيني مسئلن کي آسان بڻائي ڇڏيو، هنن ان ڏس ۾ خوشيءَ سان دل کولي مدد جو هٿ وڌايو جنهن ڪري "ڀارت ۾ سنڌي غزل" وارو باب ايترو سٺو ۽ معياري ٿي سگهيو.

غزل جي هر دور ۾ ان دور جي نمائنده شاعرن کي جاءِ ڏني وئي آهي ۽ هر دور کي ان دور جي ان شاعر جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي جنهن کي ان دور ۾ مرڪزي حيثيت حاصل رهي آهي. مختلف دورن جو وقت ۽ سن انڪري مقرر نه ڪيو ويو آهي جو اهي شاعر جن جي نالي پنهنجا دورن کي منسوب ڪيو ويو آهي اهي ساڳي وقت ۾ به زنده هئا. مثلاً گل جي دور ۾ قاسم هو، قاسم جي دور ۾ سانگي هو ۽ سانگي جي دور ۾ قادري هو. شاعرن کي عمر جي لحاظ کان نه پر لاڳاپي جي لحاظ کان مختلف دورن سان وابسته ڪيو ويو آهي. محمد فضل ماتم، امام بخش شاه فدوي، غلام محمد شاه گدا، سانگي کان وڏا هئا پر هنن جو شاعرانه واسطو خليفي قاسم کان زياده سانگي سان هو تنهنڪري هنن کي سانگي جي دور ۾ شامل ڪيو ويو آهي. مولوي محمد عاقل جي عمر سانگي جي دور جي شاعرن برابر هئي پر انکي قادري جي دور ۾ ۽ عبدالڪريم گدائي کي جنهن جي عمر جو وڏو حصو قادري جي دور ۾ گذريو هو ورهاڱي کانپوءِ واري دور ۾ آندو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته گدائي جي شهرت ۽ لاڳاپو جديد دور سان زياده رهيو آهي.

ان ڳالهه جو افسوس آهي ته گهڻي ڪوشش جي باوجود ڪيترن شاعرن جي نه ته حياتي جو احوال حاصل ٿي سگهيو ۽ نه انهن جو ڪلام تنهنڪري انهن جو ذڪر ٿي نه سگهيو آهي ۽ ڪن شاعرن جو احوال نهايت مختصر مليو آهي تنهنڪري انهن جو اوترو احوال ڏنو ويو آهي جيترو حاصل ٿي سگهيو آهي. يقين آهي ته ڪيترن شاعرن جا پويان يا انهن سان واسطو رکندڙ يا واسطو رکندڙن جا پويان زنده هوندا جن وٽ

انهن شاعرن بابت احوال، حقيقتون ۽ ڪلام هوندو جي هن ڪتاب شايع ٿيڻ ڪانپوءِ قرب جو هٿ وڌائيندا تہ انهيءَ ڪي اڳين ٽين رکيو ويندو ۽ ڪتاب جي ٻي ڇاپي ۾ انهيءَ احوال، حقيقتن ۽ ڪلام جو اضافو ڪيو ويندو. اهو اسانجي قوم جو ورثو آهي جيڪو اسانجي قوم جي اڳيان اچڻ گهرجي.

ممڪن آهي تہ ”ورهاڱي ڪانپوءِ“ واري دور جي سلسلي ۾ ڪن صاحبن کي اهو اعتراض رهي تہ فلاڻي يا فلاڻي شاعر جو احوال ڏيڻ گهربو هو. موجوده دور ۾ هر پڙهيل ماڻهو ٿوري يا گهڻي شاعري ڪري ٿو تنهن ڪري سڀني شاعرن جو احوال ڏيڻ مشڪل هو، ڪتاب ۾ صرف انهن شاعرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جنڪي ورهاڱي ڪانپوءِ واري دور ۾ ڪنهن حد تائين غزل جو نمائنده شاعر سمجهيو وڃي ٿو يا جن غزل جي اوسر لاءِ ڪو ڪم ڪيو آهي.

هن ڪتاب ۾ ڏيڍ سو کان وڌيڪ شاعرن جو احوال ڏنو ويو آهي مگر سوين ٻيا اهڙا شاعر بہ آهن جن جو بزم مشاعرن ۽ ادبي ڪانفرنسن جي سلسلي ۾ ذڪر ڪيو يا انهن جي شعر جو نمونو ڏنو ويو آهي، ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ غزلگو شاعرن جو تذڪرو لکيو وڃي ۽ انهن شاعرن جي احوال ۽ ڪلام کي محفوظ ڪيو وڃي.

تحقيق جو ڪم مشڪل آهي خاص طرح سنڌ ۾، جتي يا تہ گهڻو ورثو وڃائجي ويو آهي يا ڪيڙن جي حوالي ٿيو آهي باقي جيڪي ڪجهہ رهيو آهي سو اهڙن جي حوالي آهي جن انکي صندوقن ۽ ڪٻٽن ۾ بند ڪري تالو هڻي ڇڏيو آهي نہ سندن تعاون جو تالو کلي ٿو نہ ئي وري صندوقن ۽ ڪٻٽن جو. هنن جو بہ ڪنهن حد تائين ڏوهہ نہ آهي، ڪيترن ماڻهن کين ڏجها ڏنا آهن، ڪتاب ونيي وڃڻ ڪانپوءِ وري واپس نہ ڪيا اٿائون، ڪري هڪ پرن سڀ، هاڻي انهن ڪٻٽن جي ڪڏي ڪم جي سزا سڀني کي ڀرڻي ٿي پوي، وري بہ ڪي ڀلا ماڻهو آهن جي سمجهن ٿا پنهنجن وڏن جي نالي ۽ ڪارگذارين کي روشن ڪرڻ لاءِ عالمن ۽ اديبن سان تعاون ڪرڻ گهرجي، جي ائين نہ ڪبو تہ وڏڙن جو نالو هميشه لاءِ گم ٿي ويندو. اهڙن ماڻهن جي ڀال سان هي ڪم اڳتي وڌيو آهي.

سنڌالاجي هڪ اهڙو مرڪزي ادارو آهي جتان مواد حاصل ڪرڻ ۾ وڏ ۾ وڏ سولائي حاصل ٿي آهي. سنڌالاجي ۾ ڇپيل ڇاهي قلمي گهڻو مواد ڪٺو ڪيو ويو آهي جنهن لاءِ سنڌالاجي جي اڳين ڊائريڪٽر ڊاڪٽر

غلام علي الانا جون ڪوششون تعريف جوڳيون آهن ۽ ٻڌهن ڪان موجوده ڊائريڪٽر محترمه ماهتاب اڪبر راشدي هي عهدو سنڀاليو آهي تڏهن کان هن به ان ڏس ۾ پنهنجون ڪوششون جاري رکيون آهن. دل گهري ٿي ته سنڌ جا ٻيا علمي ۽ ادبي مرڪزي ادارا ۽ لئبرريون به اهڙي ڪوشش وٺي سنڌ جي علمي ۽ ادبي ورثي سان پاڻ کي شاهوڪار بنائين جيئن علم جا اڃايل در در ڀٽڪڻ بجاءِ ڪنهن هڪ هنڌ ٿڌي ڇانو ۾ ويهي پنهنجي علمي اڃ اجهائين.

سنڌي غزل جي اوسر جي مختلف عنوانن تي ٿورو ٿورو لکندي گهڻو ڪجهه ٿي ويو. ڦڙي مان تلاءُ ۽ ڪٺي مان ڪاسو. پلا جي بزم مشاعرن جو ذڪر ڪجي ۽ انهن جي طرحن ۽ ڪنهن هڪ مشاعري کي به بيان نه ڪجي، ادبي ڪانفرنس جو ذڪر ڪجي ۽ ان ۾ ٿيل مشاعري ۾ پڙهيل شعر نه لکجن ته پوءِ غزل جي صحيح اوسر جو پتو ڪيئن پوندو جيئن ڪنهن دعوا لاءِ دليل ضروري آهي تيئن بزم مشاعرن جي خدمتن لاءِ انهن جي مشاعرن جو بيان ضروري آهي. مطلب ته هر باب جي وضاحت لاءِ مثال ڏنا ۽ دل کولي ڏنا ويا آهن جيئن هر باب جي وضاحت ٿئي، غزل جي چاشني سان انهن ۾ لطف پيدا ٿئي، شاعري وارو ورثو جيڪو قلمي ڪتابن ۾ آهي انهيءَ مان ڪجهه نه ڪجهه محفوظ رهجي وڃي. خبر ناهي ايترو سارو قلمي مواد جنهن مان مٺ ڀر هن ڪتاب ۾ ڏنو ويو آهي، روشني ڏسندو به يا ايئن اونده ۾ دفن ٿي ويندو.

منهنجي مقالي جي ضخامت ڏسي دوستن به ڳالهيون ورجايون ٿي. هڪ ته ايڏو ڪتاب پڙهندو ڪير پيو ايڏو ڪتاب ڇپيندو ڪير. جيتريقدر پڙهڻ جو تعلق آهي ته هي ڪتاب انهن ماڻهن لاءِ نه آهي جيڪي وقت گذارڻ يا بوريت ختم ڪرڻ لاءِ صرف افسانا ۽ ناول پڙهندا آهن پر هي ڪتاب انهن لاءِ آهي جنکي پنهنجي علمي ۽ ادبي ورثي ۽ پنهنجي سنڌي ادب جي تواريخ سان محبت ۽ پنهنجن بزرگن ۽ انهن جي ڪارنامن سان انس آهي باقي جيتريقدر ڇپائي جو تعلق هو ان لاءِ مونکي به اونو هو پر جس آهي سنڌالاجي جي اڳين ڊائريڪٽر ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ موجوده ڊائريڪٽر محترمه مهتاب اڪبر راشدي کي جن سنڌالاجي پاران هيڏي وڏي ڪتاب کي جو پن پاڳن ۾ آهي، شايع ڪرڻ جي همت ڪئي ۽ سنڌي ادب جي تواريخ جو هڪ باب شايع ڪري نه صرف مونتي پر سنڌ وارن تي به ٿورو ڪيو آهي.

ڪوبہ لکندڙ جڏهن ڪنهن ڪتاب جي لکڻ ني پورهيو ڪري ٿو تڏهن هنجي دلي خواهش هوندي آهي تہ سندس محنت عوام جي اڳيان اچي ۽ عوام ان جو قدر ڪري، مونکي خوشي آهي جو منهنجي پورهئي کي جو مون صرف ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ نہ پر غزل جي تواريخ کي اجاگر ڪرڻ لاءِ عشق سان ڪيو هو سنڌ ۽ هند ۾ قدر جي نگاهہ سان ڏٺو ويو آهي.

آخر ۾ مان پنهنجي بزرگ استاد، هن ڪم جي نگران مولانا غلام مصطفیٰ قاسمي جو گهڻو ٿورائتو آهيان جنهن جي همت‌افزائي کانسواءِ هي ڪم ايترو سٺو ٿي نہ سگهي ها.

**اياز حسين قادري**

●

# فهرست

## سانگيءَ جي دور جا شاعر:

## هن دور جا شاعر:

### پارت جا غزل گو شاعر:

# عنوان

# سنڌي غزل جي ابتدا

سنڌ ۾ پارسي شاعري ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي نوابن جي دور ۾ مروج ٿي. ڪلهوڙن جو دور سنڌ ۾ پارسي شاعريءَ جي اوج جو دور هو. سنڌ جا ماڻهو جي پارسي ۽ عربي ۾ تعليم وٺندا هئا سي پارسيءَ سان واقفيت سبب علم عروض، بحرن ۽ وزنن کان واقف ٿي چڪا هئا ۽ اهي سنڌي جي پارسيءَ ۾ شاعري ڪندا هئا سي علم عروض جا ماهر هئا. پارسي شاعري ۽ ان سان وابسطه لوازمن جي ڄاڻ جو اثر سنڌي شاعريءَ تي به پيو. پارسي علم و ادب کان واقف ۽ پارسيءَ ۾ شعر چوندڙ شاعرن ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي شعر کي علم عروض کان به واقف ڪيو جن ۾ اويس شڪارپوري، جمن چارڻ، ميان سرفراز ڪلهوڙو ۽ ثابت علي شاهه جا نالا ذڪر لائق آهن.

مداحون ۽ مناجاتون، سنڌيءَ ۾ بحر وزن تي شعر چوڻ جي ڪوشش ۽ قافين جي رنگينيءَ جا آڳاٽا عمدا مثال آهن. ڪن اوائلي مداحن، مثلا جمن چارڻ جي مداح توڙي صدرالدين جي مداح مان ظاهر آهي ته ڪيئن هن قسم جو سنڌي شعر بحر وزن جي قالب ۾ سموهجي ۽ سمائجي رهيو هو. فارسي شاعريءَ جي اثر هيئت پيدا ٿيل نئين ذوق، عام سنڌي شاعرن جي طبع جو پڻ موزون شاعريءَ ڏانهن لاڙو ڪرايو (١).

عام طرح ائين سمجهيو ويندو آهي ته مخدوم عبدالرئوف اوائلي شاعر آهي جنهن موزون شعر چيو آهي، اهو صحيح نه آهي ته مخدوم عبدالرئوف پهريون شاعر هو جنهن وزن تي شعر چيو، ڇاڪاڻ ته سندس وڏي معاصر شاعر جمن چارڻ جي چايل مداح ۾ وزن سمايل آهي (٢).

عشق ۽ محبت ئي آهي جيڪو غزل جو تاجي پيڙو آهي. سنڌ ۾ عشق ۽ محبت جي مختلف جذبن، ڪيفيتن ۽ واردادتن کي ڪنهن پهريان

---

(١) نبي بخش باوچ ڊاڪٽر "مداحون ۽ مناجاتون" ص— ١٠ سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع.

(٢) نبي بخش باوچ ڊاڪٽر "مولود" ص— ٨، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦١ع

پهريان عروض جي پابندين هيٺ آئي غزل جي صورت ۾ پيش ڪيو تنهن لاءِ وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي.

محمد خان غني ان سلسلي ۾ ٺٽي جي ڪن شاعرن جا نالا وٺي ٿو ۽ نور محمد خستہ کي سنڌ جو پهريون غزل گو شاعر سڏي ٿو، ”مون کي قديمي قلمي بياض مان پهرين نورمحمد خستہ جو نالو ڏسڻ ۾ اچي ٿو“ (۱).

نورمحمد خستہ ٺٽي جي پراڻي ڳوٺ وسين ۾ ٻارهين صدي هجري ۾ رهندو هو. هو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي‌ءَ جي شاگردن مان هو. سال ۱۱۳۰ هه مطابق ۱۷۱۷ع ۾ حيات هو. سندس هڪ غزل جا هيٺيان شعر وقت جي واچوڙي کان بچي ويا آهن.

تا بر افگندي از رخ تو نقاب
حشر ٿيو آفتاب لايو تاب.

محب ماٺا نہ ڪر مٺا مون سان
خو برو خصلتون سڪين ٿو خراب.

آن صنم ڪز تصادم هجران
رات ڏينهن رهان ٿو خور و خراب.

تابش حسن بي مثال تنهنجي
برهہ ڏيئي وري ڪيو بيتاب.

خستہ و خراب منجهہ وسئن مون جئن
نيست ديگر کسي ز شيخ و شاب.

هن دور جا ٻيا هيٺيان غزل گو شاعر ملن ٿا:

مرزا تقي: سنڌ ۾ مغلن طرفان مقرر ٿيل نواب حفظ‌الله خان جي درٻارين مان هو. هن ڏانهن منسوب ٿيل هي شعر ملي ٿو (۲).

(۱) محمد خان غني ”سنڌ جي جديد شاعري“ ص— ۷، مسلمان پرنٽنگ پريس حيدرآباد سنڌ ۱۹۳۶ع.
(۲) لطف‌الله بدوي ”تذڪره لطفي“ جلد ٻيون، ص— ۱۴.

اچــــي محبوب گهر پيهي
پريان پوءِ ٿي اجمل پيدا.

حافظ عالي (وفات ١٧٧٨ع) جو نالو ڪن تذڪرن ۾ غزل گو شاعر جي حيثيت ۾ اچي ٿو مگر سندس ڪو غزل يا غزل جو شعر هٿ ڪين آيو آهي، محمد خان غنيءَ "سنڌ جي جديد شاعري" ۾ هنجو هڪ قصيدو ۽ ڊاڪٽر نبي بخش "مولود" ۾ ٻه مولود ڏنا آهن.

ميان چنن: حافظ عالي جو همعصر ۽ ٺٽي جو ويٺل هو. مور (گهوٽ) تعلقي ماتليءَ جي بزرگن جو شاگرد هو. سندس هيٺيان شعر وقت جي دستبرد کان محفوظ رهجي ويا آهن:

پرانهون پرين، پيو نه پاڻ پـــرو
سڪا سنڌ سيني ڪي سرهو ســرو.

وڻيون واڄهه ويتر وجهــن واءِ واهه
ڪري قـــرب واڍوڙين ڏي ورو.

پسي پاند پاڙي جـــو پريـــو تراب
گنهگار جو آهه گـــولـــو گـــرو.

مٿي ذڪر ڪيل شاعرن جي مختصر حاصل ٿيل ڪلام جي مطالعي مان ائين چئي سگهجي ٿو ته ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي غزل جي شروعات ٿي چڪي هئي.

سچل ميرن جي شروعاتي دور جو برگو شاعر آهي هن پنهنجي خيالن کي مختلف زبانن ۽ مختلف صنفن ۾ بيان ڪيو آهي جن مان هڪ غزل آهي. سندس رسالي کي پڙهندي محسوس ٿئي ٿو ته هن بزرگ سنڌي شاعريءَ جي دامن کي غزل جي ڪيترن ونگين ۽ خوبصورت گلن سان پري ڇڏيو آهي. هو پارسي ۽ عربيءَ جو عالم هو ۽ ڪيترن پارسي شاعرن کان متاثر ٿيل هو. سندس ديوان آشڪار ۽ هندي ريخته وارن غزلن مان معلوم ٿو ٿئي ته هنکي علم عروض تي دسترس هئي ۽ هو غزل جي جملي نزاڪتن ۽ رعنائين کان واقف هو.

هن ڪري پارسي شاعريءَ جي غزل جي لوازمن جي چڱي طرح ڄاڻ
هئي ان ڪري هن پنهنجي سنڌي غزل ۾ انهن لوازمن کي قائم رکيو. هن
پنهنجي غزلن ۾ پنهنجن ڪافين وانگر سنڌ جي ڪلاسيڪي روايتن ۽ زبان
جي صفائي کي گهڻي قدر قائم رکيو آهي، جيئن هن غزل مان معلوم ٿيندو:

عاشق ڏسڻ ۾ آيو، محبوب گل سناسي
عبرت عجب عجائب اسرار رنگ عباسي.

برهي جي اک بيني، ڪائي مثال چيني
توڙي رنگون رنگيني چيني‌ءَ جي مٽ نه ڪاسي

گل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي
عاشق ڏسڻ کون ڪاتي، رهندو پتنگ پياسي.

صورت ۾ جاءِ دم جي دم ري نه صورت ڪم جي
دم ۾ جا لذت غم جي، وه واه گهاگهه خاصي.

ثابت سچل سچاري، يارن جي ياد ياري
وحدت جنين وساري، تن تن مٿي اٽاسي.

پر ڪٿي ڪٿي سندس غزل ۾ پارسي لفظ، بندشون ۽ رنگ پڻ
ڏسڻ ۾ ٿو اچي:

تيز تيرانداز چشمن يار جن خوني خطاب
ناز پرورده نظر سان تيون ڪرن عاشق ڪباب.

جڏهن پاسو ڪري، يڪبارگي نيڻون نقاب
تي وڃي تنجي ڏسڻ سان خلق ساري ٿي خراب.

ساڪ گيري ڪن وڏي غماز سان بس لاجواب
قتل جي ان ڪان ٿيا، تنتي پيو ڪهڙو حساب.

پيا جڏهن قطرا ڪري، بحرين سان ها بر ز آب
ٿيا سچو روشن اتاهون آفتاب و ماهتاب.

غزل هڪ غنائي شاعريءَ جو قسم آهي، ان جو تعلق ڳائڻ سان
آهي. سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري خاص طرح ڪافي به غنائي شاعري آهي.

جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪافيءَ جي ڳائڻ جو انداز ايراني ۽ اردو غزل کان الڳ ۽ منفرد آهي پر سنڌ جي ڳائيندڙن غزل ۽ ڪافي جي ڳائڪي ۾ گهڻو ميل پيدا ڪري ڇڏيو آهي، سچل سرمست جي جتي ۽ شاعري مقامي رنگ ۾ ڳائي ويندي آهي اتي هنجي غزلن کي به ڪافيءَ جي انداز ۾ ڳايو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪيترا ماڻهو سچل جي غزلن کي ڪافي سمجهندا آهن.

سچل جا ڪي غزل وزن تي پورا ڪين ڏسڻ ۾ ٿا اچن ان جو سبب هي آهي ته غزل گهڻو ڪري ڳائيندڙن کان هٿ ڪري قلمبند ڪيا ويا آهن، جن کان ڪٿي ڪٿي سهو ٿي وئي آهي يا انهن غزلن ۾ سر ۽ تار جي خيال کان ڦيرڦار ڪئي وئي آهي. پر جي انهن تي ٿورو غور ڪبو ۽ غزلن جي لفظن کي ٿورو هيٺ مٿي ڪبو ته غزل وزن ۽ بحر ۾ بلڪل پورا ڏسڻ ۾ ايندا.

سچل غزل جي سمورن لوازمات کي نڀايو آهي. وزن، رديف، قافيو ۽ لفظن جي جوڙجڪ ڏسي، هن ڳالهه جو قائل ٿيڻو پوي ٿو، ته سرمست سچل، غزل جو موجد آهي ۽ هن سنڌي شعر کي، هڪ نئين دنيا سان آشنا ڪيو آهي (١).

## ڪلام جو نمونو (٢)

آهي انهن اکين کي، خاصو خمار تنهنجو
وڻو وئي مان آهيان، ڪامل قرار تنهنجو.

هنکي اوهان جي پاڃهون، آهي نه ماڻ ڪائي
هي تا غريب آهي، اميدوار تنهنجو.

"ٿي پاڻ کون پري تون" فرمائيو اوهان جو
آهي جميل اصل کون هي اعتبار تنهنجو.

---

(١) احسان احمد بدوي "تنقيد ۽ تنقيدنگاري" ص - ٣٥، انٽرنيشنل پريس ميڪلوڊ روڊ ڪراچي ١٩٥٩ع.

(٢) نماڻو فقير "سچل جو رسالو" ص - ٥٥ ۽ ٦٠، سنڌ پرنٽنگ پريس، ڊانڊيا بزار، انڊيا، ١٩٥٥ع.

هن تي ڪرم وڏو ڪيو جو درد دل بچايو
ساريان لطف سنڀاريان، تو بيشمار تنهنجو.
چاهئون ٿيو اوهان جو، دامن لڳو جو آهي
سچو غلام چائج، جو داغدار تنهنجو.

—

صاحب صورت جو تون آن، هي آ غلام تنهنجو
آ ذوق شوق سهٽا، مونکي سدام تنهنجو.

آهن اصل اوهانجا سي نا وسارجو ميان
مون تي سدا مقرر، سائين سلام تنهنجو.

راتو ڏينهان روئن ۾ هينڙو اداس هيڙو
رهبر آئي رسائيو، پرتم پيار تنهنجو.

دلگير تون متان ٿين، ڪر دور درد ڪي ميان
آخر اول اسان وٽ، هوندو مقام تنهنجو.

رد ڪر فنا فڪر ڪي، اميدوار ٿي رهه
هيت هت يقين چلئج، آهيان امام تنهنجو.

تون آ اصل اسانجو، آهيون اسين سي تنهنجا
آهي قبول ڪاسي، سچو ڪلام تنهنجو.



# جائزو

گل جي دور جا شاعر

١- سيد غلام علي شاهه

٢- خليفو گل محمد "گل"

٣- مير صوبدار خان "مير"

٤- مير نصير خان "جعفري"

٥- مير شهداد خان حيدري

٦- مير حسين علي خان حسين

# گل جو دور

خايفي گل جو جنم ٽالپرن جي شروعاتي دور ۾ ٿيو. ١٧٨٢ع ۾ مير فتح علي خان ٽالپر ڪلهوڙن کي هالاڻي جي جنگ ۾ شڪست ڏئي سنڌ جون واڳون پنهنجي هٿ ڪيون هيون. گل ٽالپرن جي اوسر ۽ انجام پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. هو ايڪيهن ورهين جو هو جو انگريزن اچي سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ هو ان وقت کان پوءِ به ٽيرنهن سال کن زندهه رهيو. جيئن ته گل ٽالپرن جي دور جو وڏو غزلگو ۽ صاحبِ ديوان شاعر ٿي گذريو آهي تنهن ڪري ٽالپرن جو دور خايفي گل جي غزلسرائي جو دور هو.

ٽالپرن جو دور سنڌ ۾ امن امان جو دور ۽ عوام ۾ قرب ۽ محبت جو دور هو. ٽالپر نهايت شريف حاڪم هئا تنهن ڪري ملڪ ۾ صلح ۽ سانت هئي ۽ عوام سک جو ساهه پئي کنيو. ملڪ پنهنجي وسيلن مطابق سکيو ستابو هئو.

سنڌ جا ٽالپر حاڪم علم و ادب ۽ فنون لطيفه جا سرپرست هئا. مگر هنن پنهنجي وطن جي ٻوليءَ بجاءِ دستور مطابق پارسي جي سرپرستي ڪئي، سنڌن ڏينهن ۾ عام طرح چيو ويندو هو ته "پارسي گهوڙي چاڙهسي".

هنن جي دربار ۾ تمام گهڻا ۽ ناميارا پارسي جا عالم ۽ سٺا شاعر اچي ڪٺا ٿيا هئا جن پارسي شاعري جي هر صنف کي پنهنجي سخن سان مالا مال ڪيو. ٽالپر حاڪم پاڻ به پارسي جا سٺا شاعر هئا. هن دور ۾ جيڪا پارسي شاعري ڪئي وئي آهي ان مان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌ جي تواريخ ۾ هن کان اڳ ڪڏهن به ايترن حڪمران شهزادن پارسيءَ ۾ شاعري نه ڪئي آهي جيتري ٽالپرن جي دور ۾.

هن دور ۾ ڪجهه ٽالپر حاڪمن جهڙوڪ مير شهداد 'حيدري'، مير صوبيدار خان 'مير'، مير نصير خان 'جعفري'، مير حسين علي خان 'حسين' جا سنڌي غزل مان ٿا، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هنن تفريحن سنڌي غزل تي به نظر نوازش ڪئي آهي. اڃين ته ٿي نه ٿي سگهيو ته جنهن دور

۾ خليفي گل جهڙو پختو ۽ صاحب ـ ديوان غزل گو شاعر پيدا ٿيو هجي ان دور ۾ ٻئي ڪنهن شاعر سنڌي غزل ٿورو گهڻو نه چيو هجي، سيد غلام علي شاهه ۽ ٽالپر حاڪمن جي غزلن حاصل ٿيڻ کان پوء اهو پڪ سان چئي سگهجي ٿو ته اچا به ڪي شاعر هوندا جن جي احوال ۽ غزلن تي وقت لٽ چاڙهي ڇڏي آهي، جا ڪوڙ ڪبي ته ضرور ڪجهه نه ڪجهه مواد ملي پوندو.

خليفي گل جنهن وقت غزل جي زمين ۾ سخن سنجي ڪئي ان کان گهڻو اڳ سنڌ ۾ عربي ۽ پارسي بحرن ۽ وزن تي شعر چوڻ جو رواج پئجي چڪو هو، ڪيترن شاعرن جون ڪافيون غزل جون روپ اختيار ڪري چڪيون هيون ۽ ڪجهه شاعرن غزل ٻـڻ چيا هئا، جيتوڻيڪ انهن شاعرن جو نالي ماتر ڪلام مليو آهي پر اهي غزل ۽ نج غزل آهن، جن ۾ غزل جون سموريون وصفون ۽ رعايتون سمايل آهن.

خليفو گل سنڌي زبان جو پهريون شاعر آهي، جنهن غزل جي صنف کي پنهنجي جذبن جي ترجماني لاء منتخب ڪيو ۽ انهن دل کولي پنهنجن مختلف احساسن ۽ ڪيفيتن جـو اظهار ڪيو. سنڌي زبان ۾ غـزل جـي مقبوليت جـي ابتدا ڪئي ۽ ايترا غـزل چيا جو انهن کي سميٽي ديـوان ترتيب ڏنو ۽ شايع ڪرايو.

جيئن ته هن دور ۾ اسان کي خليفي گل کانسواء ٻين شاعرن جو تمام ٿورو ڪلام مليو آهي تنهن ڪري خليفي گل کي ئي هن دور جو نمائنده شاعر تسليم ڪري سندس شـاعري جو تفصيل سان جائزو ونبو، ڇاڪاڻ ته هن سنڌيءَ جي پهرين وڏي شاعر جيڪي پنهنجي غزل ۾ روايتون قائم ڪيون انهن جي بنياد تي ايندڙ دور جي شاعرن ٿوري گهڻي ردوبدل سان سنڌي غزل جي عمارت تعمير ڪئي. ”قدما ۽ خليفو گل پنهنجي رمز ۾ يگانو هو. هن پنهنجي ڪوشش سان ڇڻ نج سنڌي غزل جو مجسمو تيار ڪيو ۽ ان ۾ ساهه وڌو مگر اهو غزل اڃا ٻارڙو هو ۽ ڀڻ لباس جي زيب زينت کان محروم هو“ (۱). هن دور جي باقي ٻين شاعرن جي مليل غزلن جي مطالعي جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته انهن ۾ پارسي شاعري جـو روايتي عڪس ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

غزل شاعري جي اها صنف آهي جنهن ۾ عشق و محبت جي مختلف جذبن، ڪيفيتن ۽ وارداتن کي نهايت دلپذير پيرائي ۾ بيان ڪيو آهي.

---

(۱) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر ”ڪليات سانگي“ ص ٦٢

عشق و محبت انسان جو اهو جذبو آهي جنهن سان هنجي زندگي ۾ باغ و بهار پيدا ٿئي ٿو، تنهن ڪري انسان ڪيترن ڏکن ڏسڻ جي باوجود به عشق جي دامن ۾ پناهه وٺي ٿو. خليفي گل کي به عشق جي چوٽ آيل هئي، تنهن ڪري هن سنڌي غزل ۾ مجازي عشق جي ترجماني جو بنياد رکيو. هن محبت جي وارداتن، فراق ۽ وصال جي ڪيفيتن، اندر جي اڌمن ۽ احساسن جو بيان ڪيو ۽ محبوب جي سونهن جون ساکون پريون. محبوب جي ناز و انداز جو بيان ڪندي چوي ٿو:

غمزا سوين هزارين، ماڻا گهڻا ڪان پاهر،
نت نوع لک تهنجا، ناز نت نيارا.

محبوب جي صورت جي واکاڻ هن لفظن ۾ ڪري ٿو:

خوب خلقي تنهن جي صورت پاڪ خوش خاصي خدا
سنهن ملاحت، سونهن سلابت سڀ ڪنا، سهڻي هدا.

محبوب کي وصل لاءِ گذارش ڪندي چوي ٿو:

بلبليون عاشق گن تي توتي گل
گل اچي گلزار ۾ گل سان هيج.

دوست جي جدائي جو بيان ڪندي چوي ٿو ته دوست بنان دل ڏوڙ ۽ من سرو آهي:

دليون دلدار تو بنان ڏوڙ
من محب تو بنا ميرا.

مگر جڏهن ساڻس محبوب جو ميلاپ ٿئي ٿو ۽ هو پنهنجي سيني سان عاشق جي دل کي لائي ٿو ته دل جي ڏوڙ من جي ميراڻ ۽ سڀ ڏک ڏور ٿي وڃن ٿا.

ڪرم ڪيڙوءُ ڪمينيءَ سان لائي دل دوست
گهڻا اندر ڳالهه ڪئي، ڪيهي وٺا ڏکڙا ورنا سڪڙا.

مطلب ته گل غزل ۾ جيڪا مجاز جي پختي پيڙهه رکي هئي تنهن تي اڳتي هلي ٻين شاعرن اضافا ڪيا ۽ نوان نوان رنگ پريا.

غزل تي مجاز کان پوءِ تصوف جو زياده اثر رهيو آهي، گل جي

غزلن جي گلدستي ۾ مجاز ۽ تصوف جا شعر مرڪندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. گل جنهن دور ۾ غزل چوڻ شروع ڪيو ان دور ۾ ماڻهن تي مذهب جو زياده اثر هو ۽ سنڌ جا ماڻهو نه صرف تصوف جا وڌيڪ قائل هئا، پر هنن تي صدين کان وٺي تصوف جو نشو چڙهيل هو، تنهن ڪري گل به پنهنجي غزلن ۾ مجاز کان سواءِ تصوف، مذهب، اخلاقيات ۽ ناصحانه خيالن جو اظهار ڪيو آهي. هن انهن سڀني موضوعن کي اهڙي انداز ۾ بيان ڪيو آهي جو غزل جو اصلي روح ۽ مجاز قائم رهيو آهي، اهڙي طرح گل غزل جي دامن کي ڪشادھ ۽ وسيع بنائي ان ۾ مختلف قسم جي خيالن ۽ موضوعن جا موتي ڪٺا ڪيا آهن.

پاڻ سڃاڻڻ، پنهنجي ذات کي حق ۾ فنا ڪرڻ، من جون سڌون مارڻ، دنيا کي ڌڪارڻ، وحدت ۽ ڪثرت جو راز معلوم ڪرڻ تصوف جا ڪجهه بنيادي اصول آهن، خلفي گل انهن کي پنهنجي انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

الله سان محبت ۽ دنيا سان ڌڪار:

اٿئي اي دل ڏٺيءَ جي دوستي ۽ شوق جي محبت،
دنيا جي عيش عشرت کي پيري هٿ تون ڪٿي پالا.

الله سان محبت رکڻ هرڪنهن انسان جو فرض آهي، ان جي تلقين ڪندي چوي ٿو:

جنهن ڏنئي دل ڏي تون ان کي، دل مَ تون دنيا کي ڏي،
تا ٿئي دل پاڪ تنهنجي، نه ته وڃي وجهه ڏوڙ ڇــيـچ.

---

منجهان پاڻ پنهنجو پـرين قــواهه پس،
آهين تون توڻ تون، مَ ڏي پهر جهوت.

سڀ ۾ خدا:

آهـه موجود سيت صورت سڀ ۾ سهڻو،
لا مڪاني نه رکي جاءِ آهي هرڪنهن جا.

غزل عشقي شاعري جو ترجمان آهي ان ۽ مذهبي شاعري يا تبليغ موزون نه ٿي لڳي. جيڪڏهن انکي پردي اندر، اشارن ۽ ڪناين سان بيان ڪجي ته بي ڳالهه آهي پر ان جو سنئون سڌو اظهار غزل جي روايتن جي

ابتڙ آهي. مذهبي شاعري لاءِ پيون صنفون جهڙوڪ مولود، مداحون ۽ نعتون نهايت موزون آهن پر گل عشقِ رسول ۽ پين بزرگن سان محبت جو اظهار به پنهنجي غزلن ۾ ڪيو آهي، سندس انهيءَ روايت جي پيروي ڪيترا پويان شاعر به ڪندا رهيا.

مدحِ رسول:

ٿئي نه هرگز ڪنهين طرح گمراهه،
جنهن مڃيو محمد رسول الله.

حبِ رسول:

تي سڪي ساري سدا دل منهنجي تولءِ سيدا،
ڏک ۾ راتيون ڏينهن سچا دل منهنجي تولءِ سيدا.

خليفي گل جي ڪلام ۾ ناصحانو ۽ اخلاقي شعر ماڪ ڦڙن وانگر جا بجاءِ نظر اچي ٿو. ناصحانه ڪلام ان وقت اثر ڪري ٿو جڏهن چوندڙ جي شخصيت باعمل ۽ بزرگ آهي، اهڙي حالت ۾ ناصحانه قول انسانن جي دلين تان ائين وهي وڃي ٿو جيئن ڪنول جي پنن تان برسات جون بوندون، گل پنهنجي اخلاقي ۽ ناصحانه شعرن ڪي مقامي اصطلاحن، تشبيهن ۽ استعارن سان بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تنهن ڪري هنجي نصيحت پڙهندڙن تي وڌيڪ اثر ڪري ٿي.

تحمل:

ڪر تحمل، ٿي جبل، چر ڪير ڪنهن جي جور تي،
هيڏي هوڏي ڦوڪ تي ۽ واءُ تي ڪک جيئن م ڪڇ.

عادت:

ٿي پڪي عادت وڏي جا پيئي ننڍي،
ٿئا پڪي پختا، ڪچي پيا جنهن ڪي ڪپ.

سخن جي سچائي:

سخن ڪي جنهن جي سچ ناهي، وڃائي وات ڪيو اب لب،
نوڙي ۾ ناهه هڪ داڻو، ڏنيو بينو ڏنئي دب دپ.

چاهه بنا ڪم:

دل جي ڏيان بنا ڏجهڻ، آهي انڌاري ۾ اجهڻ،
ري باهه ڦاير ڪي ڏوڻ آهه غلط آهي غلط.

**فطرت نگاري:**

فطرت نگاري يا منظر نگاري کي غزل ۾ ڪو درجو يا مقام حاصل نه آهي تنهن ڪري غزل گو شاعرن انکي ايتري اهميت نه ڏني آهي. گل جي غزلن ۾ سواء هڪ غزل جي ٻيو ڪوبه سڄو غزل اهڙو نه ٿو ملي جنهن ۾ هن منظر نگاري ڪئي هجي مگر هن جي غزلن ۾ ڪي شعر اهڙا ملن ٿا جن ۾ هن قدرت جي مختلف نظارن جون تصويرون قلمبند ڪيون آهن ۽ فطرت ۽ قدرت جي جلوه‌آرائن کي انهن ۾ سمائي ڇڏيو آهي. "آئي رت ساوڻ سندي مينهن وسي ڪيڙا ملار" واري سڄي غزل ۾ هن ٿر ۽ برسات جي منظرنگاري نهايت شاندار نموني ڪئي آهي. سندس هيٺين شعرن ۾ به منظر نگاري جون جهلڪيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

ويو سيارو وسي بهار بوند،
گل نڙبو ڦل نڙيو ٿيو بر باغ.

وسڪاري جي منڊ ۾ ٿر جو منظر هيئن بيان ٿو ڪري:

وس چرئو تا ٿيــن سکيا سانگي،
مال تنجا ڪــــرين نــــاڙون ڏاڏ.

پاڳيون پاڻ تي پٽن ســـــرهيون،
هيڪ ٻي سان ڪرين لڏيو لاڏ.

گل ڪليا گل بـــاغ ۾ ســـرها،
گل‌چنيو سونگهه گل‌م پٽ‌ڪڪ‌ڪاڏ.

۽ ڪڪرن جو نظارو هيئن بيان ڪري ٿو:

رنگ هڪ ۾ روپ ڪئين آهن تجليون سوهزار
منجهه ڪڪر لڙهه، واڇ، آهي مينهن، آهي گاج.

گل پهريون شاعر آهي جنهن سنڌ جي قديم، مروج ۽ مقبول صنفن جي بجاء سنڌي ۾ هڪ نئين صنف تي طبع آزمائي ڪئي ۽ ان جي ٽيڪنڪ، هئيت ۽ فن جي سمورن لازمن کي پورو ڪيو ۽ فني نقطئه نگاه کان غزل جي مقبول ۽ مروج بحرن تي طبع آزمائي ڪئي. هن ننڍين بحرن ۾ ترنم ۽ موسقيت کي جيڪا ننڍين بحرن جي خاص خوبي آهي، برقرار رکيو ۽ وڏن

بحرن ۾ پنهنجن خيالن کي وسعت سان بيان ڪيو ۽ انهن ۾ شعريت ۽ لطافت کي برقرار رکيو مگر جيئن ته سنڌيءَ ۾ شعوري طرح باقاعده غزل چوڻ جي سندس ڀرين ڪوشش هئي، تنهن ڪري هن وزن کي پوري ڪرڻ لاءِ مختلف جاين تي لفظن جي صحت جو خيال نه رکيو آهي. ڪيترن جاين تي لفظن جي صورت بدلائي ڇڏي آهي ۽ ڪن لفظن کي مختصر ۽ ڪن کي ڊگهو ڪري ڇڏيو آهي. خاص طرح ٽن حرفن وارن لفظن جهڙوڪ گرم، ڪرڻ، مرڪ جي وچ واري حرف کي ڪٿي ساڪن ۽ ڪٿي متحرڪ ڪري استعمال ڪيو آهي.

جيتوڻيڪ گل پارسي شاعري کان متاثر ٿي سنڌيءَ ۾ غزل چوڻ شروع ڪيو هو پر هن جي غزل جون ٻه خوبيون نمايان آهن هڪ پنهنجو ماحول ٻي پنهنجي ٻولي. هن جي غزل جي زبان زياده‌تر نج ۽ ٺيٺ سنڌي آهي، ايتريقدر جو هن جي غزل ۾ ڪيترا اهڙا ٺيٺ سنڌي لفظ استعمال ٿيل آهن جيڪي شاهه جي رسالي ۾ به نٿا ملن. ڪيترا اهڙا لفظ به آهن جن جي اڄ معنيٰ سمجهڻ نهايت مشڪل آهي ۽ ڪي لفظ اهڙا آهن جن جو مطلب صرف واسطيدار هنرمند ۽ ڪاريگر ئي ٻڌائي سگهن ٿا. ثقيل ۽ ڌڪين لفظن جي استعمال ڪري هن جي غزلن جي خوش اسلوبي، ميناج ۽ رواني ڌڪجي پئي آهي جو پڙهندڙ لفظن جي اچارن ۾ ايترو ڦاسي ٿو وڃي جو شعر جو حظ حاصل ئي ڪري نٿو سگهجي. مثلا هيٺيان شعر جيتوڻيڪ خيال جي لحاظ کان وڻندڙ آهن پر ٺيٺ ۽ ڌڪيا لفظ انهن جي سونهن ۽ ميناج کي جهڪو ڪري ٿا ڇڏن.

نيهن جا ڀا منجهه نرن جهنڪي نير
ٿئن ٺڪر تي ٺنگ جيئن ڌي نيڙ ڌپ.

چشم تنهنجا آهن چشمو لاءِ تا سئل عشق جي
آب ڪوثر جو اجهين لئي حاسدن لئي نار ٿئي.

انگريزن سنڌ ۾ ١٨٤٢ع ۾ پير پاتو ۽ خليفي سنڌن آمد کان ٽيرهن سال پوءِ وفات ڪئي پر ان ٿوري عرصي ۾ به ڪجهه انگريزي لفظ ايتريقدر مروج ٿي ويا هئا جو خليفي گل انهن کي پنهنجي شاعري ۾ استعمال ڪيو آهي. جهڙوڪ پستول، جج، براڪون (Barracks) مثال:

پستول پريت تنهنجي پائي
منجهه جان جگر چلايا ڇرا.

عشق جو عام عرف عين بيان
ڪين سمجهي تنهن قاضي ججهه.

گل پنهنجي غزلن ۾ وقت به وقت سنڌي ترڪيبون، محاورا، تشبيهون ۽ استعارا استعمال ڪيا آهن، اهڙي طرح هن پنهنجي غزل ۾ سنڌي ماحول جو بنياد رکيو مگر اڳتي هلي سنڌ جا غزل گو شاعر پارسي ۽ اردو شاعري جي اثر هيٺ ان ڪان منهن موڙي، ڌاري ماحول ۽ زبان جي واڳ وٺي اڳتي هلڻ لڳا. هيٺين شعرن ۾ هن پنهنجون نيٺ مقامي تشبيهون استعمال ڪيون آهن.

عاشقن جي درد جي ناهي دوا ڪا وصل ري
پر دلاسو دوست جو آهه جئن پاڻيءَ کي ڇاپ.

مانديءَ محبت جي هنيو، من تي سنڌي ڪو منهنجي منڊ
ڏک ڏول بت تو ڦري، جيئن منجهه هٽئي چوطرف جنڊ.

گل جي اڪثر غزلن جا قافيه ۽ رديف سنڌي آهن. اهڙي طرح هن سنڌي غزل ۾ سنڌي رنگ پرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر پوين دورن ۾ سندس انهيءَ روايت کي گهٽي قدر نظر انداز ڪيو ويو. هن عربي ۽ پارسي حرفن سان گڏ نيٺ سنڌي حرفن تي به غزل چئي ديوان تيار ڪيو تنهن ڪري اڳتي هاي سيني شاعرن هنجي پيروي ڪئي ۽ سندن ديوان تڏهن مڪمل سمجهيا ويا جڏهن هنن سنڌي حرفن مطابق پنهنجي ديوانن جي ترتيب ڏني.

خليفي گل جهڙي طرح ڪٿي ڪٿي لفظن جي صحت جو پورو خيال نه رکيو آهي تهڙي طرح هن ڪٿي ڪٿي سنڌي قانين جي استعمال ۾ لفظن کي پنهنجي گهرج آهر تلفظ ڏئي ڇڏيو آهي. مثلا هيٺين ٻن شعرن ۾ هڪ هنڌ "هيچ" جو اچار صحيح ۽ ٻي هنڌ پنهنجي ضرورت آهر "هيچ" ڪري ڇڏيو آهي.

سور ٿيو سينگار جنجو ڏک تنيجو آهه ڏيچ
ورهه ووء ووء ٿيو وروهڻ هاء هاء آهه هيچ.

پر آ بت پرت جو پويون پسارو
پچاڙي ڏين پيڙون، سهڙ ۾ هيچ.

هيٺين شعر ۾ تات، وات، رات، ڪات، وغيره قافين جي لڙهه ۾ ”چاوت“ کي ”چات“ ڪري ڪم آندو اٿس.

درد آهي دل ۾ دائم درد مندن کسي ضرور
صبر وارا پاڻ پيڙن ڪن وڃهن ڪنهن ساڻ چات.

خليفي پنهنجي سنڌ جي وسين واهڻن، هنڌن ماڳن، هنرن ۽ ڌنڌن، ڪاسبين ۽ ڪاريگرن، هارين ۽ نارين جو غور سان مشاهدو ۽ مطالعو ڪيو آهي، پنهنجي ديس واسين جي اٿڻي ويهڻي، روزمره جي زندگي، ڪم ڪارين ڪان هنڪي پاڻ ۾ پت واقفيت آهي، اهو ئي سبب آهي جو هن جي ڪلام ۾ پنهنجي ديس جي جدا جدا ڌنڌن ۽ هنرن جو ذڪر ڪثرت سان ملي ٿو، جنهن هنجي غزلن ۾ سنڌي ماحول قائم ڪري ڇڏيو آهي. هو پنهنجي شعرن ۾ مقامي ماحول جو ذڪر ڪري ان مان مجاز ۽ تصوف جا نقطا بيان ڪري ٿو.

هيٺين شعر ۾ نيروالي جي ڪپڙن کي رنگ ڏيڻ واري هنر کي بيان ڪري مجاز جي مام سمجهائي ٿو:

نير رنگ واڏو ڪيڏي منجهه جهڪ جهپ،
عـــشق وارو وڌ وڏي منجـــهه لـــوس لب.

هيٺين شعر ۾ هو موت جي فلسفي کي هارين جي ڪرڙا ۽ روت هٽڻ جو مثال ڏئي سمجهائي ٿو ته جهڙي طرح هاري سلا هڪ هنڌان پٽي ٻئي هنڌ هٽندا آهن تهڙي طرح انسان به هن دنيا مان رحلت ڪري ٻي دنيا ۾ جاودان زندگي حاصل ڪري ٿو.

لڏيو جاءِ هڪ مان وهن جاءِ ٻي
هٽڻ جئن ٿا هاري ڪرڙا ۽ روت.

هيٺين شعر ۾ هن ڪورڪي هنر جو ڪهڙي باريڪ بينيءَ سان مشاهدو ڪيو آهي، تنهنجو پتو پوي ٿو:

پائي پيٽ تاڃيءَ ۾ پيرن پڌار
تيا ڳيڊجي ڳل مڙيئي ڳوپ ڳوت.

خليفي ڳل پنهنجي غزلن ۾ سنڌ جي مقبول ۽ مشهور لوڪ ڪهاڻين

سان تلميحون بيان ڪري ۽ سسئي، سهڻي، مارئي وغيره جو ذڪر ڪري سنڌ جو مقامي افسانوي رنگ ڀريو آهي ۽ پنهنجو سنڌي ماحول پيدا ڪيو آهي.

سيهر ۾ سهڻي ڇا ڏٺو، ڇا ڪير هو ڪنهن جو اتو
جهوري وڌي جنهن جهول ۾ سالڪ سچا ڏي سون خبر.

---

ڪيچي ويا ڪيچ ڪي ڇڏي سسئي
ننڊ ۾ رات ڪسي چڙهي سر چانگ.

غزل پارسي جي مقبول ترين صنف آهي، خليفي گل به پارسي غزلن کان متاثر ٿي سنڌي ۾ غزل چوڻ شروع ڪيا. ٿيڻ ته اڳ ڪيندو هو ته ڀهرين غزل گو شاعر جي حيثيت ۾ هو اهي سڀ لوازما سنڌي غزل ۾ سموهي جيڪي پارسي غزل جو حسن ڪري ليکيا ٿي ويا يا جن کان متاثر ٿي هن سنڌي ۾ غزل چوڻ شروع ڪيو هو. پر هن انهن پارسي لازمن جهڙوڪ ترڪيبن، تشبيهن، استعارن ۽ ماحول ۽ زبان جي چٽسالي ۽ کان گهڻي حدتائين پرهيز ڪئي هئي، جيڪي پارسي غزل جا زيب و زينت تسليم ڪيا ويندا هئا. انهن جي پيٽ ۾ هن غزل ۾ سنڌ جي مقبول شاعري جي صنفن جي روايتن ۽ مقامي ماحول کي پنهنجي غزل ۾ اهميت ۽ مناهون مقام ڏنو، ان جي باوجود جي ديوان گل جو غور سان مطالعو ڪبو ته خاينو پارسي شاعري جي اثر کان پنهنجو دامن بچائي نه سگهيو آهي، پارسي شاعري جي خيالن ۽ روايتن جي آلاڻ سان سندس غزلن جو دامن ڪنهن حد تائين تر آهي. جنهن جي وڏي ثابتي ته اها آهي ته هن جي ديوان جي ڀهرين غزل جو ڀهريون شعر:

پيالو مي سندو ڏي پر ڪري محبوب متوالا
ته مستيءَ ۾ محبت جي ڪيون هن هوش کي حالا.

حافظ شيرازي جي هن شعر جو ترجمو ٿو لڳي:

ساقيا برخيز در ده جام را
خاڪ بر سر ڪن غم ايام را.

سندس ديوان ۾ ڪجهه اهڙا به شعر مان ٿا جيڪي ايران جي مشهور شاعرن جي شعرن جو تتبعو يا سرقو معلوم ٿين ٿا.

خليفو گل جيتوڻيڪ پنهنجي ڪلام ۾ مقامي ماحول قائم رکڻ ۾ ڪامياب ويو آهي پر سندس ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي ايراني ماحول جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي ساقي، مي ۽ قدح پارسي غزل ۽ ايراني ماحول جون علامتون آهن. خليفي گل به پنهنجي غزلن ۾ ان جو ذڪر ڪيو آهي سندس هڪ غزل جنهن جو رديف ئي "ساقي قدح" آهي ان جو مطلع آهي:

مون کي هنيون هورون هٽي ڪو ڏي پري ساقي قدح،
ڪانئي وڏو ڪورن ڪٽي، ڪو ڏي پري ساقي قدح.

گل لاله، ريحان وغيره ايراني شاعري جو سينگار آهن. هو جنهن وقت محبوب جي هٿان مي پيئڻ ٿو چاهي ان وقت هو خواهش ڪري ٿو ته اهي ايراني گل سندس سامهون هجن:

مي هٿان محبوب پيئڻ آهي وڏي مراد
پو ڏٺيل مهندا، اڳن گل لاله و ريحان شرطه.

ايراني شاعرن پنهنجن گلن سان محبوب کي پيٽ ڏئي سندس حسن جي واکاڻ ڪئي آهي. خليفي گل به ساڳي روايت کي برقرار رکندي چوي ٿو:

ڏسڻ مان تنهنجي اي باغ حسن مونکي سريا ٿي گل
تنهنجو مک گل، زلف سنبل، منهنجي دل جيئن گل لاله.

شمع ۽ پرواني جي ذڪر سان ايراني شاعري جا ڪتاب پريا پيا آهن خليفو گل به پنهنجي هڪ غزل ۾ جنهن جو رديف ئي شمع آهي، شمع ۽ پرواني جو بيان ايراني انداز ۾ هيئن ٿو ڪري:

پاڻ تنهن تان ٿو ڪري صدقي پتنگ
ٿي پري دلبر اڳيان جنهن وار شمع.

خليفي گل جتي پنهنجي مقامي داستانن مان تلميحون ۽ سنڌ جي مشهور رومانوي شخصيتن جو ذڪر ڪيو آهي اتي هن ايران جي مقبول قصن، رومانوي ڪردارن ۽ صوفي بزرگن جو به ذڪر ڪيو آهي.

ليلي ۽ مجنون:

ليلي ڇوڙائي سير جٺ، مجنون ڪان رت ويو ڏس ته ڪٽ
مونکي وڏو ات ڏول ۾ سالڪ سچا ڏي مون خبر.

محمود ۽ اياز:

عشق سائينءَ کي ڪري ٻانهو غلام
ڏس تہ ڪيئن ٿيو شاھہ محمود و اياز.

صنعان ۽ منصور:

صنعان جي ذلت جي، منصور جي مات جي
ملن سين مام ٻوڻ، آهي عبث آهي عبث.

خاڪيفي گل جي گهڻي ڪلام جي ٻولي نج ۽ ٺيٺ سنڌي آهي پر
هن جي غزلن ۾ پارسي لفظن جو استعمال بہ ڪثرت سان ٿيل آهي، هنجي
ڪن شعرن ۽ غزلن جي پارسي‌آميز زبان موجودھہ دور جي غزلن جهڙي
ٿي لڳي. هن غزل جي ٻولي ملاحظہ ڪريو:

وجهہ تنهنجو وجود کي جامع،
شان دلبر شهود کي جامع.

نور بيرنگ رنگ ۾ پڌرو،
سڀ نظر ۽ نمود کي جامع.

حڪم ملڪ و ملڪ کي آهہ محيط،
علم نابود بود کي جامع.

قرب قابض ڪمال قدرت سين،
آهہ مسلم هنود کي جامع.

آهہ نوڙت نياز تنهنجي پيش،
قيام رڪع و سجود کي جامع.

گل جو جيءُ ڏيڻ پرين اڳيان،
آهہ سڀ نفع سود کي جامع.

خليفي جي ڪن غزلن جا رديف پارسي آهن ۽ ڪيترن غزلن جا
قافيہ پڻ پارسي آهن. هڪ غزل جنهن جو مطلع آهي:

تا پيئن عاشق خوشيءَ ۾ شوق جي رت جو شراب
تا پچائن پاڻ پنهنجو ڪيو جگر جيرو ڪباب.

شراب، ڪباب، ثواب، عذاب، رباب، لعاب ۽ آب جملي پارسي قافيہ استعمال ڪيا آهن.

هن جي ڪن شعرن ۾ زير اضافت بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿي.

ان جون اکيون حوضِ ڪوثر، آبِ زمزم، آبِ خضر
رت رحيقِ روح راحت جان جـو ٿئو جئن گل آب.

خليفي گل جي ڪلام تي پارسي شاعري جي اثر جي مٿي بيان ڪيل جائزي جي مدنظر ڇئي سگهجي ٿو تہ اهو نهايت گهڻو هو، پر اهو سنو اڳتي هلي سنڌ جي پين غزلگو شاعرن جي ڪلام ۾ وڌي وڌي ٿيو ۽ وڌ ويڙهيءَ وانگر سنڌن خيالن ۽ ٻوليءَ کي ويڙهي ويو.

## سيد غلام علي شاهہ

سيد غلام علي شاهہ جي زندگيءَ جو ڪو احوال ملي نہ سگهيو آهي. ڊاڪٽر غلامعلي الانا لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ۾ ايترو لکيو آهي تہ هن جا وڏا رڙي شهر جا رهاڪو هئا جتان لڏي اچي ٽنڊي محمد خان ۾ ويٺا، سندس سلسلو شمس سبزواري ملتانيءَ سان ملي ٿو. سندس پويان شمسي ڪڙيوال سڏبا آهن. هن جي وفات ميرن جي ابتدائي زماني ۾ ٿي. انهيءَ حساب سان هو خليفي گل کان اڳ جو شاعر آهي (١). شاهہ صاحب وڏو عالم هو سندس پوين وٽ سندس ڪتب خاني جا چار سو ڪتاب محفوظ آهن. سندس ڪافين جو قلمي نسخو "خاڪنامو" تي سندس هٿ جي اکرن سان لکيل آهي، "تاهيل سيد غلامعلي شاهہ شمسي ڪڙيوال ١٢١٣ هہ (١٧٩٨ع)". سندس ڪلام ۾ غزل، مداحون، مناقبت، ڪافيون ۽ بيت ملن ٿا.

### ڪلام جو نمونو (٢)

پکيئڙا سب چمن ڏي ويا، هئا جي بند پڃري ۾،
مگر قسمت جهليو مونکي، اڃا هن هنڌ پڃري ۾.

---

(١) غلامعلي الانا خواجہ "لاڙ جي ادبي ۽ثقافتي تاريخ ص ٢٠٢ انسٽيٽيوٽ آف سنڌ يالاجي ١٩٧٧ع.
(٢) غلامعلي الانا خواجہ "لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ "ص ٢٠٢، انسٽيٽيوٽ آف سنڌ يالاجي ١٩٧٧ع.

نشاني باغ جي مون وٽ، صبا اچ باغ مان آندي
اصل هو برگ، گل جو تيو، جبل الوند پيجري ۾.

وساريم نام تنهنجو ڪين هرگز، دل سنجهان اي گل،
سونکي صياد ڪيو هرچند، بنديو بند پيجري ۾.

چمن ساريم وسريم سڀ، وطن جي ياد ۾ پانيان
پيالو زهر قاتل جــو، مٺو گلقند پيجري ۾.

هتي تا پاڻ ۾ گڏ ڪن، اهي گلگشت گلشن ۾،
هت آءٌ پابند پيو آهيان، پگل پابند پيجري ۾.

پيچي پيجرو ٿيو پرزا، غلام علي آهه تنهنجي ڪان
فلڪ تي دونهن ويا سنهنجا، ٿيو انڌ ڌنڌ پيجري ۾.

# خليفو گل محمد "گل"

## (١٧٨٤ع — ١٨٥٦ع)

خليفو ميان گل محمد ولد آخوند ولي محمد تخلص 'گل' هالن جي مشهور ساڌوٽي مان سان هو. خليفي 'گل' جا وڏا اصل ۾ حضرت عليءَ جي پاءُ حضرت عقيل جي خاندان مان هئا. هنجو وڏو ڏاڏو محمد متين جو حضرت عقيل جي خاندان مان هو سو عربستان مان هجرت ڪري دهلي ۾ اچي رهيو جتان ٩٠٠ هه ۾ سنڌ ۾ آيو. محمد متين جي خاندان جو هڪ قبيلو ٺٽي ۾ وڃي رهيو جو بعد ۾ عقيلي خاندان جي نالي سان سڏيو ويو. محمد متين جي اولاد مان آخوند ميان ولي محمد گهٽو مشهور هو جو هالن پراڻن ۾ اچي رهيو. آخوند ولي محمد کي ٽي پٽ هئا، خليفو گل محمد، شفيع محمد ۽ محمد (١) ۽ (٢).

---

(١) عمرالدين محمد دائود پوٽو، "سرها گل" ص ٢٥، دي ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني، ڪراچي ١٩٣٤ع.

نوٽ: محمد صديق ميمڻ "سنڌي ادب جي تاريخ" ۾ خليفي گل جي ولادت جو سال ١٨٠٨ع لکيو آهي، جنهن تان خليفي گل جي حياتي بابت پين احوال (باقي حاشيه ڏسو ص ٢٥)

خليفي گل جو خاندان علم جي زيور سان سينگاريل هو، سندس خاندان ۾ درس ۽ تدريس گهڻي وقت کان جاري هو تنهن ڪري ڪيترا شاگرد هنن وٽان علم پرائي روشني وارا ٿي ويا، انهيءَ سبب ڪنهن ڪامل بزرگ چيو ته اوهان جي علم جي پالوت سانوڻ جي مينهن وانگي آهي، ان کان پوءِ کين سانوڻي ملا يا آخوند ڪري ڪوٺيندا اچن(١).

خليفي "گل" جي ڪلام جي مطالع سان معلوم ٿو ٿئي ته عربي پارسي جو پاڻ ڄاڻو هو. ڊاڪٽر دائود پوٽو لکي ٿو "فارسي ۽ عربي چڱيءَ پر تحصيل ڪئي هئائين ۽ تصوف مان پڻ چڱي قدر واقف هو... ۽ طالب علمن کي به پڙهائيندو هو" (٢). هو هالن جي ڪيرن ڳوٺ ۾ گذاريندو هو ۽ سندس مجازي نبهن جو ناتو به اتي ئي سرجيل هو (٣).

خليفو "گل" پير علي گوهر شاهه "اصغر" ڪنگريءَ واري جو مريد هو جنهن کيس خلافت جي پڳ عطا ڪئي جنهن ڪري خليفو مشهور ٿيو. کيس به پٽ هئا جن مان ننڍو سندس حياتيءَ ۾ گذاري ويو باقي وڏو پٽ خليفو احمد پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ به گهڻو وقت زنده هو مگر کيس به پٽ جو اولاد ڪين ٿيو تنهن ڪري هنجي وفات کان پوءِ خلافت جي پڳ خليفي گل جي پاٽ شفيع محمد کي ملي.

خليفي گل کي حضرت محمد صلعم جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ۽ حج جو گهڻو اشتياق هو، انهيءَ ارادي سان هو ١٨٥٥ع ۾ بمبئي پهتو

---

(هلندڙ حاشيه ص ٢٤)

لکندڙ اهو سال ورتو آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽه پنهنجي ڪتابن "سرها گل" ۽ "سنڌي نظم" ۾ سندس ولادت جو سال ١٧٨٤ع ڏنو آهي جن جي پيمت ۾ اهو صحيح تسليم ڪري، هتي ڏنو ويو آهي.

(٢) "نئين زندگي" ماهوار ص ٩، ماهه جون ١٩٥٦ع، شيخ محمد ابراهيم خليل "خليفي گل محمد هالائي جي شاعري".

(حاشيه ص ٢٥)

(١) "ديوان گل" ص ١، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد، سال ١٩٣٣ع عبدالغفور هالائي "حالات".

(٢) عمرالدين محمد دائود پوٽو "سرها گل" ص ٢٥، دي ايڊيوڪيشنل پبلشنگ ڪمپني ڪراچي ١٩٣٤ع.

(٣) محمد صديق ميمڻ "تاريخ سنڌي ادب" "جلد پهريون، دفعو پهريون، ص ١٨٩، آر - ايچ احمد برادرس حيدرآباد، ١٩٦٠ع.

جتي هن پنهنجي مشهور تصنيف "ديوان گل" کي ليٿو ۾ ڇاپائڻ جو بندوبست ڪيو (١). پنهنجي ديوان جي ڇاپجڻ جي تاريخ هيئن بيان ڪئي اٿس.

ٿئو جڏهن ديوان گل پورو لکي،
سڀ ڏسي چئو آهي وهه وهه خوب خوب.

محمدي مطبع ۾ پوء محمد حسين،
ڇپئو چئو آهي وهه وهه خوب خوب.

ورهه ڇاپڻ جو پڇئه دل کان درست،
چيائين چئو "آهي وهه وهه خوب خوب".

١٢٧٥ هه

خليفي گل مان سندس پٽ خليفو احمد به بمبئي تائين گڏ هو پوء هو اتان واپس آيو ۽ خليفو گل حج لاء روانو ٿي ويو. پهريان مديني منوره جي زيارت ڪئي پوء مڪي معظم ڏانهن رخ رکيائين پر واٽ تي ئي پساهه پورا ٿيس (٢). سندس وفات جي تاريخ بابت ڊاڪٽر دائود پوٽو پيرومل ۽ لطف الله بدوي ان خيال جا آهن ته هن ١٨٥٦ع ۾ وفات ڪئي.

خليفو گل پهريون شاعر آهي، جنهن سنڌي الف بي جي قافين تي ديوان تيار ڪيو. سندس ڪلام عروض جي ساهمي تي پورو ۽ بحر وزن ۾ پختو آهي. سندس غزلن ۾ ڪيترا اهڙا نيٺ سنڌي لفظ ڪم آيل آهن جي شاهه لطيف ۽ ٻين متقدمين شاعرن جي ڪلام ۾ به نٿا ملن هن ان جي باوجود ڪيترا پارسي ۽ عربي جا دقيق لفظ پڻ استعمال ڪيا آهن. هن پنهنجي گھوٽائي زندگيءَ جو گهرو مشاهدو ڪيو هئو ان ڪري ان جو عڪس سندس غزلن ۾ گهٽو ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هارين، نارين ۽ ٻين ڳوٺاڻن جي رهڻي ڪرڻي مان نهايت وڻندڙ ۽ سهڻيون تشبيهون ۽ استعارا بيان ڪيا اٿائين. ڊاڪٽر بلوچ چوي ٿو "هن فني طور نج سنڌي غزل کي جنم ڏنو"

(١) لطف الله بدوي "تذڪره لطفي" جلد ٻيون، ص ٨، ١٤، آر - ايچ احمد برادرس حيدرآباد ١٩٥٣ع .

(٢) پيرو مل آڏواڻي "سنڌو" ماهوار ص ٣، ماهه ڊسمبر ١٩٣٨ع پيرومل مهرچند آڏواڻي "خليفو گل محمد ۽ ديوان گل".

(١) ڪڏهن هو مجاز جي ميدان ۾ ڊوڙون پيو پائي ۽ ڪڏهن تصوف جي آسمان تي پيو اڏامي.

## ڪلام جو نمونو (٢)

وڻ ڏنهنجو سونکي دلبر ٿيو مٺو ماکي جي مٺ
پڻ جي شاباس کان تنهنجي وٺي مون هيٺ قيمت.

تو ڦٽي آ عاشقن جي دل هٿي چشمن جا تير،
پو رکي پنيون انهيءَ تي تون اچي دلدار چيٺ.

ٿيون وسن برسات جئن دائم اکيون آگم کيو،
تهڙيون سنجهه آکاز ساوڻ تهڙيون ڪتي، تهڙيون چيٺ.

جي ڏئين توٽي نه ڏئين تون وجهه پنهنجي ديد جو،
تنهنجي نينهن جو نوڪر آهيان نروار نيٺ.

آءُ جي مسڪين عاجز، آهيان پينو گدا،
مونکي پرواهه ناهه منهنجو تون آهين سردار سيٺ.

ڇا ڪريان قربان قاصد تان جو آيو دوست کون،
ساهه سر صدقو ڪيان پيو ناهي ڪي باالله پيٺ.

ٿيون اکيون رت هاري ڳاڙهيون، تن سجو ٿيو لعل رنگ
توسان اي گل جنهن ڏهاڙي کان ٿي منهنجي آهه ڏيٺ.

—

الفت بنا ڳولڻ خدا، آهي عبث آهي عبث
محبت ڇڏي ٿيڻ جدا، آهي عبث آهي عبث.

ڏک کان حاصل سک ٿئي ري ڏک ڪهڙو منهن مک ٿئي،
حاصل جفا ذاران صفا، آهي عبث آهي عبث.

---

(١) ”ديوان سانگي“ ص ٦٠، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٩ع.
(٢) ”ديوان گل“ ص ٢٣ ۽ ١، سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد ١٩٣٣ع.

ڏاران اڇڻ ڪاڻ پڇڻ، هاجي هڇڻ، جهوري جهڄڻ،
محبوب وٽ ڪا التجا، آهي عبث آهي عبث.

محبت وٽڻ پڙهين ڪنا، مصاحت پڇڻ چرين ڪنا،
پارڻ ڏيو انڌن اکيان، آهي عبث آهي عبث.

پاڻي پچائڻ رڃ ۾، سانگي ڏسائڻ سيج ۾،
ري مينهن سانوڻ جي بنا، آهي عبث آهي عبث.

جنهن جي سخن ڪي ناهه سچ، وعدا ڪري جي قول ڪچ،
قولڻ وفا ڪوڙن ڪنا، آهي عبث آهي عبث.

گل تي فنا تان آب ٿئي، خوشبوءِ رنگ ۽ تاب ٿئي،
مرڻ بنا سائڻ لقا، آهي عبث آهي عبث. (١)

# مير صوبدار خان

## (١٨٠٢ع — ١٨٣٦ع)

مير صوبدار خان ولد مير فتح علي خان تخلص 'مير' سنڌس والد ڪلهوڙن ڪان سنڌ فتح ڪئي هئي ۽ سنڌ جو پهريون ٽالپر حاڪم هو. مير صوبدار ان وقت ڄائو هو جڏهن مير فتح جي حياتيءَ جو چراغ گل ٿيڻ وارو هو. هن جي منڊيءَ تي هيءَ سجع لکيل هئي:

"صوبدارم من از نبي و ولي"

هن جي چاچن جيڪي مير فتح علي ڪان پوءِ سنڌ جا حاڪم ٿيا تن هن جي پرورش ڪئي. هن پيءُ جي وارث هئڻ جي حيثيت سان حڪومت ۾ پائيواري جي گهر ڪئي پر سندس چاچن اها ڳالهه قبول نه ڪئي، جنهن ڪري هن جي دل ۾ پنهنجن چاچن خلاف هميشه رنج رهندو هو.

سنڌ ۾ جڏهن سندس سوٽ مير نصير خان تي انگريزي فوجن چارلس نيپئر جي ڪمان هيٺ ڪاهيو ته پراڻي ڪدورت سبب هو انگريزن سان سازباز ڪندو رهيو ۽ مياڻي جي جنگ ۾ جنهن ۾ ميرن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو، هو غير جانبدار رهيو ۽ پنهنجي ماڻهن جو ساٿ نه ڏنو. هنڪي

(١) 'ديوان' قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ، حيدرآباد.

اميد هئي ته ڪيس جاگير سلنڌي پر نيپئر هنگي به پن ميرن سان گڏ ڪلڪتي ۾ نظربند رکيو، جتي هن ١٨٤٦ع ۾ وفات ڪئي. سندس لاش حيدرآباد ڪٺي آيا ۽ ڪيس خدا آباد ۾ پنهنجي والد جي پرسان دفن ڪيو ويو. سندس وفات جي تاريخ ميرزا محمد باقر هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

بهر تاريخ وفاتش هاتفي از غيب گفت
"گوهر عمان مجدد جاهم رفت از اين جهان" (١)

١٢٦٢ هه

مير صوبدار پارسي زبان جو پرگو شاعر هو هن جا پارسي زبان ۾ خاص طرح شاعري ۾ ڪيترا ڪتاب آهن. هنجي پارسي ديوان ۾ جيڪو هڪ بنگالي ڪاتب منشي صيانت الله لکيو آهي، هڪ سنڌي غزل آهي جنهن جا سترهن شعر آهن پر جيئن ته اهو غزل هڪ اهڙي ڪاتب نقل ڪيو آهي جيڪو سنڌي زبان کان واقف نه هو تنهن ڪري انجي پڙهڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي ڪجهه شعرن جون پڙهيون قائم ڪري پيش ڪجن ٿا:

ساقي مي رنگين ڏي تان يار تان صدقي ٿيان،
مکڙيون نڙي سپ گل ٿيون، گلزار تان صدقي ٿيان.

جان جوشون ڏک کان ٿي، جيئن باهه کان نهڪي ٿي ديگ
پنهنجي ڏک ۾ سڙي دل، جي هن سنسار تان صدقي ٿيان.

ڪڏهن جور و ستم توڙي، ڪڏهن ميل مروت پڻ
انڪار تان صدقي ٿيان، اقرار تان صدقي ٿيان.

سوين يوسف ويا گم تي، انهي چاهه زنخدان ۾،
مقرب ۾ زليخا جي اظهار تان صدقي ٿيان.

پنبڙي جي سپهه کي ڪيم غارت جو اشارو سخت،
اي ظالم تنهنجي انهي تبڪار تان صدقي ٿيان.

تپ کل کي تو ساڙي، دل کي تو ستم ڳاري،
ڏک توروٺي ڪافي آ، بسيار تان صدقي ٿيان.

---

(١) "نئين زندگي" ماهوار ص ٣٣، ماهه نومبر ١٩٥٤ع گل حسن ڪربلائي مرزا، مضمون "مير مراد علي خان جو علمي شوق".

هن نازڪ پيرن ۾ لڦ تـان نـہ جتيءَ ڪـان پئي،
سـودو نـہ ڪري معشوق پيزار تـان صدقي ٿيان.

پيرن ڪان گهري ٿو پير، زر مون بڪئي وٽ ڪاٿي،
چوکر آهي منهنجو يار، تنهن آر تان صدقي ٿيان.

منجهہ واٽ محبت جي عاشق جـو ٿيو اونـڌو سـر،
آهي عشق جو الٽو ڪم، هن ڪار تان صدقي ٿيان.

# مير نصير خـان "جعفري"

## (١٨٠٤ع — ١٨٤٥ع)

مير نصير خان ولد مير مراد علي خان لقب فيض آثار تخلص 'جعفري' ٽالپر خاندان جو آخري حڪمران هو. هو حيدرآباد جي قلعي ۾ تولد ٿيو هو سندس تعليم واسطي هڪ ايراني عالم اتاليق مقرر ڪيو ويو هـو ان سان گڏ آخوند محمد بچل "انـور" مٽيارين واري کـي سندس استاد مقرر ڪيو ويو هو. هن جو سجعون هي هيون:

١— علي و حسين و حسن دستگـير
خدا يارو يـاور محمد نصير.

٢— سـزد گر نهد بر ثـريا سـرير،
کسي راکـہ باشد محمد نصير.

هنجي سنڌين جا بہ ٻڙا ملايا آهن جنتي لکيل آهي:

١— بندهہ آل علي مير محمـد نصير ١٢٣٥ هہ
٢— امام علي و محمد نصير ١٢٥٧ هـــ (١).

"جعفري" نہ صرف شعر و سخن جو قدردان هو پر پاڻ بہ پارسي ۽ اردو جو شاعر هو. هن سنڌي زبان ۾ هڪ مرثيو ۽ بہ غزل ۽ سرائڪي زبان ۾ شعر پڻ چيا آهن (٢). ڪيترا شاعر سندس دربار سان وابستہ هئا.

---

(١) حسام الدين راشدي سيد، 'تڪملہ مقالات الشعراء' ص ١١١ سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٨ع.
(٢) نئين زندگي ص ٣٢، ڊسمبر ١٩٥٤، گل حسن "مير نصير خان جو علمي شوق".

انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي ته هنن مير نصير خان ۽ ٻين ميرن کي گرفتار ڪري پهريان بمبئي پوءِ پوني، ۽ ساسور ۾ قيد رکيو جتان کين ڪلڪتي وٺي ويا. جعفري ايڪيتاليهن سالن جي عمر ۾ انگريزن جي قيد ۾ ڪلڪتي ۾ وفات ڪئي. سندس خواهش هئي ته سندس لاش ڪربلا ۾ دفن ڪيو وڃي مگر انگريزن ائين ڪرڻ نه ڏنو ۽ کيس حيدرآباد ۾ ميرن جي قبن ۾ پنهنجي والد جي پرسان دفن ڪيو ويو. سندس وفات تي ڪيترن شاعرن مرثيا لکيا، هت سندس وفات تي لکيل مرزا عباس جي تاريخ بيان ڪجي ٿي:

عدد هشت و چار ڪن تو مزيد
"قصر جنت نصيب وي ڪرديد.

۱۲۶۱    ۱۲    ۱۲۴۹ هه

## ڪلام جو نمونو

اعتماد هـو جن عزيزن دوستن تـي دائما
ويا ڇڏي گوندر گڏي تنگي نه هاڻي ياد ڪر.

آهي بي وطني ۽ دربدري ۽ پڻ قيد و بـلا،
زندگي آهي زهر ڪا يا خدا امداد ڪر.

ڪم نه ڪيو آهي ستم مونتي نصارن، چرخ پير،
تو کي به جيڪي وڻي تون پي ستم بيداد ڪر.

—

نه وڃي دل مان خيال رخ جانان هـرگز،
خانهٔ عيش نه ٿي خانهٔ ويـران هـرگز.

حسن وارن ۾ آهين تون شه خوبان لاريب،
تو مثل هوندو نه ڪو حسن جو سلطان هرگز.

ڪشور حسن پري روءِ جو قبضي ٿئي سندم،
مفت ۾ پي نه وٺان ملڪ سليمان هرگز (۱).

---

(۱) نئين زندگي ماهوار ص ۲۴، ڊسمبر ۱۹۵۴ گل حسن احسن ڪربلائي مرزا "مير نصير خان جو علمي شوق".

# مير شهداد خان ”حيدري“

## ( — ۲۸ آگسٽ ۱۸۵۷ع)

مير شهداد خان ولد مير نورمحمد خان لقب سرڪار بلند اقتدار تخلص ’حيدري‘ پنهنجي والد جو وڏو پٽ هو تنهن ڪري مير نصير خان پنهنجي خاندان جي راڄ رسم موجب هن کي سنڌ جي حڪومت ۾ شريڪ ڪيو. هنجي منڊين تي هيٺيون سجعون اڪريل هيون:

۱— خاڪپاي مرتضيٰ شهداد خان ۱۲۴۹ ھ
۲— خاڪپاي مصطفيٰ و مرتضيٰ شهداد خان.

پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ مير حسين علي جو ڪجهه حصو قبائڻ تي گهريو تنهن ڪري ٻنهي ڀائرن جو جهيڙو تي پيو. نوبت ترارين تي وڃي پهتي. مير حسين علي جو طرفدار مير صوبدار ۽ احمد خان لغاري هئا ۽ مير شهداد خان جو طرفدار مير نصير خان هو. فساد کي وڌندو ڏسي مير صوبدار ڪرنل آئوٽ رام انگريزي ايجنٽ کي وچ ۾ پوڻ لاءِ عرض ڪيو، جنهن فيصلو ڪري جهيڙو ڏاري ڇڏيو.

انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي تڏهن هنکي ٻه ٻين ميرن سان گڏ نظربند ڪري وٺي ويا. هنتي ڪپتان اينس (Enis) کي قتل ڪرڻ ۽ انگريزن جي ڪيمپ کي باهه لڳائڻ جا الزام هئا تنهن ڪري هنکي اڪيلي سر سورت ۾ نظربند رکيو ويو. لارڊ ڊلهائوزي مٿين الزام جي تحقيقات ڪري هنکي بيقصور ثابت ڪيو جنهن کان پوءِ هنکي ڪلڪتي ۾ ٻين ميرن سان گڏ نظربند ڪيو ويو جتي هن ۱۸۵۷ع ۾ وفات ڪئي، ڪيس حيدرآباد ۾ سندس اباڻي قبرستان ۾ والد جي پرسان دفن ڪيو ويو. مرزا حسن علي آقا بزرگ ”وفا“ سندس وفات جي تاريخ هيئن بيان ڪئي آهي:

از ”وفا“ تاريخ سال رحلتش جستم بگفتم
نام او تاريخ بس ”نواب مير شهداد خان“.

---

۱۲۸۴ ھ

مير شهداد خان حيدري پارسي ۾ گهڻي سخن سنجي ڪئي آهي، سنڌيءَ ۾ به سندس غزل ملن ٿا.

## ڪلام جو نمونو (۱)

حسن و جمال جو تيو سندم رشڪ ماهه ۾،
سو حسن سو جمال ڏاهي مهر و ماهه ۾.

زلف سيهه جو عڪس آئين ۾ سمايو جڏ،
عالم سياهه ٿي ويو منهنجي نگاهه ۾.

پهو مان راهه عشق ۾ دل ويو ڪسي ڪوئي،
لڳجي ويس مان واديءَ الفت جي راهه ۾.

ايندو هو شوخ تنهن جي اڳڻ هڪڙي ڏينهن ضرور،
اي حيدري جي آهه اثر تنهنجي آهه ۾.

---

# مير حسين علي خان "حسين"

( —۱۸۷۸ع)

مير حسين علي خان ولد مير نور محمد لقب سرڪار دولت مدار تخلص 'حسين' مير فتح علي خان فاتح سنڌ جي ننڍي پاءُ مير مراد علي خان جو پوٽو هو. سندس تعليم سٺي ٿي هئي هو پارسي ۽ عربي زبانن جو عالم هو. هي مير بہ انهن حڪمران ٽالپرن مان هو جن جي آئين اڳيان سنڌ حڪومت ختم ٿي ۽ ڪين قيد و بند نصيب ٿيو.

مياڻيءَ جي جنگ ۾ هو پنهنجي بزرگ مير نصير خان سان ساڻ ڏئي انگريزن سان وڙهيو ۽ نظربند ٿي ڪلڪتي پهتو. هن جون سجعون هي آهن:

۱— ڪرد روشن ز فيض لم يزلي
آفتاب جهان حسين علي.

۲— بروز حشر مددگار او علي ولي،
ز فيض نور محمد زهي حسين علي (۲).

---

(۱) نئين زندگي ماهوار ص ۱۶، ماهه فيبروري ۱۹۵۵ع، گل حسن احسن ڪربلائي مرزا، "مير شهداد خان ٽالپر جو علمي شوق".

(۲) نئين زندگي ص ۱۶، فيبروري ۱۹۵۵ع، گل حسن ڪربلائي مرزا، مضمون "مير شهداد جو علمي شوق".

١٨٥٩ع ۾ لارڊ ڊلهوزي وائسراءِ هند جي حڪم موجب ميرن کي سنڌ ۾ واپس وڃڻ جي اجازت ملي ۽ هو وطن واپس موٽي آيو. کيس گذران لاءِ جاگير ۽ ٽي هزار روپيه پينشن ملي. هن حيدرآباد ۾ گدو جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ آباد ڪرايو ۽ اتي رهڻ لڳو. جتي ١٨٧٨ع ۾ وفات ڪيائين. سندس وفات جون تاريخون ڪيترن شاعرن ڪيون هيون. آخوند احمد ملا سانوڻي هالائي تاريخ هيئن بيان ڪئي آهي.

بميم محمد بالف اسلام
محمد حسين علي جنتي است(١)

١٢٥٤ ١٤ ١٢٩٥ھ

مير حسين علي پارسي ۽ اردو جو سٺو شاعر هو. هن سنڌي غزل ۾ به طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس هڪ غزل جا ڪجهه شعر مليا آهن جي هي آهن:

## ڪلام جو نمونو

اڄ وري موسم بهار آيو،
جو چمن ۾ هو گلعذار آيو.

تون اچي جڏهين ويٺين پهلو ۾،
دلِ بيتاب کي قرار آيو.

هن ڏسي منهنجي طائرِ دل کي،
ٿي چيائين سندم شڪار آيو.

انکي محفل ۾ ڪنهن چيو اي 'حسين'
ڏس تنهنجو هو جان نثار آيو.



(١) ايضا، سال ١٩٥٦ع، ص ١٩.

# خليفي قاسم جي دور جا شاعر

## جائزو

١- آخوند محمد قاسم 'قاسم'
٢- آسو رام 'آسو'
٣- سيد فاضل شاهه 'فاضل'
٤- مرزا قاسم علي بيگ 'قاسم'
٥- عبدالقادر 'بيدل'
٦- آخوند لطف الله 'لطف'
٧- امام بخش 'خادم'
٨- رسول بخش
٩- محمد اسلم عاوي 'اسلم'
١٠- عبداللطيف 'لطيف'
١١- عبدالواحد 'سائل'
١٢- عبدالله 'راهي'
١٣- گل محمد 'گل'
١٤- فصيح
١٥- محمد عثمان 'عثمان'
١٦- يارمحمد 'قانع'
١٧- قاضي عبدالوهاب 'خاطي'
١٨- شيرمحمد قريشي
١٩- نورمحمد 'نور'
٢٠- محمدصديق 'صديق'
٢١- محمد يوسف 'مسڪين'
٢٢- جشن مل 'جشن'
٢٣- مظهرالدين شاهه 'مظهر'
٢٤- لچي رام 'خفتي'
٢٥- محمد باقر 'راقم'
٢٦- خوش محمد 'خاطي'
٢٧- شمس الدين 'عاصي'
٢٨- محمد عظيم 'عاصي'

# قاسم جو دور

قاسم جو دور سنڌ تي انگريزن جي اوائلي تسلط ۽ حڪومت جو دور هو جنهن ۾ هن ملڪ جي سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول جي مروج روايتن ۽ ماحول تي گهرو اثر پيو جنهن جا نشان هن دور جي شاعرن جي ڪلام ۾ نمايان نظر اچن ٿا.

انگريزن جي حڪمراني سبب ماڻهن تي غلامانه ذهنيت جو غلبو شروع ٿيڻ لڳو. واپارين، وڏيرن ۽ جاگيردارن پنهنجن فائدن حاصل ڪرڻ لاءِ ڌارين حڪمرانن جي مهرباني ۽ راضپو حاصل ڪرڻ ۾ ئي پنهنجو ڀلو سمجهيو. انگريزن نون خاندانن جي پٺي ٺپري ڪين اڳتي وڌايو ۽ پراڻن خاندانن تان پنهنجي شفقت جو هٿ هٽائي ڇڏيو جنهن ڪري اهي ڏينهون ڏينهن پوئتي پوندا ويا. اڳين ريتن رسمن، رواجن، قاعدن ۽ قانونن تي مغربي تهذيب ۽ تمدن پنهنجو اڻ لکو اثر وجهڻ شروع ڪيو.

سياسي لحاظ کان ڌارين جي قبضي سبب حڪومت جون واڳون هن ملڪ جي ماڻهن جي هٿان نڪري ويون هيون. هن ملڪ جي پٺتي پيل ماڻهن ۾ ايتري طاقت ڪين هئي جو نون حڪمرانن جو مقابلو ڪري سگهن تنهن ڪري هنن مٺي به ماپ مٺي به ماٺ وانگر صبر اختيار ڪيو، اهوئي سبب آهي جو هن دور جي شاعرن ڌارين سان نفرت ۽ انقلاب جي ڳالهين بجاءِ عشق و محبت، تصوف ۽ اخلاق جي خيالن جي اظهار سان پنهنجي دل ۽ دماغ کي سڪون بخشيو.

انگريزن جي حڪومت جو سنڌ جي علمي ماحول تي وڏو اثر پيو. ميرن جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ پارسيءَ کي برتري حاصل هئي، اها نه صرف مڪتبن ۽ مدرسن جي پر دربار جي به زبان هئي، انگريزن پنهنجي ذاتي مفاد خاطر ۽ عوام سان سنوان سڌا لاڳاپا قائم ڪرڻ لاءِ دفترن مان پارسي جي عملداري ختم ڪئي ۽ سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي اسڪول قائم ڪري سنڌيءَ جو سڪو رائج ڪري ڇڏيو. سنڌي زبان جي وڏي اوڻائي اها هئي جو انکي پنهنجي صاف ۽ سولي رسم الخط ڪين هئي جنهن ڪري انکي

عربي ۽ پارسي رسم الخط ۾ ملائي لکيو ويندو هو، انهيءَ دقت کي محسوس ڪندي ۱۸۵۲ع ۾ سر بارٽل فريئر جي ڪمشنريءَ جي دور ۾ هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي جنهن ۱۸۵۳ع ۾ سنڌي حرفن کي موجوده صورت ڏني جنهن ڪري ڪيترا درسي ۽ پيا نظم ۽ نثر جا ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿيا. سنڌ وارن کي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو پنهنجي ٻوليءَ ۾ لکڻ ۽ پڙهڻ جو موقعو مليو هو، تنهن ڪري چوطرف واڌايون وري ويون، هنن پنهنجي ٻولي ڏانهن جيڪا هن وقت تائين نڌڻڪي رهي هئي، گهڻو ڌيان ڏنو ان سبب سنڌي ٻوليءَ جي نهور زمين ادب جي مختلف صنفن سان سرسبز ٿيڻ لڳي، جن ۾ غزل جي صنف پڻ هئي.

هن دور ۾ سنڌ ۾ پريس جي قائم ٿيڻ ۽ سنڌي ادب جي اوسر ۾ وڏي مدد ڏني، پريسن جي ڪري ڪتابن جي ڇپائي مروج ٿي، هن دور ۾ نظم جا جيڪي ڪتاب شايع ٿيا تن ۾ شاهه جو رسالو، ڪجهه نظمي قصا جهڙوڪ سيف الملوڪ، عمر مارئي، سسئي پنهون وغيره چونڊ ڪافيون ۽ غزلن جا ٻه ديوانِ ديوان فاضل ۽ ديوان قاسمِ ذڪر لائق آهن، انهن ٻنهي ديوانن کي درسي ڪتابن طور منظور ڪري اسڪولن ۾ رائج ڪيو ويو هو جنهن مان هن دور ۾ غزل جي مقبوليت وڏي وئي هئي تنهن ڪري شاعرن کي عروض، بحر ۽ وزن جي باريڪين ۽ قاعدن سمجهائڻ جي ضرورت هئي، انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي فاضل شاهه "ميزان الشعر" نالي ڪتاب لکيو جنهن ۾ هن عروض جي اصولن کي چڱي ريت سمجهايو جنهن ڪري سنڌ جي شاعرن کي غزل چوڻ ۾ وڏيڪ آساني پيدا ٿي.

انگريزن جي آمد کان اڳ ماڻهن جي تعليم پارسيءَ ۾ ٿيندي هئي ۽ پارسيءَ کي ادبي حيثيت حاصل هئي تنهن ڪري پڙهيل ماڻهو پارسي زبان ۾ شعر چوڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا ۽ عوام جو توجهه ڪافي، وائي، بيت ۽ ڏوهيڙي ڏانهن هئو. هن دور ۾ جيتوڻيڪ پارسي ۾ خيال آرائي ڪرڻ سٺي ڳالهه ليکي ويندي هئي ان هوندي به ڪيترن انهن ماڻهن جن پارسيءَ ۾ شاعري ڪئي ٿي سنڌيءَ ۾ به تبرڪ طور شعر چوڻ شروع ڪيو پر هنن غزل کي ئي پنهنجن خيالن ۽ جذبن جو ترجمان بنايو.

هن دور ۾ اخبارون نڪرڻ شروع ٿيون جن شعر و شاعري جي دائري ۾ وڌو ڪم ڪيو. ڪراچي مان پارسيءَ ۾ شايع ٿيندڙ هفتيوار "مفرح القلوب" سنڌ ۾ پارسي شاعري جي گل ٿيندڙ ڏئي کي روشن رکڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندي

رهي، ڪراچي پوءِ حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ هفتيوار اخبار ”سنڌ سڌار“ سنڌي غزل جي آبياريءَ جو ڪم ڪيو. سنڌي غزل هن اخبار جو ٿورائتو آهي، جنهن جي سرپرستيءَ هيٺ انکي مقبوليت حاصل ٿي ۽ سنڌ ۾ مروج ٿي ويو. جهڙي طرح ”مفرح القلوب“ ۾ شاعر هڪ ٻي جي غزلن تي غزل لکندا هئا جي مشاعرن جي صورت اختيار ڪري ويندا هئا. ساڳي طرح سنڌ ۾ به شاعر سنڌيءَ ۾ هڪ ٻئي جي غزلن تي غزل لکندا هئا جي پڻ مشاعري جي صورت اختيار ڪري ويندا هئا. هنن اخباري مشاعرن اڳتي هلي سنڌ ۾ بزم مشاعرن جو بنياد وڌو.

سنڌ سڌار جا شاعر هڪ ٻئي جي پسنديدهم غزلن تي دل کولي داد ڏيندا ۽ ڪين پنهنجن غزلن تي غزل چوڻ جي دعوت ڏيندا هئا. ٻين شاعرن طرفان پنهنجي تعريف پڙهڻ ڪري غزل لکڻ جو جوش پيدا ٿيندو هو اهڙيءَ ريت سندن مشق، سخن جاري رهندي هئي، تنهن ڪري هن دور جي شاعرن جو لاڙو جيئن تيئن پوءِ غزل ڏانهن وڌندو ويو ۽ سنڌي غزل جي نينگري جيڪا گل جي دور ۾ ننڍي هئي سا قاسم جي دور ۾ جوانيءَ ڏانهن وک وڌائڻ لڳي ۽ سندس سونهن باکون کيڻ لڳي. هيٺين مثالن مان معلوم ٿيندو ته ان دور ۾ شاعر ڪيئن هڪ ٻئي کي داد ڏيندا ۽ هڪ ٻئي جي همت افزائي ڪندا هئا. قاسم، فاضل جي شاعري جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

چوان آءٌ اڻ چاڻ هي مام محڪم
ته فاضل سندو مٽ ڪٿي ڪونه جائي.

سندي شاهه فاضل فضيلت عجب فن،
جنهين بحر جئن منجهم سخن موج لائي.

عبداللطيف 'لطيف' قاسم جي شاعري جي واکاڻ هنن لفظن ۾ ڪئي آهي:

شعر گوئي جي فصاحت ختم ٿي قاسم اتي
گوءِ سبقت جي نيائين هر ڪنهين هوشيار کان.

عبدالواحد 'سائل' محمد صديق 'صديق' ۽ عبدالوهاب 'خاطي' جي مدح ڪندي چوي ٿو:

ڏٺم 'صديق' 'خاطي' کان غزل مضمون ملاحت سان
تني جي ڪاڻ از دل جان هزارين آفرين آهي.
فصاحت تن عجيبن جي چوان ڇا مان نجيبن جي،
ته گويا عندليبن جي چمن ۾ خوش نوا آهي.

شمس‌الدين ’عاصي‘، ’خاطيءَ‘ جي شعرن جي ساراهه ڪندي چوي ٿو:

آهه تنهنجو شعر رنگين خاطيا موزون تمام
روح کي راحت رسان وهه تو سندو اشعار ٿيو.

هن دور ۾ جي شاعر هڪ ٻئي جي غزلن تي داد ڏيندا هئا ته ڪن غزلن تي ناپسنديگي جو اظهار ۽ تنقيدون به ڪندا هئا. تنقيد خاص طرح لفظن جي صحت، استعمال ۽ صرف جي ستهن تي ڪئي ويندي هئي. ڪٿي ڪٿي ڪنهن شاعر کو لفظ صحيح نموني استعمال نه ڪيو يا ڪنهن شاعر کان ڪا وزن يا بحر ۾ اوڻائي رهجي وئي ته ان جو ڌيان اهڙن خامين ڏانهن ڇڪايو ويندو هو. ڪڏهن تنقيد جو جواب تنقيد سان ڏنو ويندو هو. قاسم کي عبداللطيف ’لطيف‘ جو هڪ غزل پسند نه آيو هو ۽ ’خاطيءَ‘ جي هڪ غزل ۾ ڪيئن عيب نظر آيو هو پنهي جي شعرن بابت پنهنجو رايو هيئن ٿو ٻڌائي:

غـــزل چـــا چيو آهـــي عبداللطيف
ته ان ۾ ڪمالات ڪـــم تـــو ڏســـان.
خدا عفو ’خاطيءَ‘ ســـندي ڪـــر خطا،
ته جڳ سان خطا، مهتم تـــو ڏســـان.

محمد اسلم علوي پنهنجي غزل ۾ ”سرڪاياڻ“ جو لفظ استعمال ڪيو هو، جنهن جي صحت تي تنقيد ڪندي قاسم چوي ٿو:

”سرڪاياڻ“ جو لفظ جو اسلم چيو
آهه ســـو نـــا مصطلح ۽ ناروا.

فاضل شاهه لطف‌الله ’لطف‘ جي ڪلام ۾ استعمال ٿيل چڱيان ۽ ٻين لفظن تي گرفت ۽ سندس غزل جي ٻين خامين تي تنقيد ڪندي چوي ٿو.

ڪر لطف لات هـــن پر سان قافين رديفـــن
آهي شرم چون ائن آءُ تو چوان چڱيان ٿي.

سيڙهو سنڌي سياڻي ناهـــي ســـنڌو ذهانيءَ،
تو وٽ ٻئي برابـــر اني ظالم ۽ زيـــانـــي.

جو وسط جي رعايت چائي نہ چٽ چوان سو،
دعويٰ درست اغوا اعليٰ نہ افترائي.

باطل خيال جنهن جا تنهن شعر شرم آهي،
گهرجي علو اعليٰ ۽ اوج آسماني.

سمجهن سخن سياڻا سڀ طرح سقم صحت
منجهہ ربط ضبط ان جي الفاظ پرمعاني.

قادر بخش نالي ڪنهن شاعر محمد اسلم علوي جي غزل ۾ ڪي سهوون بيان ڪيون آهن جن جو دفاع ڪندي هو پاڻ سندس غزل ۾ ڪن اوڻاين ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو:

خاتم الشعراء قادربخش آهي منجهہ جهان،
غزل مان غلطي ڪيڻ ۾ آفرين انکي ڏين.

سهو قادربخش ساري سمجهہ سياڻپ سان ڪيي،
رو بہ خود بنما کہ برسر عبلم ات با ذوالمنن.

باي طرفي جي اڳيان خود لفظ جي آهي چٽي،
سا مگر در عقل وافر خود اهي صرفي پڙهن.

چوڪ قادربخش ڪئي منجهہ صرف ڏاها مر ڏسن،
سال تيا سڪندي جنهين لئہ اڱڻ منهنجي سي اچن.

هن دور ۾ ان ڳالهہ تي زور ڏنو ٿي ويو تہ شاعر ڪي اڌارا يا ٻين شاعرن، جن مان مراد پارسي شاعر آهي، جا خيال ڪٺي پنهنجي ڪلام ۾ استعمال نہ ڪرڻ گهرجن، شاعر کي گهرجي تہ پنهنجا خيال بيان ڪري ۽ شعرن ۾ اهڙا مضمون پوئي جيڪي وڻندڙ ۽ عمدا هجن، جيئن قاسم چوي ٿو:

معرڪي معيوب آهن ڪل مضامين مستعار
منجهہ مضامين مجدد مرد وس مقدور جو.

قاسم پنهنجي هڪ غزل ۾ ان دور جي شاعرن جي خيالن تي تنقيد ڪندي چوي ٿو تہ ڪي ٿورڙا اهڙا شاعر آهن جن جي ڪلام ۾ خيال بلند آهن. باقي گهڻن شاعرن جا خيال رواجي آهن، شاعرن کي گهرجي تہ

هو پنهنجي شعرن ۾ عمدا ۽ سٺا خيال بيان ڪن ۽ اهي خيال پنهنجا هئڻ گهرجن نه ڪه ٻين شاعرن جي ڪلام مان ورتل هجن.

ڪني جو سخن صاف، ڪن جي سخن ۾
مضامين نا مصطلح ڏوڙ ڇانئي.

ڪڏهن ڪيئن هٿي طفل دم شاعرن جو،
ته ڦاڙهار ۾ ڦوڪ ان لاءِ ڦڪائي.

خيالات خوش خود ڪجن آفرينش
ڪرڻ ڪنهن هنڌان ڪين گهرجي گدائي.

خليفي گل سان سنڌي غزل جي اوسر جو آغاز ٿيو، هو پهريون شاعر هو جنهن سنڌ جي قديم ڪلاسيڪي شاعري جي صنفن کان منهن موڙي غزل سان پيچ پاتو ۽ ان سان نينهن جو ناتو نڀايو. هو پارسي غزل جي قدرن لب و لهجي ۽ مزاج کان چڱي طرح واقف هو تنهن ڪري هن پنهنجي غزلن ۾ انهن کي برقرار رکيو. هن غزل جي هيئت جو پورو احترام ڪيو ۽ غزل جي هر مروج بحر تي طبع آزمائي ڪئي. هن پنهنجي غزلن ۾ نه صرف پارسي شاعري وارن مضمونن کي جاءِ ڏني پر هن سنڌي معاشري ۽ ماحول کي مدنظر رکي ڪيترا اهڙا مضمون بيان ڪيا جن غزل ۾ وسعت پيدا ڪئي، خليفي گل کان پوءِ ايندڙ دور جي شاعرن جن ۾ قاسم، فاضل، سائل، بيدل، لطيف وغيره جا نالا ذڪر جي لائق آهن، انهن معيارن کي برقرار رکيو جي گل، مقرر ڪيا هئا ۽ غزل جي زمين، جنهن کي گل کيڙي ڇڏيو هو، جي آبياري ڪئي ۽ غزل جي زمين ۾ اڃا به وڌيڪ وسعت پيدا ڪئي.

گل جي دور ۾ گل ئي هڪ اهڙو شاعر آهي جنهن ڀرپور شاعري ڪئي آهي باقي ٻين شاعرن تبرڪ طور هڪ ٻه غزل چيا آهن، قاسم جي دور ۾ اسانکي ڪيترائي شاعر مان ٿا جي غزل جي گُن تي پوئرن وانگر ڀري رهيا آهن ڳاڻاٽي جي خيال کان انهن جو تعداد تمام گهڻو آهي، جن مان ڪجهه صاحب ديوان شاعر آهن، انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته قاسم جي دور ۾ غزل جو ميلو مچي ويو هو، جيتوڻيڪ انهن مان ڪي پارسي شاعري جا دلدادهه هئا پر هنن سنڌي غزل ۾ طبع آزمائي ڪئي ۽ شاعري جي ٽيڪنڪ

جي لحاظ کان غزل جي فن جي گهڻن لوازمن کي نيائڻ جا جتن ڪيا، جيتوڻيڪ عروض جي اڙانگي راهه ۾ ٿاٻڙيا به آهن پر وري به پاڻ سنڀالي اٿي ساڳي ڳس تي ڊوڙڻ شروع ڪيو اٿائون.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪين سنڌي خواندن معلمن ۽ ماسترن شاعرن جو گروهه سڏيندي چوي ٿو: ”سنجهائن گهڻو ڪري سڀ مڪتبن جا معلم يا سنڌي اسڪولن جا ماستر هئا... بهرحال پنهنجي بي سرو ساماني‌ءَ جي هوندي شاعري جي هن نئين ميدان کي سر ڪرڻ لاءِ ٽولا ڪري نڪري پيا ۽ شاعرن جي گهڻائي پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا“ (۱).

هن دور جا شاعر عربي خاص طرح پارسي کان بخوبي واقف هئا، ايران جي شاعرن جي ديوانن جي مطالعي سان سندن گهڻو چاهه هيو، هنن مان گهڻا پارسي‌ءَ ۾ شاعري ڪندا هئا تنهن ڪري سنڌي غزل چوندي عربي‌ءَ ۽ فارسي مصرع چوڻ يا تضمين ڪرڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا ۽ اهڙي‌ءَ ريت هو عربي ۽ پارسي جي علمداني ۽ انهن زبانن ۾ دسترس جو اظهار ڪندا ۽ انهن شاعرن جي پيٽ ۾ جي صرف سنڌي‌ءَ ۾ شعر چوندا هئا، پاڻ کي اوچو ۽ اعليٰ سمجهندا هئا. قاسم ۽ فاضل عالم ۽ عربي ۾ پڙ هئا هنن سنڌي غزل ۾ عربي مصرع استعمال ڪرڻ جي روايت وڌي پر جيئن ته سنڌ جي پين شاعرن ۾ عربي جي ايتري اهايت ڪين هئي تنهن ڪري اها روايت سندن دور ۾ به مقبوليت حاصل ڪري نه سگهي ۽ ايندڙ دورن ۾ فوت ٿي وئي. قاسم ۽ فاضل پنهنجي ڪن غزلن ۾ عربي تي عبور جو ايترو مظاهرو ڪيو آهي جو اهي غزل سنڌي‌ءَ کان زيادهه عربي پيا معلوم ٿين. قاسم جي هڪ اهڙي غزل جا ٻه شعر ملاحظه ڪريو.

من رهيو محو آشنائي ۾،
شعلت قلبنا عن الاغيار.

حبهم لم يصل الي عدد
ان تعدوا ڪڪثرة الامطار.

قاسم هن غزل جي مقطع ۾ ٻين شاعرن کي ساڳي قسم جي غزل چوڻ جي دعوت ڏيندي چوي ٿو:

چئو غزل هن نئي نموني تي،
مثل قاسم سندو ست سار.

---

(۱) نبي‌بخش بلوچ ڊاڪٽر ”ڪليات سانگي“ ص ۶۱ سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۶۱ع

قاسم جي مٿين غزل جي جواب ۾ جيڪو فاضل سنڌيءَ ۾ غزل لکيو آهي تنهنجا ٻه شعر هي آهن:

استجب دعوتي باستغفار،
وقنا ربنا عذاب النار.

ربنا هب لنا مودتهم،
عاشقن کي عجيب ذات ڏيار.

جتي قاسم ۽ فاضل عربي مصرعن جو استعمال ڪثرت سان ڪيو آهي، اتي هنن پارسيءَ کي به نه وساريو آهي، ان روايت ۾ سنڌ جا ٻيا شاعر به ساڻن گڏ نچندا نظر اچن ٿا:

عبدالقادر 'بيدل'

از شراب دو سالہ يک دو قدح،
ساقيا سيکهم سان پيار پيار.

عبداللطيف 'لطيف'

با طالبان مولا زيبد نہ ميل دنيا
بل هم خيال عقبي ڇڏيائون سڀ وساري.

شمس الدين عاصي:

نقاب شرمساري راڪشيدهہ گل بروئي گل
چو آمد يار در بستان پسي دلدار جي صورت.

محمد باقر 'راقم'

گرچہ بيدار ايم گر در خواب
ناهي دلدار ري ڪا ٻي تاري.

هن دور جا شاعر جيتوڻيڪ پارسي جي جملہ نزاڪتن، نفاستن، ترڪيبن تشبيهن، استعارن، اصطلاحن ۽ ورجيسن کان واقف هئا، ان هوندي به هنن خاص طرح قاسم ۽ فاضل جي غزلن ۾ انهن جو استعمال تمام گهٽ ٿو نظر اچي ۽ ٻنهي شاعرن جي ديوانن جا دامن انهيءَ رنگ کان گهڻو صاف

آهن، البت هن دور جي ڪن شاعرن جي غزلن تي ان رنگ جي ٿوري ٿين ميناڪاري نظر اچي ٿي، جنهن جو اثر ايندڙ دور جي شاعرن وڌيڪ قبول ڪيو مگر هن دور جا شاعر پارسي شاعري جي ماحول کان متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهيا آهن، شمع ۽ پروانو، گل ۽ بلبل، مئي ۽ ساقي پارسي شاعري جي ماحول جا پسنديده اهڃاڻ آهن جن ڪ هن دور جي شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ هيئن سموهيو آهي.

شمع ۽ پروانو:

رات پرواني کي شمع جا ٻڌائي ماجرا،
سو مگر هو سوز مون بيدل دل۔ افگار جو.
(عبداللطيف - لطيف)

شمع سان رات پرواني ڪيو ٿي عشق منهنجي جو
قصو سارو بيان سو سو زبان منثار محفل ۾.
(شمس الدين - عاصي)

گل ۽ بلبل:

ڏکويل قلب منهنجي جو ٻڌي احوال جي بلبل
ته بي اختيار سا جيڪر ٻوي بس شور و غلغل ۾
(شمس الدين - عاصي)

ڏسي بلبل سندا نخرا ڪري جا گل مٿي هردم
ٻوي منثار جاني يار تنهنجي ياد پل پل ۾.
(عبدالواحد - سائل)

منهنجي داهن کان چمن ۾ آگ وئي چوڌر لڳي،
آهه ڪئي بلبل، ته ڪنهنجي آهه زاري آ اها.
(امام بخش - خادم)

اٿم اي دل يگاني يار جي گهرج
رکن جيئن بلبليون گلزار جي گهرج.
(قاسم)

ساقي ۽ مي:

سانوڻ وري آيو ادا، ساقي سگهو ڪو پيار پٽ،
آباد ميخانو سدا، منهنجي هنئين تان نا ء ڪٽ.
(امام بخش - خادم)

پارسي شاعري ۾ ميخاني سان گڏ محتسب جو ذڪر به لازمي آهي، محتسب جو ڪم آهي رندن تي مي پيئڻ کان روڪ وجهڻ، تنهن ڪري ميخوارن کي محتسب تي هميشه خار هوندا آهن، هن دور جي شاعرن محتسب کي به ڪٿي ڪٿي ياد ڪيو آهي:

منجهه ڏيهاڙن وصل جي چو محتسب مي کان جهاي
سا پچان مان ڳالهه ڪيئن هيءَ ساقي سرشار کان.
(عبداللطيف - لطيف)

محتسب اڄ ڏي اجازت، جيئن فراغت سان پيئون،
مينهن جي ڪڻڪڻ ۾ ساقي مست آ، مينا بدوش.
(امام بخش - خادم)

پارسي شاعري جي روايتن ۾ رقيب کي اهم مقام حاصل آهي، سنڌي شاعري ۾ رقيب جو وجود ڪونه هو مگر هن دور جي غزل گو شاعرن پارسي شاعري جي هن روايت کي قبول ڪيو ۽ پنهنجي غزلن ۾ روايتي انداز ۾ رقيب ۽ اغيار جي دشمني ۽ شرارتن کي وڌائي بيان ڪيو ۽ محبوب جي ساڻس رسم رساءَ کي حسرت ۽ حسد سان ڏٺو.

ڳالهه تو ساڻ جا ڳجهي ڳرهيان
سا رقيبن سڄڻ سڻائين تو.
(قاسم)

ڪڏهن ڪندو منهنجو وصل توسان رب
جو رقيبن ڪيو دل افگاري.
(محمد باقر - راقم)

ڇڏ رس رقيبن سان تون، سائل سندو هنيون،
ديدار جي دلاسي دادار تار تار.
(عبدالواحد - سائل)

هن دور جي شاعرن پارسي شاعرن وانگر پنهنجي محبوب جي حسن جي مدح سرائيءَ ۾ مبالغي کان ڪم ڪين ورتو آهي، نه ئي محبوب جي سونهن جي ساراهه ڪندي اجايون تشبيهون ڪم آنديون آهن. هنن زلف ۽ ڪاڪل، سنبل ۽ سوسن، سرو ۽ شمشاد کي وساريو ته نه آهي پر انهن جو ايترو گهڻو ذڪر به نه ڪيو آهي، جيترو سانگي ۽ قادري جي دور جي شاعرن. سندن تورن غزلن ۾ زلف سنبل ۽ سرو قد جي واکاڻ ماندي جيئن هيٺين شعرن مان معلوم ٿيندو.

هي امالڪ دل اڙي دلدار سان،
سرو قد سيمين بدن سردار سان.
(عبدالواحد - سائل)

دل سندس فولاد آهي يا ته مر مر سنگ آهه،
قد سندس ٿو شرمندو ڪي سرو ۽ عر عر ڪري.
(عبدالقادر - بيدل)

سرو قد سونهن ۾ سچو سالم
ڪبڪ رفتار خوشخرام لذيذ،
(قاسم)

آهو نرگس نيڻ تنهنجا، سي پسي ٿيا مست خود،
پٽ ڇڏي آهو ويو، نرگس ڇڏيو گلزار کي.
(امام بخش - خادم)

هن دور جي شاعرن جي غزل جي ٻولي عام فهم ۽ وڻندڙ آهي، هنن وٽ خايفي گل وارن ثقيل سنڌي لفظن ۽ سانگيءَ ۽ قادري جهڙي دور جي شاعرن وارن مشڪل عربي ۽ پارسي لفظن جو وڪر ڏسڻ ۾ نٿو اچي، هنن عام مروج سنڌي ۽ پارسي لفظن کي استعمال ڪيو آهي، جنهن ڪري سندن شاعري زيادهه تر عام فهم آهي. سندن غزلن جا قافيه ۽ رديف گهڻو ڪري سنڌي آهن، پر اهي خايفي گل جي قافين ۽ رديفن وانگر ايترا اوکا ۽ اڙانگا نه آهن جو غزل جو رس ۽ ميناج ختم ڪري ڇڏن، هنن ڪٿي ڪٿي عام فهم ۽ آسان پارسي قافيه ۽ رديف استعمال ڪيا آهن.

هن دور جي شاعرن لاءِ غزل هڪ شاعرانه وندر هئي، هڪ تفريح هئي جيڪا هنن کي پارسي شاعرن وٽان ملي هئي، هنن جي اڳيان ان وندر

۽ تفريح جو فن ۽ معيار ايراني شاعرن خاص طرح حافظ وٽ موجود هو، تنهن ڪري هنن جي زيادهہ دلچسپي غزل جي ٽيڪنڪ ۽ فني اصولن کي قائم رکڻ ۾ رهي. شاعري اندر جي امنگن، احساسن، جذبن ۽ ڪيفيتن جي ترجماني جو نالو آهي، پر هن دور جي غزل گو شاعرن جي ڪلام ۾ جذبن احساسن، ۽ ڪيفيتن جو عنصر گهٽ آهي جنهن ڪري سندن ڪلام آمد بجاءِ آورد جو مظهر ٿي پيو آهي، هن دور جا شاعر اهڙن مصورن وانگر آهن جي خوبصورت ۽ دلفريب تصويرون تہ تخليق ڪري سگهن ٿا پر انهن ۾ احساس ۽ امنگ پيدا ڪري نٿا سگهن. جڏهن شاعري ذهني مشق پورهئي ۽ محنت جي تورائتي هجي تڏهن ان ۾ فڪر جي بلندي گهٽ پيدا ٿئي ٿي، اهو ئي سبب آهي جو هن دور جي شاعرن جي ڪلام ۾ فڪر جو پرواز گهٽ آهي البت سندن غزل ۾ سادگي جا سهڻا نمونا ملن ٿا، خاص طرح قاسم وٽ ان جا انبار آهن، سندس ڪيترا غزلن جا غزل سادگي جو نمونو آهن. هيٺين شعرن مان هن دور جي غزل جي سادگي نمايان آهي:

چشم چوري هزارين چور ڪيئہ
دل لٽڻ لاءِ لوٽ لائين تو.
دوست دل ۾ جڏهن ڪيم ديرو،
تات ان جي لڳيم تمام لذيذ.

(قاسم)

ڪنن تي ڪرڻ ڪارداري عبث،
اسيرن ڏيڻ انتظاري عبث.

(فاضل)

من ڏسي مظلوم کي ڪو ترس ٿي بي ترس کي
ڪوئي جانان ۾ هاڄ اي دل تون اکڙيون سرڪري.

(عبدالقادر - بيدل)

هٿي ويام گذري ڪي ڏينهن منهن ڏٺي،
ديدار دوست پنهنجو هيڪار ڪار ڪار.

(عبدالواحد - سائل)

موضوعن جي نقطئہ نگاهہ کان هن دور جي شاعرن جي شاعري سرآتشم آهي جنهن مان هڪ ئي وقت صوفيانہ، ناصحانہ ۽ عاشقانہ تجليون نڪري

رهيون آهن. سنڌ جي شاعرن تي شروع کان وٺي تصوف جو گهڻو اثر غالب رهيو آهي. سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو دامن تصوف جي گهرن خيالن سان ڀريل آهي، سنڌ جا صوفي شاعر بي ڊپائيءَ سان همہ اوست ۽ همہ از اوست جي گهيڙن ۾ گهڙيا آهن ۽ سرمستيءَ ۾ اچي اناالحق جا منصوري نعرا هنيا اٿائون. هن دور جا غزل گو شاعر انهيءَ صوفيانہ خيالن کان متاثر ٿيا ٿي تنهن ڪري هنن بہ انهن تصوف جي پڊل سڌل خيالن جهڙوڪ حقيقي عشق، دنيا جي بي ثباتي، نفي اثبات، تزڪيہ نفس، وحدت ڪثرت، هر انسان ۾ خدا جو جلوو، موتو قبل از تموتو کي پنهنجي غزلن ۾ بيان ڪيو آهي پر جيئن تہ هو تصوف جي آويءَ ۾ پچي پختا نہ ٿيا هئا تنهن ڪري هنن جي شعرن ۾ تصوف جي سطحيت تہ آهي پر اونهائي ۽ اثر ڪونهي.

دوست ڀٽي هنڌ ناهي، تو ۾ آهي ديرو دوست جو،
لوچ وڃهہ من ۾ ليا، ڀيو سڀ ڦٽو ڪر ڪار ڪم.
(قاسم)

دور دنيا جي ڏنڌي کان ڏار ٿي
سير رک، رهہ صاف هن سنسار ۾.

جنگ جن جي جهاد اڪبر آهہ،
وڃهہ وٺي ساڻ نفس وارن ويڙهہ.
(قاسم)

وٺج وحدت سندو وڃي وٽ وٽ
هيڪڙائي پاو هلي وڃهہ هٽ.

ڪين جي ڪاتي ڪٺي جن قلب جو ڪينو ڪنو
پاڻ جو پهرو پچائي، تن ڪيو ڪامل ڪباب.
(فاضل)

گهاٽي ۾ گهائجن ٿا، سوريءَ مٿي چڙهن ٿا،
موتو جي سام پرجهڻ معراج عاشقن جو.
(امامبخش - خادم)

هن دور جي شاعرن جي مذهب سان پختگي وابستگي هئي، تنهن ڪري هنن جي ذهنن تي اخلاق ۽ ڪردار جي بلنديءَ جو گهڻو اثر ويٺل

هو. هن دور جا نمائندہ شاعر قاسم ۽ فاضل آهن جي پٺي پنهنجي وقت جا ديني عالم هئا، نہ صرف هنن پر هن دور جي سڀني شاعرن پنهنجي غزلن ۾ عشقِ رسول، عشقِ اصحاب، عشقِ اهل بيت، عالمانہ پند ۽ وعظ، خداپرستيءَ جي تاڪيد، اخلاق جي بلنديءَ ناصحانہ نڪتن جو اظهار ڪيو آهي.

ڪڏي ڇڏ ڪوڙ ڪوري قلب مان تون،
رہاني راست گوئي رک ۽ رچ.

ڪڇڻ ۾ ڪڙائي مٺي آهہ مان،
سراپا سچپائي سٺي آهہ مان.

(فاضل)

ڪاڻ سڀ ڪنهن قرب قاسم جيئن ڪري
صدق ۾ رک دل صفا، ڇڏ ڏنگ ڏاڍ.

جي مدي ڪو ڪري مدائيءَ ڪان
رک پري پاڻ، رهہ خاموش.

(قاسم)

زال زن تي پروسو هڏ ڪين ٿو سياڻن جڳائي
تي سنواري پاڻ ڪي هر روز پيو شوهر ڪري.

(عبدالقادر - بيدل)

غزل شاعري جي باغ جو رنگارنگي گل آهي. حسن ۽ عشق جا داستان وصل ۽ فراق جون وايون، جور و جفا جون شڪايتون، محبوبن جي ناز و ادا جون حڪايتون غزل جي صنف جي سونهن آهن، غزل انهن غمزن سان ٿي اسان جي دلين ۾ جاءِ وٺي ٿو. غزل جون اهي ئي رمزون هيون جن هن دور جي شاعرن کي پنهنجي حسن تي حيران ڪيو ۽ ان ۾ طبع آزمائي ڪرڻ جي ترغيب ڏني. گل پنهنجي غزل کي عشق و محبت جي جنهن منزل تي پهچايو هيو، هن دور جا شاعر انکي اڃا بہ اڳتي وٺي ويا. هن دور جي شاعرن پنهنجي پيار جي مختلف جذبن جو اظهار نهايت سادي نموني ڪيو آهي، هنن جي ڪلام ۾ اجايو تصنع ۽ تڪلف نہ آهي، نہ ئي هنن وڏيون وڏيون ترڪيبون ۽ اصطلاح استعمال ڪيا آهن، اهوئي سبب آهي جو هنن جو اسلوبِ بيان سادو آهي ۽ ان ۾ اجائي آرايش ۽ سينگار گهٽ آهي.

هٽن منهنجي هنئين ۾ ڏنگ ڏاڍا، وجهي ور ناڻگ وانگي،
جڏهن چوڙي چڙين تون وار واري، اندر کي ڏين ايذاءُ.

اکيون رب رکيون دزد سچ تو سنديون،
پر ڌاڙي سبب دزد ڌارڻ عبث.

(قاسم)

اکيون عجائب، آن سنديون ڪر نور جون نوري نديون
سرمي سوا سينگاريون، ڪجايون ڪنوريون ڪاريون.
(فاضل)

هن دور جي شاعرن ۾ درد ۽ سوز جي احساس ۽ عشق جي بين جذبن جو اظهار ملي ٿو مگر ان ۾ اها گهرائي نٿي نظر اچي جيڪا هڪ دل ڦٽيل جي احوال ۾ هوندي آهي، ان هوندي به هنن محبت جي وارداتن ۽ ڪيفيتن کي وڻندڙ مگر سادي نموني بيان ڪيو آهي، قاسم پنهنجي هڪ غزل ۾ پنهنجي دل جي مختلف ڪيفيتن کي سادي مگر سهڻي نموني هيئن نباهيو آهي:

پرت جو پيچ پاڻ پائين ٿو
پوءِ وري محب منهن لڪائين ٿو.
چاهه چت ۾ چڱو رکي چيني،
پون سندي ساهه ۾ سمائين ٿو.

دل ڌتارڻ سندي ڪري دعوي،
ناز سان خلق کي نوائين ٿو.
هڪ نظر سان هزار حيرت ۾،
تن وجهي وس ڪنان وڃائين ٿو.

منجهه اسان جي اگڻ اچي اڄ رات
پال پنهنجو پلا پلائين ٿو.

ناٿ نخرا ڪري اسانجي دل
پرت جي باهه ۾ پچائين ٿو.

قرب جي ڪات سين ڪهي ”قاسم“
مهر جو مينهن مٺا متائين ٿو.

فاضل کي جيتوڻيڪ مزاج جي چوٽ آئي هئي، پر هن اهو ڏک سهي روحانيت جي راهه اختيار ڪئي هئي تنهن ڪري هن جي ڪلام ۾ مزاج جي شوخي قائم نه رهي آهي پر هن دور جي ٻين شاعرن جهڙوڪ سائل، بيدل، قانع، لطيف ۽ خادم جي ڪلام ۾ مجاز جي موج ڏسڻ ۾ اچي ٿي:

منهن منور سندس ڏسي دل سان،
ويو الم، درد، رنج، سوز گداز.

ٿيا سال سڪندي انهيءَ آس ۾،
وٺي پاڻ سان يار ويندو ڪڏهن.

(يارمحمد ـ قانع)

هجر جي راتين جو سندو ڇا قدر آهي ڪي انهن
جن لٽائي دل نه پنهنجي دلبرِ عيار ڪسان.

(عبداللطيف ـ لطيف)

اي مهه جبين حبيب بصد ناز عشوها،
مخمور چشم سان تـه نه بيمار مار مار.

نه هڪڙي مون ڪسائي دل سندس غمزن اتي يارو
ته هر ادنيٰ و اعليٰ لاءِ دلبر دلربا آهي.

(عبدالواحد ـ سائل)

تو وساري آ ڇڏيو، مون ڪان نه وسري پـر پرين
بي سبب سنهنجي نه آهي بي قراري اي حبيب.

مان ته هي تنهنجا ستم، تو سر مٿا هردم سهان
پر اچي تـوکي مزو ڇو بـي سبب بيداد سان.

(امام بخش ـ خادم)

هن دور جي شاعرن پنهنجي محبت جي جذبن کي بلند ٿي رکيو آهي، هنن انهن کي ڪڏهن به ذهني عياشي يا هوسناڪي جي غلاظت ۾ ميرو نه ڪيو آهي. هنن وٽ معامله‌بندي، بوس و ڪنار يا ٻين اهڙن عاميانه ۽ عياشي وارن خيالن جو اظهار ڪين ٿو ملي.

گل پنهنجي غزل کي سنڌي رنگ ۾ رنگي ڇڏيو هو، هنجي غزلن جو زيادهہ تر ماحول مقامي هو، هن غزل لاءِ اهڙي فضا ۽ ماحول تيار ڪيو هو جيڪو پنهنجو سنڌي هو، مگر هن دور جي شاعرن تي جيتوڻيڪ پارسي ماحول ۽ روايتن جو گهڻو نشو چڙهيل نظر نٿو اچي جو هنن پنهنجي ماحول کي بالڪل فراموش ڪري ڇڏيو هجي پر هو گل واري ماحول کي به برقرار رکي نہ سگهيا آهن. هنن جي غزلن ۾ سنڌي ۽ ايراني ٻئي وهڪرا هڪ ئي وقت وهندا ڏسڻ ۾ اچن ٿا پر هنن سنڌي غزل کي جيڪا پارسي شاعري جي روايتن جي راهہ ڏيکاري هئي، اينڌڙ دور جا شاعر ان راهہ جا ڏي پانڌيئڙا ٿي پيا.

هن دور ۾ هڪ اهڙو غزل ملي ٿو جنهن کي سنڌي غزل ۾ سياسي شاعري جي ابتدا ڪوٺي سگهجي ٿو. فاضل ترڪن جي طاقت کي ختم ڪرڻ لاءِ انگريزن جي شرارتن کان متاثر ٿي ترڪن جي فائدي ۾ هڪ دعائيہ غزل لکيو هو جيڪو ۱۸ جنوري ۱۹۲۸ع واري سنڌ سڌار اخبار ۾ شايع ٿيو هو. ان غزل جو مطلع هن ريت آهي:

همیشه هوءِ هر جا ترڪ تنهنجو خود خدا حافظ.
عدون جي عداوت کان محمد مصطفيٰ حـــافظ.

هن دور جي شاعرن پنهنجي غزل ۾ فطرت نگاري ۽ منظر نگاري کي به جاءِ ڏني آهي. گل پنهنجي هڪ غزل "آئي رت ساوڻ سندي مينهن وسي ڪيئي ملهار" ۾ تر ۾ برسات کان پوءِ ساوڪ ۽ سرهائي جو نقشو چٽيو آهي، قاسم جي دور جي ڪيترن شاعرن پنهنجي غزلن ۾ بهار جي منظرنگاري ڪئي آهي پر انهن جو گهڻو ڪري ماحول ايراني آهي. خادم جي منظرنگاري واري غزل جو انتخاب ملاحظہ ڪريو:

خدا جي فضل سان ٿيو اڄ چمن سبز
خوشيءَ کان پل ٿيو سارو زمن سبز.

خزان جي ظلم کـــان جـــي ٿيا برهنہ،
وڳا ســـرنو ڍڪيا آهـــن وڻن سبز.
ڪايا نـــرگس، سمن ۽ گـــل گـــلابي،
ٿئيون ناريون، انهن سيني ڳان سبز.

عباسي ختمي خيرو نازبويون
مٿي تربت ڏسان تو عاشقن سبز.

چون بيحد سپيئي شڪر وافر،
گلن کي جن ڏنو آهي بلبلان سبز.

عبداللطيف "لطيف" جو هڪڙو بهار جي منظر نگاري وارو غزل سنڌ سڌار ۾ شايع ٿيو هو جنهن جي جواب ۾ قاسم ۽ نصيح غزل لکيا هئا، جيڪي لطيف واري غزل جي ايراني ماحول واري رنگ ۾ رتل آهن. ٽنهي غزلن جا ڪجهه منتخب شعر هي آهن:

شگوفي مان شگفتو ڏس ٿيو گل،
مٿان تنهن جي ڪري ٿو لوڏ سنبل.

نڙي لالا وٺي هٿ ۾ پيالو،
نهاري نرگسي مخمور بي مل.

هزارو ياسمين موتيو ۽ مگرو،
گلستان ۾ پيو هرڪار جو هل.

گلن جو ڇهچٽو آهي چمن ۾،
ثناخواني ڪري قمري ۽ بلبل.

(عبداللطيف - لطيف)

بهار آيو گلن کيا منجهه چمن نت ناز نيرنگي
خوشي ڪان بلبلان للڪار سان لاتي خوش آهنگي.

وسڻ جو مينهن کيو سايو، وسي بستان برسايو،
پکن جي چاهه ڇهڇهه جي، هلي هيءَ هاء هر رنگي.

ڪيو رت روپ رس هائي، هو اسان ساهه سيبائي،
وڻن ڪان پرت جي پچن، وٺن سان واهه دل ونگي.

نئين نزهت ڏيکاري ارغواني سوسن سمن سنبل،
ٿيو گلزار گوناگون گاهن ڪاهن فرش ارڙنگي (١)
(قاسم)

بهار آيو لٿا اولا، جهريا ٿـي جهور ۾ جهنگي،
ڦٽي سرسبز ٿيا صحرا، ڪلي ٿيا خوب خوش رنگي.

ٽيون گلشن ۾ گلزاريون، ٽڙن ٽانگر سنديون ٽاريون
نمن نرگس مٿي ناريون، نهـاري نيڻ نيرنـگي.

لڌي لاله ليا پائي، قدح ڪـي چـوطرف ڇـائي،
حسودن جو جگر گهائي، ڏئي تن داغ دل تنگي.

ڪليون ڪوليون ڪنٺهارن، مٿا موتيا مٿي نازن،
ٻري ٿي زعفران ٻارن، نچي ٿي ناز مان ننگي.

چمن چوطرف ٿيو گل گل، پيو هڪار جو هل هل
پڙي بلبل سندو غلغل، جلي ويا جوش ۾ جنگي.
(فصيح)

# آخوند محمد قاسم "قاسم" هالائي

## (١٨٠٦ع - ١٨ جنوري ١٨٨١ع)

آخوند محمد قاسم ولد آخوند نعمت‌الله تخلص 'قاسم' پراڻن هالن جي ساڻوٽي آخوندن مان هئو، هنجي پيدائش هالن ۾ ٿي. جواني جي زماني ۾ ڪجهه وقت ٽنڊي باگي جي تعلقه آفيس ۾ منشي ۽ موري تعلقي ۾ تپيدار هو مگر هن کي نوڪري ۾ مان مزو نه آيو تنهن ڪري سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏنائين.

قاسم حيدرآباد ۾ ڪڏهن اچي مقيم ٿيو تنهن بابت مرزا قليچ بيگ چوي ٿو، "هو سن ١٨٤٢ع ۾ آيو ۽ مرحوم مير حسن علي جـو ملازم ٿيو" (٢). هو ڪو خاص ڪم ڪونه ڪندو هو خانگي طرح پارسي، عربي ۽ سنڌي پڙهائيندو هو. هنجا اکر سٺا هوندا هئا تنهن ڪري ماڻهن کـي

(١) قاسم جو هي غزل سندس ديوان ۾ شايع ٿيل ڪونهي.
(٢) "ديوان قاسم" ص ٨، پوڪرداس اينڊ سنس شڪارپور، ١٩٣٦ع.

اجوري تي بورڊ ۾ تختيون لکي ڏيندو هو، مگر سندس آمدني گهٽ هئي جنهن جو ذڪر پنهنجي هڪ پارسي شعر ۾ هيئن ڪيو اٿائين:

بس گهم ڪم شغام ضرورت بيش
زير ڪوهم حوائجم چون ڪاهم.

مير حسن علي وٽ نوڪريءَ جو ذڪر هڪ شعر ۾ هيئن ڪري ٿو:

مهرباني مير جي جنهن گڏ ڪيو،
ساڻ سنگت مون ڏهاري ڏاهم ڪيو. (۱)

مير وٽان ڪيس مرزا قليچ بيگ جي لکڻ مطابق چاليهه روپيه پگهار ملندو هو، مگر هو پاڻ پنهنجي هڪ شعر ۾ چوي ٿو:

وهم ڪهم هر ماهم پنج روپيه نقد
مير صاحب مقررم فرمود (۲).

قاسم خيرپور رياست جي والي مير علي مراد خان، بڙودي، بارامپور ۽ رتلام جي راجائن ۽ رامپور جي نواب ڏانهن تعريفي قصيدا ٺاهي موڪليندو هو، جنهن ڪري انهن ڪان به چڱيون بخششون ۽ انعام حاصل ٿيندا هئس (۳).

قاسم، مير حسن علي جي ڪلام جي اصلاح پڻ ڪندو هو، مگر جلدئي مير صاحب هنکي ان ڪم ڪان سبڪدوش ڪري ڇڏيو. هڪ ڀيرو مير صاحب سيد ثابت علي شاهه جي سلام:

”شاهم شهيدان حسين توتي سلام“

جو تتبعو ٺاهي رهيو هو مگر هڪ مصرع ٺاهڻ ڪان پوءِ ٻئي مصرع ٺاهڻ جي ڪوشش ڪيائين، ليڪن مصرع موزون نه پئي ٿئي. انتي آخوند قاسم عرض ڪيو قبلا مونکي اجازت ملي ته ٻي مصرع آءٌ عرض ڪيان. مير جي اجازت تي آخوند هيٺين مصرع پيش ڪئي:

---

(۱) ”ديوان قاسم“ ص – ۱۷۷، پوڪرداس اينڊ سنس شڪارپور ۱۹۳۶ع.
(۲) ايچ - آءِ سدارنگاڻي ”پرشن پوئٽس آف سنڌ“ ص ۲۵۶.
(۳) محمد صديق ميمڻ، ”سنڌي ادب“ جلد ۲، ص ۲۲۰ دفعو ۲، آر - ايچ احمد برادرس، حيدرآباد ۱۹۶۰ع.

”چال چگي سان چوان توتي صلوات و سلام“

مير صاحب مصرع پڙهي ان وقت ماٺ ڪئي، ليڪن شام جو ڪيس چورائي موڪليائين توهان پنهنجي جاءِ تي وڃي رهو اسين توهان کي گهر ويٺي پگهار ڏياري موڪليندا سين (١).

قاسم جواني ۾ شادي ڪئي هئي، جيتوڻيڪ هن کي اولاد ڪانه هئي تڏهن به زال جي وفات کان پوءِ ٻي شادي ڪانه ڪيائين.

آخوند محمد قاسم پنجهتر ورهين جي عمر ۾ سن ١٨٨١ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪئي، سندس تربت نئين مقام ۾ موجود آهي. ميان امام بخش ’خادم‘ شڪارپوري، سندس وفات تي مرثيو لکيو هيو جنهن ۾ سندس وفات جو سال بيان ڪيو هئائين. ان مرثيي جا ڪجهه شعر هي آهن.

افصح الفصحاء قــاسم لئــي عــيان،
تو روئــي پــڻ نــيلگون ڏس آسمــان.

ويو ڇڏي، فاني سرا کـــي ڏي بقا،
رب عطا ان کي ڪري خلد جنان.

جنوري جي ارڙهين منگل جـــو وار،
سال ارڙهن ســو لڪاسي هـــو روان.

عيسوي اهـــو ٿيو هجري به پـــڌ،
ســـن ٻارهن ســـو اٺانــوي چــوان.

خادما آهين جو ڇـــو ڪر ماٺ هاڻ،
ڇين سگهندين تون ڪري وصفش بيان (٢).

قاسم پارسي ۽ عربي جو وڏو عالم هو، هو شروع کان وٺي پارسي ۾ شعر چوندو هو. حيدرآباد ۾ مقيم ٿيڻ کان پوءِ هن فاضل شاهه جنهن ساڻ هنجي گهاٽي ياري هئي، جي ترغيب ٻي سنڌي شعر چوڻ شروع ڪيو. ديوان قاسم جي پهرين ڇاپن ۾ ”پيهاڙيءَ واري“ پارسي قطعن ۾ هن ان ڳالهه جو اظهار ڪيو آهي.

---

(١) ”مهراڻ جون موجون“ ص ١٠١، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي، گل حسن ’احسن‘ مرزا ڪربلائي ”ٽالپر حاڪمن جا علمي ڪارناما“.

(٢) ”ڪليات خادم“ ص ١١٠، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع.

چو در فارسي نغز دانم سخن
سوءِ نظم سنڌي خيالم نہ بود.
ولي سعي فضل شہ نيک خو
بہ سندهي سخن ميل طبعم فزود.

قاسم "مفرح القلوب" نالي هفتي وار پارسي اخبار جو خاطو بہ هو ۽ سندس پارسي غزل قصيدا، ۽ مثنويون بہ ان اخبار ۾ شايع ٿيندا هئا تنهن ڪري هنجي شاعري جي مشهوري سنڌ، هند، افغانستان ۽ ايران تائين پهچي وئي. جڏهن ١٨٦٦ع ۾ سنڌ سڌار نالي هفتيوار سنڌي اخبار شايع ٿي تہ ان ۾ هنجا سنڌي غزل ۽ قصيدا شايع ٿيڻ لڳا، جنهن ڪري هنجو سنڌي شاعري ۾ بہ نالو مشهور ٿي ويو. نہ فقط عوام پر شاعر بہ سندس سخن تي داد ڏيڻ لڳا. بہ ٽي مثال هيٺ ڏجن ٿا.

عبداللطيف ٽنوي:

قاسم جهو نہ چاٽان سگهہ سرت جي سيجانان،
سورهہ اڪيائين ساٽان ڪمزور ڪل ڪرارا.

محمد امين شڪارپوري:

شعر گوئي ۾ نہ مٽ قاسم جي چاٽان ڪو پيو،
جو ٿا ڪن انجي ثنا عرب و عجم يونان ۾ (١).

قاسم انهن پهرين شاعرن مان آهي جن سنڌي غزل جي نئين اسريل پوئي جي شوق سان آبياري ڪئي ۽ ان کي وڏي چاهہ سان تاتيو ۽ نپايو. گل کان پوءِ قاسم ٻي اهو غزل گو شاعر آهي جنهن جي غزل جي ڌاڪ ساري سنڌ ۾ ڄمي وئي. اهو پتو نٿو پوي تہ قاسم ڪنهن ڪا مجاز جي ميخ لڳي هئي البت سندس هيٺين غزل مان شڪ پوي ٿو تہ هو حڪومت راءِ نالي ڪنهن شخص سان محبت ڪندو هئو. هڪ تہ غزل جو انداز عاشقانہ آهي پيو ساڳي غزل ۾ صنعت توشيع استعمال ڪري پنهنجي نالي سان گڏ حڪومت راءِ جو نالو بہ استعمال ڪيو آهي.

محب محبوب منهن منو منڌار
حال واقف حبيب يڪ دل يار.

---

(١) محمد صديق ميمڻ "سنڌي ادب" جلد پهرو، ص ٢٢٤ دفعو پهرو آر ايچ احمد برادرس، حيدرآباد ١٩٦٠ع.

حال هيئو ڏسي من ۾،
ڪهل ڪا من ڪري ڏٺل دلدار.

مان سان محب مان فرمائي،
واسطي عاشقن پريت پيار.

دل سنديم، جا سدا رهي مشتاق،
من ڏسي دوستن سندو ديدار.

قرب مون سان رکيو جڏهن معشوق
ترت تن ۾ ڪيم طلب تڪرار.

اڄ اسانجو اچي قريب ڪيو،
رحم سان رفع درد جو دشوار.

سرڪ سڪ جي هٿان پيارل پيءُ
اهڪ اندوهه سڀ لٿم آزار.

مون سندي من سندي ڪلي مکڙي،
آئيو اڄ عجيب برهه بهار.

وٺ پنهي مصرعن اکر اولي،
تا دو اسمي اچي ٿئي اظهار.

قاسم مجاز ۾ مبتلا هئو يا نه هئو پر سندس ڪلام ۾ برهه جو بيان ۽ عشق جو اظهار آهي. هنجا غزل عاشقانه مضمونن سان گڏ صوفيانه اخلاقي ۽ ناصحانه نڪتن جا آئينه دار آهن. هنجي غزلن ۾ ساقي ۽ شراب، مي ۽ ميخانه، گل ۽ بلبل، شمع ۽ پرواني وارو ايراني اثر نظر نٿو اچي، هو عشق جي معاملان کي اشارن ۽ ڪناين بجاءِ صاف صاف لفظن ۾ بيان ٿو ڪري.

قاسم جي ٻولي خالص اصلي گل واري ٻولي آهي جنهن ۾ صرف ڪجهه کان گهٽي سولي ۽ عام فهم آهي، جنهن ۾ پارسي ۽ عربي لفظن جي هلڪي آميزش آهي. هنکي پارسي خاص طرح عربي تي ايترو عبور حاصل هئو جو هن سنڌي غزلن ۾ جابجا عربي مصرع استعمال ڪيا آهن جو ڪڏهن ايئن پيو محسوس

ٿئي ته سنڌي نه پر عربي غزل آهن. قاسم جي ڪلام ۾ سلاست، رواني ۽ اثر آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

هيئن وڏي سڏ تو چوان جنهن پر ڪري تو گوڙ گهڻو
آءُ پرين سان، پرين مون سان گڏيا جيئن کير کنڊ.

سون سندو محبوب محبوبن اکيان آهي اڻين،
تاءُ تارن جي اکيان جيئن تو ڪري چمڪار چنڊ.

ساس باسي برهه وارو بار سون سر تي کنيو،
جيئن ته جوشن جو رکيم ڇاتي مٿي جيءُ جان جنڊ.

نند ۾ ناقص رهي قاليار ۾ قوڪون ڏئي،
ري عبادت جي رهڻ آهه اجايو گوڙ گنڊ.

نانگ ناتي جي ڏنگيم جيئن ڏيل منهنجو پيو ڏري،
ماڻ ڪنهن ماتداڻ سان سانڍيءَ هئيم محبوب منڊ.

اوچتو منهنجي اکين مان آب تيئن جاري رهي،
جيئن پوي ڪنهن ويل وهنڊڙ واهه کي ڪو ڪاپ ڪنڊ.

نفس نافرمان نت نادان آ مارو آ اپر
گر ڪجي لاهه خالق ڪارڻ، تو اڇي آڏو آهنڊ.

کير تون قاسم کهي، من سن سندا مطلب لهي،
کير تن ڪان ڪيئن رهي، هي دوست در پٽ پان پنڊ.

---

سحب سونکني وچ م ماري السغيات
سان نيڻن جي نظاري الغيات.

چشم تنهنجا چاهه چس چور کن،
عاشقن جي دل ڌتاري الغيات.

پرت وارن ڪان م پوه تون پل پري،
برهه واري باهه پاري الغيات.

---

(١) ”ديوان قاسم“ ص ٤٦ ۽ ٢٨ پوڪرداس اينڊ سنس شڪارپور ١٩٣٦ع.

سوز کان سيني ۾ جهڙو وڏو وياءُ،
ڪالهه ڪيڇي اٿ قطاري الغياث.

مان اندر آرام عالم جو لٽيئي،
سان اکين جي هڪ اشاري الغياث.

زلف تنهنجي زهد وارن کي نيو،
صبر جو سامان ساري الغياث.

ويهه نه مون کان ويسلو جاني جيئن،
ساهه مون تولاءِ ساري الغياث.

قلب قاسم جو جدائيءَ ۾ جهڄي،
گسوندرن سان گڏ ڪناري الغياث.

---

# آسورام "آسو"

(١٨٣٤ع- )

صوفي آسومل پٽ ڏانديومل عرف صوفي آسورام هالن پراڻن جو رهندڙ هو. هو جڏهن ننڍي عمر جو هو ته سيد فقيرعلي شاهه وٽ جيڪو اکين کان معذور هو نبض‌شناسي ۽ حڪمت جي تربيت حاصل ڪندو هو. سندس صحبت ۾ آسو کي تصوف جو اثر ٿيو. هن کي جواني جي زماني ۾ عشق جي چوٽ لڳي پر مائٽن هن جي جلد شادي ڪرائي ڇڏي.

آسو کي سنڌي پارسي ۽ ٻين ٻولين جي سٺي ڄاڻ هئي، هن حق جي تلاش ۾ ويهن ورهين جي عمر اندر قرآن شريف به پڙهيو ۽ انجيل به مطالع ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ هو پرائمري ماستر ٿيو، نارمل اسڪول حيدرآباد مان ٽريننگ حاصل ڪري نصرپور ۾ ماستر مقرر ٿيو جتي هن کي مصري شاهه جي صحبت نصيب ٿي، جنهن هن ۾ تصوف جو وڏيڪ چاهه پيدا ڪيو ۽ هنجي شاعري جي شوق کي پڻ وڌايو. اتان وري جهوڪ جو ڏس مليس جتي سندس من جي مراد پوري ٿي ۽ اندر جا اولا لهي پيس.

صوفي آسورام گھڻو ڪلام لکيو آهي. تاريخ سنڌي ادب جو مصنف لکي ٿو، "سنڌ جي شاعرن ۾ ٿي ڪنهن به شاعر جو ايترو ڪلام ڪتابي صورت ۾ موجود نه آهي، جيترو صوفي آسورام جو لکيل آهي" (١). هن جا ٽي وڏا ڪتاب ١- ديوان آسو، ٢- رسالہ آسو، ٣- پريم غنچہ لکيل آهن. هن ديوان آسو ١٨٩٧ع ۾ لکي پورو ڪيو هو ڪتڻ مل بک سيلر لاڙڪاڻي واري ڇپايو هو، باقي سندس ٻه ڪتاب ڇپجي نه سگھيا آهن.

آسو هڪ سچو صوفي هئو، هن جي من ۾ مذهبي نفاق ۽ هندڪي مسلمانڪي ڪين هئي، هو حق جو طالب هو ۽ اها طلب سندس سموري ڪلام ۾ موجود آهي، سندس غزل تي تصوف جو رنگ گھرو چاڙهيل آهي، هو پهريون هندو سنڌي غزل گو شاعر آهي جو تصوف جي اوڙاهم ۾ ٻڏل آهي، هنجي غزل ۾ مزاج آهي ئي ڪونه صرف تصوف آهي. هن هندو ويدانت ۽ تصوف جي خيالن کي ملائي هڪ ڪري پيش ڪيو آهي. هنجي غزل جي ٻوليءَ تي ڪٿي پارسي ۽ ڪٿي هندي رنگ غالب ٿي ٿو وڃي. سندس ڪلام پڙهڻ سان من کي شانتي حاصل ٿي ٿئي.

## ڪلام جو نمونو(٢)

لا غرض ساڻ لا غم لا شڪ مون نينهن لاتو
جيڏيون دعا ڪجو تان نبهي اڇيم ناتو.

هن بحر بي حديءَ ۾ ڪانهي ڪنڌي پتڻ جي
ويئي پروڙ پلجي جنهن ويس پير پاتو.

ڪڙڪا پون ڪنن جا ويران جي وهڪري کان
لهرن سندي لڙاٽ کان بي سڌ نه ڏينهن راتو.

مشڪل ۾ آهي مشڪل هيءُ عشق هڏ اڙانگو
تنهن حال ساڻ مس مس مون تان سڄڻ سڃاتو.

هن درد جي دوا لئي حاذق طبيب پڇيم
چيائين نہ ڪر ڪري پو پيءُ وڃي ڪرياتو.

---

(١) محمد صديق ميمڻ "تاريخ سنڌي ادب" ص ٣٨٩ .
(٢) "ديوان آسو" ص ١٩٥ ۽ ١٩٦، شيواجي پرنٽنگ پريس، لاڙڪاڻو .

اشرف ڏيو آدم ابليس کيئن ٻچايئہ
جي آهہ آزمودو رهہ عشق ۾ بلاتو.

لائي برهہ بندي سان چو پاڻ کي ڇپايئہ
چي دل منجهان دوئيت جو لاهي ڇڏين لباتو.

آهيم اميد تنهن جي منجهہ مهر سچ ماڻ جي
چي کنب ڪت ادب رک آسو نہ ٿيج آتو.

—

اڇي اڄ مليو محب مهرون منيب
وڇوڙي جي ڦٽ جو ٿيو تن طبيب.

ڀسي حال هيڻو ڪري پال پاڻ
نوازيئہ نظر سان هي گولو غريب.

اوسيئڙو ۽ اندوهہ گوندر ويا،
وڏي قرب حب سان مليو سو حبيب.

تجاو ڏنم نور جو دل اندر
ٻهرجا ٻهررنگ نرمل نجيب.

اها آهہ عبرت ۽ اچرج عجب
ڍڪي ويس آدم جو آيو عجيب.

آسو عشق جو سر ظاهر نہ ڪر
همهہ جا همهہ وقت ۾ رهہ اديب.

—

## سيد محمد فاضل شاهہ "فاضل"

(١٨٣٦ع - ڊسمبر ١٩٠٠ع)

سيد محمد فاضل شاهہ ولد سيد حيدر شاهہ تخلص 'فاضل' حيدرآباد شهر جي بزرگ خاندان مان هو، سندس وڏا مرزا عيسي ترخان جي زماني ۾

ايران مان لڏي اچي ٽٽي ۾ رهيا. فاضل شاهه جو والد سيد حيدر شاهه وڏو عالم ۽ شاعر هو. هن ڏوهيڙن جي صورت ۾ "ليليٰ مجنون" جو ڪتاب ناهيو هو جو بمبئي جي ليٿو ڇاپي ۾ ڇاپيل هوندو هو (١). سيد حيدر شاهه کي ڇهه پٽ ٿيا جن ۾ فاضل شاهه سڀني کان وڏو هو.

فاضل شاهه، مشهور درويش آخوند محمد صابر هالائيءَ کان قرآن شريف پڙهيو، مولوي عبدالله ولهاري وٽ پارسي ۽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين، سندس وفات کان پوءِ مولوي محمد حسن وٽ عربي جي درس جي تڪميل ڪيائين ۽ منطق پڙهيائين. سيد اسدالله شاهه "فدا" ۽ مولوي هدايت الله مشتاق هالائيءَ به هن مولوي صاحب جا شاگرد هئا.

تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ فاضل شاهه وانڌڪائي جو وقت گذارڻ لڳو، مائي ابوڙي ڇاڪيائي جي ڪارخاني ۾ ڪتابن جو مطالعو ڪندو ۽ وقت گذاريندو هو، جتي کيس مجاز جي مهموز اچي وئي جلد ئي سندس شادي ٿي. هن گهر مان کيس ٻه پٽ ۽ اٺ نياڻيون ٿيون سندس پٽ سندس حياتيءَ ۾ گذاري ويا. ٻي شادي مان کيس هڪ پٽ ڄائو جو سندس وفات کان پوءِ فوت ٿي ويو.

شاديءَ کان پوءِ فاضل شاهه دنيا جي ڪاروبار ڏانهن توجهه ڏنو. ان زماني ۾ ڪنهن به پڙهيل ۽ قانون جي واقف ڪار کي، وقت جو مئجسٽريٽ قانونداني جو سرٽيفڪيٽ ڏيندو هو ته سرڪار ان کي وڪالت جي سند ڏيندي هئي ۽ هو وڪالت ڪري سگهندو هو، اهڙي ماڻهوءَ کي "مختيار" ڪري سڏيندا هئا. فاضل شاهه کي به اهڙي سند ملي ۽ هو وڪالت ڪرڻ لڳو.

١٨٨٨ع ۾ فاضل شاهه جي والد وفات ڪئي تنهن ڪري وڪالت جو ڌنڌو ڇڏي ڏنائين ۽ عالمانه ۽ فقيرانه روش اختيار ڪيائين.

انگريز سرڪار پنهنجي شروعاتي دور ۾ وڏن شهرن ۾ قاضي ۽ مفتي مقرر ڪندي هئي. حيدرآباد جو قاضي ۽ مفتي مخدوم حاجي احمد مٽيارين وارو هو، جو نارمل اسڪول ۾ پارسي پڙهائيندو هو. ان کان پوءِ فاضل شاهه جي چاچي محمد يوسف شاهه کي ان عهدي تي مقرر ڪيو ويو. فاضل شاهه فتوائن جي ڪم ۾ چاچي جي گهڻي مدد ڪندو هو. ١٨٩٢ع ۾ سندس

---

(١) محمد صديق ميمڻ "سنڌي ادب" ص ٣٤٥، جلد پهريون، ڇاپو پهريون، آر - ايڇ احمد برادرس، حيدرآباد. ١٩٦٠ع.

چاچي وفات ڪئي جنهن بعد شهر جو قاضي سندس سوٽ ابراهيم شاهه ولد يوسف شاهه کي ۽ مفتي ۽ مهر جو مالڪ فاضل شاهه کي مقرر ڪيو ويو. فاضل شاهه مسلمانن جي ترقي ۽ واڌاري جي ڪمن ۾ به دلچسپي وٺندو هو. حيدرآباد ۾ حسن علي آفندي جي مددگارن بابت مرزا قليچ بيگ چوي ٿو، "ميان محمد جعفر طبيب، سيد فاضل شاهه، قاضي امام علي، قاضي مريدعلي ميان صاحب (حسن علي آفندي) جا سنگتي صحبتي هئا ۽ انجمن اسلام جي ڪمن ۾ ڪيس مدد ڪندڙ هئا" (١)

فاضل شاهه زندگي جي پوين سالن ۾ زهد ۽ عبادت ڏانهن پاڻ کي گهڻو رجوع ڪيو هو. هو دنيا جا سڀ ڪم ڪار ڇڏي ڪري ساندهه ٻارنهن مهينا مسجد جي ڪنڊ وسائي ويهي رهيو. وفات تائين سندس اهو دستور هو ته رمضان شريف جو سارو مهينو مسجد جي ڪنڊ ۾ رهندو هو. هن ڊسمبر ١٩٠٠ع ۾ وفات ڪئي.

فاضل شاهه جا پنهنجي وقت جي شاعرن سان به گهرا تعلقات هئا ۽ هو علم عروض جو اڪابر سمجهيو ويندو هو. سنڌ جي موزون ڪلام چوندڙ شاعرن مان شاهه صاحب پهريون شاعر هو جنهن علم عروض جي بحرن جا ارڪان پنهنجي هر هڪ غزل جي سري تي لکي نروار ڪيا هئا. محمد صديق مسافر پورا ٻه سال هن کان علم عروض ۾ سبق ورتا هئا. مسافر "حڪايات مسافر" ۾ فاضل شاهه ۽ گدا جي هڪ ملاقات جو هيئن بيان ڪري ٿو، "هڪڙي پيري سائين محمد فاضل شاهه وٽ عربيءَ جو سبق پئي ورتم ته مرحوم سيد غلام محمد شاهه "گدا" حيدرآباد جو نامور شاعر ڪراچي واري معين الاسلام اخبار ڪٺي آيو، جنهن ۾ اتر سنڌ جي ڪنهن شاعر جو غزل ڇاپيل هو. ان غزل جي سٽن تي پنهي صاحبن جيڪو بحث ڪيو سو مون پوري ڌيان سان پئي ٻڌو" (٢).

آخوند محمد قاسم هالائي فاضل شاهه جو نهايت گهرو دوست هو. پاڻ هنکي سنڌي شعر لکڻ لاءِ تيار ڪيائين ۽ هن کيس پارسي شعر چوڻ تي آماده ڪيو هو. فاضل ۽ قاسم جي ديوانن ۾ پنهي جو ذڪر ڪيترا

(١) مرزا قليچ بيگ "خانبهادر ميان حسن علي جي سوانح عمري" ص ٤٨، اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد سنڌ ١٩٢٦ع.

(٢) محمد صديق مسافر "حڪايات مسافر" ص ٧١، آر ايچ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد ١٩٥٥ع.

پيرا ٿيل آهي ۽ هن هڪ ٻئي جي غزلن تي ڪيترا غزل لکيا آهن. قاسم "فاضل شاه" جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

سچ چوان انهر ته ڪنهن ڪي ڪين آهه،
جا فضيلت آهه فاضل شاهه کي.

فاضل شاه جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن:

١- ديوان فاضل ١٨٧٣ع ۾ ورنيڪيولر لٽريچر ڪميٽي ڇپرايو هو؛ ٢- ميزان الشعر؛ ٣- چونڊ ڪافيون. سندس قلمي ڪتابن ۾ قرآن شريف جو سنڌي ۾ تفسير قابل ذڪر آهي.

فاضل شاه جو غزل سنڌي غزل جي ابتدائي اوسر واري دور جو غزل هو. فاضل شاه کي جيتوڻيڪ جواني جي شروعات ۾ محبت جي چوٽ اچي وئي هئي پر اهو سور سهي عالمانه ۽ زاهدانه زندگي گذارڻ لڳو هو ۽ مجازي عشق جي راهه ڇڏي حقيقي عشق جو رستو ورتو هيائين. تنهن ڪري هنجي غزل ۾ عشق جون حڪايتون ۽ شڪايتون گهٽ آهن جي آهن ته به ٿيل دل مان نڪتل آهه وانگر نه پر دماغ مان نڪتل درد وانگر. هن جي غزلن ۾ ايراني شاعري وارو ماحول اڻ لکو آهي ان جي پيٽ ۾ ڪٿي ڪٿي مقامي ماحول واريون جهلڪيون آهن. هنجي شاعري ۾ پند و نصيحت گهڻي آهي. هنجو انداز بيان رنگين نه پر سادو آهي ۽ هنجي زبان تي ڪيترا ٺيٺ سنڌي، عربي ۽ پارسي جا اهڙا لفظ چڙهيل آهن جي سندس شاعري جي ڇهري تي چنڊ گرهڻ تي پون ٿا. هن جي ڪلام ۾ گهڻن سان ڪيترا اهڙا شعر به مان ٿا جن ۾ غزل جي سموري سونهن سمايل آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

بره جي بات ڪان نه ڪريان بس،
لئون جي لات ڪان نه ڪريان بس.

گاهه بگاهه دوست دلبر جي،
تهڏيان ڌات ڪان نه ڪريان بس.

محبت مار تم به آءٌ،
يار جي ذات ڪان نه ڪريان بس.

(١) "ديوان فاضل" ص ٤٨ ۽ ٥٦، پوڪرداس ٿانوردا س شڪارپور، ١٩٢٨ع

جي جدائي ڪرين جيارا تہ بس،
ريجهہ جي رات ڪان نہ ڪريان بس.

سنجهہ فراقن سدا ڪري "فاضل"،
هاء هيهات ڪان نہ ڪريان بس.

---

دلبري ديدار ڪان دل دوستن جي باغ باغ،
دشمنن جي دل اندر دهرو لهو هو داغ داغ.

عشق عمدو ڏس عجيبن جو اماڪ ڏس ڏنو،
پرت مان سون پيو ساجن سندو سولو سراغ،

مشڪ تاتاري ڪنان وڌ بوء ساجن جي سچر،
صحن ۾ ايندي ڪيو سالم سندم سرهو دماغ.

حسن وارن ساڻ مٽ ست ڪين ڪي ٿيندو قبيح،
ڪيئن ڪبوتر سان برابر ڪار ڪنهجي زغن زاغ.

ذڪر سان ذاڪر رهي تون ياد ڪر الله ڪي،
مٿي فنا في الله "فاضل" فڪر ڪان نارغ فراغ.

---

# مرزا قاسم علي بيگ "قاسم"

## (١٨٣٧ع - ١٩٠٦ع)

مرزا قاسم علي بيگ تخلص 'قاسم' حيدرآباد جي محلي ٽنڊي آغا ۾ تولد ٿيو. مير محمد حسن علي خان وٽ منعقد ٿيندڙ عزا جي مجلسن ۾ مرثيه خواني ڪندو هو. سندس آواز پرسوز ۽ دل ۾ اثر ڪندڙ هو، مرثيه خواني ۾ سندس برابر ڪوبہ نہ هو. طب ۾ بہ خاصي مهارت هئس.

قاسم کي شاعري ورثي ۾ مليل هئي. مير حسن علي خان جو درباري شاعر هو. ڪڏهن ڪڏهن اردو ۾ بہ ڪلام چوندو هو. سندس ڪليات ۾ سلام، مرثيا، مناقب، قصيدا، غزل ۽ رباعيون موجود آهن.

قاسم جو غزل ان ڳالهہ جو آئينہ بردار آهي تہ خليفي قاسم ۽ فاضل

شاهه جي دور ۾ غزل تي پارسي شاعري جو چڱو رنگ چڙهي چڪو هو، هنجي غزل جي طرز ادا ۽ انداز بيان سهڻو آهي. جنهن ۾ پارسي شاعري واريون تشبيهون ۽ تلميحون زيادهه آهن. ٻوليءَ تي به پارسي لفظن جو جڙاءُ آهي. هنجي غزلن ۾ پند ۽ نصيحت بجاءِ مجاز جي ترجماني آهي.

## ڪلام جو نمونو

جنهن طرح بحر ۾ حباب ٿيو،
بس انهي طرح سان شباب ٿيو.

هنجي چهري کي بي نقاب ڏسي،
خود شرمسار آفتاب ٿيو.

قلبِ محزون کي صبح کان تا شام،
هجر جي غم کان اضطراب ٿيو.

جنهن جي قسمت تي نيڪ سو اڄ رات،
وصلِ دلبر کان ڪامياب ٿيو.

هن جي رخسار جي ڏسي سرخي،
شرم ۾ غرق پڻ گلاب ٿيو.

روبرو ڪين هنجي نڪتو ساهه،
اهڙو چهري ۾ آب و تاب ٿيو.

اهلِ محفل ٻڌي چيو "قاسم"،
هي غزل تنهنجو لاجواب ٿيو.

—

يوسفِ ڪنعان ڏٺو مون چاهه ۾،
نور هو ساڳيو اهو جو ماهه ۾.

ڇو پيلا هو ڪين مونکي چاهي تو،
هر گهڙي جنهن جي رهان ٿو چاهه ۾.

غير کي تون پنهنجي دل کان دور رک
آسرو رک هر گهڙي الله ۾.

تي خطا رشڪ، چمن ڪي گل چوان
سا نزاڪت تي بت، دلخواهہ ۾.

خط پڙهي قاصد سان گڏ ايندو ضرور،
تــي اهــا اميد هــن دلخواهہ ۾.

نذر دلبر جي اڳيان سا دل ڪيم،
جنهن ڪي هو سانڍي رکيو مون ساهہ ۾.

جنهن ڪي مون "قاسم" تي ڳوليو چارسو،
سو ملي ويو اوچتو اڄ راهہ ۾ (١).

—

## عبدالقادر "بيدل"

### (١٨٣٨ع - ٧ فيبروري ١٩٣٢ع)

آخوند عبدالقادر ولد محمد پناهہ پنهنجو تخلص بيدل پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. هن شڪارپور جي مشهور عالم خليفي عبدالله کان عربي ۽ پارسي جي تعليم حاصل ڪئي. شمس الدين بلبل جي ديوان تي سندس لکيل قطع تاريخن جي مٿان عبارت مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو پنهنجو خانگي مدرسو هلائيندو هو. عبارت هن ريت آهي تاريخ از نتيجہ افڪار عالي سلڪ بند گوهر لالي سخور بيعديل دلفريب صد دل آخوند ميان عبدالقادر صاحب معلم مدرسو خانگي شڪارپور (٢).

"بيدل" جي وفات جي تاريخ سندس وڏي فرزند مرحوم اختر محمد پٽي "بياض بيدل" جي هڪ صفحي تي ٧، فيبروري ١٩٣٢ع درج ڪئي آهي. وفات وقت سندس عمر پنجانوي ورهيہ هئي. (٣) سندس عمر وفات جي حساب سان سندس ڄمڻ جو سال ١٨٣٨ع بيهي ٿو.

---

(١) "ڪليات قاسم" قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد.

(٢) "ديوان بلبل معہ ڪريما نيچرل" ص ٤٧، منشي نولڪشور پريس لاهور، ١٨٩١ع.

(٣) اسرار احمد علوي (صفيح الله "فدا") ص ٣٤، قلمي سنڌيالاجي "مونو" ١٩٧٢ع.

بيدل، خليفي قاسم جي دور کان وٺي قادري جي دور تائين زندهه رهيو. سندس هر دور جي شاعرن سان سٺا ناتا ۽ شاعرانه تعلقات رهيا. خليفي قاسم سان سندس لاڳاپي جو اندازو هيٺين شعر مان لڳائي سگھجي ٿو.

رنگين ڇوي ٿو مضمون قاسم ڪلام موزون،
مت تنهن سمجھي نه ڪو مون بي حد سندس سپارا (١).

بيدل پنهنجي هڪڙي غزل ۾ جيڪو سنڌ سڌار ۾ شايع ٿيو هو ان دور جي هڪڙي شاعر قاضي قادربخش کان پنهنجي غزل جو جواب هنن لفظن ۾ گھري ٿو:

يار قادربخش بيشڪ ڏي غزل هنجو مجيب
شعر پنهنجي کان نه هرگز ڇاجي لئي خوشتر ڪري (٢).

شمس الدين بلبل جو ديوان بابل معه ڪريما نيچرل جڏهن ١٣٠٨هه مطابق ٦، جنوري ١٨٩١ع ۾ شايع ٿيو ته ان تي جن شاعرن قطع تاريخون لکيون هيون ان مان بيدل به تاريخون پارسيءَ ۾ هڪ سنڌيءَ ۾ لکي هئي:

١- ڏسو جو "بيدل" تاريخ طبع تنهنجي چئي
"ڪتاب بلبل بيشڪ آ، وهه عجيب و وهه غريب"

٢- در داد مردهه هاتف ديشب به گوش "بيدل"
تاريخ طبع او را "نام غريب خوان"

١٣٠٨ هه

٣- در ڪراچي به مدرسهه اسلام
گفتگو جانبين باشد ياد
اين ڪريما، به پيش، بيدل هم
بي سر، انديشهه "ارمغاني باد" (٣).

١٣٠٨ هه

(١) محمد صديق ميمڻ "سنڌي ادب" ص ٢٠٤، جلد پهريون، مسلم ادبي پريس حيدرآباد، ١٩٦٠ع.
(٢) "شاعران شيرين بيان" قلمي ص ٩، ملڪيت مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد.
(٣) "ديوان بلبل معه ڪريما نيچرل" ص ٤٧ نولڪشور پريس لاهور ١٨٩١ع.

پوئين قطع مان معلوم ٿئي ٿو ته ”بابل“ سان ”بيدل“ جا ايترا گهرا تعلقات هئا جو هو جڏهن ڪراچيءَ ويو هو تڏهن ”بلبل“ سان سنڌ مدرسي ۾ وچي ملاقات ڪئي هئائين.

بيدل جا تعلقات ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام سرور فقير سان به دوستانه هئا. هو ڪڏهن ڪڏهن بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ شريڪ ٿيندو هو. ١٩٢١ع ۾ پهرين ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ به شريڪ ٿيو هو ۽ غزل پڙهيو هئائين.

سنڌس تعلقات مير علي نواز علوي؛ حاجي محمود خادم ۽ محمدبخش ’واصف‘ سان به گهرا هئا. حاجي محمود خادم چوي ٿو، ”سال ١٧ ۽ ١٩١٦ع ۾ جڏهن هي خادم سنڌي سروي جي اسپيشل ڊيوٽي سبب شڪارپور ۾ هو تڏهن گهڻو ڪري هر ڪنهن شام جو علامه علوي (مير علي نواز) جي فيض بخش صحبت ۾ گذاريندو هو. ميان صاحب مرحوم آخوند عبدالقادر محمدبخش واصف صاحب ۽ هي خاڪسار شام جو گهڻو ڪري علمي شغل ۽ تبادله خيالات ۾ گذاريندا هئاسين“ (١)

”بيدل“ جو ڪلام جتي مفرح القلوب ۽ سنڌ سڌار جهڙين قديم اخبارن ۾ شايع ٿيندو هو تتي الحقيقت (لاڙڪاڻه) جي صفحن کي به سنواريندو هو. افسوس آهي جو هھڙي وڏي شاعر جو ڪلام سنڌس پوين جي غفلت ڪان گم ٿي ويو آهي پر جيڪي ڪلام مليو آهي ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هن شاعر جو ڪلام پختو ۽ اعليٰ آهي ۽ سنڌس مقام قاسم ۽ فاضل کان ڪنهن به حالت ۾ گهٽ ڪونهي. مفرح القلوب ۾ شايع ٿيل سنڌس پارسي غزل جا ٻه شعر ملاحظه ڪريو:

زگل رويت لطافتها برنگ و بو تري دارد
بسان بلبل هزار ”آشفته“ حوري پري دارد.

تو صاحب مصنفي خود کن چه خوش گفته غزل ”بيدل“
اگر فخري کنم خواهد، جواب کو تري دارد (٢).

---

(١) محمود خادم حاجي، ” اديب سنڌ “ ص ٢٤، سيپٽمبر ١٩٤١ع، مضمون ”مير علي نواز علوي“.

(٢) مفرح القلوب ص ٨، تاريخ ٢٩، اپريل ١٨٧٧ع.

## انتخاب ڪلام

مژگان تنهنجون سنان هن ۽ تير جو نمونو
ابرو تنهنجون ڪمان هن شمشير جو نمونو.

آهنگر ڪي ڇئو تون ڏيکاري زلف زنگي،
سوهي زدن جو سوهي زنجير جو نمونو.

آ خاڪِ پا بظاهر هو سرمئہ جواهر،
ڏس غور سان هي آهي اڪسير جو نمونو.

مخمور چشم تنهنجي مجروح مونکي ڪيڙو،
تيغ اجل آ تنهنجي تحرير جو نمونو.

منجهہ حسن جي بلاشڪ ثاني تون ساهہ ڪنعان،
بيشڪ رهيو برابر تهوير جو نمونو.

”بيدل“ ڪو حال موڪل محبوب يار ڏي ڪو،
هن نالہ و فغان جي تاثير جو نمونو (١).

—

آيو اڄ ناز سان نگار نگار
جان جاني مٿان نثار نثار.

مشڪ ۽ بوءِ زلف جنهنجي جي،
آهہ مشهور منجهہ تتار تتار.

يار دلدار ڪي ڏسي خوش ٿيس،
ڇيم حمد و شڪر هزار هزار.

مان ڪيو عرض هي عجبين ڪي،
ناز ڪنان ڪي تون جيار جيار.

محب منثار ڪان ٿيس ممنون
چاهہ غب غب ڇيم عذار عذار.

(١) ”شاعران شيرين بيان“ ص ١٤، قلمي مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد.

مان ڪئي يار سان هم آغوشي
دوس دلدار سان دوبار دوبار.

آهه هر روز ۾ ڪمال و زوال،
ساقي سهڻو سدا بهار بهار.

ورد بيدل هميشه اين باشد
ساقيا جام پر پيار پيار (١).

## آخوند لطف الله "لطف"

## (١٨٤٢ع - ڊسمبر ١٩٠٢ع)

آخوند لطف الله ولد آخوند اسحاق تخلص 'لطف' جا وڏا اصل مسقط جا رهاڪو صديقي قريشي هئا. محمد بن قاسم واري زماني ۾ اچي ديبل ۾ رهيا. عربي تعليم ڏيڻ سندن خاص شغل هو. جڏهن اهو خاندان ديبل ۾ وڌيو ته روزگار خاطر سنڌ جي مختلف شهرن ڏانهن لڏ پلاڻ ڪيائون پر وري به درس تدريس سان سندن شغف رهيو. انهن مان هڪ گهر وچي سن ۾ رهيو، جتان مير غلام علي ڪين پنهنجي ٻارن جي تعليم لاءِ حيدرآباد گهرايو، سندن اهل النسا وري مير صاحبن جي ديرن کي پڙهائيندا رهيا.

انهن سنائي آخوندن جو وڏو غازي بن سعد نالي هو، جنهن جو فرزند آخوند عبدالڪريم مير ڪرم علي جي دور ۾ ڪاردار هو. حيدرآباد جي ڪيانتي ٽنڊي سان لڳو لڳ سندن هڪ محلو آهي جيڪو شيراني آخوندن يا غازي عبدالڪريم جي نالي سان مشهور آهي.

آخوند لطف الله شيراني آخوندن مان هو ۽ شيراني محلي ۾ ١٨٤٢ع ۾ تولد ٿيو. سندس ننڍپڻ جو احوال نٿو ملي، ايترو معلوم ٿيو آهي ته هو پهريان آخوند محمد صديق جي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو جتان پوءِ لوڪابورڊ طرفان ابتدائي ماستر مقرر ٿيو. چنيجن، نصرپور، ٽاجپور وغيره هنڌن تي ماستري ڪيائين. ٽنڊي ولي محمد اسڪول جو هيڊ ماستر ٿي گهڻو وقت رهيو.

ڪليات خادم ۾ لطف الله جو احوال هن ريت لکيل آهي،

---

(١) سنڌ سڌار، ص ٢، تاريخ ١١، جنوري ١٨٧٨ع.

"لطف الله حيدرآبادي مترجم "فسانهٔ عجائب" جو پنهنجي دور جو بهترين شاعر به هو، نارمل اسڪول ۾ خادم جو هم مڪتب به هو ۽ ڪجهه وقت ننڍي ولي محمد جي پرائمري اسڪول ۾ هم ڪار به هئو. هن هرٽي وارو معجزو به لکيو هو جو "بياض خادميءَ" ۾ موجود آهي" (١)

آخوند لطف الله ١٨٩٨ع تي پينشن تي لٿو، باقي حياتي طبابت جي مشغوليءَ ۾ گذاريائين، ۽ ڊسمبر ١٩٠٢ع ۾ وفات ڪيائين.

آخوند لطف الله جهڙو شاعر ۽ سٺو نثر نويس هو. هنجا غزل ۽ ٻيو ڪلام ان وقت جي اخبارن ۾ شايع ٿيندو هو. هنجو مقبول ڪارنامو سندس ڪتاب "جان عالم، انجمن آرا" آهي. ڊاڪٽر دائود پوٽو هن لاءِ لکي ٿو، پاڻ جهڙو ناثر ۽ ناظم ۽ هڪ جا سليقه ۽ ذوق وارو آدمي هو. سندس قابليت سندس ڪتاب "جان عالم انجمن آرا" عرف "گل خندان" مان ظاهر آهي جو اصل فسانهٔ عجائب هندي تان نقل ٿيل آهي پر ترجمو اهڙو ٿيل آهي جو منجهانئس نقل جي بوءِ نٿي اچي" (٢).

مير عبدالحسين سانگي آخوند لطف الله کي هنن لفظن ۾ داد ٿو ڏئي:

لطف الله جو ترانو آهه،
جان عالم جو هي فسانو آهه.

مترنم ٿيا شائقين هن تي،
گل خندان جو ٿيو زمانو آهه.

رهي افسانئهٔ عجائب ويو،
هن طرح هرڪوئي روانو آهه (٣).

سيد فاضل شاهه ۽ آخوند محمد قاسم، آخوند لطف الله جا همعصر شاعر به هئا ۽ همشهري به هئا تنهن ڪري انهن جا پاڻ ۾ لڳ لاڳاپا هئا. هو هڪ ٻئي جي شعر تي داد به ڏيندا هئا ۽ نقطچيني به ڪندا هئا. فاضل شاهه، آخوند لطف الله جي شعر لاءِ چوي ٿو:

---

(١) "ڪليات خادم" ص ٢٩.
(٢) گل خندان، ديباچه از عمر بن محمد دائود پوٽو ڊاڪٽر مطبع العرب ڪراچي
(٣) ڪليات سانگي، ديوان ٻهريون، ص ٦١.

لک لطف ڏانهن لاشڪ فرمان شاهه فاضل،
شعرن ۾ شعر تنهنجو ساڏي سوانه آهي (١).

هينئين ٻن شعرن ۾ مٿس تنقيد ڪندي چوي ٿو:

غزل "لطف" وارو ڪري نت نظارو،
چوان ان نه آهي نزاڪت نباهي (٢).

نڪي طفل ري "لطف" لهندو رعايت
تڪبر ڪري ترت تائب تہ وائي (٣).

آخوند محمد قاسم پنهنجي هڪڙي غزل ۾ آخوند لطف الله ڪي پنهنجي غزل تي شعر چوڻ جي دعوت ڏيندي چوي ٿو:

"لقمان" لطف هائي هنجي ڏيو ورائي،
ڪوڙي چڏيو ڪهائي ظاهر چوڻ زباني.

جوڙي جواب جوئي، قاسم مثال ڪوئي،
آخر لهي اهو ئي، شاباش شادماني (٤).

هڪ ٻئي شعر ۾ هن لاءِ چوي ٿو:

غزل "لطف" چيو فڪر فائق
سخن ۾ سندس پر نا ثابت سچائي (٥).

آخوند لطف، آخوند محمد قاسم جي واکاڻ هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

سچ سخن ۾ ادا سخن پرور
قاسما ڪيميا ڪمائين تو (٦).

## ڪلام جو نمونو

اڄ هلي ڏس حال هيڪر برهه جي بيمار جو
ڪو نہ ڏس ويڄن ڏنو هن عشق جي آزار جو.

---

(١) ديوان فاضل، ص ٧٦.
(٢) ۽ (٣) ديوان فاضل ص ٧٩ ۽ ٨٣.
(٤) ۽ (٥) ديوان قاسم ص ١٦٥ ۽ ١٦٠
(٦) سنڌ سڌار ص ١، سيپٽمبر ١٨٨٠ع.

هن مرض جي جانچ ۾ ويڄن ڪيا ڪي وس وڏا،
پر پيئن هرگز نہ ڪنهن پر ڪو پرو هن پيار جو.

خواب ۾ مونکي تصور هو تنهين جي وصل جو،
ورنہ ڇا قدرت ڪريان اظهار هن اسرار جو.

رات پرواني شمع ڪـي جا ٻڌائي ماجرا،
سو مگر هو سوز مون بيدل دلِ افگار جو.

مرحبا مون سان ڪيائين پر نشي ۾ بي خبر،
جڻ چڙهيا پئي لوٽ گهوڙا ۽ ڪٽڪ قنڌار جو.

سر گهرين تان آهہ حاضر ڇو تہ تنهنجو حڪم آهہ،
عاشقن جي ڪاڻ سا جڻ جڻ سمن سرڪار آ.

ڪو سڄڻ منهن ۾ تهين جي هو تجلو نور جو،
هڪ نظر سان جنهن نهوڙي هوش نيو هوشيار جو.

لطف تنهنجي لطف جو آهي سدا اميدوار،
مهربان تنهنکي اچي ڀهرو ڏيو ديدار جو (١).

---

جيئن گهورن سان دل ڪي گهائين ٿو،
تيئن سڄڻ ساهہ ڪي سهائين ٿو.

ڇا هي سورج ۽ چنڊ چوڏهين جو،
هڪ ئي جلوي سان ٿي جهپائين ٿو.

سو سو سرڪش سڄڻ تون هر ساعت
ناز نيڻن جي سان نمائين ٿو.

راءِ رانجهن ونيو رقيبن جي
ڪيئن نماڻن ڪان اڄ نٽائين ٿو.

---

(١) ”شاعران شيرين بيان“ قلمي.

رس رهائيون رکيو رقيبن سان،
عاشقن کي سدا سڪائين ٿو.

ڏئي دلاسا دليون کسي دلبر،
ميٺ محبت وري مٽائين ٿو.

عيد تي اڄ عجيب منهنجي اڳڻ،
پرت جا پير پر جو پائين ٿو.

تي مشفق ۽ مهربان مٺا،
لونءِ جڏهن لطف ساڻ لائين ٿو (١).

—

# امامبخش "خادم"

## (١٨٦١ع - جنوري ١٩١٨ع)

حاجي امامبخش ولد محمدبچل بدوي تخلص "خادم" شڪارپور ۾ تولد ٿيو، سندس والدهه سندس پيدا ٿيڻ کان پوءِ ٿوري عرصي ۾ وفات ڪري وئي، تنهن ڪري پرورش ناناڻن ۾ ٿي ۽ ستن ورهين تائين اتي رهيو. ١٨٦٩ع ۾ آخوند قمرالدين جي مدرسي ۾ داخل ٿيو جتي سنڌي تعليم حاصل ڪيائين، ١٨٧٣ع ۾ پنجون درجو پورو ڪرڻ بعد سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪيائين، جنهن بعد انگريزي اسڪول مان ٽي درجا پاس ڪري ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جي داخلا جي امتحان ۾ ويٺو ۽ ڪامياب ٿيو، جيتوڻيڪ هو اڃا پندرهن ورهين جو ٠س هو تہ بہ والد جي اصرار تي حيدرآباد ٽريننگ حاصل ڪرڻ لاءِ ويو. ١٨٧٩ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان "استاد" جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيائين ۽ ڪيس حيدرآباد جي نمبر اول اسڪول ۾ ماستر مقرر ڪيو ويو. حيدرآباد ۾ رهائش دوران سندس واقفيت حيدرآباد جي مشهور شاعرن خليفي محمد قاسم هالائي، سيد فاضل شاهه ۽ فضل محمد 'ماتم' سان ٿي. ١٨٨٠ع ۾ هو شڪارپور بدلي ٿي آيو ۽ ١٨٨١ع ۾ گهلپور تعلقي ڪشمور ۾ هيڊ ماستر مقرر ڪيو ويو جتي هن جي دوستي ميان عبدالله مهر 'راهي' لکوي سان ٿي. "راهي" ان وقت جو مشهور غزل گو شاعر ٿي گذريو آهي.

---

(١) سنڌ سڌار ص ٢، سيپٽمبر ١٨٨٠ع.

١٨٨٦ع ۾ وزيرآباد تعلقي سکر ۾ بدلي ٿي آيو، ١٨٩٦ع ۾ ڪٺنب سوڌو حج تي ويو. جتان واپس ورڻ تي ڪيس وزيرآباد، ريتي تعلقي اپاوڙي ۽ سنگهنواري تعلقي روهڙي ۾ هيڊ ماستر ڪري رکيو ويو، ١٩١٢ع ۾ هو پينشن وٺي عبادت الاهي ۾ مشغول ٿي ويو ۽ تصنيف ۽ تاليف ڏانهن وڌيڪ توجهه ڏنائين، جنوري ١٩١٨ع ۾ وفات ڪيائين.

خادم جي تصنيفن ۾ هير رانجهو (ڊرامو)، حاتم طائي جو قصو، چار درويش، قصو بهرام گور، الف ليلا (سمورا قصا ترجمو آهن)، انشاي خادمي، فوائد المبتدي (پارسي)، نانگ وارو معجزو (نظم)، مثنوي نگار، دودو چنيسر ۽ ڪليات خادم شامل آهن.

خادم شاعري ۾ خليفي قاسم جو شاگرد هو. سندس ڪلام پنهنجي وقت جي اخبارن ۽ رسالن جهڙوڪ سنڌ سڌار، بهار اخلاق، تحفهٔ احباب، آفتاب وغيره ۾ شايع ٿيندو هو. سندس ديوان جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته غزل جي نزاڪت ۽ نفاست کان چڱي طرح واقف هو هنجي ڪلام ۾ سلاست، سادگي ۽ قلبي واردات جي نقاشي آهي. هو عشقِ رسول ۾ سرشار هو تنهن ڪري هن جي ديوان جا ڪيترا غزل نعتيه آهن.

## ڪلام جو نمونو (١)

توکي ڏسي اي جانِ من دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ
اي سيم تن سيمين ذقن دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ.

ٿيا دور منهنجي دل تان ڏک، تنهنجي ملڻ ٿئا سڀئي سک
ماپي نه ٿي جان در بدن، دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ.

ڏک تو سوا مون تي ڏنا، تنهنجي ڏٺي سک سون مليا
ڏک سڀ ٿيا رنج ۽ محن، دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ.

جن ٿي جهليو توکي عجيب، سي رد ٿيا رهزن رقيب
عيدون ٿيون منهنجي صحن، دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ.

"خادم" ڪري ٿو زاريون، پائي ڳچيءَ گل ڳاريون
مهرئون چڏايو ڏنهن غمن، دلڙي ڪلي ٿي باغ باغ.

—

(١) "ڪليات خادم" ص ٩٩ ۽ ٩٨، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع.

عشق جي سوغات ڪي دلدار بخش
جنهن ۾ راضي ٿئين سڄڻ او ڪار بخش.

خلق ڪي هرص و هوس جي آ طلب،
مون ڪي شوق ۽ جذب جو جنسار بخش.

ڪين دنيا جي ڪپي ڪوڙي خوشي،
پنهنجي الفت جو امث آزار بخش.

جام جم جي آرزو مون ڪي نہ آهہ،
ڪيف پنهنجي قرب جو هر بار بخش.

منهنجي ناداري ڏسي منهن ڪين موڙ،
پنهنجي رحمت جو پريل پنڊار بخش.

خام "خادم" جي آهي سڀ آرزو،
پختگي ڏيئي، تون پنهنجو پار بخش.

—

# رسول بخش "رهي"

## ( — ١٩١٢ع)

منشي رسول بخش تخلص 'رهي' ذات جو بروهي ۽ اصل قلات جو هو. ٿئين عمر جي زماني ۾ هن ڪي خداداد خان ڪلات جي واليءَ جي حمايت ۾ انگريزن بمبئي جي پرسان "بورهہ" جي زندان خانہ ۾ قيد رکيو هو. هن قيد جي تڪليف کان تنگ اچي هڪ مناجات سہ حرفي چئي جنهن کان پوءِ هو جلد ئي آزاد ٿي وطن واپس وريو (١).

مناجات جو هڪ بند هي آهي:

الف اول اي منا مختار تون،
دل گهريو محبوب من جو ٺار تون.

---

(١) روايت نثار مغل ولد غلام سرور مغل ولد رسول بخش رهي.

مرسلن ۾ سرورا سالار تون،
مجتبي عاصين سندو غمخوار تون.

يا رسول الله واهن واهه تون،
سيدا هيڻن سندو همراهه تون.

هو شروع ۾ شڪارپور ضلع جي ڪليڪٽري ۾ سيڪنڊ منشي هو جتان ترقي ڪري مختيارڪار ٿيو. خان خداداد جي وفات کان پوءِ ڪلات ۾ سندس خاندان ۾ وڏا اختلاف پيدا ٿي پيا. انگريز سرڪار اختلافن کي دور ڪرڻ لاءِ منشي رسول بخش کي اوڏانهن موڪليو جنهن جي حسن تدبير سان اختلاف سهڻي نموني دور ٿي ويا، انهيءَ خدمت عوض برطانيہ سرڪار هن کي خانبهادر جو لقب ڏنو ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر بنايو. ۱۸۹۸ع ۾ جڏهن ڪراچيءَ ۾ پليگ پئي هئي هن کي انتظام واسطي ڪراچيءَ ۾ مقرر ڪيو ويو هو. "مفرح القلوب" هفتيوار پارسي اخبار جنهن ۾ سندس پارسي شعر شايع ٿيندو هو، جي ورق گرداني ڪندي معلوم ٿو ٿئي ته هو ۱۸۷۷ع ۾ ڪلات ۾ پوليٽيڪل ايجنٽ جي منشيءَ جي عهدي تي هئو، ۱۸۷۸ع ۾ روهڙيءَ ۾ سرڪاري لوڻ جي ڪارخاني جو ناظر هو ۽ ۱۸۷۹ع ۾ شڪارپور ۾ ڊپٽي ڪليڪٽري جي عهدي تي سرفراز هو. هو مير فيض محمد جي زماني ۾ خيرپور ۾ نائب وزير هو. هن کي انگريزن ۽ مير صاحب جي طرفان جيڪب آباد، قنبر (ضلع لاڙڪاڻو) ۽ خيرپور ۾ وڏيون زمينون مليل هيون. هن ۽ سندس خاندان جيڪب آباد ۾ رهائش اختيار ڪئي هئي سندن پاڙي کي نائبن جو پاڙو ڪوٺيو ويندو هو.

منشي رسول بخش پارسي جو مقبول شاعر هو سندس غزل نهايت احتمام سان مفرح القلوب ۾ شايع ٿيندا هئا، جنهن تي ڪيترا شاعر جوابي غزل لکندا هئا ۽ پاڻ به استاد شاعرن جي غزلن تي غزل لکندو هو. هو سنڌيءَ ۾ به غزل سرائي ڪندو هو، هن جا سنڌي غزل سنڌ سڌار ۾ شايع ٿيندا هئا. سنڌ سڌار ۾ به ڪيترا شاعر سندس غزلن تي غزل لکندا هئا ۽ هو انهن جي غزلن تي جوابي غزل لکندو هو.

رهي جي خاندان ۾ سندس پاٽ منشي غوث بخش خاڪي پارسي ۽ سنڌي جو شاعر هو ۽ سندس پٽ غلام سرور مغل سنڌي ۽ اڙدو جو ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي.

## ڪلام جو نمونو

هردم جدائي ۾ رئان جاني اچُ ايندو ڪڏهن
هتڙا ڪٿي رب ڪان گهران جاني اچُ ايندو ڪڏهن.

آمد بهار و شد خزان هر سو است شورِ بلبلان،
اي قاصدِ مژده‌رسان جاني اچُ ايندو ڪڏهن.

سرسبز ٿيو سڀ گلستان انهار ۾ بادِ روان،
ڪاڏگل اچي ڪرتون عيان جاني اچُ ايندو ڪڏهن.

اي قاصد شيرين‌دهان، ٻساري ٻيا ٻڪشا زبان
جندجان آهه قربان ڪريان جاني اچُ ايندو ڪڏهن.

هردم "رهي" آهه تو چوان هي مصرع رنگين زبان،
"سائل" جي هردم هي فغان جاني اچُ ايندو ڪڏهن (۱)

---

ناهه ڪو ثاني مٺي منٺار جو،
ناهه ڪو همسر سچي سالار جو.

خود خدا مادح مٺي منٺار جو،
ڇا ڪندو ڪو وصف تنهن مختار جو.

يوسفِ مصري باين حسن و نوا،
آهه پانهو سيدالابرار جو.

موسي و عيسي مرسل ٻيا مڙي،
سڀ کان درجو آ وڏو سردار جو.

احد ۽ احمد ۾ ناهي فرق ڪجهه،
ميم هڪ باعث ٿيو جنسار جو.

درد کان دانهون ڪيان تو دمبدم،
ڏي ادا قاصد نياپو يار جو.

---

(۱) سنڌ سڌار هفتيوار ص ۳، تاريخ ۱، نومبر ۱۹۲۸ع. هي غزل "رهي" ماستر عبدالواحد "سائل" جي غزل جي جواب ۾ جوڙيو آهي.

جان بلب آهي گناهن کون "رهي"
ڪر شفاعت لڳ خدا بدڪار جو.

شاعرن مان ڪو جي ڏي مون کي جواب،
آءٌ ڏيندس گولو سندس گفتار جو (١).

هن غزل جي جواب ۾ "نصيح" تخلص واري شاعر جوابي غزل لکيو آهي جيڪو مجاز جي رنگ ۾ آهي، ان جو مطلع آهي:

ڏي صبا آڻي نياپو يار جو،
دوست دلبر دل گهرئي دلدار جو.

---

# محمد اسلم علوي "اسلم"

[ - وفات ١٩٠٩ع کان پوءِ]

محمداسلم علوي حضرت فقيرالله شاهه علوي جو پڙپوٽو ۽ شڪارپور جي قديم پرائمري استادن مان هو. ١٨٧٨ع ۾ بوچاڻجي جي اسڪول جو هيڊ ماستر هو. پنهنجي وقت جي سٺن غزلگو شاعرن مان هو. هن جا غزل سنڌ سڌار اخبار ۾ شايع ٿيندا رهندا هئا. ڪيترن شاعرن سندس ڪلام جي تعريف ڪئي آهي.

خليفو قاسم چوي ٿو:

هڪ غزل اخبار نالي سنڌ سڌار
منجهه ڏٺم وهه وهه سالم صفا.

جو چيو "اسلم" ته عالم جي مٿس،
آفرين صد آفرين جس جس سدا.

هوش حيرت ۾ پيو ڏانهس ڏسي،
چا سندس مضمون معني مغز چا (٢).

---

(١) شاعران شيرين بيان ص ٢٥، قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ، حيدرآباد
(٢) "ديوان قاسم" ص ٥، پوڪرداس اينڊ سنس شڪارپور ١٩٣٦ع.

عبداللطيف "لطيف" پڻ شاعرن سان گڏ "اسلم" کي داد ڏئي ٿو:

اڪمل و اسلم ۽ خاطي خوب ڪن ٿا گفتگو،
بلبلن جان خوش‌نوائي ٿي اچي گلزار ڪان (١).

"اسلم" جي غزلن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته قاضي قادربخش ثاني شاعر سان سندس جهڙپ ٿي هئي. هن سندس غزل مان غلطي ڪڍي هئي جوابي غزل ۾ هن پڻ "هن" جي غلطي نروار ڪئي آهي.

خاتم‌الشعراء قادربخش آهي منجهه جهان،
غزل مان غلطي ڪڍڻ ۾ آفرين انکي ڏسن.

چوڪ قادربخش ڪئي منجهه صرف ڏاها مر ڏسن،
سال ٿيا سڪندي جنهين‌لئي اڳڻ منهنجي سي اچن (٢).

"اسلم" جو ڪلام گم ٿي ويو آهي ڪجهه غزل سنڌ سڌار جي سيني ۾ محفوظ آهن، سندس غزلن ۾ مجاز سان گڏ عشق حقيقي جو پرتو آهي.

## ڪلام جو نمونو

طالبن جي تات تاري آهه پنهنجي يار سان،
پل نه پاسي ٿين حاضر پرينءَ جي پيزار سان.

عاشقان هر لحظه گريند از برائي وصلِ دوست،
بس نه ڪن برسات ڪون مي چشم خون افشار سان.

پڪ پيڻ اصل عاشق سر ڪنيون هٿ ۾ گهمن،
سر جو سانگو نا رکن سي چشم خون افشار سان.

مست متوالا ٿين ٿا، جڏ پسائي پاڻ تو،
جيئن ڪليم‌الله بيخود طور جي ديدار سان.

غير غيرت ڪيو ڪدورت صاف سالم ٿي سچو،
تڏ ملين محبوب پنهنجي کي انهي آچار سان.

---

(١) عبداللطيف سنڌ سڌار ص٢، تاريخ ١٥، فبروري ١٨٧٨ع.
(٢) شاعران شيرين بيان، قلمي ص٣٢، ملڪيت مرزا عباس علي بيگ، حيدرآباد.

مهه لقا بـر درگهت اسلم همين نـالـد فقير،
وقتِ نزعم بخش ايمان را پنهنجي آڌار سان (۱)۔

—

اي صبا ساري سڻائـج تـون سنيهو کي پرين،
عشق ۾ جنهن کي اڙايئه سور سي ويـنا سهن۔

مرسان ۾ مرڪندڙ ۽ مشتهر مـولـيِ کيو،
اسم پاڪيزو پرين جو پرت مان احمد پڙهن.

نظر تنهنجي نازڪا ڪامل آهي جان ڪيميا،
درمِ دل مارا ڇو، زر ڪن احمدا واهر ولهن۔

ماڙ مون مسڪين تي اي مصطفيٰ ڪن از ڪرم،
آهه ڇو پانهو اوهان جو اسم "اسلم" تنهن چون (۲)۔

## عبداللطيف "لطيف"

عبداللطيف "لطيف" سنڌ جي انهن شاعرن مان آهي جن سنڌي غزل جي واڌاري ۾ شروعاتي ڪم ڪيو آهي۔ هو سانگي جي بزرگ معاصرن مان هو۔ ڪيس انهيءَ لحاظ سان خليفي قاسم جو هم عصر چئي سگهجي ٿو، ۱۸۷٦ع ۾ جهرڪن ۾ پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر هو۔ ڪيس ٿٽوي بہ ڪوٺيو ويو آهي۔ سندس تعلقات پنهنجي وقت جي شاعرن خاص طرح غلام مرتضيٰ شاهہ مرتضائي سان گهرا هئا، جنهن پنهنجي ديوان ۾ وقت بہ وقت هنکي ياد ڪيو آهي۔

مرتضائي چوي ٿو:

لطيفا مـرتـضـائـي ڏس، محبت جـو فدائي ڏس،
نہ تنهنجي بيوفائي ڏس، هلي هيجان اجهو آيـو۔

مرتضائي هن کي پنهنجن غزلن تي غزل چوڻ جي دعوت ڏيندي چوي ٿو:

---

(۱) "سنڌ سڌار" ص۲، تاريخ ۱۵، فيبروري ۱۸٧٨ع.
(۲) شاعران شيرين بيان" قلمي ص. ۳، ساڪيت مرزا عباس علي بيگ، حيدرآباد.

هن غزل جو حال وٽ ڪـان ماستر عبداللطيف،
مرتضائي بي گمان ويو مست ميدان ڪي چڙهي (۱)۔

لطيف پنهنجي غزلن ۾ پنهنجي دور جي شاعرن کي داد ڏنو آهي خليفي قاسم لاءِ چوي ٿو:

قـاسم جهو نہ ڇاٽان سگهہ سـرت جي سيڄاڻان،
سورهہ اڳيان ساڻا ڪمزور ڪل ڪرارا (۲)۔

پنهنجي هڪ ٻي غزل ۾ ڪيترن شاعرن جي تعريف ڪندي چوي ٿو:

رحم سان راحم ڪرين مسئول "سائل" جو روا،
تند مصري ٿي خجل جنهن جي شڪر گفتار کان۔

شعر گوئي جي فصاحت ختم ٿـي "قاسم" اتـي،
گوءِ سبقت جي نيائين هر ڪنهين هشيار ڪـان.

شاهہ فاضل پـڻ فصاحت ۾ ڪـري ڏايو ڪلور،
بحر مان غواص جان موتي ڪڍي پاتـار مـــان.

اڪمل و اسلم ۽ خاطي خوب ڪن تـا گفتـگو،
بلبلن جان خوش نوائي ٿي اچــي گلزار ڪـان.

واهہ قانع ۽ خيالي جـــو ڏسان تـو پـڻ خيال،
روح کي فرحت رسي ٿي تن سندي اشعار ڪـان۔

مست تو چو؟ مان آهــي جوش ۽ جـولان ري،
هڻ هڪل هشيار هاڻي سرت واري تـــار ڪـان.

ڪر لطيفا مدعا هر ڪنهن سندي تـون مستجاب،
ڏات ڏيارج ڪان شفاعت دين جي مهندار ڪان (۳)۔

"لطيف" پنهنجي همعصر شاعرن جي دعوت تي غزل لکيا آهن ۽

(۱) ديوان مرتضائي ( قلمي )
(۲) سنڌي ادب جي تواريخ ص ۲۰۲
(۳) سنڌ سڌار ص ۲، تاريخ ۱۵، فبروري ۱۸۷۸ع۔

ڪن شاعرن سندس دعوت جي جواب ۾ پڻ غزل لکيا آهن. هيٺين مطلع وارو غزل لطيف، عبدالواحد "سائل" جي جواب ۾ لکيو آهي (١).

زلف مشڪين واسيو عالم سڄو هيڪار ڪان
تي جگر خون شرم ڪان نافور سين تاتار ڪان.

عبدالواحد "سائل" هيٺين مطلع وارو غزل سندس غزل جي جواب ۾ لکيو آهي (٢).

مون کي ڇڏي وڃي وٽ اغيار يار يار،
خاطر ۾ ترس کو تون دلدار ڏار ڏار.

هن جا ماستر امام بخش خادم شڪارپوري سان دوستاڻا تعلقات هئا، سندس خادم ڏانهن لکيل ڪيترا منظوم خط بياض خادمي ۾ محفوظ آهن، هڪ خط هن ريت آهي:

ڇمي خط اڪين تي رکيم يار جو،
وفادار منٺار سـڄـار جـو.

ويا غم ۽ گوندر ۽ ارمان ڪل،
خوشي خورميءَ جو اٿيو خوب هل.

گسر ڪين گهرجي سڄارن ڪنان،
ائين مون پڌو عقل وارن ڪنان.

ڇوي حاضر آن وقت عبداللطيف،
تہ آهيان گهنگار بنـدو ضعيف.

دعا ڪا ڪريو خير جي حق ڪان،
تہ قابو هجان بـدسگالن ڪنان.

هدايت ٿئي رب ڪان مون عطا،
ڪري بخش منهنجون سڀئي خطا (٣).

(١) سنڌ سڌار، ص ٢، تاريخ ١٥، جنوري ١٨٧٨ع.
(٢) سنڌ سڌار ص ٢، تاريخ ٢٥، فبروري ١٨٧٨ع.
(٣) "ڪليات خادم" ص ٨٤، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٥٨ع.

لطيف جا جيڪي غزل مليا آهن، انهن جي مطالعي جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته هو پنهنجي دور جو رنگين طبع غزل گو شاعر هو. هن جي غزل ۾ رواني، سلاست، مضمون آفريني ۽ مجاز موجود آهي. سندس دور جي ڪيترن شاعرن جو ڪلام پند ۽ نصيحت سان ڀريل آهي پر لطيف جي ڪلام ۾ مجاز ئي مجاز آهي. هن جا ڪيترا غزل مسلسل غزل آهن. هن جي هڪڙي مسلسل غزل ۾ بهار جي آمد جي رنگارنگ تصوير چٽيل آهي.

## ڪلام جو نمونو

خوبرو دنيا ۾ آهن صد هزار،
يار گلرخسار جا اوصاف ڌار.

رم ٿيا سان هڪ نظر وحشي ظبي،
مست مخمورن اکين تي هوشيار.
دور گر آهيان نظر کان ظاهري،
ليڪ باطن پانئيان نزديڪ يار.

اصل کان جو وصل سان خوگير هو،
يا خدا مهجور سو ميڙي پيهار.

قصد ڪيچي قافلي سالار جو،
ڏس نه ڏي ڏهنگر ڪٽي توڏن تنوار.

نامرادن تي نوازش جو نگاهه،
وصف ان جي نام جي ڪن نامدار.

آب دريا جان رکي جاري ڪرم،
باب تي ان جي اجايل بيشمار.

درد وارن جو ونس دائم هجوم،
آهه بيڻل چارهه سازي نٿي قطار.

نخل هستي ڪن برومندش لطيف،
ياد ٿئي تو شيخ سان منهنجي پچار(١).

---

(١) سنڌ سڌار، ص ٢، تاريخ نومبر ١٨٧٨ع.

خواب ۾ يار جو ڏٺم درشن،
جان ۽ مال گهوريان تن من.

محب مشتاق سان مَ ڪر ماٺا،
درد مندن جي آهه کان ڪر جتن.

تپ وڇوڙي جو تو مون کي ماري،
ور مسيح آهه نيم جان بدن.

زلف يا آبنوس يا ڏين،
شرم کان روسياهه مشڪ ختن.

ڪشتي ابروءِ موج چين بجبين،
غبغبش ورطہ، چشم طوفان زن.

عشق جو علم بحر بي پايان،
عقل جي ناخدا جو زور شڪن.

هڪ ڏيچارن ڪُنن سندا ڪڙڪا،
پي نہ پيڙي، ليو نہ ونجهہ نہ گن.

لگ خدا پار ڪر او ڪشتيبان،
هن مهجور کي پساءِ وطن.

ڪر تسلي ڪلي "لطيف" گدا،
هٿ کان شاهہ جي نہ ڇڏ دامن (١).

## عبدالواحد "سائل"

عبدالواحد تخلص سائل پنهنجي وقت جو پرگو شاعر ٿي گذريو آهي.
هو ١٨٧٨ع ۾ پهارا ۾ هيڊ ماستر هو. مولوي دين محمد وفائي هن جي لاءِ
پين شاعرن سان گڏ لکي ٿو، "تيرهين صدي هجري ۾ سنڌ ۾ وڏا نامور شاعر
پيدا ٿيا جي پارسي شعرن سان گڏ سنڌيءَ جي بہ خدمت ڪندا رهيا جن
مان غلام محمد شاهہ 'گدا'، مولوي غلام محمد (پير جهنڊي وارو)، مخدوم

(١) نبي بخش بلوچ "سپ رنگ"، ص ٢١٠، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ١٩٦٨

محمدابراهيم 'خليل' ٺٽوي، سيد غلام مرتضيٰ شاهه 'مرتضائي'، آخوند عبدالواحد 'سائل' حيدرآبادي، خليفو 'قاسم'، حافظ حامد وغيرهه زندهه جاويد شاعر آهن"(١).

مولوي وفائي جي تحرير مان معلوم ٿو ٿئي ته "سائل" زندهه جاويد شاعر به آهي ۽ حيدرآبادي به آهي.

هو خاندان نقشبندي جو مريد هو. هن غزلن کان سواءِ مثنوي يوسف زليخا به لکي هئي جا ڇپجي چڪي آهي.

محمد هاشم مخلص پنهنجي نوجواني واري شاعري جي شروعاتي دور ۾ هڪ غزل جنهن جو مطلع ۽ مقطع هيٺ ڏجي ٿو، عبدالواحد "سائل" ڏانهن ڏياري موڪليو هو.

مشتاق ٿيس يار تنهنجي جاوهه گري جو،
هرگز نه اٿم شوق ڪنهن حور پري جو.

ڏيکار ذرا جوهر شمشير زبان جو،
هي موقعه مخلص ٿيو سنڌني ناموري جو.

"سائل" امتحاناً هڪ غزل جوڙي مخلص ڏي موڪليو، جنهن جا به شعر هي آهن:

يا رب وراءِ وارو ورائي وصال جو،
آهيان ڏتل ڏکويل هجر و ملال جو.

ڪنهن طرح زندگاني پنهنجي بسر ڪري،
هي مرغ نيم بسمل تنهن خط ۽ خال جو.

"مخلص" سائل جي جواب ۾ جيڪو غزل موڪليو تنهن جو مطلع آهي:

هي ٿيو نشان عشق ڪلورت مآل جو،
تربت تي منهنجي ڍير ٿيو گرد ملال جو.(٢)

---

(١) دين محمد وفائي مولوي "مهراڻ جون موجون"، ص ٨، مضمون "سنڌي زبان جي مختصر تاريخ".

(٢) "مخلص" ماهوار جنوري ١٩٣٨ع، حيدرآباد.

## ڪلام جو نمونو

هي املاڪ دل اڙي دلدار سان،
سروقد سيمين بدن سردار سان.

جو نه سورن ۾ سڙي آهون ڪري،
جنهن اڙائي اک اڙانگي يار سان.

درد دل جو هاءِ ڪريان ڪيئن بيان،
ٿي مقابل شڪرين گفتار سان.

تو رقيبن جو ڏسان هرسو هجوم،
جي نه ساعت گڏ سهن دلدار سان.

ڪهل جو ڳي هجر ۾ حالت سندم،
چئو صبا تون ويچ تنهن وينجهار سان.

سال سڪندي ٿيام تولئي هوت هاڻ،
ڪرنه ماڻا مون نڌر نادار سان.

رشڪ کان سينو جلي ٿئي داغ داغ،
ويل جنهن ساجن وهين اغيار سان.

وصل لئي تنهنجي سدا "سائل" سوال،
تو رڪي قادر قوي ڪتار سان (١).



گلستان سبز ٿيا چوڌار ٿيو هبڪار گلگل ۾،
خوشيءَ ۾ ناٽ نخري جو پيو پڙڪار بلبل ۾.

زمرد رنگ ٿيو صحرا، شدهه صحن چمن دلچسپ،
چتون قمريون هڻن جهمريون، پکي پيا شور غلغل ۾.

ڏسي بلبل سندا نخرا، ڪري جا گل مٿي هردم،
پوي منٺار جاني يار تنهنجي سار پلپل ۾.

(١) سنڌ سڌار هفتيوار ص ٢، تاريخ ٨ نومبر ١٨٧٨ع.

اهائي آرزو آهي مدامي، مون سنڌي دل ۾،
ڏکويل حال جا دفتر سٽايان هوند محفل ۾.

رقيبن روڪ ڪي رانا، ڇڏن مون کي نه سي ڪاٽا،
ڪريان دل زار جو اظهار هُن هي ڪيئن محفل ۾.

جياپو جيءَ جڏي جو آهه آواز جرس يارو،
مثال قيس تي مفتون ڪيان تو چشم محمل ۾.

وڃي پٺي ور ورا ڪن ۾ ورائڻ ڪان ويم دلڙي،
سندر خاطر سندو مسڪن ٿيو خمدار ڪاڪل ۾.

رهيا جي عشق ڪان اوڪا حياتي تي تني جي حيف
سري جن سرڪ ساقي ڪان، هلن سي مرد منزل ۾.

ببايد نقد جان ايثار "سائل" برسرين مصرع،
جڳائي "عاصيا" توکي رهڻ صبر و تحمل ۾.

اجابت لاءِ "خاطي" ڪان، ڪيم سبقت غزل هن جي،
نڄاڻا سو صراحيءَ تي ڪڏهن آهيندو قلقل ۾ (۱).

هي غزل "سائل "عاصي" جي غزل جي جواب ۾ لکيو آهي ۽ خاطي کي غزل چوڻ لاءِ هرکايو اٿائين.

---

# عبدالله "راهي"

عبدالله ذات جو مهر (۲) تخلص 'راهي' لکوي شڪارپوري هو. مرتضائي هن کي پنهنجي غزلن ۾ گهڻو ياد ڪيو آهي جنهن مان سمجهجي ٿو ته هن جي مرتضائي سان دوستي هئي. مرتضائي، غلام محمد شاهه 'گدا' سان جيڪو جهيڙو ڪيو هو ان ۾ "راهي" مرتضائي جي ڌر هو. هن جا ماستر امام بخش خادم شڪارپور واري سان به دوستانه تعلقات هئا.

(۱) سنڌ سڌار ص ۲، تاريخ ۱۳، ڊسمبر ۱۸۷۶ع.
(۲) "راهي" جو نالو ۽ ذات مرتضائي جي ان غزل جنهن ۾ هن پنهنجي همعصر شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي، جي مٿان ڏنل نوٽ مان معلوم ڪيو ويو آهي.

## ڪلام جو نمونو

عشق آتش تي اندر ذونڪي ڏني
صبر سامان ٿو سڙي چونڪي ڇني.

آسمان دل تي اڀريو سور سج،
تاوَ تنهين جي ڪان سدا ٿو تن تپي.

عشق جو درياهُ اونهون گهڻو،
ڪو مهاڻو نا سگهي ماپي سپي.

راهه ۾ گپ چڪ اڻاوا لاهه چاڙهه،
رهنما ريءَ سوار جو گهوڙو ڳپي.

چيٽ سان هل، پڻ چڱي پرچست ٿي،
آرسي اوراق رک ٿهه پهه ٿپي.

يار گل رخسار جي مون وٽ اچي،
دل ٽپي جيئن گل اتي بلبل ٽپي.

”لطف“ مصرع ٿو سنڌي دل سان لڳي،
رمز رانجهن جي نه ڪنهن چندسان ڇپي.

”راهيا“ الفت رکي الله سان،
جهد ڪر ڪي وٽ جواني ۾ جهپي(١).

---

# گل محمد ”گلڻ“

گل محمد ولد يوسف لونڪائي ٺٽوي تخلص ’گل ۽ گلڻ“ پنهنجي دور جو سٺو شاعر هو. مرتضائي پنهنجي غزلن ۾ جن شاعرن جو ذڪر ڪيو آهي انهيءَ ۾ هن کي هيئن ياد ڪيو آهي.

---

(١) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر ”سپ رنگ“ ص ٢١٣، مهراڻ آرٽس ڪائونسل ١٩٦٨ع.

گلشن خيال ۾ ڏس ”گل“ ڪي رسي خزاني،
”رعنا“ بباغ راحت نازڪ نصيب ڏسجي.

## ڪلام جو نمونو

ڪير توکي ٿو چوي تان پنهنجي يارن ۾ نه ڳڻ،
خاڪ پا سمجهي تون پنهنجي خاڪسارن ۾ نه ڳڻ.

شمعرو پروانه جان آهيان توهان جي منهن تي محو،
چاڻ دلسوزن ۾، يا تون جان نثارن ۾ نه ڳڻ.

مست آهن نشئه پندار ۽ دنيا جا دوست،
هوش وارا تون تنين کي هوشيارن ۾ نه ڳڻ.

عشق جو ڳجهه ڪاتي ٿو، نيڻن جي لڙڪن ۾ لڪي،
راز سانڍيو ٿو گهمان تون رازدارن ۾ نه ڳڻ.

سوز ۾ ساڙيل هدا هردم رهي مخمور مست،
پال سان مون کي پلارا عرضدارن ۾ نه ڳڻ.

اي گلڻ تسبيح کي ڪر دور راهه، عشق ۾،
داڻ ڳوڙهن جي کي تون پنبڻن جي تارن ۾ نه ڳڻ (١).

---

# فصيح

فصيح هن شاعر جو نالو آهي ۽ هن بابت وڌيڪ معلومات ملي نه سگهي آهي. سنڌ سڌار ۾ نه صرف هن جا غزل ملن ٿا پر ڪيترن شاعرن جي غزلن تي هن غزل چيا آهن ۽ ڪيترن شاعرن هن جي غزلن تي غزل چيا آهن. هن جي غزلن ۾ غزل واريون سموريون رعنايون ۽ رمزون سمايل آهن.

---

(١) نبي بخش باوچ ڊاڪٽر ”سپ رنگ“ ص. ٢١، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد

## ڪلام جو نمونو

ڏي صبا آڻي سنيهو يــار جـــو،
دوست دلبر دل ڳهري دلدار جو.

تو وجهان فالون نهاريان چوطرف،
ڪو لوين ڪانگل پرين جي پار جو.

روزشب جيئن درد سان دانهون ڪيان،
تئن مچي تو مچ اندر آزار جو.

هوت لئہ هرهر هنجون هاري ڪيوم،
ورد تـجري تحتيهاالانهار جـو.

هجرجي هانيي ڪيو ٠ون کي هلاڪ،
ڪو دلاسو دوست جي ديدار جو.

ڪا اٿو منهنجي مسيحا جي خبر،
حال ڪونهي برهہ جي بيمار جو.

جي اچي پيرا پري پرتون پيچي،
ٿئي اپر احسان هڪ هڪ وار جو.

ٿـي فنا فيالله فرقت ۾ فصيح،
ناهہ ڪو واقف انهي اسرار جو.

—

## محمدعثمان "عثمان"

مخدوم محمدعثمان ڪـور واهہ ضلع حيدرآباد جو وينل هـو. ڪڏهن ڪڏهن سخن سنجي ۽ غزل سرائي ڪندو هو.

### ڪلام جو نمونو (١)

دلاسو ڪو ڏيو دل کـي ـ اچـي اي دوست دلدارا
لــقا ڏيکاريــو مـــاکي ـ اچي اي دوست دلدارا.

---

(١) "سنڌ سڌار" ص ٣، تاريخ ١٥، نومبر ١٩٢٨ع.

ڏسڻ سان تنهنجي اي جاني - ڪئي سون جان قرباني،
نہ تنهنجو آهہ ڪو ثانـي - ڪٿي اي دوست دلدارا.

بہ پيشت مي ڪنم زاري - بڪن مارا تو غمخواري،
ڏيو ڪـا هـاڻ دلداري - اچي اي دوست دلدارا.

ڪريان تولاءِ ٿـو دانهون - سنجهان دل دردجي آهون،
سڻو منهنجون اوهان دانهون - اچي اي دوست دلدارا.

تنهنجي نازن مونکي ماريو - سدا تن آهيان ساڙيو،
پياو مـي محبت ڏيـو - اچي اي دوست دلدارا.

سڪي تولئہ پيو ”عثمان“، هنيو جنهن کي تو آهي ڪان،
ڪرڻـو تنهنجو اچـي درمان، اچـي اي دوست دلـدارا.

—

# يارمحمد ”قانع“

ميان يارمحمد تخلص 'قانع' ١٨٧٨ع ۾ شڪارپور ۾ ورنيڪيولرسڪول نمبر ٻي ۾فرسٽ اسسٽنٽ ماستر هو. پنهنجي وقت جو سٺو شاعر هو سندس غزل ۾ رواني ۽ رس آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

حال هيٺون سندم خدا ڄاڻي،
ڪين دلدار بيوفا ڄـاڻي.

هجر جي گهاو آ وڏو گهائي
دوست هن درد جي دوا ڄاڻي.

هن سفاڪ کان ٻچو يـارو،
خون عاشق سندو حنا ڄاڻي.

---

(١) شاعران شيرين بيان، قلمي.

لاء گل جي رئان، ڪلن اغيار
قدر بلبل جو زاغ ڇا ڄاڻي.

خون خستہ دلن سندو ساڄن،
آب شيرين ۽ صفا ڄاڻي.

نيم بسمل نمود عشق او،
قتل عاشق سندو روا ڄاڻي.

موٽ پارس پنهل پياسي جا،
سور سر تي سندم نڪا ڄاڻي.

جي ڪڍيئہ ڏک فراق ۾ قانع،
سي سپيئي محب مهہ لقا ڄاڻي.

—

يا الاهي حبيب ڪي آڻج،
نور نرمل نجيب ڪي آڻج.

گلبدن و گل رخ و گل گلزار،
خوش الحان عجيب ڪي آڻج.

هجر جي درد جي دوا جنهن وٽ،
يا خدا تنهن طبيب ڪي آڻج.

منجهہ گلشن ڪايا هزارين گل،
زودتر عندليب ڪي آڻج.

ساڻ "قانع" ماهو اڇي مهہ وش
اڄ نہ رهزن رقيب ڪي آڻج(١).

—

(١) سنڌ سڌار، ص ٢، تاريخ ١٨، جنوري ١٨٧٨ع.

# قاضي عبدالوهاب "خاطي"

قاضي عبدالوهاب تخلص 'خاطي' جهانگارا تعلقه سيوهڻ جو ۽ پنهنجي دور جو شيرين زبان شاعر هو. سندس غزلن ۾ پاهرين رنگ سان گڏ مقامي رنگ پڻ آهي.

## ڪلام جو نمونو

اڳانگي عشق بيشڪ جوش پاريو ٿـي
مگر آخـر نتيجو نيڪ ڌاريـو ٿـي.

ڏسو فرهاد هـو حـيـران مٿي شيريـن،
جبل کي جنهن ڪهاڙي سان ڌاريو ٿي.

محبت عشق ۾ مجنـون سـوهيو ٿـي،
جڏهن ليلي سندو هـن زلف سـاريو ٿـي.

عمر آندي، ڪري باندي، مٿي مـاندي،
وطن پڻ مارئي سـرتيون سنڀاريـو ٿـي.

رتو راڻـو ڏسـي پيٽن سندو پـاڪر،
[illegible] آب ڳاريو ٿـي.

هٿان ليلان پئي چـو پـو [illegible]
چنيسر ڪانڌ ڪونرو سان قراريـو ٿـي.

ڏسي صورت بديعل جي وجـي سيفـل،
قضا جو سپ ڪشالو پاڻ پـاريو ٿـي.

—

# شيرمحمد قريشي

ميان شيرمحمد قريشي جيڪب آباد جي سول ڪورٽ ۾ سرشتيدار هو، هن جو وطن شڪارپور هو. فارسي ۽ سنڌي ٻنهي زبانن ۾ شاعري ڪندو هو. هن جا غزل مفرح القلوب ۽ سنڌ سڌار ۾ شايع ٿيندا هئا.

## ڪلام جو نمونو

پسي گل رخ ٿيو پاڻي، ٿي نرگس نظر سان فاني،
هاي صورت جو لاثاني، جڏهن بستان ۾ آيو.

حسن جي تاب ڪٿي تابش آيا ماڻهو سي منجهه ڪرمش،
قمر ۽ شمس قرباني، جڏهن رخشان ۾ آيو.

هٽي تو هاڻ نيڻن جا، ڦٽي سينا تو ڪوپن جا،
بهادر جنگ جو باني، جڏهن ميدان ۾ آيو.

پرن جي سيڻ سي گهايا، ڪمند زلف جڪڙايا،
لڳي حملن جي حيراني، جڏهن جولان ۾ آيو.

ڏنو دلبر دلاسو مون، ملڻ تنهن جي نوازيو مون،
ڪري مون تي مهرباني، جڏهن احسان ۾ آيو.

شيرمحمد ”شائق“ احمد جو، صاحب لولاڪ سرور جو،
جنهين لئه ذڪر رحماني ڏسو فرقان ۾ آيو. (١)

# نورمحمد ”نور“

قاضي نورمحمد قريشي خيرپور ميرس جي ٺيڙهي شهر جو وينل هو. ١٨٧٨ع ۾ پيرلوء جي پرائمري اسڪول ۾ ماستر هو. سندس ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي ته پارسي ۽ عربي پڙهيل هو ۽ سنڌ سڌار اخبار هن ۾ غزل چوڻ جو چاهه پيدا ڪيو هو.

## ڪلام جو نمونو

اي صبا ساجهر سهرين ڏي وڃيج
هي نپاپو هوت ڪي ڪوڏان ڪهيج.

تو بنا جاني جيئڻ جنجال آهي،
مهر سان مشتاق ڏي وهلو وريج.

(١) شاعران شيرين بيان، قلمي ص، ٢ ملڪيت مرزا عباس علي بيگ، حيدرآباد.

قُل قَد اِذ هِبت عن قلب الحزن،
قاصدا هي پهه قريبن کان پڇيج.

دل همي رنجد ز دردت دائما،
تون اڇي اڄ سور سو ڪامل ڪٽيج.

دل اچي دلبر اوهان لئي دمبدم،
آهُ سگهو اڄ هن ڪميني ڪر لهيج.

اشڪِ خوني از عيونم مي رود،
آهه هائي آتشين من سٽيج.

نورمحمد تي اچي نامِ خدا،
اي ڪرامت جا ڪڪر قربان وسيج (۱).

---

سڪندي جنهنکي ساريان سو دلربا ايندو ڪڏهن،
هي هي ڪيو جر هاريان سچ چئو صبا ايندو ڪڏهن.

ويني سدا واڏون ڏسان ساريو سڄڻن کي سڪان،
قاصد ادا توکان پڇان جاني الا ايندو ڪڏهن.

دل اوچتو جنهن سان اڙي جند جان سورن ۾ سڙي،
جڙ جان جي جنهن سان جڙي سو يا خدا ايندو ڪڏهن.

دل درد سان داهون ڪري اڌ رات سان آهون ڪري،
پرتيون پرين پيرا پري، قاصد ادا ايندو ڪڏهن.

پلپل پرين جي پور ۾، داڙي سڙي ٿي سور ۾،
گهايس جنهين جي گهور ۾ سو مهه لقا ايندو ڪڏهن.

جنهن برهه ۾ بيمار ڪيو يا ڪي وڃي سو يار ٿيو،
جو دل لٽي دلدار ويو سو بيوفا ايندو ڪڏهن.

---

(۱) سنڌ سڌار، ص ۲، تاريخ ۱۱، جنوري ۱۸۷۸ع.

نت نورمحمد ٿو رڙي، ساريو سپرين ڪـي سڙي،
انجي اڱڻ پيرا پري، مشڪل‌ڪشا ايندو ڪڏهن(۱).

—

## محمدصديق "صديق"

ماستر محمدصديق تخلص 'صديق' شڪارپور جو وينل هو، ائين ٿو محسوس ٿئي ٿو ته هن ڪي پنهنجي همعصر شاعرن جي صحبت ۾ شعر چوڻ جو شوق ٿيو هو. ڪڏهن ڪڏهن غزل چوندو هو.

### ڪلام جو نمونو

جادوگرا تون جادو لائي وئين مونکي،
سان رمز رمزدار تون گهائي وئين مونکي.

گريان زار آهيان بر خـــاڪپائـي تـو،
هي پيچ پرت جو تون پائي وئين مونکي.

اي گلعذار بي گلِ رويت چون عندليب،
دانهون ڪريان جو يار ڏڪائي وئين مونکي.

ميخواهم از خدا ڪه بر بينم جمالِ تو،
هي تار تن ۾ دلبر لائي وئين مونکي.

صديق ڏي تون مهر رخ هائي وراهه واڪ،
چو درد هجر جي ڪان رنجائي وئين مونکي.(۲)

—

جوان جوين دار تـــون مونـــج وري،
محب مهه رخسار تـــون مـــونـــج وري.

رات ڏينهن ديـدار تنهنجو تـو گهران،
يار گلـرخسار تـــون مولـــج وري.

---

(۱) سنڌ سڌار، ص ۲، تاريخ ۲۵ آڪٽوبر ۱۸۷۸ع.
(۲) سنڌ سڌار، ص ۲، تاريخ ۴، آڪٽوبر ۱۸۷۸ع.

گل مڙيا گلزار ۾ آيو بهار،
خوش ڪليا گلنار تون مونج وري.

ساهه ساقي ٿو سڪي توله مدام،
پر پيالو پيار تون مونج وري.

واعدا جي محب تو مون سان ڪيا،
پاڙ سي سردار تون مونج وري.

ڪر ڪرم جاني اچي صديق تي،
هوت سيني ٺار تون مونج وري (١).

---

## محمد يوسف "مسڪين"

ميان محمديوسف تخلص 'مسڪين' ١٨٧٨ع ۾ مغلين ۾ ملستر هو. پنهنجي همعصر شاعرن جي غزلن تي غزل لکيا اٿس ۽ جن هن جي غزل کان متاثر ٿي انهن تي غزل لکيا آهن. هن جي غزل ۾ رواني، رنگيني ۽ راحت آهي.

### ڪلام جو نمونو (٢)

اي ادا بادِ سحر ڪو ڏي نياپو يار جو،
مرحبا فرخ سير ڪو ڏي نياپو يار جو.

وئي پلارا ڏينهن ٿيئه، سپ خير سک هو قاصدا،
تو پنهان مون ڪيا حشر ڪو ڏي نياپو يار جو.

ياد جن جي ۾ وجن هر هر رڳون طنبور جان،
تن ڪٺي ٿي ڪا پڇر ڪو ڏي نياپو يار جو.

---

(١) "سنڌ سڌار"، ص ٢، تاريخ ١، فبروري ١٨٧٨ع.
(٢) "شاعران شيرين بيان" قلمي ص ٢٤، ٣٨.

عندليبن ڪالهہ خوش الحان سان ٿي ڀـوليو،
سبز ٿيا سڀ دشت و در ڪو ڏي نياپو يار جو.

دائودي زنبق ۽ موتي باغ ۾ ڪيو ڇهڇٽو،
خوش درختن ڪيا عشر ڪو ڏي نياپو يار جو.

دوش در هجران جانان آهہ چون ڪردم ز سوز،
خام ٿيا لرزان جگر ڪو ڏي نياپو يار جو.

آئيا ڏينهڙا بهاري ڇٽو سڄڻ ايندا ڪڏهـن،
هاڻ مسڪين ڪر خبر ڪو ڏي نياپو يار جو.

—

مهہ رخـا آڻ سـي سندو اونـد،
عيد آئي ٿيون دليون خـورسند.

حـال بين آهيان سـدا پابند،
رحم سان ڪر نگاهہ روزي چند.

مست مخلوق ٿـيـا پسي جلوو،
فڪر ۾ پيو وحوش و مرغ و درند.

داستان هجر چون بلبل خـواند،
مـاسوا از نشاط شـد در بند.

يار آهي اچـا ڪ ويـو هجري،
ساقيا ڪـر سچي اٿئي سـوگند.

واهہ ڪج يـا سچار مرسـل مير،
ڪرم ۾ آهيان مـان آسـاوند.

سخت آهـيـان مجوز ۾ فـاسق،
يـا شفيع الـورا سهائم رنـد.

فسجت جان ڪني ۾ وقتِ نزع
ناهہ مسڪين ۾ ڪا طلعت تند.

هن غزل ۾ صنعت توشيع استعمال ڪئي وئي آهي پهرين سٽ جي پهرين حرف وٺڻ سان شاعر جو نالو محمديوسف ۽ ٻي سٽ جي پهرين حرف وٺڻ سان سندس تخلص 'مسڪين' نڪري ٿو.

---

## جشن مل "جشن"

جشن مل پٽ منشي ريواچند مير چندائي تخلص 'جشن' حيدرآباد جو ويٺل هو. غزل جي عاشقن مان هڪ هو.

### ڪلام جو نمونو

دل سدا ساري سڄڻ سردار ڪي،
من سڪي ٿو محبتي مختار ڪي.

شال انجي وصل جو وارو ڪري،
دفع هن دوري سندهہ دشوار ڪي.

لئي ماڻ انجي گهران دم دم دعا،
آس ۾ آئي الله تـوهار ڪـي.

هاهہ هاريان ٿو اکين مان رت ڦڙا،
هيٺن گهران ٿو هن هنئين جي هار ڪي.

آرزو آهيم مـن مـولا مـلاهہ
محب مشفق ساهہ جي سينگار ڪي.

نظم ۾ مضمون نازڪ نـوبنو،
ٿا وٺن هر حرفتي هـشيار ڪـي.

جاءِ عبرت جي جشن دنيا سڄي،
راهه رب جي وٽ ڇڏي سنسار کي.(١)

---

## مظهرالدين شاهه "مظهر"

پير ميان مظهرالدين شاهه ويڙهل ٽلاهه تعلقو لب دريا هو. سنڌ سڌار ۾ پنهنجا غزل شايع ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو.

### ڪلام جو نمونو

اي منا منٺار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين،
دلربا دلدار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

آءٌ اڳ عاجز سنڌي پرتيان پيرا پري،
ساهه جا سينگار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

آءٌ اصل ڪان آهيان تنهنجي غلامن جو غلام،
ڏيهه جا ڏاتار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

هيڻن نه لائق هوت هيڏي بي نيازي سان نياز،
هٿي هيڻن جا هار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

ڏوهه منهنجا ڪين ڏس تون ناٿ پنهنجي ڏي نهار،
سونهن جا سالار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

عشق تنهنجي ڪئي اڳي مون سان ڪيڏي ڪارزار،
ور ولهن ولهار اڄ ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين.

ميٺ مظهرالدين جون سيريون مدليون معاف ڪر،
آءٌ مون آڌار ڇا لاءِ تو پاسو ڪرين. (٢)

---

(١) "سنڌ سڌار" ص ٢، تاريخ ١٣، ڊسمبر ١٨٧٨ع.
(٢) "سنڌ سڌار" ص ٢، تاريخ ٢٥ جنوري ١٨٨٨ع.

آءُ اي ساقي پيالو ڀر ڪري،
ڏک زماني جو درد دلتو ڏري.

جام ڏي جاني اچي هن حال ۾،
تان ٿيان تهدل پرين پاٿا پري.

ڏنگ دلبر بيار نازڪ نيهن جا،
نامرادو نفس مون کو مر مري.

جيڪڏهن بدنام بيشڪ برهه آهه،
اچ شرم ري بي سکي ساعت سري.

پيچ پرين سان پيو تو پرت مان
روز شب تو روح منجهه گهٽتي گهري.

ڪونه ڪو آهيم محرم راز جو،
جنهن اڳيان هي حال ڳرهيان هوتري.

ٿي نه "مظهر" محب ري ماندو مگر،
نيت سولو هڪ گهڙي يارو يري.(١)

—

## ليکيرام "خفتي"

منشي ليکيرام تخلص 'خفتي' حيدرآبادي هو. هن جا فاضل شاهه ۽ آخوند محمدقاسم سان به گهرا تعلقات هئا. هو فاضل شاهه جي ڪچهرين ۾ شريڪ ٿيندو هو جنهن جو ذڪر هيئن تو ڪري:

سيد فاضل تو وٽ ڏينهن جمعي مڙو لڳي،
آءُ به ايندڙ آهيان، محفل سندو سينگار تون(٢).

خليفي قاسم جي تعريف هنن لفظن ۾ تو ڪري:

(١) سنڌ سڌار.
(٢) محمدصديق ميمڻ تاريخ سنڌي ادب. دفعو ٻيو ص ٢٤٨، آر ايچ احمد برادرس حيدرآباد ١٩٦٠ع.

لک هزارين آفرين قاسم ادا تو کي هجي،
نکتہ چيني ۾ ختم بيشڪ آهين هوشيار تون(١).

## ڪلام جو نمونو

هي جدائي عاشقن کي آهہ جيئري ئي جنجال،
ري ڏسڻ معشوق جي آهي جيئڻ ڏاڍو محال.

اي سڄڻ سائين منا تون ڪر نہ هن تي اعتماد،
بيوفا آهي جواني دل اندر ۾ ڪر خيال.

حسن ڪافر هي سدا ڪنهن وٽ رهي ٿو ڪينڪي،
ويو رهي سڀ ڪنهن وٽان ساعت گهڙي ۾ چئونہ سال.

اڄ اگهڻ عاجز سنڌي پيرا پري منار تون،
پاڄهہ ڪر پانهي مٿي دنيا اٿئي آخر زوال.

گهڻ ڪئي تيا ڪيترا ڏينهن درد ۾ دانهون ڪندي
هاڻ ڏيکاري سڪايل کي اچي هيڪر جمال.

زندگاني ائين ٿو پانبان جڻ تہ ڪا سڪرات آهہ،
نار ڪيو پاڻي اکين مان ٿو وهي شب روز لال.

اي عزيزو هن جدائي جو ڪيان ڪهڙو بيان،
آهہ سرد و رنگ زردو هي سٿو منهنجو مثال.

بحر غيرت جي منجهان اسري مٿي تون مست آءُ،
فڪر فاقا سڀ چڏي ڏي مدد ٿيندو ذوالجلال.

رک جمع خاطر ادا ”خفتي“ امن ايمان گهر،
هٿ کڻي هادي طرف ڪر تون سدا اهڙو سوال(٢).

---

(١) محمدصديق ميمڻ تاريخ سنڌي ادب، دفعو پهو ص ٢٤٨، آر - ايچ احمد برادرس حيدرآباد، ١٩٦٠ع.
(٢) ”سنڌ سڌار“ ص ٢، تاريخ ٦، ڊسمبر ١٨٧٨ع.

# محمدباقر "راقم"

قاضي ميان محمدباقر ولد محمدحيات قريشي تخلص 'راقم' شڪارپور جو رهاڪو هو. سندس غزلن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته هو پنهنجي دور جو چڱو شاعر هو.

## ڪلام جو نمونو

محب منهنجا ڇڏ جفاڪاري،
وٺ وفا ڪيم ڪر دلآزاري.

تنهنجي فرقت ۾ اي سڄڻ سائين،
عمر گذري ويم سڄي ساري.

حسن ۾ مت سنده نه ٿيو چاٽان،
رب ڏني توکي سونهن سونهاري.

تو سندي برهه سخت ڪيو بيمار،
ڪيئن ڪري دل اڙي جا ويچاري.

دلکي توڙي گهڻا دلاسا ڏيان،
تڏهن تئي زور برهه هيڪاري.

رخ درخشان جيئن صبح روشن،
موءِ سي ور ور مثال شب ڪاري.

سير گلزار جي سان ڇا مطلب،
جو ڏسان ٿو سدا هي گلڪاري.

ڪر توڪل خدا اتي "راقم"
ڪندو غمخوار توسان غمخواري.(١)

—

(١) سنڌ سڌار ص ٢، تاريخ ١، نومبر ١٨٧٨ع.

منهنجو مشفق شفقت سان اندر ايوان ڀاي آيو،
مثل طائوس جي رقصان تسلي جان ڀاي آيو.

حمد تنهن رب سندو ڇيڙم جڏهن ڀيرين پرين ٿيڙم،
ڪلئي احوال خود ڪيڙم، ٿئي نرحان ڀاي آيو.

دريون ديوار ٿيا گلشن، اچڻ سان گهر ٿيو روشن،
پئي وهه واهه منجهه مستن، بشوڪت شان ڀاي آيو.

سدا تنهنجي اچڻ ڪان مان، ٿيس خوشحال دلفرحان
تهين تان جان جند گهوريان، صداقت سان ڀاي آيو.

ڏسڻ سان خوش ٿي جنهن کي چوي جڳ آفرين تنهنکي
جا تو مٽ شان آ ڪهن کي شهه خوبان ڀاي آيو.

غزل "راقم" چيو آهي، اجابت ۾ ڀيو آهي،
محب تنهن سان مليو آهي، اکي لوڪان ڀاي آيو.(١)

---

# خوش محمد "خاطي"

خوش محمد 'خاطي' شڪارپور جو رهندڙ هو ۽ شايد ماستر هو پنهنجي وقت جو مقبول شاعر هو ڪيترن شاعرن جي غزلن تي غزل چيا اٿس ۽ ڪيترن شاعرن هن جي غزلن تي غزل چيا آهن.

عبدالواحد سائل هڪ غزل خاطي ۽ محمدصديق (شڪارپوري) جي غزل جي جواب ۾ چيو جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن:

مڪن تڪيه برين دنيا ڪ بيشڪ بي بقا آهي،
حياتيءَ تي نه رک دعوي ڪه اجلش در قفا آهي.

ڏنم صديق خاطي کان غزل مضمون ملااحتسان،
تن جي ڪاڻ از دل جان هزارين مرحبا آهي.

---

(١) سنڌ سڌار ص ٢، تاريخ ١٨، آڪٽوبر ١٨٧٨ع.

## ڪلام جو نمونو

ڪيئن نہ منهنجي دل سڙي جو مون سان ياڪي يار ٿيو
آشنا يڪدم وجي هاڻي سندم اغيار ٿيو.

هاء مون ڪنهن سان ڪريان هن درد ۽ ڏک جو بيان،
جيءُ پيو جنجال ۾ ۽ دل تي غم جو بار ٿيو.

ويچ منهنجو حال تون چا تو ڏسين مونکي تہ چئو،
ڪي تون چاڻين تو جو پيدا هي ڪتان آزار ٿيو.

دمبدم سهٽا سچڻ سائين سڙان تو سوز ۾،
عشق تنهنجي ۾ مثل احوال منهنجو زار ٿيو.

مهوشا مفتون پنهنجي تي نظر ڪا پاجهہ جي،
جي نہ پنهنجي رخت ڪي غم ڪان متان بردار ٿيو.

رات هاتف غيب ڪان آواز مونکي هي ڏنو،
خاطيا جيڪو حسد توسان ڪندو سو مار ٿيو. (١)

---

مهوشا ناز سندي جلوهہ برابري گهرجي،
باغ جي درسن لئي ترت تياري گهرجي.

سنبل و سرو وسمن لاڏ منجهان لاف هڻن،
لاء رسوائي انهن جي بي طراري گهرجي.

لاڏ سان يار وري آءُ اڱڻ تي منهنجي،
عاشقن جي جي رضا لاء سچاري گهرجي.

مي و گل و مطرب و ساقي همہ موجود ڪنون،
اي رفيقا بہ خدا جام شماري گهرجي.

نقد هستي جي هٿن ڪان تون ڦٽي ڪر دانا،
چست تي دوست متان جان نثاري گهرجي.

---

(١) سنڌ سڌار ص ١٢ تاريخ ٢٠ سيپٽمبر ١٨٧٨ع.

انما انطفر من الله لماك الا شجع
خاطيا پرت منجهان برد بـاري گهرجي. (۱)

—

# شمس الدين "عاصي"

شمس الدين تخلص 'عاصي' شڪارپور جو ويٺل هو. سندس ڪلام جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته هو غزل جي مزاج جو نبض شناس هو. هن سنڌيءَ ۾ غزل کي پنهنجين جملي شوخين ۽ نزاڪتن سان بيان ڪيو آهي ۽ عشق جي حقيقتن ۽ حڪايتن کي نهايت رنگين انداز ۾ اظهار ڪيو آهي.

## ڪلام جو نمونو

ڏکي ٿو ڏيل سندم زلف جو ڪمند ڏسي،
مثال مار سيهه موئي جو گزند ڏسي.

چمن ۾ سرو خرامان خجل ٿيو لاشڪ،
صنم جي قيامتِ دلجوءِ ۽ باند ڏسي.

سدا جلائن پروانه جان نماڻا جان،
مثالِ شمع رخِ يار ارجمند ڏسي.

ز خارِ هجر تو بلبل صفت هي نالم،
مليح گلِ رخ هيءُ حال درد مند ڏسي.

هٿي تو خنجر ڪاوڙ سندو جفا پرور،
مدام مونکي سو مشتاق مستمند ڏسي.

رسيد برگسرِ دلم زيرِ بار سنگ الم،
رقيب ساڻ محبت سندس دوچند ڏسي.

---

(۱) "شا ران شيرين بيان"، ص ۳۴، قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد

جهان توکي جس جس چوي ادا "عاصي"
عجيب تنهنجا اشعار دلپسند ڏسي (١).

—

عشق جو دل ۾ وري ڏس ڪيئن اثر پيدا ٿيو،
باغ ۾ تنهنجي محبت جو شجر پيدا ٿيو.

هاڻ هڪڙي آهه دلجي سوزڪان ڪئي آهه مون،
شهر ساري ۾ وري شور و شر پيدا ٿيو.

رات هئي هئي ڏوهه سان چاڙهي ويا منهنجوپنهون،
عيش سرتيون سڀ ويو، موڻي هجر پيدا ٿيو.

ساڻ بيگانن رکي ٿو آشنائي دوست مون،
غم اندر جنهن جي پهر شام و سحر پيدا ٿيو.

ڏيم ڏس قاصد ادا مونکي پرين جي پار جو،
شوق تنهنجي ڏسڻ جو بار دگر پيدا ٿيو.

عاصيا رهه شاد هاڻي غم فڪر ڪوئي پهو،
اڄ سنڌ ۾ ايوان ۾ رشڪ قمر پيدا ٿيو (٢).

—

## محمد عظيم "عاصي"

ميان محمد عظيم تخلص 'عاصي' ١٨٧٨ع ۾ مير مهاري ۾ اسڪول ماستر هو. ڪڏهن ڪڏهن غزل جي گلزار ۾ خوشبياني ڪندو هو.

### ڪلام جو نمونو

عرض ڪر تون اي صبا سردار کي،
صاحب معراج سرور چام کي.

(١) نبي‌بخش بلوچ ڊاڪٽر "سڀ رنگ"، ص ٢١١، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد ١٩٦٨ع.
(٢) "سنڌ سڌار" ص ٢، تاريخ ٢٩، نومبر ١٨٧٨ع.

ڪر ادا اول سلام عجز سان
پوء هنجون هاري چمج مختار کي.

آهه مسڪين هيڪڙو عاجز نحيف،
رات ڏينهن يڪسان رڙي ديدار کي.

هجر تنهنجي ۾ هڃي، جهوري جهڃي،
ناهه ڪو پيو آسرو بي نام کي.

لڳ ڏٺي ڪج تومشرف پڻ سان،
هن نمائي نڌر دل افگار کي.

خود خدا مادح ٿيو قرآن ۾،
تو سندي نرمل سڄڻ اوصاف کي.

سيدا عاصي گناهن ۾ گتو،
ڪيڪرم سان تنهن بندي بيڪار کي (۱).

---

(۱) "سنڌ سڌار" ص ۲، تاريخ، ۲۵، آڪٽوبر ۱۸۷۸ع.

# سانگي جو دور

(۱۸۸۱ — ۱۹۲۵ع)

# سانگيءَ جي دور جا شاعر

# سانگيءَ جو دور

سانگي جڏهن شاعريءَ ۾ وڪ وڌائي تڏهن غزل سنڌ ۾ مقبوليت حاصل ڪري چڪو هو، قاسم ۽ سندس دور جا پيا شاعر غزل ۾ ئي نغمہ‌سنجي ڪري رهيا هئا. سانگي جوان هو تہ ١٨٨١ع ۾ قاسم وفات ڪئي. سانگي ۽ سندس دور جي ڪيترن شاعرن جون قاسم ۽ سندس دور جي ٻين شاعرن سان سنگتون ۽ صحبتون هيون، سانگيءَ جي دور جي ڪيترن شاعرن اهڙن سنگتن ۽ صحبتن مان پنهنجن متقدمين ۽ وڏڙن شاعرن کان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو هو، خود سانگيءَ جي دور جا ڪجهہ شاعر جهڙوڪ حافظ حامد، غلام‌محمد شاهہ گدا، امام‌بخش فدوي، فضل‌محمد 'ماتم' نہ صرف سانگيءَ کان عمر ۾ وڏا هئا، پر قاسم جي دور جي ڪيترن شاعرن جي هم‌عمر بہ هئا پر جيئن تہ انهن جو شخصي نالو ۽ شاعري جو رشتو سانگيءَ سان هو تنهن ڪري انهن جو شمار سانگيءَ جي دور جي شاعرن ۾ ٿئي ٿو، سانگيءَ جي دور جي ابتدا ١٨٨١ع کان سمجهڻ گهرجي جڏهن قاسم وفات ڪري ويو ۽ سانگي ۽ سندس شاعري پئي قوهہ جواني ۾ هئا، هو عشق جو صدمو سهي چڪو هو ۽ سندس شاعراڻا ناتا سنڌ جي ڪيترن شاعرن سان پختا ٿي ويا هئا، پاڻ وٽ شعر و سخن جون محفلون منعقد ڪرڻ شروع ڪيون هئائين، ٻين شاعرن کي داد سخن ڏيڻ ۽ شاعرن طرفان داد سخن وٺڻ بہ قبول ڪيو هئائين.

قاسم جي وفات کان پوءِ سندس دور جي ڪيترن شاعرن مشقِ سخن جاري رکي ۽ پنهنجي ليکي ۽ پنهنجي نموني غزل‌گوئي ڪندا رهيا پر سانگيءَ جي دور جي سج جڏهن ڪرڻي ڪڍي تہ سندن شاعري جو جوهر جهڪو ٿي ويو.

سانگي جنهن دور ۾ اک کولي اهو انگريز جي قبضي ۽ سنڌ جي ڏاڍ حاڪمن جي اسيريءَ جو دور هو ۽ سانگيءَ جڏهن هن دنيا کان اکيون پوريون تہ انگريز هن ڌرتيءَ تي پنهنجا پير پختا ڪري ورتا هئا پر سندس وفات جي وقت تائين سنڌ ۾ تعليم ۽ سياسي شعور وڌيو هو، هن ڌرتيءَ

جي ماڻهن ۾ ڌارين جي غلاميءَ مان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو احساس پيدا ٿي چڪو هو، خاص طرح ويهين صديءَ جي شروعات کان نہ صرف سنڌ ۾ پر ساري هندستان ۾ هڪ سجاڳي جي لهر پيدا ٿي وئي هئي، هندن ۽ مسلمانن انگريزن خلاف آزاديءَ جو آواز اٿاريو هو، جيتوڻيڪ اهو اڃا جهيڻو هو پر ان انگريزن جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي هئي.

انگريزن سنڌ ۽ هندستان جون حڪومتون مسلمانن کان زبردستي ۽ ڌوڪي سان حاصل ڪيون هيون، خاص طرح ١٨٥٧ع واري انقلاب کانپوءِ هنن مسلمانن کي نوڪرين، واپار ۽ تعليم ۾ نظرانداز ڪري ڇڏيو هو، جنهن ڪري مسلمانن جي معاشي حالت خراب ٿي وڃي هئي. اڻويهين صدي جي آخر کان مسلمانن کي پنهنجي وڃايل مرتبي، ۽ ڪسمپرسي جهڙي مالي حالت ۽ سماج ۾ ادني حيثيت جو احساس پيدا ٿيو هو جنهن انهن ۾ سياسي شعور پيدا ڪيو هو ۽ هنن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ وڃايل مرتبي کي حاصل ڪرڻ جو چاهہ پيدا ٿيو هو. سنڌ ۽ هند جي عوام طرفان آزاديءَ لاءِ جدوجهد ۽ مسلمانن ۾ پنهنجي وڃايل وقار کي حاصل ڪرڻ جي احساس هن دور جي سياسي، سماجي ۽ ادبي ماحول کي متاثر ڪيو.

ڌارين جي غلاميءَ سبب سنڌ جو سماجي ماحول ۽ معاشرو بگڙڻ لڳو هو، مغربي تهذيب جو اثر ماڻهن جي زندگيءَ تي غالب پوندو ٿي ويو ۽ هن ملڪ جو پڙهيل ۽ ڪلهورا شاهي وارو طبقو ان رنگ ۾ رنگبو پئي ويو، غلامانا ذهنيت سببان ماڻهن جا اڳيان ليڻ ويا ٿي ختم ٿيندا ۽ سنڌن اخلاق ويا ٿي خراب ٿيندا، دينداري ۽ ايمانداري ڪوڙ ۽ دولاب ويا ٿي وڌندا. ماڻهن پنهنجي اٿڻي ويهڻي لٽي ڪپڙي، ريتن رسمن ۾ انگريزن جي نقالي ڪرڻ ۾ فخر ٿي محسوس ڪيو، جي انگريز گورا صاحب هئا تہ هنن پاڻ کي ڪارا صاحب پئي بڻايو. انگريزن جي نون قاعدن، قانونن ۽ نون سرڪاري عهدن سنڌ جي معاشري جي قديم روايتن کي ختم ڪيو هو ۽ ريا، خويش‌پروري ۽ رشوت جي رستن کي کولي ڇڏيو هو. انگريز جيئن تہ ڌاريا حاڪم هئا تنهن ڪري هنن اهڙن خاندانن جي سرپرستي ٿي ڪئي جيڪي هنن جا وفادار هئا تنهن ڪري پراڻا خاندان پنهنجو اڳيون اوج وڃائي ويٺا ۽ ڪيترا گمنام خاندان اڳتي وڌي ويا.

سانگيءَ جي دور ۾ پارسي جي علمي ۽ ادبي اوج جو زوال اچي

ڇڪو هو پارسي جي مڪتبن ۽ مدرسن جي جاءِ تي سنڌي ۽ انگريزي اسڪول قائم ٿي ويا هئا ته ٻهن ڪري ماڻهن جو پارسي کان توجهه گهٽجي سنڌي ۽ انگريزي ڏانهن ٿي ويو هو. انگريزيءَ ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاليج قائم ٿيڻ لڳا هئا، ماڻهن کي نوڪريون انگريزي پڙهڻ ڪري ٿي مليون تنهن ڪري هنن جو چاهه انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ ڏانهن وڌيڪ هو. هن دور ۾ انگريزي ادب جي مطالعي سبب سنڌ جي ماڻهن ۾ ادب جي نين صنفن جهڙوڪ ناول، ڊرامي، افسانې، مضمون، تنقيد وغيره جي چاڻ ٿي ۽ سنڌيءَ ۾ نثرنويسيءَ جي ترقي ٿي. سانگيءَ کان جيڪي عمر ۾ وڏا شاعر هئا تن جو چاهه پارسيءَ سان هئو، جيتوڻيڪ سندن شاعري جو رنگ روايتي هو پر هو پختہ مشق شاعر هئا، هنن ۽ ڪن ٻين ننڍين شاعرن اها روايت تبرڪ طور هن دور ۾ به قائم رکي.

قاسم جي دور ۾ ”سنڌ سڌار“ سنڌي غزل جي واڌاري لاءِ گهڻو ڪم ڪيو هو. هن دور ۾ ڪيترين هفتيوار اخبارون ۽ رسالا نڪرڻ شروع ٿيا جن مان معين الاسلام، معاون، تحفئه احباب، بهار اخلاق وغيره پنهنجن صفحن ۾ غزل کي جاءِ ڏني ۽ تحفئه احباب ۽ بهار اخلاق اخباري مشاعرن جي روايت کي قائم ڪيو جنهن ڪري سنڌي غزل جي واڌاري ۽ مقبوليت ۾ اضافو ٿيو.

غزل شاعريءَ جي ڪاڪر حسينه آهي ۽ ان ڪاڪر حسينه جو شباب سانگيءَ جي دور ۾ عروج تي پهتو. گل سنڌي غزل جو بنياد وڌو، قاسم جي دور جي شاعرن ان جي تعمير ڪئي ۽ سانگي جي دور ۾ غزل پنهنجي جملہ رعنائين ۽ دلفريبين سان سنڌي ادب ۾ هڪ اهم ۽ منفرد مقام حاصل ڪري ورتو. هن دور جا ناميارا شاعر غزل جي ناز و ادا تي مفتون ٿي دل قرباني وينا ۽ ان جي حسن جي مدح سرائي ۾ مشغول ٿي ويا. هن دور جي شاعرن اڳين دورن جي ڀيٽ ۾ تخيل ۾ بلندي، انداز بيان ۾ شوخي، مضمونن ۾ ڪشادگي ۽ وسعت ۽ ٻوليءَ ۾ رس ۽ ميٺاج وڌيڪ پيدا ڪيو.

سانگي جنهن دور ۾ سخن سنجي ڪئي تنهن ۾ تبديليون اچي رهي هئي هڪ طرف شاعريءَ تي پارسي رنگ غالب هو ۽ ٻئي طرف پنهنجي ٻوليءَ سان دلچسپي ان ۾ زبان جي صفائي ۽ سادگي آڻي رهي هئي، هن دور جي شاعرن جي ديوانن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته هن دور جي

شاعرن اڳين دورن جي پيٺ ۾ پارسي شاعري جو رنگ وڌيڪ قبول ڪيو هو هنن غزلن ۾ محاڪات ۽ مضامين، بديع ۽ معاني، لفظ ۽ اصطلاح، بندشون ۽ ترڪيبون، اشارا ۽ ڪنايه، تشبيهون، استعارا ۽ تلميحون، ساڳيا پارسي شاعري وارا قائم رکيا هئا. سنڌن ڪي سنڌي غزل اٿين ٿا لڳن ڄڻ پارسي غزل آهن. جيتوڻيڪ سانگي ۽ ان دور جي ڪن ٻين شاعرن تي به اهو پارسي وارو رنگ غالب آهي پر غلام محمد شاهه گدا، امام بخش شاهه ”فدوي“، غلام مرتضيٰ شاهه ”مرتضائي“ جي غزلن تي اهو رنگ وڌيڪ غالب آهي. خليفي گل غزل کي جنهن سنڌي رنگ ۾ رنگيو هو، قاسم جي دور جي شاعرن ان ۾ پارسي رنگ جي ٿوري ڇنسائي ڪئي هئي، پر هن دور جي اڪثر شاعرن انتي پارسي شاعري جو مڪمل روايتي رنگ چاڙهي ڇڏيو هو. هن دور جي مختلف شاعرن تي پارسي رنگ جو نمونو ملاحظه ڪريو:

تازهه تر دلدار جو نازڪ نهال
آهه چاهه زنخ مان ٿيو سيرآب (فدوي)

عارض جي نزاڪت آهي نسرين ڪان ده چند،
گلبرگ زبان ان ۾ آهي، غنچه دهن جي (گدا)

دل ڪي اسير زلف سيهه فام ٿو ڪريان،
خوش صبح کي حوالهء شام ٿو ڪريان (مرتضائي)

دل ته صد پارهه آهي شانهء صفت
زلف جي تار تار سان گستاخ (سانگي)

منهنجي چشمن ڪي ڏسي اڄ اشڪبار واشڪ ريز
ساري عالم ڪي نه هرگز ابرنيسان ٿيو پسند (مخلص)

هن دور جي شاعرن تي نه صرف ايراني روايتن جو رنگ غالب آهي پر هنن جي ڪيترن غزلن جي زبان تي پارسي زبان جو ايترو اثر آهي جو فعل يا ڪنهن هڪ اڌ واڌاري سنڌي لفظ جي تبديل ڪرڻ سان شعرن جا شعر ۽ غزلن جا غزل پارسي ٿي وڃن ٿا. ڪجهه مثال ملاحظه ڪريو:

ز رشڪ عارض پر نور جانان
ٿيو خورشيد لرزان آسمان ۾. (گدا)

دلبرم گفت "کيستي؟" گفتم
بندهء درگهه حضور آهيان (گدا)

نهر جنت يا لبِ جان بخش لعلن جو لعاب
خال لب تي يا مگر هي ساقيءَ ڪوثر ڏٺم (مرتضائي)

خيالِ زلف ۾ مانند شاخ سنبل تر
رياضِ فڪر ۾ ڪائي ٿو پيچ تاب قلم (مخلص)

خدمتِ اقدس ڪان دور، اي صنم
آهيان تپان مثلء تنور، اي صنم (سانگي)

هن دور جي شاعرن پنهنجي غزلن ۾ زير اضافت جو ڪثرت سان استعمال ڪيو آهي اهڙي طرح هنن سنڌي شاعري ۾ اهڙي روايت ڪي مروج ڪيو آهي جو اڄ تائين سنڌ جا شاعر ان مان جان آزاد ڪري نہ سگهيا آهن.

قاستِ يار، سرو خوش رفتار
عارضِ يار، رشڪِ باغ و بهار (گدا)

خالِ رخِ دلدار جو بوگير آءٌ آهيان
ٿي مور نہ مون ڪي وٺي بو مشڪ ختن جي (سانگي)

جي خيالِ گوهرِ دندان ۾ ٿيان آءٌ اشڪبار
غرق ٿيندا آبِ گوهر ۾ شناور سو هزار (مخلص)

هڪ طرف هن دور جا شاعر ٻوليءَ جي لحاظ کان پارسي لفظن، محاورن ۽ ترڪيبن جي گهڻو اثر هيٺ آهن ٻي طرف هنن نج سنڌي اسلوب بہ اختيار ڪيو آهي ۽ پنهنجي سليس، سولي ۽ سلوڻي سنڌي ۽ لب و لهجي واري دارجا يا روزمره واري ٻولي استعمال ڪئي آهي، جو سندن غزلن ۾ سلاست ۽ سونهن پيدا ٿي وئي آهي، اهڙن شاعرن ۾ حامد، ماتم، سانگي، فدوي ۽ علي سبزپوش جا نالا قابل ذڪر آهن:

دل وٺي سوگهي ڪيئہ هاٿي اٿي ڪهڙي صلاح
يا وري ڏينديں نہ ڏينديں چئُج هئي ڪهڙي صلاح (فدوي)

ڏئي گهور غمزي سان گهائي غريب
وري سانُ وڍين وڏائي نہ ڪر (حامد)

الاهي اچ اڱڻ شل يار اينڊم
ٻڌم اغيار کان هو رات افواهہ (علي سبزپوش)

حسن ۽ ناز جنهن کي هوئي حاصل
سو ڀلي خلق کان ڏهي تہ ڀلو (قليچ)

تنهن پرينءَ سان تو پرت ڪئي "سانگي"
سخت دل جنهن جي ٿي ڀهن کان وڌيڪ (سانگي)

هن دور جي شاعرن جتي ڀارسي جي ترڪيبن ۽ اصطلاحن کي پنهنجي غزل جي رونق بنايو آهي اتي هنن پنهنجي ٻوليءَ کي بہ نہ وساريو آهي، جتي هنن تڪليف ۽ تصنع کي ڇڏي پنهنجي ٻوليءَ جون چست بندشون ۽ شوخ اصطلاح ۽ محاورا استعمال ڪيا آهن تہ سندن ڪلام جي رونق ۽ جاذبيت زيادهہ ٿي وئي آهي:

تون نہ پاڻين نہ پانءَ تنهنجي خوشي
آءٌ تہ پانيان تو مونکي پانئين تو (گدا)

تا ڏسون آهہ دل گران هرڪو
دوست دشمن جي دل تي بار آهيون (سانگي)

اوهان ۾ هينئر ڪين پيچي پڇون ٿا
ڪڏهن راند جا هئاسون هاري عزيزو (سانگي)

چانڊوڪي جو سنسو نہ ڪر اي يار چمن ۾
جي نيڻ ڪٽي توڏي تہ اکڙين ۾ لهي آپ (بلبل)

پير ڏي پنبڻين اکيون اوطاق ڪر
تان نرن نت نار وهلو ڪيم وچ (حامد)

انگريزن جي حڪومت ۾ انگريزيءَ جي تعليم، انگريزي تهذيب جي اثر، انگلنڊ مان ايندڙ مختلف شين جي نالن، ۽ نون قاعدن قانونن جو اثر سنڌي زبان تي پيو انگريزي لفظ عوام جي زبان تي چڙهي ويا. هن دور جي

ڪيترن شاعرن پنهنجي غزلن ۾ انهن کي استعمال ڪري شعرن ۾ هڪ لطف ۽ مزو پيدا ڪيو آهي جتي پين شاعرن انگريزي لفظن کي مجاز جي انداز ۾ بيان ڪيو آهي اتي بابل انهن ۾ طنز ۽ مزاح پيدا ڪئي آهي:

مونکي ”ڪم ير“ چوي ٿو ڪين ڪڏهن،
ماءِ ڊيئر آهي، منهنجو سو دلدار. (گدا)

ماءِ ڊيئر آهي فرسٽ ڪلاس آهي،
دلربائي جو جنهن کي ياد گزٽ (گدا)

منهن ماڻهن جي ابرو جو اشارو،
سو سانگي لاءِ سرڪاري سمن آهي. (سانگي)

پنهنجي پنهنجي يار پلٽڻ جو،
غمزه و ناز کي ڪماني ڪر. (سانگي)

شال لنڊن ۾ وڃي عمر گذاريون آلبت،
پرمننٽ آهي، اهو ٿي اسٽيشن پنهنجو. (بابل)

چرڻ کي هر وقت چايون وات ۾،
سينڌ جو سنڊڪار، چئو ڪهڙي چم. (بلبل)

شاعري جي مختلف صنفن ۾ غزل کي سڀني صنفن کان زياده پرتاثير سمجهيو ويندو آهي ان جو سبب غزل جو انداز بيان آهي. غزل بنيادي طرح عشق ۽ محبت جي جذبن جو ترجمان آهي، ان ۾ عشق جي ڪيفيتن ۽ محبت جي وارداتن کي اهڙي نموني بيان ڪيو وڃي ٿو جو غزل جو هرهڪ لفظ پڙهندڙن جي دل ۾ گهڙي وڃي ٿو. سانگي جي دور کان اڳ غزل ۾ اها شوخي ۽ لطافت نه هئي جيڪا سانگيءَ جي دور ۾ غزل ۾ پيدا ٿي وئي. هن دور جي شاعرن معمولي کان معمولي خيال کي اختصار، اشارن ۽ ڪناين، تشبيهن ۽ استعارن سان سينگاري ان ۾ نهايت نزاڪت ۽ دلڪشي پيدا ڪري ڇڏي، هن دور جي شاعرن جي انداز بيان ۾ سحر ۽ جادو آهي. ڪجهه مثال ملاحظ ڪريو:

ڏينهن ڏني ڏاڙا هڻڻ هي رسم آهي راهزن،
راهه ويندن دل ڦرڻ هي ڪنهن ڏني اهڙي صلاح. (فدوي)

اڄيا سون اکيان چاڪ چت ۾ چرن،
ويڄن جي وري يار وائي نه ڪر. (حامد)

نڪي مرڪي، نڪي نهاري ٿو،
سون ڪي دلبر ڪيو شڪار عبث. (گدا)

جي تون پاڻئين ته روح ٿئي راضي،
ساهروين جي مدح خواني ڪر. (سانگي)

جا هلي ٿي نه منهنجي مرضي تي،
تنهن دلِ زار ساڻ منهنجي بس. (سانگي)

هن دور جي شاعرن پنهنجي غزل کي صنايع ۽ بدايع جي جملہ نزاڪتن ۽ نفاستن سان سينگاريو ۽ سنواريو آهي، جن ۾ رعايت لفظي ۽ تشبيهہ ۽ استعارهہ اهم آهن. ايران جي شاعرن جا ديوان رعايت لفظي سان ڀريل آهن. هن دور جي شاعرن بہ پنهنجي غزلن ۾ رعايت لفظي جو گهڻو استعمال ڪيو آهي. رعايت لفظي ۾ شاعر جيڪڏهن پهرين مصرع ۾ آسمان جو ذڪر ڪندو آهي ته ان جي نسبت سان ٻئي مصرع ۾ گردش جو ذڪر ڪندو، جيڪڏهن هڪ مصرع ۾ شمع يا پرواني جو بيان ڪندو ته ٻي مصرع ۾ سڙڻ، پڄڻ يا پڄرڻ استعمال ڪندو. جيڪڏهن گل جو ذڪر ڪندو ته ان سان بلبل، محبوب جي رخسار يا نازڪ بدن جو ذڪر هوندو، جي سرو، طوبيٰ يا شمشاد جو ذڪر ايندو ته ان سان محبوب جي قد جو ذڪر ايندو. حقيقت هيءَ آهي ته رعايت لفظي غزل جي جان آهي، اها رعايت لفظي هئي جنهن هن دور جي غزل ۾ رنگيني پيدا ڪئي. ڏسو گدا رعايت ڪان ڪم وٺي هيٺين شعرن ۾ ڪهڙو نہ لطف پيدا ڪيو آهي:

منهنجي گردش ۾ عمر ساري وئي،
مهر تي ڪين آسمان آيو.

"گردش" جي رعايت سان "آسمان" ۽ آسمان جي رعايت سان "مهر" ڪم آندو ويو آهي.

آئي موسم بسنت جي در باغ،
يار ڪپڙا تون زعفراني ڪر.

بسنت جي رعايت سان "زعفراني" ڪم آندو ويو آهي،

هينئين شعرن ۾ سانگي رعايت لفظي کان ڪم وٺي انهن کي وڌيڪ شوخ بنائي ڇڏيو آهي. عاشق ۽ رقيبن جي هڪ ٻئي سان پوندي ڪانهي، سانگي رقيب کي يزيد ڪوٺي انهيءَ رعايت سان پنهنجي نالي عبدالحسين کي ڪهڙي نه دلفريب انداز ۾ استعمال ڪيو آهي.

مر سڙي ۽ پڄي رقيب يزيد،
پنهنجو عبدالحسين نام ڪيم.

هن دور جي ٻين شاعرن وٽ به رعايت لفظي جا سهڻا نمونا ملن ٿا:

جهان جي گان کي نه "بابل" ڏي دل،
عبث بــاغ بستان آهـــي عبـث. (بلبل)

حج اڪبر جيئن ڏنم تنهنجو وصال،
مون ڪهي هي عيد قرباني ته ڪر. (مرتضائي)

تنهنجو ابرو هـــلال عيد اســـان،
سڀڪو ڏسـنـدي چــوي مبارڪباد. (فدوي)

گل ۽ قاسم جي دور جي شاعرن پنهنجي خيالن کي سادي نموني بيان ڪيو آهي، هنن پنهنجي خيالن جي پکيءَ کي بانڌ پرواز گهٽ ڪرايو آهي، سندن خيال جو پکي وڌ ۾ وڌ هڪ باغ جي آشياني مان اڏامي ٻئي باغ جي آشياني تائين پهتو آهي پر رهيو هيٺ ئي آهي. سانگيءَ جي دور جي شاعرن پنهنجي تخلص، جي هما کي عرش تي اڏايو آهــي جنهن ڪري سندن غزلن ۾ ندرت، باريڪ نڪتا، نازڪ ۽ رنگين خيال ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تخيل جي بلند پروازي شاعري جي امتيازي خوبي آهـي جنهن جـي ذريعي شاعر آسمانن کان مٿي اڏامي ٿو ۽ چنڊ تارن کــي ڪمند وجهي پنهنجي ڪلام کي حسن معاني جي قوس قزح سان چمڪائي ٿو. هيٺين شعرن ۾ هن دور جي شاعرن جي بلند خيالي ملاحظه ڪريو:

يار جي زلفن مـونکي پاتو پيچ،
ري پڇيو ان جو رشته دار آهيان. (گدا)

نہ چڏ زلفن کي رخسارن تي چوڙي،
نہ گذ پيش از قيامت صبح ۽ شام. (ماتم)

يار اڇلايو اچ لعاب دهن،
آسمان تان لهي پيو تارو. (سانگي)

هر داغ داغ نخل رکان تنهنجي ياد ۾،
حاکم حسين هڪ دفع آءُ سير باغ کر. (مرتضائي)

خون کنهن عاشق جو شايد ان ۾ آهي،
تو کري ساقي جي هٿ ۾ جام رقص. (مخلص)

غزل جو بنيادي موضوع عشق جي مختلف وارداتن ۽ ڪيفيتن جي ترجماني آهي. محبت ئي آهي جيڪا انسان جي زندگيءَ تي وڏو اثر انداز ٿئي ٿي، ان جي نتيجي ۾ دل ۾ جيڪي جذبا ۽ احساس پيدا ٿين ٿا غزل انهن کي وڻندڙ نموني بيان ڪري ٿو. سانگيءَ جو دور مجاز جو دور آهي، هن دور جي شاعرن حسن ۽ عشق جي پرستش ڪئي آهي تنهن ڪري هنن جي مجاز جي جذبن ۾ اوجر پيدا ٿي ويو آهي. هن دور جي شاعرن حسن ۽ عشق جي حڪايتن کي پنهنجو خاص موضوع بنايو آهي ۽ غم جانان جون مختلف ڪيفيتون نهايت جوش ۽ جذبي، سوز ۽ گداز سان ذري پرزي بيان ڪيون آهن، انهيءَ ڪري هنن وٽ حسن ۽ عشق جي مدح ۽ ثنا، راز ۽ نياز، جفا ۽ وفا، وصل ۽ وڇوڙي، عنايتن ۽ عتابن جا مختلف موضوع مان ٿا. هن دور جي غزل ۾ داخليت ۽ خارجيت ڪاٿوڪاٿي ۾ ملائي وک وڌائيندي نظر اچن ٿيون. هيٺين شعرن ۾ هن دور جي شاعرن جي قلب جي وارداتن، دل جي احساسن، ۽ جيءَ جي جذباتن جون مختلف تصويرون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون.

سڙي، ڪامي، پچي ٿي آتش فرقت ۾ جانان جي،
دل پرداغ سبقت ٿي رکي، سرو چراغان تي. (گدا)

لٿو سوز سيني مٿان فدوي جي
ملڻ لئي اگھن جنهن جي سنٿار آيا. (فدوي)

ڪين وسرين تو جي وسارين تو،
يار ڏي پرت مان پيام ڪيم. (سانگي)

تو کان دلبر خدا جدا نہ ڪندم،
آسمان جي ڪندم خدا نہ ڪندم. (مرتضائي)

بيوفا، بي مهر اهڙو او بت بي پير آهہ،
ائين نہ هرگز ٿو پڇي تاڪنهنجو هي دلگير آهہ (مخلص)

وري اچ دوست دلبر ياد آيم،
وري اچ روز محشر ياد آيم. (علي سبزپوش)

هن دور جي شاعرن جتي غزل کي مجاز جو آئينہ دار بنايو آهي، اتي هنن سنڌي غزل ۾ ڪيترا نوان تجربا ڪري غزل جي داڻن ۾ نون موضوعن جا موتي ميڙيا آهن. سانگيءَ جي دور کان اڳ جي شاعرن خاص طرح ٽن موضوعن مجاز، تصوف ۽ اخلاق کي اهميت ڏني آهي، هنن وٽ مجاز ۾ هڪ تفريح آهي نہ ڪہ دل جي دانهن، سانگي جي دور جي شاعرن سياسي، سماجي، واقع نگاري، تصوف، اخلاق ۽ مجاز جي موضوعن کي معراج تي پهچايو آهي. هن دور جي شاعرن وٽ انگريزن جي حڪومت خلاف احساس ملي ٿو سڀ کان زياده. سانگيءَ وطن جي آزادي جي خاتمي، پنهنجي خاندان جي اجڙڻ ۽ ملڪ جي بدلجندڙ حالتن تي افسوس جو اظهار ڪيو آهي جيئن سندس هيٺين شعرن مان معلوم ٿئي ٿو.

جهانگير آهي اچ فوج فرنگ،
بہ مال و متاع و بہ توب و تفنگ.

سروسمن و سوسن و صد برگ تاسڪن،
سانگي سمورو آهي ويو سينگار وطن جو.

هت دردن جا تہ دڪان هئا، هت سورن جا تہ سامان هئا،
وڏا شوقن جا هت شان هئا، جي هاڻي ماڳ مٽائي ويا.

سانگي جي دور جي شاعرن تي گل ۽ قاسم جي دور جي شاعرن وانگر تصوف جو رنگ ڏسڻ ۾ نٿو اچي، هن دور جا شاعر مجاز جي تار ۾ تري رهيا آهن، هنن جي ميڙي چونڊي سڀ مجاز آهي، هنن پنهنجو سمورو زور رومانيت تي صرف ڪيو آهي.

هن دور جي شاعرن جهڙي طرح تصوف طرف ڌيان گهٽ توجهه ڏنو آهي اهڙي طرح هنن وٽ اخلاقي قدرن جو پرچار به گهٽ آهي، هنن جي غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي اخلاقي قدرن جا شعر ملن ٿا نه ته بس، مرزا قليچ بيگ ئي هن دور جو اهڙو شاعر آهي جنهن جي ديوان ۾ اخلاقي قدرن جا ماڻڪ گهڻي قدر جڙيا پيا آهن. هن دور جي شاعرن اخلاقي قدرن جا جيڪي سنيها ڏنا آهن تنجو انداز بيان پر اثر آهي.

نوڙت ڪجي، نياز ڪجي، نفس مارجي،
شاهي هجي، تڏهن به گدا ٿي گذارجي. (گدا)

ڪين سترو ٿيڻ آهي سردار،
بار آهي بزرگواري ۾. (سانگي)

دنيا پرست جي ٿيا، سي ٿيا هوا پرست،
آهن جي خود پرست، نه ٿيا سي خداپرست. (قليچ)

هن دور جي شاعرن پنهنجي خوش ڪلامي سان غزل ۾ شگفتگي ۽ طراوت پيدا ڪئي آهي، هنن جي غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي هلڪو مزاحيه ۽ ظريفانه رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، رقيب، زاهد، شيخ، محتسب سان ڇيڙڇاڙ شاعرن جو پسنديده مشغلو رهيو آهي پر هن دور جي شاعرن انهن سان گڏ ڪن ٻين نون موضوعن ۾ به مزاح پيدا ڪئي آهي:

پنهنجو پيارو پرين تڏهن پرتو،
آهي ڏاڙهي سڄي جڏهن ٿي ڪپاهه. (سانگي)

ويا شوخن جي اکيان شان نڪري شاندارن جا،
ڏنم راهه محبت ۾ مٿا ڪوڙيل متارن جا. (سانگي)

عشق ڪيو مون ڪسي ان طرح قابو،
چور کي جيئن وٺي ٿو چوڪيدار. (گدا)

اربع عناصر آهي، منجهس ٻي نه ڳالهه ڪا،
آتش ۽ خاڪ آب هوا دار آهي حقو. (مرتضائي)

شمس الدين "بلبل" ۽ محمدهاشم "مخلص" هن دور جا مشهور مزاحيہ ۽ ظريف شاعر آهن، بلبل جي نظمن توڙي غزلن ۾ طنز ۽ مزاح جو رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر مخلص جتي نظمن ۾ مزاح، هجو ۽ شوخي جا واهڙ وهايا آهن اتي هن غزل کي مجاز تائين محدود رکيو آهي ۽ ظرافت کان ڪنارہ ڪش رهيو آهي. بلبل جي مزاح ۾ ظرافت ۽ سندس فطرت ۾ طنز ۽ مزاح سمايل هئي تنهن ڪري هن سنڌي غزل ۾ طنز ۽ مزاح جو هڪ نئون تجربو ڪيو ۽ ان کي ڪامياب نموني سنڌ وارن جي اڳيان پيش ڪيائين. هو پنهنجي سنڌ جي تهذيب کي مغربي تهذيب ۽ تمدن اڳيان تباهہ ٿيندو ڏسي رهيو هو، هو ڏسي رهيو هو تہ مغربي تهذيب جي گندگي سنڌي معاشري کي بہ گندو ڪري رهي هئي تنهن ڪري هن پنهنجي نظمن ۽ غزلن ذريعي مغربي اثرن خلاف آواز اٿاريو نہ صرف ايترو پر هن کي سنڌي معاشري ۾ جيڪي اوڻايون نظر آيون تہ ان جي اوگهڙ ۽ عيب جوئي ڪندو رهيو. هن مغربي تهذيب ۽ ان کي اختيار ڪندڙن جو نقشو هنن لفظن ۾ بيان ڪري چٽرون ڪيون آهن:

ڇا اوهان ڄاڻو ٿا اي يار، مان سنڌي آهيان،
خاص لنڊن سان آ نـاتو ٿيو نيشن منهنجو.

وهـارڻ اٿـارڻ ڪـيـو انگـلـش سان،
هـلائي پٽـن کـي لنڊن ۾ پـڙهايـو.

هئي هئي، مسن اسان کـي مسٽر بنايو آهہ،
صد شـڪر آ اڳي کـان بهتر بنايو آهـہ.

متائيج ويس، ڪوڙج وار، پا پتلون ڇـا پروا،
صفائيءَ ڪاڻ هٿ ۾ جي ڪنيمرڪا ڳر تہ ڇاتي پيو.

ڪڏهن ڪڏهن هن پارسي جي استاد شاعرن جي مشهور ۽ مقبول غزلن تي سنڌي مصرعون تضمين ڪري انهن ۾ طنز ۽ مزاح پيدا ڪئي آهي:

صفائي سر کي ڏئي پتلون پاتم
بحمدالله نڪو ڪردارم امشب.

ڏاڙهيءَ ۾ هٿ جٿين جو، پادر پرين جو سر تي،
گر تـو نمي پسندي، تـغيير ڪـن قضا را.

هن دور جي شاعرن جتي پنهنجي غزل ۾ غم جانان کي جاءِ ڏني آهي اتي هنن غم دوران کي به نه وساريو آهي. مخاص پنهنجي شاعريءَ ۾ سياست کي اهم جاءِ ڏني ۽ هن حاليءَ ۽ اقبال جي انداز ۾ مسلمانن کي بيداري جو پيغام ڏنو پر سندس اهو رنگ سندس نظمن تائين محدود رهيو ۽ سندس ان رنگ غزل ڏانهن وک نه وڌائي.

سنڌي شاعري جو دامن شروع کان وٺي هوس، لذت ۽ عياشي جهڙن خيالن ۽ جذبن کان پاڪ هو پر هن دور جي غزل گو شاعرن سنڌي شاعري کي مجاز کان به اڳتي لذت ۽ عياشي جهڙن خيالن سان آشنا ڪيو ۽ پنهنجي غزلن کي پاڪرن، چمين ۽ معامله بنديءَ جي ٻين مضمونن سان پري ڇڏيو. ڪڏهن ڪڏهن هو پنهنجي محبوب جي مختلف عضون کي اهڙي هوس پريل انداز ۾ بيان ڪن ٿا جو سندن پڙهندڙن جي دل ۽ دماغ تي پڻ ساڳيو جذبو ڇانئجي وڃي ٿو. جيتوڻيڪ هن دور جي اڪثر شاعرن جي ديوانن ۾ اهڙا داستان ملن ٿا پر سانگي سڀ کان گوءِ کڻي ويو آهي. گدا پاڪر ۽ چمين جو چسڪو هن انداز سان وٺي ٿو:

قاصد قريب کي چئج منهنجو تون پيام،
آءُ يار گلعذار تم هڪ ڀئي کي ڀڪ وجهون.

چاشني چاهم مان چمين جي چکاءِ،
ڪانه ٻي منهنجي ميهماني ڪر.

ڏسو سانگي پنهنجي محبوب سان پاڪر ۽ چمين جو ذڪر ڪهڙي نموني ڪري ٿو:

سمجهه يقين تون اي صنم، سانگي تڏهن ٿي با طرب،
تو سان جڏهن ٿي دمبدم، سينه به سينه لب بسه لب.

ڏيو چميءَ کان ڪو اي پرين نقصان
لال لب ٿيا چمڻ کان وڌيڪ.

مرزا قليچ بيگ هڪڙي چميءَ مان هڪ وقت ٿي انعام حاصل ڪرڻ تو گهري:

انعام ڏني ڏي، ڇپن پن مان، هڪڙي بوسي سان،
عقيق هڪڙو، پيو پستو، ۽ ٻيون شڪر.

هن دور جي شاعرن ڇاتين ۽ ٻاڪرن سان گڏ محبوب جي ڇاتيءَ جو ذڪر به نهايت مزي سان ڪيو آهي:

سرو ساجن جي نونهال اتي،
آهي شايد انار جي آمد. (بلبل)

آهن انار يار جي پستان سان هم شبيهه،
آهه ڪيئن ڇوان انار کان افضل ٻيون نارنگيون.(گدا)

نار پستان ٻيا ڪير پڙا،
ناهن اهڙا ڪي به نار لذيذ. (سانگي)

خليفي گل جتي سنڌي غزل جي پرورش ڪئي هئي اتي هن ان ۾ سنڌي ماحول قائم ڪرڻ جي به ڪوشش ڪئي هئي، سنڌ جا غزل گو شاعر جيئن پوءِ تيئن پارسي اثر هيٺ ايندا ويا ۽ پنهنجي ماحول کان پري ٿيندا ويا. هن دور جي شاعرن ۾ حافظ حامد ۽ سانگي پنهي گل جي روايتن کي گهٽي حد تائين قائم رکيو آهي. سانگيءَ تي جيتوڻيڪ پارسي روايتن جو اثر آهي پر هن پنهنجي سنڌي روايتن کي به نباهيو آهي، هن جي ڪيترن غزلن جي فضا ۽ اسلوب ٺيٺ سنڌي آهن. حامد ۽ سانگي جي غزلن ۾ ٿرن برن، مينهن جي وسڪارن، ساوڻ جي نظارن، مارن ۽ سانگين جو بيان ۽ سنڌ جي سورهين سسئي، سهڻي، مارئي، وغيره جو افسانوي رنگ ملي ٿو. پنهي شاعرن جي هيٺين شعرن مان سنڌي ماحول جو رنگ نمايان آهي:

سڪ سندو ساوڻ سدا ناهي بدو ڪو برهه کي،
مند محبت جي مڙائي ات سيو آڪاڙ جيٺ. (حامد)

ڪالهه جن لئه ٿي ڪنيم، هوت هت هاريون نه اچ،
ڪس اڇي ڪيچن سوا ڀنڀور بازاريون نه اچ. (حامد)

وساري جي آهيان ويڙهيچن ته ڇا،
ويڙهيچا پلا مون کان ڪيئن وسرندا. (سانگي)

سهڻي چيو وڃان ٿي محبت جي موج ۾،
تانگهو ۽ تار يار جي خاطر ترڻيو ترڻيو. (سانگي)

قاسم جي دور جي شاعرن پنهنجي غزلن ۾ فطرت‌نگاري کي جاءِ ڏني هئي ۽ هنن گهڻو ڪري باغ ۽ بهار جي ڏي تصويرڪشي ڪئي هئي پر اها تصويرڪشي ان ڪري مصنوعي هئي جو ان جو چٽيل نقشو ۽ ٻولي پٺي اوپرا هئا، هن دور جي شاعرن خاص طرح حامد ۽ سانگي سنڌ جي مختلف نظارن کي وڻندڙ نموني بيان ڪيو آهي. حامد اکين کان نابين هو تنهن ڪري هو فطرت جي سونهن ۽ قدرت جي حسن کي ڏسي نه ٿي سگهيو تنهن ڪري هن وٽ منظر نگاري جي گهٽائي ڪانهي پر هن جيڪي به منظر بيان ڪيا آهن تن ۾ پنهنجاپ ۽ پنهنجو ماحول آهي. سانگي پنهنجي غزل ۾ دل ڪولي منظر نگاري ڪئي آهي، هن فطرت جي سونهن جو گهرو اڀياس ڪيو آهي. هو شڪار جو شوقين هو تنهن ڪري سنڌ جي جهنگ جهر، ٽر ٻر، ڪوهه جبل، ندين نارن، ڪڇن ۽ ڪينجهن کي ويجهو وڃي ڏٺو هو، هن جيڪي ڏٺو هو تنهن جي دل پنهنجي غزلن ۾ تصوير ڪڍي انهن کي امر بنائي ڇڏيو آهي. هو مهراڻ جي ڪيٽي جو نظارو بيان ڪندي چوي ٿو:

واهه مهراڻ جي ڪيٽي خوش نما
سير گهاري جو آهي راحت فزا.

سبز ڪانديرا قطار اندر قطار،
تن وري ڳاڙها عجائب گل جهليا.

چوطرف آهن وليون سرسبز ٿيون،
سرخ گل تن ۾ نه گونٽن جيئن ڪايا.

لوڏ ڪيو پيرن ۾ پلڙا تا لڏن،
ڪيترن ڪنڊن ۾ آهن پور ٿيا.

ڪوهستان ۾ مينهن واري موسم جو نظارو بيان ڪندي چوي ٿو:

وسيو وڏ ڦڙو، آهه ابرِ بهار
سڄي سبز ٿي دامنِ ڪوهسار.

آهن پاڪ پاڻي پٽن تي پيا،
سڄيون ساريون آهن ترايون ٽيون تار.

هٽڻ لنب لهرون تا ميدان ۾،
ته ڇڻ موجزن بحر ٿيو بي ڪنار.

ڦٽا ڦوڳ ۽ ڦار، ساوا ٿيا سَر،
جهاڳيا پور پپرن، ليارن ليار.

سنڌي شاعرن پنهنجي وقت جي حاڪمن ۽ اميرن جي مدح ۽ پين ملڪن جي شاعرن جي پيٺ ۾ گهڻو گهٽ قصيدا چيا آهن، پر هن دور جي شاعرن پنهنجي غزلن ۾ مير عبدالحسين "سانگي" ۽ مير الله‌بخش شهواڻي "معروف" جي نوازشن ۽ مهربانين سان گڏ خاص طرح سانگيءَ جي شاعري ۽ سخن سنجي جي پڻ تعريف ڪئي آهي، انهن ڪٽي ڇنجي ته هنن نوازشن حاصل ڪرڻ لاءِ غزل کان قصيدي وارو ڪم ورتو آهي. گدا، سانگي ۽ مير الله‌بخش جي تعريف هنن لفظن ۾ تو ڪري:

اميـر ذوالڪرم مير عبدالحسين خان
هجي فرزنـد پنهنجي سان سـلامت.

سخن سنـج و سخن‌فهـم و سخن دان،
فقيدالمثل سـو صـاحب فصاحت.

محمد مصطفيٰ ان جـو مـددگـار،
علي جي ان کي هئي هردم حمايت.

"گدا" ان جو دعاگو آهيان دل سان،
ڪري ٿو شاهه منهنجو مون تي شفقت.

"گدا" جو هي غزل چـوندا قصيدو،
سخن سنجان سڀ اهـل بـلاغت.

—

مير الله‌بخش خـان شـهواڻـي،
مرتبو جنهن جو برتر از هوشنگ.

در سخاوت چون ابر نيسان است،
آهہ جواد بيمثل سو جنگ.

مرتضائي، "سانگي" ۽ مير الله‌بخش جي واکاڻ ڪندي چوي ٿو:

مسڪين نوازي ۾ ڏسان مير الله‌بخش
ڪو "مرتضوي" اهڙو ڏٺو۽ فيض رسان ڇا.

—

اي صبا حضرتِ سانگي کي رسائج تون سلام،
مرتضائي ٿو رهي، تنهنجو ثناگر پيدا.

مرزا دوست‌محمد 'دوست' سانگي جي سخا ساراهيندي چوي ٿو:

مير عبدالحسين صاحبِ جود،
سڀڪو ان جي سخا کان شادان ٿيو.

هن دور جي شاعرن لفظن خاص طرح نہ حرفي لفظن جهڙوڪ، قلب، زهر، دهر، قبر، عقل، عشق وغيرهہ جي حرڪات ۽ سڪنات جو پورو خيال نہ رکيو آهي تنهن ڪري انهن جي غزلن ۾ حرڪات سڪنات جون اوڻايون رهجي ويون آهن.

چميون پائي پاڪر وجهي دل ڏني،
حسن جي حسينن کان ورتم خراج. (سانگي)

پوئين مصرع ۾ حسن "س" جي کي متحرڪ ڪيو ويو آهي، جو ساڪن آهي:

ڪرڻ لاءِ پرواز پرين طرف،
هي بلبل پر و بال آهي عبث. (بابل)

مٿين مصرع "طرف"، جي "ري" کي متحرڪ ڪيو ويو آهي جا ساڪن آهي.

هن دور جي شاعرن وزن جي پورائي خاطر ڪيترن لفظن جا حرف خاص طرح حروف علت حذف ڪري ڇڏيا آهن جنهن ڪري شعر جي فصاحت تي اثر پوي ٿو.

دردن کـي ڏومڙام دل ناتوان تـي،
صدما هزار منهنجي رسيا آهن جان تـي.

پوئين مصرع ۾ ”آهن“ کي ”آن“ ڪري استعمال ڪيو ويو آهي.

هردم هنجون وهائي، ڪري ياد توکي دل،
ڳالهيون ڪري هزار، ڳڻن جون ڳري ڳري. (قاسم)

پوئين مصرع ۾ ”ڳالهيون“ کي ”ڳاٺون“ ڪري استعمال ڪيو ويو آهي.

ڪيترن شاعرن وزن جي پورائي لاءِ ڪن حرفن کي مشدد ڪري وزن جو پورائو ڪيو آهي.

عجب ڏٺي سون عمر تي دوبـالا،
مسيحا صفت جـــيّ جيّار آيـــا. (فدوي)

پوئين مصرع ۾ ”جي“ ۽ ”جيار“ جي ”ي“ کي مشدد ڪـري استعمال ڪيو ويو آهي.

تي اچي پوري آها اوّل جـــا آنـدي يار رت،
برخلاف ان جي برابر منهنجي دل جي ڌار رت. (مرتضائي)

مٿئين مصرع ۾ ”اول“ جي ”و“ کي مشدد ڪيو ويو آهي. مٿيي بيان ڪيل اوڻايون اهڙيون آهن جن سان سنڌي غزل جو دامن اڄ تائين تر آهي.

# محمدابراهيم خليل

## [١٨٢٧ع — ١٨٩٩ع]

محمدابراهيم ولد مخدوم عبدالڪريم تخلص ’خليل‘ ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. فارسي ۽ عربي ۾ تحصيل ڪيائين. ڪمس ننڍي هوندي کان فارسي نظم ۽ نثر جو چاهه پيدا ٿيو. پهريان ”مسڪين“ تخلص هوس ۽ ”ديوان مسڪين“ مڪمل ڪيائين پر پوءِ دوستن خاص طرح محمد زاهد شاڪراڻي جي مشوري تي پنهنجي نالي جي نسبت سان تخلص ’خليل‘ اختيار ڪيائين ۽ پيو ”ديوان

خليل“ تيار ڪيائين. انهن ٻن ديوانن کان سواءِ خطن جا مجموعہ ڪٺا ڪيائين، هڪڙي جو نالو ”ڪشڪول مسڪين“ ۽ ٻئي جو نالو ”مائدهٔ خليل“ رکيائين. خليل سنڌي شاعري ۾ بہ طبع‌آزمائي ڪندو هو ۽ سنڌيءَ ۾ تخاص ’اداسي‘ استعمال ڪندو هو ۽ غلام‌محمد شاهہ گدا جي ترغيب تي هندي (اردو) ۾ بہ تورو گهڻو لکيو هئائين.

خليل جا پنهنجي دور جي شاعرن سان گهرا تعلقات هئا. ڪراچي مان شايع ٿيندڙ پارسي اخبار ”مفرح‌القلوب“ ۾ هن جا شعر شايع ٿيندا هئا.

خليل جو يادگار ڪارنامو سندس ڪتاب ”تڪملہ مقالات‌الشعرا“ آهي جنهن ڪي هن مير علي‌شير قانع جي ڪتاب ”مقالات‌الشعرا“ جي طرز تي لکيو، ان ۾ هن پنهنجن دور جي پارسي‌گو شاعرن جو ذڪر ڪري کين زندهہ ڪري ڇڏيو آهي.

افسوس جو خليل جو سنڌي ڪلام ڏسڻ ۾ نٿو اچي صرف هڪ نعت ملي آهي جيڪا غزل جي انداز ۾ آهي، ان تي ”علي“ سبزپوش تضمين ڪري مسدس لکيو آ هي انهيءَ ڪلام پڙهڻ سان معلوم ٿو ٿئي تہ خليل کي سنڌي شاعري تي بہ اوترو ادراڪ حاصل هو جيترو پارسي شاعري تي. هن جي سنڌي شاعري ۾ رواني ۽ سلاست هئي.

## ڪلام جو نمونو(١)

سڄي صورت پرين جي خاص خاصي،  
انهن جي خلق ۾ آيت خلاصي.

عرب عشاق، عجم تنهنجي طاب ۾،  
تهجو ثاني، نہ مڪراني نہ لاسي.

تون هيٺن جي حمايت، آءٌ نماڻون،  
تون شافع شاهہ محشر آءٌ تہ عاصي.

---

(١) ”تڪملہ مقالات‌الشعرا“ ص ١٣٤.

نوٽ: علي جي تضمين وارن شعرن کي صاف ڪري هي ڪلام ڏنو ويو آهي.

تون پيرل پاتشاه، آءٌ تنهنجو پنار،
تون مورت مير مرسل، آءٌ شناسي.

حرم ڏي هاڻ، ترتئون تياري،
ٻچا ڇڏ پيڻ پائي ماءُ ماسي.

ڪنهن جو قرب ڪنڏي ڪن جو ڪنڏي،
عزيزو آءٌ تم احمد جو "اداسي".

—

# سيد امام بخش شاه "فدوي"

[ — ١٨٨٦ع کان پوء]

سيد امامبخش شاه تخلص 'فدوي' رضوي ۽ مهدوي هو. هو ٺٽي جي قديم باشندن ۽ مڪلي جي مشهور اولياء سيد محمديوسف جي خاندان مان هو. مير غلام مرتضيٰ شاه "مرتضائي" سندس ويجهن عزيزن ۽ شاگردن مان هو، اهو "فدوي" جي صحبت جو اثر هو جو مرتضائي سنڌيءَ ۾ سخن سرائي ڪئي.

فدوي، مرتضائي ۽ سندس والد سيد روشن شاه جي تعريف ۾ صنعت توشيح ۾ غزل لکيا آهن. جن مان سندن قرب جي رشتي جو پتو پوي ٿو. مرتضائي لاء چوي ٿو:

من گهريو دلدار منهنجو دوستدار،
يار آهي ياد دل تي پائيدار.

محبتي ۽ صحبتي صالح سکر،
رات و ڏينهن منهنجي هنيي تي ياد گار.

ويل سي ڪنهن ٿو وٺي اندر وجود،
يا خدا رک هي سلامت منهنجو يار.

زمان شاهه "ساقي" جو والد مير مرزا شاهه به سندس عزيز هو مگر هن اهڙي هنڌان شادي ڪئي جا فدوي کي ناپسند هئي، تنهن ڪري هن ان شادي جي تاريخ هنن لفظن ۾ ڪڍي:

مير مرزا شاهه صاحب رضوي،
ڪتخدا شد بي حياة بي ادب.

١٣٠٣ هه

فدوي جواني جي زماني ۾ تپيدار هو ۽ جيرڪ، ڪيٽي بندر، گهوڙاباڙي وغيره ۾ نوڪري جي سلسلي ۾ رهيو هو، ١٢٧٦ هه ۾ نوڪري ڇڏي پنهنجي زمين سنڀالڻ لڳو. هن جي هڪڙي ڀيڻ ٽکر ۾ ڪي ڀيا پائيوار به هئا جي سندس زمين کايو پئي ويا. فيصلو ان وقت جي ڪاردار ڪيمچند وٽ ويو، جوکين جو چڱو مڙس جام مهرعلي ڀيٽ ڌر جو پاسو هو پر ڪيمچند فيصلو فدوي جي حق ۾ ڪيو.

فدوي کي هڪ فرزند مشرف شاهه عرف خدا ڏنو شاهه پيدا ٿيو هو جنهن جي ڄمڻ تي هن خوشيءَ مان قطع تاريخ لکي هئي، جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن:

هميشهه خدا کان پنيم هٿ کڻيو،
جگر لخت پيوند ڏاتار ڏيار.

سٺي التجا عبد عاصي سندي،
ٿيو نيٺ راضي ڏٺي رب ستار.

سندس ورهيم چاپڻ جو هاتف هڪيو،
ڇيو فدوي کي "سدا بخت يار."

١٢٧٨ هه

فدوي جو اهو فرزند شايد سندس وفات کان پوءِ يا اڳ ۾ فوت ٿي ويو هو. هن پنهنجي زال ۽ نياڻين جي وفات تي هڪ پرسوز مرثيو لکيو آهي جو هن ريت آهي:

درد اڄ دلدار جو مون کان مپڇ
غم سندم غمخوار جو مون کان سپڇ.

جن ڏٺو پر ۾ پرين ور سي سڄڻ،
ديد تي ديدار جو مون کان مپڇ.

عشق جي تابش تپايو تن سندم،
آھ آتشبار جو مون کان مپڇ.

جي جگر منجھہ جوش جايو تي جلي،
اندر دل افگار جو مون کان مپڇ.

اڻ منداتي موت کان ڏايو فراق،
دمبدم آزار جو مون کان مپڇ.

جل جدائي اندر مان آرام نيو،
جي ۃ گھڙي جيدار جو مون کان مپڇ.

اکن آگم کيا نتيون سر،و سھن،
روڻ بي اختيار جو مون کان مپڇ.

جند جان پرين پڇاڻا پير تي،
ضعف جي بسيار جو مون کان مپڇ.

فدوي ٿيو بلبل بي خانمان،
گل بگر گلزار جو مون کان مپڇ.

---

فدوي جا غلام محمد شاھہ "گدا" سان برادرانہ تعلقات ھئا ھو جڏھن بہ حيدرآباد ويندو ھو تہ گدا جو مھمان ٿيندو ھو. فدوي جي ديوان ۾ ہہ ٻي منظوم خط گدا ڏانھن لکيل آھن. گدا جڏھن حج تان واپس آيو تہ ان جي واپس آمد جي تاريخ فدوي ھيئن بيان ڪئي آھي:

مھر هادي جي مچي خوش ٿي ڪيم شڪرِ خدا.
حاجي الحرمين ٿيو سيد غلام محمد گدا.
غور ڪيم تاريخ لئہ ھاتف چيو سال ورود،
آيو ڪل جيڙيمي جنتي عيش جا ماڻي مزا.

١٢٩٧ ھہ

مير حسن‌عليخان ”حسن“، مير عبدالحسين ۽ مير الله‌بخش شهداداڻي سان ٻه فدوي جو نيازمندي جو رستو هو سندس لکيل ننهي جسي مدح ۾ قصيدا ملن ٿا. مير حسن‌علي لاءِ چوي ٿو:

سخن فهم فـاهـم سخندان آهـ،
ٻه تخت سخن صدر سلطان آهـ،
سخندان سڀ لئي قـــدردان آهـ،
ونس شاعرن جو مهت مان آهـ،
منم مدح خـوان مير حسن‌علي.

فدوي ڏانهن ڪنهن هندو راڻن پٽ ايسر پاڻيءَ جو قرض هو جو هو لاهي نٿي سگهيو، هن هڪڙو قصيدو چام مرادعلي جوکي ڪــي لکي ڏنو جنهن ۾ قرض واري ماجرا بيان ڪري امداد جي گهر ڪئي اٿائين. قصيدي جا ڪجهه شعر هي آهن:

مونکي هڪڙي هندوءَ حيران ڪيو،
پيا (بي حيا) پاڻيو جو نياڳو نڪار.

بـاهزيـر ديـوث بـــي ديـن آهـ،
لڪد مـار، لچـو، لاب خـــوار.

رليو آهه رامن ٽهو ايسر جـو پٽ،
نه سمجهڻ پروڙڻ جو اهل ڪفار.

اهڙي هاڻ هندوءَ بـــي ديـن لاءِ،
ڪري ڪو طبو مثل تـو ديندار.
ڪنان دام واٽي جي ٿي دل خلاص،
ٿي آزاد ڪريان دعـــا در ڪنار.

—

فدوي جي جمڻ ۽ وفات جي تـاريـخ جـو پتو نٿو پوي، سندس ديوان ۾ ١٣٠٣ هه تائين قطع تاريخون ملن ٿيون جنهن سان سمجهجي ٿو ته هن جي وفات ١٣٠٣ هه کان پوءِ ٿي آهي.

فدوي پنهنجي دور جو نه صرف پرگو شاعر هو پر پنهنجي دور جي سنڌيءَ جي چوٽيءَ جي شاعرن مان هو. مخدوم محمدابراهيم ”خليل“ هن لاءِ لکي ٿو، ”طبع روان هئس پر گهڻو سنڌي ڪلام ڏانهن مائل هو ۽ سنڌي ۾ مرثين ۽ مناقبن ۾ گهڻو ڪلام اٿس. ڪڏهن ڪڏهن پارسي ۾ به شعر چوندو هو.“ (١)

فدوي ٻئي جو پهريون شاعر آهي جنهن ڇاٽي واٽي سنڌي شاعري ڏانهن وک وڌائي ۽ سنڌي شاعري جي گلدستي کي غزل جي رنگارنگي گلن سان سينگاريو. فدوي جي غزل جي وڏي ۾ وڏي خوبي سندس زبان آهي جنهن ۾ رواني سان گڏ سلاست آهي جنهن جي پڙهڻ سان هڪ سرور ٿو پيدا ٿئي. هن جي غزل ۾ ڪٿي ڪٿي پارسي لفظن جو استعمال به آهي پر اهي سون تي موتين جي جڙاءَ مثل ٿا لڳن. هن جي غزلن جا قافيه ۽ رديف شوخ آهن، جنهن ڪري غزل جي نزاڪت وڌي ٿي وڃي. هن جا خيال ٻين شاعرن وانگر هڪ جهڙا نه پر گوناگون آهن. هو هر خيال کي سادي مگر وڻندڙ انداز ۾ بيان ڪري ٿو، اها ئي خيالن جي سادگي آهي جيڪا سندس غزل جو حسن آهي.

## ڪلام جو نمونو (٢)

عاشقن جي جنگ تي معشوق يڪسان صف ٻہ صف
سينگ ابرو ڪيو هڻن ٿا تير مژگان صف ٻه صف.

دام انڪيل زلف جا حاضر حبيبن جي حضور،
لٺي شفاعت پيش بيٺا بي گناهان صف ٻه صف.

سنڌن مرواريد سهڻا عجب جهڙا آبدار،
قدرتي ڏاکي ۾ پوتل در دندان صف ٻه صف.

موهيڙا منهن ۾ سنڌن ديدار داٿا دل تي ڏين،
ساڪ سهڻي سربسر ياقوت مرجان صف ٻه صف.

---

(١) ”تڪمله مقالات الشعرا“ ص ٤٨٢.
(٢) ”ديوان فدوي“ قلمي.

راست قد سھڻن جي اڳيان دست‌بستا بسا ادب،
ڪڇي ۾ طوقِ غلامي جمله خوبان صف بہ صف.

شمع روشن ٿيو بَہ مجلس آ حسينن جو حسن،
پتنگ جيئن صدبار عاشق انتي سوزان صف بہ صف۔

آستاني تي عجيبن جي ڏسو نيڻن جا ناز،
نايو سر تا ڏين سجدا نيازمندان صف بہ صف.

پرت ۾ پيرِ مغان جي پرخماري بادھ خوار،
در مٿي ميخانہ جي سڀ محو مستان صف بہ صف.

منھنجي گل بي خار تي سڀ گلعذارانِ جھان،
"فدوي" مون جيئن ھزارين عندليبان صف بہ صف۔

—

من گھريا محبوب منھنجا يار دلبر مرحبا،
اندر جا آرام ھنيڙي ٺار دلبر مرحبا.

تنھنجا ھنڌ آھن ھنيي ۾، آ اکين ڪان اندر ۾،
پير تنھنجا سر اسان سينگار دلبر مرحبا.

جو ڪيو مشتاق سين، انجام وعدو وصل تو،
سو ڏنئہ پاري پرين پت پار دلبر مرحبا.

تو ڏني ڏورائي مونکي ٿيو نشو نينھن جو نصيب،
وسوسا ويا تو ڏني خمار دلبر مرحبا.

آئي تو عيدون ٿيون اڄ گھر ۾ روزي‌دار جي،
توکي ڏسندي ڪيا اکن افطار دلبر مرحبا.

ڪيون اوھان جي اچڻ حاصل 'فدوي' کي فرحتون
ھو نہ دل آرام توکان ڌار دلبر مرحبا.

—

# فضل محمد "ماتم"

(  -۱۸۹۴ع لڳ ڀڳ)

حاجي فضل محمد عباسي خاندان مان هو ۽ سندس تخلص 'ماتم' هو. هو وڏن کان وٺي مير صاحبن جو ملازم هو. مياڻيءَ واري لڙائيءَ کان پوءِ هي به مير صاحبن سان گڏجي ڪلڪتي قيد ٿي ويو(۱).

فضل محمد ماتم مير صوبدار خان جي خاص خدمتگارن مان هو ۽ بنگال ۾ به سندس خدمت ۾ رهيو. هو بنگال جو ذڪر پنهنجي هڪ اردو شعر ۾ هيئن ڪري ٿو:

ياد آتا ہے زمانہ مجھے سودا پن کا
سير کرتا تھا مين بنگال مين سندربن کا.

شايد بنگال ۾ ئي طب جو مطالعو ڪيائين ۽ واپس سنڌ ورڻ کان پوءِ حڪمت جو پيشو اختيار ڪيائين. هو حرمين شريف جي زيارت کان به مشرف ٿي ويو هو جنهن جي پيهر زيارت جي خواهش ظاهر ڪندي چوي ٿو:

اي ڏٺي ڏيکار پانهي کي وري ملڪِ حبيب
جو حبيبِ خاص تنهنجو آهه ختم الانبياء.

ماتم جي حياتي حيدرآباد ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ بسر ٿي، هو حيدرآباد جي ويجهو ٽنڊي نور محمد ۾ رهندو هو ۽ پوءِ هٽڙي شهر ۾ وڃي رهيو ۽ وفات به آتي ڪيائين. هٽڙيءَ ۾ پنهنجي قوم جي هڪ پرده نشين عورت سان هن کي نينهن ٿي ويو هو، مگر هن جي شادي ٿي نه سگهي تنهن ڪري هو سڄي عمر ڪنوارو رهيو(۲). هو پنهنجي ان عشق جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

هٽڙي مين گرفتار ہے اک پرده نشين کا،
'ماتم' کے لئے گوشہء زندان ہے تو هٹڑي.

---

(۱) عباس علي بيگ مرزا "شاهڪار ثابت" مقدمو قلمي، ص ۳۶، سنڌي ادبي بورڊ.
(۲) روايت عباس علي بيگ مرزا.

مير عبدالحسين ’سانگي‘، ’ماتم‘ سان شادي ۽ اولاد بابت چرچو ڪندي چوي ٿو:

دخترِ رز سان ڪيو ماتم نڪاح،
جاڏ ٿيندو هو به اولادي ادا(۱).

ماتم ان جو جواب هيئن ٿو ڏئي:

شعر منهنجو مون سندو اولاد آهه،
چو نه آهيان آڏون اولادي ادا (۲).

هن ماتم، آل عبا ۾ پنهنجو تخلص ئـي ’ماتم‘ اختيار ڪيو. سندس ڪلام ائمه اثنا عشر جي مدح سان ڀريل آهي مگر سندس ڪلام ۾ پيرانپير جي تعريف ۾ به شعر ملن ٿا:

آهيون مريد اسين پير جهان دستگير جا،
سلطان هر ڪهه و مهه برنا و پير جا.

جنهن سالها جو بحر مان ٻيڙو ٻڌل ڪڍيو،
تنهن شاهه تاجدار ڪرامت سرير جا.

’ماتم‘ پنهنجي دؤر جو بلند پايه شاعر ٿي گذريو آهي، آن دؤر جي ڪيترن شاعرن هن جي ڪلام جي تعريف ڪئي آهي، سندس غزلن کان متاثر ٿي جوابي غزل لکيا آهن ۽ ڪيس پنهنجي غزلن تي غزل لکڻ جي دعوت ڏني آهي جن ۾ سانگي، گدا، مرتضائي ۽ حامد جا نالا قابلِ ذڪر آهن:

سانگي:

آهه بافضلِ محمد شعر ماتم جو مٺو
دل سندس آهي غمِ آل عبا ۾ داغدار.

واهه ماتم بي گمان شيرين سخن،
شاعري خوش حيدرآبادي ادا.

---

(۱) ”شاعران شيرين بيان“ قلمي.
(۲) آردو شعراء سنڌ، ص ۱۵۲.

گـدا:

سندم محب مومن، ميون ماتـم آهي،
سخن سنج شاعـــر، بـجـا ذو طـرازي.

’ماتم‘ ادا، ’گدا‘ جي سوا ڪنهن جي ڇا مجال،
هن شعر جي جواب جو ميدان سرڪري.

مرتضائي:

شعرا ۾ مرتضائي ڏسان جي ڪري نگاه،
مضمون وار سنڌ ۾ ماتم سان ناهي مٿ،

آهي ماتم سندو ڪلام مليح،
اڳ ۾ دُرريز سارو دفتر هوس.

ماتم پنهنجي دؤر جي چوٽيءَ جي شاعرن مان هڪ آهي، جيتوڻيڪ هو سانگي کان عمر ۾ وڏو هـو، مگر سندس شمار سانگيءَ جي دؤر جـي شاعرن ۾ ٿئي ٿو. هن جي ڪلام ۾ پنهنجي انفراديت آهي. جيتوڻيڪ وقت جي مروج رجحانن جو اثر هن جي ڪلام تي ڇانيل آهي مگر سندس اندازِ بيان وڻندڙ ۽ پيارو آهـي. هن جي جذبـن ۽ احساسن ۾ رنگيني، تخيل ۾ بلندي، طبع ۾ لطافت ۽ رواني آهي. هن ڪي شاعري جـي ذات مليل هئي، جنهن ڪري هن غزل جي گلستان ۾ هڪ نئون رنگ ۽ نظارو پيدا ڪيو آهـي:

## ڪلام جو نمونو(١)

وري آيـــو بـهار، بـــاغ آرا،
وري ٿيا زخم منهنجي دل جا آلا.

دوباره ڏينم ساقي، ساغـرِ مي،
بهاري ۾ ڪپـي نشو دوبـــالا.

نهي ئي ڪين ٿو محبوب مون سان،
هزارين ٿو ڪيان حيلا حوالا.

وهن ٿا چشمئہ چشمن کان منهنجي،
بجائي آب هائي رت جـا نالا.

(١) ”انتخاب ماتم“ قلمي.

لڪان بالا بلندن جا ڳڻ اوصاف،
فلڪان ٿي زمين، شعر بـــالا.

'گدا' آهي اسان‌جو دوست دلبر،
'گدا' کي خوش رکي باري‌تعاليٰ.

غم و رنج و دريغ و درد و 'ماتم'
محبن جـــا رکيا محبوب نـــالا.

سنڀالي وک وجهج 'ماتم' محبت ۾
نـــہ ميدان، محبت بيت، خالا.

---

ڪو ٻچو عشق جو بيمار ڏٺوسون نہ ٻڌو،
عشق جهڙو ڪوئي آزار ڏٺوسون نہ ٻڌو.

پيچ در پيچ خـــم، زلف مسلسل جهڙو،
ڪو بہ قيدي جو گرفتار ڏٺوسون نہ ٻڌو.

عشق جي دام کان آزاد نہ ذرو نہ پتنگ،
نيز هم طائـــر، گلزار ڏٺوسون نـــہ ٻڌو.

عـــالم، حسن عجب عالـــم، اسرار آهي،
اهو ڪو عالم، اسرار ڏٺوسون نہ ٻـــڌو.

تو جهو اي مہ، بي مهر صنم ٻيو ڪوڪٿي؟
يـــار دلـــدار دل آزار ڏٺوسون نـــہ ٻڌو.

باعث، عـــالم، اـــجاد يقيناً بيشڪ،
همسر، احمد، مختار ڏٺـــو سون نہ ٻـــڌو.

شعر 'ماتم' جو ٻڌي يار چوي ٿو هھڙو،
شعر شيرين شڪروار ڏٺوسون نہ ٻـــڌو.

چاڻجو نيڪ نہ "ماتم" کي نہ ڪو دنيا ۾،
اهڙو اي دوستو، بدڪار ڏٺوسون نہ ٻڌو.

---

# حافظ حامد "حامد"

## (١٨٣٢—١٨٩٧ع)

حاجي حافظ حامد ولد محمد هاشم ميمڻ، تخلص 'حامد'، اکين کان ڄائو هو ته ماتا جي منحوس بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيو ۽ نابين ٿي پيو مگر الله هن جي اندر کي اهڙي جوت بخشي جنهن هن جو نالو ساري سنڌ ۾ روشن ڪري ڇڏيو.

حافظ حامد جو حافظو نهايت تيز هو، جنهن جا ڪيترا واقعا سندس زندگيءَ ۾ ملن ٿا. هن قرآن شريف جا اٺ سيپارا سنڌ ۾ ياد ڪيا، پوءِ حرمين شريف ڏانهن ويو، جتي باقي قرآن شريف حفظ ڪيائين. سندس استاد محمد شاذلي هڪ ڀيري کيس چيو ته: "حامد! تون قرآن شريف جو دور نٿو ڪرين، متان توکان قرآن وسري وڃي". حافظ حامد کيس وراڻيو: "هڪ دفعو قرآن اوهان وٽ پڙهندو آهيان ۽ ٻيو دفعو روضه مبارڪ ۾ تنهن ڪري پڪ اٿم ته ڪڏهن به نه وسرندو".

حافظ حامد ٻه حج ڪري واپس وريو. جيتوڻيڪ ان وقت تائين عربي ۽ پارسي ڪانه پڙهي هئائين پر مناسڪالحج ۽ سڄي سفر جو احوال منظوم ڪيائين. هڪ ڏينهن هو مسجد ۾ ستو پيو هو ته مولوي حاجي موسيٰ نظامائي منجهند جو ننڊ مان اٿاري چيس ته، "حافظ حامد، پارسي پڙهه." مولوي صاحب کيس آمدن، آوردن ۽ آموختن جا مصدر ياد ڪرائي هليو ويو ۽ ٻن ڏينهن کان پوءِ فوت ٿي ويو. مولوي صاحب جي انهيءَ فيض حافظ حامد کي پارسي زبان جو ماهر بنائي ڇڏيو ايتريقدر جو پارسي زبان ۾ سولائيءَ سان شاعري ڪري سگهندو هو.

حافظ حامد عربي جي تعليم ملاڪاتيار ۾ درس وليمحمد کان وٺڻ لڳو پر هڪ ڏينهن شرح ملا جي ڪنهن نڪتي تي استاد ۽ شاگرد جي وچ ۾ گهڻو اختلاف پيدا ٿيو تنهن ڪري ڪاتيار ڇڏي ٽنڊي سائينداد ۾ قاضي ابوالحسن کان فيض حاصل ڪرڻ لڳو. سندس حافظو اهڙو تيز هو جو استاد کيس ويهن کان پنجاهه تائين حديثون پڙهائيندو هو ته اهي يڪدم کيس ياد ٿي وينديون هيون ۽ ڪتابن جا صفحن جا صفحا هڪ ڀيري ٻڌڻ سان ياد ٿي ويندا هئس.

حافظ حامد روزگار لاءِ ڪپڙي جو دڪان کوليو هو. سندس حافظي جو اهو ڪمال هو جو هٿ لائڻ سان هر ڪپڙي جي قسم ۽ رنگ جو پتو لڳائي سگهندو هو.

حافظ حامد کي ڇهه نياڻيون ۽ ٽي پٽ ڄاوا جن مان محمدهاشم مخلص سنڌ جو ناميارو صحافي ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. ڀڄاڙي جي ڏينهن ۾ هو ٽکڙ جي سيدن سان ڪنهن ڳالهه تي ناراض ٿي ڳوٺ نورائي تعلقي حيدرآباد ۾ وڃي رهيو ۽ (۱۳۱۵ هه) ۱۸۹۷ع ۾ مارواڙ جي "چارڻي" نالي ڳوٺ ۾ رحلت ڪيائين. سندس رحلت جي تاريخ "آهه غريب‌الوطن" ۱۳۱۵ هه سان نڪري ٿي.

حامد پنهنجي دور جو ناميارو شاعر هو. سندس همعصر شاعر هن کي نهايت عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا. ڊاڪٽر نبي‌بخش بلوچ چوي ٿو: "گدا"، سانگي، حامد ۽ حيدري جي جڻ پاڻ ۾ چوياري هئي گاهي بگاهي هڪ ٻئي جي پران غزل چيائون ۽ هڪ ٻئي کي داد ڏنائون." (۱) سانگي ان چوياري جو ذڪر هيئن ڪري ٿو:

حاجي حامد جي هي موزون مصرع آهي دلفريب،
هي نه عيب آهي جو ڪريان تنهن سان تل طوبيٰ کي آهه.

حامدا تنهن جي غزل جو ڏني "گدا" سهڻو جواب،
تو چوان تاڪيد سان، تنهن افضل‌الشعرا کي آهه.

سو هيئر مونکي غزل جوڙيندو آهي ياد پيو،
ڪيئن وساريان "حيدري" جهڙي غزل آرا کي آهه.

سانگي حامد کي دادِ سخن هنن لفظن ۾ ٿو ڏي:

تنهن کان پوءِ چئجن وري "حامد" سندا اشعار خاص
جي آهن تسبيح جيئن پوتل چون دُرِ شاهوار.

۽ گدا وري حامد جي مصرع پسند ڪري سندس تعريف ڪندي چوي ٿو:

---

(۱) نبي‌بخش بلوچ ڊاڪٽر "ڪليات سانگي" مقدمو ص ۸۴.

"گدا" دلچسپ هي مصرع فصاحت ءآب حامد جي،
ڇڏي حيلا حبيبن سان پلا ڪا وڪ پرڻ گهرجي.

حامد کي شاعري جي ذات سايل دمي ۽ هن اها ذات سنڌي غزل جي سونهن کي سنوارڻ تي صرف ڪئي. حامد کان اڳ جي شاعرن سنڌي غزل تي پارسي رنگ ۽ پارسي زبان جي ڇنسالي ڪئي هئي پر حامد اهو غزلگو شاعر هو جنهن پنهنجي غزل جي زبان تي اهو رنگ چڙهڻ نه ڏنو. مولانا دينمحمد وفائي حامد جي زبان لاءِ چوي ٿو: "سندس سنڌي زبان اهڙي صاف آدي جو جيڪڏهن حضرت پنائي عايهالرحمت جي ڪلام سان پيمنجي ته ڪو تفاوت معلوم نه ٿيندو." (١)

حامد ايراني روايتن کان پاسو ڪري سنڌي غزل کي پنهنجي ديسي ۽ مقامي روايتن ۽ ماحول سان روشناس ڪرايو ۽ سنڌ جي تاريخي ۽ روماني داستانن کي سنڌي غزل جو زيب ۽ زينت بنايو. حامد کان اڳ ڪهاڻين جا اصطلاح، استعارا ۽ اشارا ته گل، قاسم ۽ فاضل وٽ به مان ٿا پر ڪهاڻي کي غزل جسي صنف ۾ سمائڻ ۽ ان ۾ تسلسل پيدا ڪرڻ حامد جو ڪارنامو آهي. (٢)

حامد جي ڪلام ۾ ٻولي جي چاشني، بيان جي سادگي، ڪلام ۾ رواني ۽ تغزل موجود آهن، هن جا ڪيترا غزل مسلسل غزل آهن.

### ڪلام جو نمونو(٣)

دل گهريا دوست دادلا سڄڻان،
مون سري ڪين تو سوا سڄڻان.

ڇو رقيبن جي ڇئي رسين مون سان،
ڪر وفا تي نه بي وفا سڄڻان.

ڏور ويندين ته ڏينهن لائيندين،
گهار مون ساڻ گڏ سدا سڄڻان.

---

(١) "ارمغان حامد" ص ٥، مسلمان پرنٽنگ پريس ميرپورخاص ١٩٢٦ع.
(٢) عبدالرزاق "راز" شيخ "سنڌي غزل جو تجزيو" ص ٤٩.
(٣) ارمغان حامد، ص ٢٦ ۽ ٨.

خود نمائي نہ ڪر خدا لڳ تون،
دردمندن سان دلربا سڃاڻ.

ڪنهن ڪيہ يار بيگانو،
سڀ اغيار آشنا سڃاڻ.

ڇا مڏيون مال سر بہ هي صدقو،
تنهنجي هڪ ماڻ تان منا سڃاڻ.

ڪين چوندس ڪڏانهن جي ڪهندين
جور تنهنجي ڪسي آهِ جفا سهڻا.

"حامد" هي غزل ڏسي چوندو،
وجد ۾ يار خودنما سڃاڻ.

---

محبت سچايو مگر الغياث
جليو جوش ڪان جي جگر الغياث.

ٿيو محو هڏ ماهہ وگهريو وجود،
ڪيو عشق ايڏو اثر الغياث.

هڻين حڪم هيڻن تي هڪر حبيب،
صنم سنگدل ٿيو سپر الغياث.

ڪهي ڪهل ڪان ڪو نہ ڪڏهين ڪري
نماڻن مٿي ڪو نظر الغياث.

جتن جا ڳنڍيمون نہ ڪرها ڪليا،
ستي سات ڪيڙو سفر الغياث.

نجاتان ڇڏي ننڊ ۾ ويا نڌر،
ڪري ڏير ڪهڙو ڏمر الغياث.

پيم پنڌ پڇين پنهل جام ڏي،
وساري نه وهندياس ور الغياث.

ٿيو هلڻ حامد اڳاهون عجيب،
سدا ڏور سپريـن سڌر الغياث.

---

## آخوند فقيرمحمد "عاجز"

### [١٨٤٦ع — ١٦، جنوري ١٩١٨ع]

آخوند فقيرمحمد بن آخوند موسيٰ تخلص 'عاجز' قريشي صديقي نسل جو هو (١). گل، خندان عرف جان عالم انجمن آرا جو مصنف آخوند لطف الله سندس سوٽ هو. سندس ڏاڏو آخوند عبدالڪريم عربستان جي حديدهه واري درگاهه شريف جي بزرگن پاران سنڌ ملڪ لاءِ خاص خليفو ۽ مير ڪرم علي خان جي حڪومت جي دور ۾ ڪاردار هو ۽ سندس خاندان خاص ميرن جي ماڻهن ۾ شمار ٿيندو هو.

عاجز عربي ۽ پارسي تعليم سان واقفيت بعد مروج سنڌي تعليم حاصل ڪئي ۽ مير حسن علي جي زور تي ٽپيداري جي نوڪري ڪئي. هن جي دل تي اهو اثر هو ته انگريزن ظلم ڪري سنڌ مربين ميرن کان حڪومت حاصل ڪئي هئي، تنهن ڪري انهن وٽ نوڪري ڪرڻ درست نه آهي، ان سبب ڪري هن نوڪري ڇڏي ڏني.

عاجز کي، اصلوڪي دستور موجب ميرن کان ماهيانو وظيفو ملندو هئو ۽ مير عبدالحسين سانگي مٿس هروقت مهرباني ڪندو رهندو ۽ خلاصو ساليانو وظيفو ڏيندو هو. هن کي مير عبدالحسين جي سفارش سان تعلقي نوابشاهه ۾ ادائي سو ايڪڙ سرڪار کان زمين مليي هئي جنهن ڪري سندس گذر سکيو ٿيڻ لڳو.

عاجز فقير ۽ صوفي طبع انسان هو. هو خواجه عبدالقيوم سرهندي جو مريد هو ۽ ٻه ڀيرا حج ڪري آيو هو.

---

(١) سندس خاندان جو احوال "آخوند" لطف الله جي ذڪر ۾ اچي چڪو آهي.

سانگي، گدا، حيدري، قليچ ۽ حافظ حيات شاهه سان سندس شخصي نيازمندي ۽ شاعرانه صحبت هوندي هئي. محمد بخش "واصف" شاعري ۾ سندس شاگرد هو. هو سانگي، گدا ۽ حيدري کي هنن لفظن سان ساراهي ٿو:

"سانگي" جو شعر شيرين موزون ۽ پرنمڪ
آهي "گدا" ۾ صاف فصاحت مآب ڪٿ.

حيدري دل ڪان گدا ٿيو، نظم "سانگي" جي ۾ لطف
عجز ڪان عاجز آداسي پيو سندس پيزار زار.

ڪيئين لطف، عاجز، گدا، حيدري سان
سنئون سانگ سانگي جو الله هادي.

عاجز صاحب ديوان شاعر آهي جنهن ۾ اصولڪن غزلن سان گڏ ڪيترا غزل پارسي شاعرن خاص طرح حافظ شيرازي جا ترجمو ڪيل يا سندس غزلن جي تتبعه تي چيل آهن. عاجز جي غزل جو روايتي رنگ آهي جيئن ته هو صوفي طبع شخص هو تنهن ڪري سندس غزل تي مجاز ڪان زياده تصوف جو رنگ چڙهيل آهي. سندس ڪلام ۾ تصوف جا ڪيترا باريڪ نڪتا بيان ڪيل آهن، جن جي سمجهاڻي هن پنهنجي هٿ سان حاشي ۾ لکي آهي.

عاجز جا ڪيترا ڪتاب لکيل آهن جن مان گلشن بهار ڇاپيل آهي ۽ ٻيا هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ آهن(١):

١- جان مشتاق (رباعيون)، ٢- جان عشاق (قانون عشق جو اردو مان ترجمو ۽ بلا شاهه جون ڪافيون)، ٣- جان سالڪ (شاهه باهو جي پارسي ڪتاب عين الفقر جو ترجمو)، ٤- ديوان عاجز، ٥- نيڪ اخلاق (اخلاق محسني جو ترجمو)، ٦- ليلي مجنون (نظم ۾)، ٧- رحمت اللعاشقين (مثنوي تحفة العاشقين جو ترجمو)، ٨- تفسير "فاتح الڪتاب"

## ڪلام جو نمونو(٢)

جڏهن سهڻي ساجن وڌا سونکي ٻڪ،
رقيبن جاي جوش ڪان ماريا جڪ.

(١) "گلشن بهار" ص ٦، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧١ع.
(٢) ديوان عاجز" قلمي.

ماڻيو موٽ ڪي مهرو سڙيا ۽ پڇيا،
سنڌم ويري ويتر وڏا ها جي ڏک.

انـــدر ۾ عجيبا لڳم آڳ عشق،
جاڻي جوش ۾ دل سڙي ٿيم رڪ.

دنيا هي دورنگي، مانجهاڏي جو ماڳ،
ڪني ميٺڙيا ماڻڪ، ڪني ميٺڙيا ڪک.

پکيءَ جان پرتم موٽ پرواز ڪيو،
آڏامي اڇان ها هجن ها جــي پک.

اڇن سور آڏسا ڪيو ”عاجز“ اندر،
جاڻي پيو جگر دل ۾ داغن جا لک.

—

ڪڏهن ته پنهنجي گهٽي ۾ پرين اچڻ ته ڏيو،
مدح ۾ پنهنجي پيارا غـــزل چوڻ ته ڏيو.

ڦسائي روح جـــي پکيءَ کـــي بتار، سنبل،
وري ته زلف دوتا جي هوا وٺڻ ته ڏيـــو.

شڪار دل جي پکي جو نه آهه بس مشڪل،
ڪمان تير به حـــاضر نشان چٽڻ ته ڏيـــو.

هي نقد جان جو صدقو منٺ چڙن تان ڪريان،
ز غمزه ناز ادا سان چمي وٺـــڻ تـــه ڏيو.

اگرچه ڪين آ جائز ملڻ به مذهب، عشق،
شراب شوق جـــو پيارا پرين پيڻ تـــه ڏيـو.

روڻ ۾ هوس چمائين ته ڏس مٿي ”عاجز“،
ڪلي چيوم عجب مان هنجون جهاڻ ته ڏيو.

—

# غلام محمد شاهه "گدا"

## (١٨٣٧ع - ١١ جنوري ١٩٠٥ع)

سيد حاجي غلام محمد شاهه ولد سيد حسن علي شاهه تخلص "گدا" رضوي ساداتن مان هو. سندس وڏا ڪلهوڙن جي زماني ۾ خراسان مان لڏي اچي خدا آباد ۾ رهيا. گدا جو ڏاڏو سيد بچل شاهه مير بجار خان ولد مير بهرام خان (شهيد) وٽ ملازمت اختيار ڪئي. گدا جو والد سيد حسن علي شاهه، مير نصير خان جي حڪومت ۾ بجارائـي ٽالپرن وٽ معزز عهدي تي هو.

گدا ١٢٥٣هه مطابق ١٨٣٧ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. سندس ولادت جي تاريخ "مظهر حق" لفظ مان نڪري ٿـي، جنهن کي رشيد لاشاري "ڪليات گدا" کي ترتيب ڏيڻ وقت هيئن نظم ۾ پوتو آهي:

جڏن پڇيم سال ولادت، تڏن چيو هاتف "رشيد"
"مظهر حق" ان جي سڀ تاريخ لکندا ٿا اچن.

هن پارسي ۽ عربي جي تعليم آخوند احمد بن عبدالعليم ساندوئي کان حاصل ڪئي هئي، جيڪو مير صاحبن جو استاد هو ۽ شاعري ۾ محمد روشن "روشن" حيدرآبادي سندس استاد هو، جنهن جي وفات جي تاريخ گدا هيئن بيان ڪئي آهي:

چون استاد روشن به جنت روان شد،
بگفتا "گـدا" آهه شيرين سخن(١).

١٢٨٦هه

گدا شاهه پنهنجي ڏاڏي سيد بچل شاهه جـي هٿ تـي بيعت ڪئي هئي ۽ قادري طريقو اختيار ڪيو هو. پنهنجي مرشد لاءِ هنن لفظن ۾ دعا ٿو گهري:

رک سلامت تون بچل شاهه منهنجي پير کي
جڳ جي مرشد غوث اعظم اوليا جي واسطي.

گدا ٻه ڀيرا حج ڪري آيو هو. هڪڙو ڀيرو لس جي ڄـام حاجي

(١) "تڪمله مقالات الشعرا" ص ٣٠١

مير خان سان ۽ پيو پيرو مير حاجي نورمحمد خان سان حج تي ويو هو. سندس حج تان واپسي جي تاريخ امام بخش شاهه فدوي هيئن بيان ڪئي آهي:

مهر هادي جي مڃي خوش ٿي ڪيم شڪر خدا،
حاجي الحرمين ٿيو سيد غلام محمد گدا.

غور ڪيم تاريخ لئي هاتف چيو سال ورود،
آيو ڪل جيئريئي جنتي عيش جا ماڻي مزا.

١٢٩٧ھ

گدا کي سير ۽ سفر جو گهڻو شوق هو. هو سنڌ جي مختلف شهرن خاص طرح ٺٽي گهڻو ويندو هو، جتي گهڻو ڪري ڪريم بخش شاهه ”عزيز“ رضوي وٽ وڃي مهمان ٿيندو هو. هن جا ٺٽي جي ٻين شاعرن جهڙوڪ امام بخش شاهه ”فدوي“ ۽ مخدوم محمد ابراهيم خليل سان گهرا تعلقات هئا، خليل، گدا جي هرڪائڻ تي اردو (هندي) ۾ شاعري شروع ڪئي هئي، پاڻ پنهنجي سير لاءِ چوي ٿو:

ڏنو مون سنڌ ساري کي ڪراچي مان وڃي ڪعبي
ڏٺو مون ڪيترا پيرا سڄڻ جي لاءِ لس ٻيلو.

گدا دهلي به ويو هو جنهن بابت سانگي چوي ٿو:

گدا شاهه چيو ڪالهه دهلي ڏسي،
سندم پير دل نوجوان ٿي پئي.

وهم آنريبل مير تو ڪئي آهه ڪرامت،
دهليءَ ۾ گدا جي ٿي گورنر سان ملاقات.

مير شاهنواز، لس ٻيلي جو جام ميرخان، مير بهرام خان، مير الله بخش شاهواڻي ۽ خاص طرح مير عبدالحسين ”سانگي“، ”گدا“ جي سرپرستن مان هئا، ڪيس وقت بوقت نوازيندا رهندا هئا، تنهن ڪري هو مالي پريشانين کان آجو هو. هن وقت بوقت پنهنجي غزلن ۾ انهن جي مدح ڪئي آهي.

گدا پنهنجي همعصر شاعرن کان عمر ۾ وڏو هو. سندس علم وفضل

۽ شعر ۾ دسترس سبب وقت جا سڀ شاعر سندس شاعريءَ ۾ ڪمال جا معترف هئا ۽ هنن وقت به وقت سندس سخندانيءَ جي تعريف ڪئي آهي. سانگي چوي ٿو:

آهي جو سخندان شيرين زبان،
غزل جي چوي ٿا چوي مر گدا.

—

پلا ڪيئن نه شهرن ۾ شهرو هجي،
گدا جهڙي شاعر سخندان جو.

—

گدا جي وفات کان پوءِ سانگي سندس صحبت کان محروم ٿي پيو هو جنهن جو هن کي احساس هو. هو گدا کي هروقت ياد ڪندو رهندو هو، سندس وفات کان پوءِ کيس خراجِ تحسين پيش ڪندي چوي ٿو:

ويو گدا شاهه داز دنيا مان،
سنڌ ۾ هو سو شعر جو استاد.

گدا جهڙو غزل چئو ڪير چوندو،
ڏسو ڪهڙا نه دنيا کي ڇڏن ٿا.

سخن فهم و سخندان و سخن سنج.
گدا جهڙا ڪٿي ڪمتر اپن ٿا.

—

ڊاڪٽر بلوچ چوي ٿو: ”گدا کي سانگي استاد ڪري مڃيو هو“ (١). سانگي سندس استاديءَ جو اعتراف هنن لفظن ۾ ٿو ڪري:

استادِ سخن آهي گدا شاعرِ يڪتا،
آڳاهڙي سخندان کي سخندان نه چوان چو.

(١) ”ڪليات سانگي“ مقدمو ص ٨٤ .

بتواريخ و در غزل استاد،
حيدرآباد ۾ گدا آهي.

—

گدا جي ٻن شاگردن ۾ مرزا دوست محمد "دوست" ۽ محمدهاشم "مخلص" جا نالا قابلِ ذڪر آهن. مرزا دوست محمد پنهنجي استاد لاءِ چوي ٿو:

آهي استاد نڪتہ سنج گدا،
شعر ان جو پسندِ شاهان ٿيو.

مخلص چوي ٿو:

گدا استاد منهنجو بي نظير آهي،
سخن ۾، نظم ۾، طرزِ بيان ۾.

گدا پنهنجي عزيزن مان شادي ڪئي هئي جنهن مان ٽِس ۽ پٽ هڪ ڌيائي پيدا ٿي هئي پر سندس پنهي فرزندن جوانيءَ ۾ رحلت ڪئي، هن اهو جانگداز صدمو نهايت صبر شان برداشت ڪيو. گدا، ١١ جنوري ١٩٠٥ع ۾ حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

گدا پنهنجي دور جو استاد شاعر هو. هن جي ڪلام ۾ رواني آهي ۽ هن کي اها قدرت حاصل آهي تہ هو پنهنجن جذبن ۽ احساسن کي نهايت دلپذير پيرائي ۾ بيان ڪري ٿو. هو پنهنجي دور ۾ پارسي شاعري جي سڀورين رعنائين ۽ نزاڪتن جو علمبردار هو. هن نہ صرف سنڌي غزل جي زبان کي پارسي لفظن سان سينگاريو آهي پر ترڪيبون، تشبيهون ۽ استعارا بہ پارسي شاعري وارا استعمال ڪيا آهن ۽ ماحول بہ ساڳيو پارسي شاعري وارو قائم رکيو آهي.

گدا حسن و عشق جو شاعر هو. هن عشق جي مختلف ڪيفيتن کي نهايت قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان بيان ڪيو آهي. هن عشق جي واردات کي بيان ڪرڻ لاءِ جيڪو اسلوب اختيار ڪيو آهي سو سحرآميز آهي.

گدا سنڌي غزل کي فني خيال کان پختو ۽ مضمون جي خيال

بلند ڪيو. سچ ته هي آهي ته غزل گدا جي هٿن ۾ پهچي صحيح معنيٰ ۾ غزل ٿي پيو.

## ڪلام جو نمونو (١)

سڏي محفل ۾ مون کي يار ويهن تا ويهارن تا،
ڪري لطف و ڪرم بسيار ويهن تا ويهارن تا.

رقيبن جي جلائڻ لاءِ مونکي قرب مان ڪوٺي،
قمر طاعت، پري رخسار ويهن تا ويهارن تا.

ستارو بخت منهنجي جو جڏهن اڄ اوج تي آهي،
تڏهن گڏ دلربا دلدار ويهن تا ويهارن تا.

بحمد الله، اڱڻ منهنجي ۾ پرتان پيرڙا پائي،
بغل ۾ دل گهريا دلدار ويهن تا ويهارن تا.

ڏسيو زار و زبون و عاجز و اندوهگين مونکي،
ڪرمبخشي ڪري غمخوار ويهن تا ويهارن تا.

تيان قربان ڪلان تان، مٺي شيراز مان مونکي،
پياري ساغرِ سرشار ويهن تا ويهارن تا.

خيالات دو عالم يڪ قلم جن کان ويا وسري،
اهي ٿي واقفِ اسرار ويهن تا ويهارن تا.

سڏي پنهنجي "گدا" کي سونهن جا سلطان لاثاني،
عجب جهڙا ڪريو جنسار ويهن تا ويهارن تا.



اڄ خرامان باغ ۾ رشڪِ چمن دلبر ڏٺم،
ناز پرور، نازنين پنهنجو پري پيڪر ڏٺم.

هٿ ۾ ساقي جي پريل صهبا جو اڄ ساغر ڏٺم،
اوج تي اقبال جي، پنهنجو بلند اختر ڏٺم.

---

(١) "ڪليات گدا" ص ٦٨.

بخت خوابيدهہ سندم بيدار ٿيو، دل ٿي بھار،
خواب ۾ خوش مھ لقا محبوب ڪي در بر ڏٺم.

زلفِ عنبر يار جي خوشبو، معنبر ڪيو دماغ،
خالِ مشڪين، بر رخِ آن جانِ جان خوشتر ڏٺم.

يڪسرِ مو پنھنجي وعدي ڪي نہ ڪيئون هڪدم وفا
بيوفائي سان ڀريل، سھڻن جا سڀ دفتر ڏٺم.

آءُ ٿيس جنهن ڏينهن ڪان پيرِ مغان جو معتقد،
حيف باشد، جي وجي ڪنهن شيخ جيءَ جو در ڏٺم.

مون سان ٿيو هم بزم، منھنجو آتشين رخسارِ يار،
رشڪ ڪان اغيار ڪي سر تا بہ پا اخگر ڏٺم.

مرتضيٰ مولا علي، شيرِ خدا، شاهہِ نجف.
پيشوائي لاءِ پنھنجي، هادي و رهبر ڏٺم.

اي "گدا" از شاهہِ خوبان جي ڪريان ڪھڙي صفت،
غمزه و ناز و ادا، هردم سندس لشڪر ڏٺم.

---

## عبدالحسين "سانگي"

### [۱۸۵۱ع – ۱۲، جون ۱۹۲۴ع]

مير عبدالحسين تخلص 'سانگي' ولد مير عباس علي خان ولد مير نصير خان جيڪو ٽالپر گھراڻي جو سنڌ جو آخري حڪمران هو. مير عباس علي خان ڪلڪتي ۾ اسيري واري زماني ۾ هڪ انگريز خاتون سان شادي ڪئي هئي جنهن مان مير عبدالحسين سانگي ۱۸۵۱ع ۾ تولد ٿيو. سندس ولادت ڪان ڇهہ ڏينهن پوءِ سندس والده وفات ڪئي ۽ هو جڏهن ٽئن پنجن سالن جو ٿيو تہ سندس والد شڪار تي ويندي پنھنجي بندوق جو شڪار تي وفات ڪري ويو، جنهن جي وفات ڪان پوءِ سندس پرورش سندس چاچي مير حسن علي خان ڪئي.

سانگي جي شروعاتي تعليم ڪلڪتي ۾ ٿي، سندس تدريس لاءِ مرزا حسن علي عرف بزرگ "ونا" کي مقرر ڪيو ويو جنهن کيس قرآن شريف پڙهائڻ ۽ پارسي پڙهائڻ شروع ڪئي. سانگي اٺن ورهين جو هو جو ميرن کي ١٨٥٩ع ۾ سنڌ وڃڻ جي اجازت ملي ۽ هو حيدرآباد هليو آيو. هتي سندس ڏاڏي بيبي شهربانو سانگيءَ جي پڙهائڻ لاءِ آخوند مقرر ڪيو جنهن بعد اعليٰ تعليم آخوند احمد ساتوٽي کان حاصل ڪيائين، جنهن جي نگراني هيٺ هن کي فارسي زبان ۽ ادب ۾ دسترس حاصل ٿي ۽ آخوند جي شاعرانه طبيعت جو مٿس اثر پيو ۽ سندس طبيعت شاعري ڏانهن مائل ٿي (١).

سانگي جڏهن اٺويهن سالن جو هو ته ميرائن جي ڪيٽي ۾ شڪار ڪندي هڪڙي مهائي ڇوڪري، جنهن جو نالو حاجران هو، جي اکين جو شڪار ٿي ويو.

پسڻ آهيان شڪار ٿيو هاڻي،
سانگي کهڙو وڃي شڪار ڪريان.

سندس چاچي سندس محبت جو مان رکيو ۽ سانگي جي شادي حاجران سان ڪرائي ڇڏي. هن جي حاجران سان ايتريقدر محبت هئي جو هر جمعي رات ٻئي ڄڻا گهوڙن تي سفر ڪري ڀٽائي جي روضي جو پيروڪري ايندا هئا. سندن شادي کي اڃا چار سال ڪين گذريا هئا جو حاجران وفات ڪري وئي ۽ کيس شاهه عبداللطيف جي روضي جي پاسي ۾ دفن ڪيو ويو. حاجران جي وفات سانگيءَ کي فقير بنائي ڇڏيو ايتريقدر جو هو حيدرآباد ۽ شاهه جي ڀٽ جي وچ ۾ اگهاڙي پيرين ايندو ويندو هو ۽ راتين جون راتيون گنجي ٽڪر تي سسئي وانگر پير پٿون ڪندو رهندو هو (٢). پنهنجي غم جي اظهار لاءِ هن سانگي جي تخلص سان ڏک ڀريون ڪافيون چوڻ شروع ڪيون.

١٨٧٧ع ۾ سانگي پنهنجي دوست مير گل‌حسن ٽالپور ڊپٽي ڪليڪٽر جي مشوري سان ڊاڪٽر رائيٽ، جو ٺٽي الهيار ۾ سول سرجن هو، جي نياڻي سان شادي ڪئي جا بيبي بلقيس جي نالي سان هن جي رفيقهٔ حيات بني. شاديءَ کان پوءِ سانگيءَ جي دل جا زخم ڀريا ۽ هن زماني جي ڪمن ڏانهن توجهه ڏنو ۽ شڪار، شاعري ۽ آنرري مئجسٽريٽي جي شغلن ۾ مشغول ٿي ويو.

---

(١) "ڪليات سانگي" مقدمو ص ٧.
(٢) "سنڌي ادب" ص ٢٧٨.

سانگي ١٢، جون ١٩٢٤ع ۾ دنيا جو سنگ ڇڏيو. هميشه لاءِ سانگ ڪري، سائين جي سرڪار ۾ هليو ويو. سندس وفات ڪاپ واري بنگلي ۾ ٿي سندس جنازو پهريان امانت طور سندس والد جي قبي ۾ دفن ڪيو ويو جتان ڇهه مهينا پوءِ ڪيس سندس وصيت مطابق ڀٽ تي شاهه عبداللطيف جي روضي جي چانو ۾ حاجران جي پر ۾ دفن ڪيائون.

سانگي نه صرف شاعر هو پر هڪ سٺو نثر نويس به هو. هن نثر ۽ نظم ۾ هيٺيان ڪتاب لکيا آهن، ١- سوز سانگي (ڪافيون) ٢- لطائف لطيفي (شاهه جي سوانح بابت پارسي نظم ۽ نثر) ٣- ديوان سانگي (ٽي جلد) ٤- ڪهاڻي محبت هاڻي (قصو شاهزادهه دلارام ۽ گل اندام ۽ شهزادي گلفام ۽ نازڪ اندام جو) ٥- آڪاڻي رات وهاڻي (قصو گلرنگ شاهه ۽ گل اندام جو) ٦ ۽ ٧ قصص راحت افزا ٨- قصهه داچسپ ٩- داستان فرحت افزا (قصو فرحت جان، خاطر ياران) ١٠- پارسي شاعرن جي ڪلام مان انتخاب ١١- مثنوي مشتمل بر سرگذشت دارو گير ١٢- اردو شاعرن جي ڪلام مان انتخاب.

سانگي نه فقط پنهنجي دور جو عظيم شاعر هو پر پنهنجي دور جي شاعرن جو سرپرست به هو. هن جي خوش اخلاقي ۽ فياضي هن جي دور جي گهڻن شاعرن کي هن ڏي ڇڪي ورتو هو. سانگي وٽ هرڪنهن آچر تي مشاعرو ٿيندو هو هميشه مير مشاعرهه پاڻ ٿيندو هو. شاعر سندس کپي ۽ سڄي پاسي وهندا هئا. هرهڪ شاعر جتي ويٺل هوندو هو اتي ويهي شعر پڙهندو هو (١). سانگي جي دور جي گهڻن شاعرن جي ڪلام ۾ سانگي جي شاعري ۾ بلندي ۽ سندس نوازش جي مدح‌سرائي ڪيل آهي، جا نموني طور بيان ڪئي ٿي وڃي:

غلام‌محمد شاهه 'گدا':

مير منهنجو ذوالڪرم عبدالحسين خان نامدار،
فيض جو دريا چوان ان گوهر يڪتا کي آءٌ.

شعر رنگين تي سندس نازڪ خيالي ختم ٿي،
ڪين همسر ان جو سمجهان ناسخ و سودا کي آءٌ.

(١) ”نئين زندگي“ ص ٢٣، ماهه جنوري ١٩٥٦ع گل‌حسن ”احسن“ مرزا ڪربلائي ”سانگي“.

حافظ "حامد":

حضرتِ سانگي جو يڪتا شعر لاثاني سچو،
هر غزل انجو ته هڪ نو طرز تي آهي نگار.

غلام مرتضيٰ شاهه "مرتضائي":

اي صبا حضرتِ سانگي کي رسائج تون سلام،
مرتضائي تو رهي تنهنجو ثنا گر پيدا.

مرزا دوست محمد "دوست":

واهه سانگي جا سڀ سخن سهڻا،
سڻي جنکي ٿي دلڙي ديواني.

محمد هاشم "مخلص":

ڳوليو سون جڏهن عالمِ امڪان سخن جو،
سانگي ري ڏٺم ڪو نه ڪو سلطان سخن جو.

مرزا قليچ بيگ:

طرز سانگيءَ جي تي، تو لاءِ غزل جوڙيو "قليچ"
هي ته حاضر آهي، هاڻ پيو به ڪو ارشاد ڪجي.

جتي سانگي جي همعصر شاعرن سانگي کي دادِ سخن ڏنو آهي اتي سانگي به پنهنجي همعصر شاعرن کي سندن مرتبي مطابق دل کولي داد ڏنو آهي. جن ۾ گدا، حيدري، حامد، قليچ، مائل، دوست ۽ مرتضائي جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

سانگي سنڌي غزل جو اڳواڻ آهي. هن غزل ۾ فن ۽ مضامين جي لحاظ کان وڏي وسعت پيدا ڪئي آهي. سانگي جي غزل تي هڪ ئي وقت پارسي روايتن ۽ سنڌي ماحول جو اثر گڏوگڏ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. تنهن ڪري هن جي ڪلام کي دو آتشه چئجي ته غلط نه ٿيندو. پر ان ۾ شڪ ڪونهي ته هن ٻاهرين روايتن ۽ ماحول کي وڌيڪ اهميت ڏني آهي. هن جي غزل

جي زبان سواءِ ڪن غزلن جي عام فهم سنڌي آهي جنهن ۾ گلاب واري خوشبو ۽ گلقند وارو ميٺاج آهي.

سانگي بنيادي طرح حسن و جمال جو شاعر آهي. هن وٽ جماليات جو تصور صاف ۽ چٽو آهي. هن جي لاءِ اهڙو جادو آهي جيڪو سرده روح کي به نئين زندگي بخشي ٿو. هو هڪ باشعور انسان هو جنهن کي انگريزن جي آمد کان پوءِ سياسي، سماجي ۽ ادبي قدرن ۾ ايندڙ تبديليءَ جو احساس هو، ان ڪري هن جي ڪلام ۾ انهيءَ احساس جو عڪس ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هو اهو شاعر آهي جنهن جي قلم غزل کي جادو ۽ بلندي بخشي، هن غزل جي گلستان ۾ ايتري سخن سرائي ڪئي آهي جنهن جيتري سنڌ جي ٻئي شاعر کان نه ٿي سگهي آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

رخِ جان بخش جانان ياد آيم،
بحمدالله قرآن ياد آيم.

جتي ڪوڪو پيم قمري جي ڪن تي
تتي سروِ خراسان ياد آيم.

غرض چاهِ ذقن دلبر جو ڏسندي،
عزيزو ماهِ ڪنعان ياد آيم.

وري مستي ۾ شوقِ مي ڪشي ٿي،
پگم پيمان پيمان ياد آيم.

بهار آيو ۽ سودا جو ٿيو سودو،
وري دشت و بيابان ياد آيم.

وري آلا ٿيا نئين سر زخم دل جا،
سنڌءِ پنبڻين جا پيڪان ياد آيم.

ڏٺم ماهِ دو هفته کي منور،
رخِ پر نور جانان ياد آيم.

---

(١) ڪليات سانگي ص ٣٧ ۽ ٥٦.

جڏهن وحدت کي ڪثرت کان ڪيم ڌار
تڏهن گبر و مسلمان ياد آيم.

وري عبدالحسين از شوق مافوق،
مزارِ شاهه ذيشان ياد آيم.

---

جنهن مونکي تي ڏنو، تي جيو تنهن چريو چريو،
پنهنجي پرين ڏي مون جو ڏٺو تي وريو وريو.

تي دلربا جيو ته حنا آهي رنگ دار،
خونِ جگر مان منهنجي ته هٿڙا پريو پريو.

ڏي مونکي روز يار چميون چاهه مان هزار،
ڪرڻو علاج منهنجو جي آهي ڪريو ڪريو.

معلوم تيندي درد محبت جي ڌوم ڌام،
دستِ حنائي منهنجي تہ دل تي ڌريو ڌريو.

فرقت ۾ پنهنجي حال تي مون پاڻ ٿي رنو،
سڀ ڪنهن جيو تي عشق جو ڊونگر ڊريو ڊريو.

قسمت ته ڏس جو فال بفرخ نٿي پوي،
اٿلي پوي تو بخت جو ڊارو ڊريو ڊريو.

سهٽي جيو وچان تي محبت جي موج ۾،
تانگهو ۽ تار يار جي خاطر تريو تريو.

سچ آهي سنگِ سخت کان انسان سنگدل،
جن ري نہ دم سريو تي، سو "سانگي" سريو سريو.

---

# مير اميرعلي "امير"

مير اميرعلي ولد مير فضل‌علي ٽالپر تخلص 'امير' ڪنڊڙا (علي‌آباد) تعلقہ روهڙي ضلع سکر جو رهندڙ هو. هو فقير طبع ۽ راڳ جو شوقين هو تنهن ڪري هن وٽ صوفي ڪلام چوندڙ فقيرن جو هميشه ميڙو متل هوندو هو. هن جو اصل نالو اميربخش هو پر حضرت‌علي سان محبت سبب اميرعلي سڏائيندو هو. هن جا پنهنجي وقت جي شاعرن خاص طرح سانگي ۽ گدا سان گهرا تعلقات هئا. هو سندن ملاقات لاءِ حيدرآباد ايندو هو ۽ اچي سانگي جو مهمان ٿيندو هو. هڪ غزل، جيڪو هن حيدرآبادي شاعرن جي غزلن کان متاثر ٿي لکيو هو، جو انتخاب دعوت غزل ۾ ڏنو ويو آهي. ٽالپر اميرن مان مير اميرعلي "امير" فارسي گو شاعر هو جنهن سان (سانگي) عبدالحسين خان جواني واري دور ۾ غزلن جي ڏي وٺ ڪئي (١).

## ڪلام جو نمونو (٢)

آءُ ٿيس اڄ هن چمن ۾ هم نوائي عندليب،
وئي پڌي شبنم ۾ لڄ کان هي صدائي عندليب.

مفت ٿا معشوق مارن عاشقن کي گهور سان،
پر گهري ٿو ڪونہ گل کان خون جائي عندليب.

هن چمن جي سير ۾ مون درد جون دانهون ڪيون،
مون کي ڪيو آ حسن گل جي هم نوائي عندليب.

وار منهنجي تن جا آهن صفت متنار جان،
جنءَ نسورو نالہ ٿيو سرتا بپائي عندليب.

نقشہ پا معشوق جو تاج شرف عشاق لئي،
گل جو پاڇو آهي بس بال همائي عندليب.

خار گلاب، بلبل جي سيني چاڪ ڪئي نت ٿا سبن،
دردِ دل معشوق ٿيو دارو دوائي عندليب.

حال بدبل جو ڏسي بلبل گريبان چاڪ ڪيو،
نيست هرگز بي اثر اين نالهائي عندليب.

---

(١) "ڪليات سانگي" ص ٥٤.
(٢)

گلعذار باغ، مولا جي ثنا ۾ اي "امير"
ذوقِ دل سان لنو ھڻي لاتيون ٻجائي عندليب.

—

## مرزا قليچ بيگ "قليچ"

### [۷، آڪٽوبر ۱۸۵۳ع - ۳ جولاء ۱۹۲۹ع]

مرزا قليچ بيگ ولد مرزا فريدون بيگ تخلص 'قليچ' ۱۸۵۳ع ۾ ٽنڊي ٺوڙهي ۾ ڄائو. هن جي والد جو اصلي نالو سڊني هو ۽ اصل عيسائي هو. سنڌ جي حاڪم مير ڪرم علي جي ڏينهن ۾ ايران کان سنڌ ۾ آيو جتي پنهنجي هم وطن، ميرزا خسرو بيگ جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين جنهن سان کيس ست پٽ ۽ ٻه نياڻيون ڄايون، مرزا قليچ بيگ سندس ٽيون نمبر فرزند هو. مرزا قليچ بيگ اڃا اٺن ورهين جو هو ته شعر ٺاهي پنهنجي والد کي ڏيکاريندو هو جو سندس شاعري سان چاهه ڏسي سندس همت‌افزائي ڪندو هو.

هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ آخوند شفيع محمد کان حاصل ڪئي جنهن کان پوءِ سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو. انگريزي پهريان پنهنجي وڏي ڀاءُ مرزا صادق علي کان پڙهندو هو پوءِ ۱۸٦٥ع ۾ اينگلو ورنيڪيولر اسڪول ۾ داخل ٿيو. هو سنڌي تعليم دوران اسڪول ۾ پارسي به پڙهيو ۽ ان ۾ هوشيار هئڻ سبب ڪيترا انعام حاصل ڪيائين. ڇهه درجا پڙهڻ کان پوءِ هن شروعات ۾ حيدرآباد جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ پرشن ٽيچر تي ڪم ڪيو ۽ ۱۸۷۲ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين.

والد جي وفات کان هڪ سال پوءِ ۱۸۷۳ع ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ بمبئي ويو جتي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ داخلا ورتائين اتي کيس ويهه روپيه ماهوار اسڪالرشپ ملندي هئي. هن ڪاليج ۾ کيس پروفيسر مرزا حيرت جي سرپرستي حاصل ٿي. مرزا حيرت عربي، پارسي، ترڪي زبانن جو عالم ۽ هڪ سچو صوفي ۽ شاعر هئو. هُن جي صوفي ۽ عالم جي صحبت قليچ کي رچي ريتو ڪري ڇڏيو ۽ هن کي مذهبن جي تعصب کان مٿي هڪ سچو انسان بڻائي ڇڏيو ۽ شاعري جي ميدان ۾ وک وڌائڻ لاءِ همٿايو. هو ڪاليج ۾

مرهٽن ۽ گجراتي شاگردن جي سنگت ۾ سنسڪرت، مرهٽي ۽ گجراتي زبانون به سکيو.

مرزا حيرت جي سفارش تي هن کي ڪاليج ۾ فيلو مقرر ڪيو ويو ۽ هو شاگردي واري زماني ۾ ڪاليج ۾ پارسي پڙهائڻ لڳو، ساڳي وقت انگريزي ۾ به شاعري ڪرڻ لڳو، جنهن جي اصلاح ڪاليج جو پروفيسر مسٽر واديا ڪندو هو. هو بي - اي جي پوئين سال ۾ حسابي ڪمن ۾ ناپاس ٿيڻ ڪري، موٽي حيدرآباد آيو.

هن پنهنجن وڏن پاڙن جي صلاح موجب روينيو ۾ مختارڪاري جو ڪم سکي، ميهڙ تعلقي جو مختارڪار ٿيو. پوءِ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ مختارڪار ٿي رهيو، پهرين شڪارپور جو سٽي مئجسٽريٽ ٿيو پوءِ مختلف هنڌن تي ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رهيو ۽ ١٩٠٩ع ۾ ڇاونجاهه ورهيه عمر ۾ پينشن تي آيو.

قليچ ٽي شاديون ڪيون هيون. جن مان ڪيس ڏارهن پٽ ۽ ٽي نياڻيون ٿيون. سندس پٽن مان مرزا نادر بيگ، افضل بيگ، همايون بيگ ۽ اجمل بيگ شاعري ۽ ادب جي ميدان ۾ چڱو نالو پيدا ڪيو آهي.

جيتوڻيڪ قليچ جي عمر وڏي هئي پر هن جي تندرستي جوانن جهڙي هوندي هئي. هن ستهتر ورهين جي عمر ۾ ٣ جولاءِ ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪئي. هن پنهنجي وفات جي هيٺين قطعه تاريخ لکي ڇڏي هئي جا سندس سنگ مزار تي پڻ اڪريل آهي.

عمرم همين سال چو هفتاد شدهم هفت،
آمد ملڪالموت ز درگاهِ حق آخر.

گفتا ڪه بسي زيستي در منزل دنيا،
شو عازمِ عقبيٰ، ڪه به بيني رُخِ داور.

از فرطِ مسرت زدم آهي و بمردم،
در عالمِ ارواح رسيدم دمِ ديگر.

تاريخ وفاتم چو دلم خواستم از غيب،
هاتف زكرم كرد ندا "بخت موقر." (١)

١٣٤٨ هه.

سندس وفات تي ڪيترن شاعرن مرثيه ۽ قطعه تاريخون لکيون آهن. مولوي مرزا محمدعلي "شايق" معلم مدرسه واڳهرجي هيٺن تاريخ بيان ڪئي آهي.

مصرعهٔ تاريخ "شايق" گفت با حال حزين،
عازم قصر جنان شد "ميرزا با نيڪنام." (٢)

١٣٤٨ هه

۽ هدايت‌علي "نجفي" سندس وفات جي تاريخ هيٺن بيان ڪئي آهي:

همچو او ديدهم نشد ديگر نجيب
عالم و عارف سخندان و مجيب.
داشت از ذهن و ذكا وافر نصيب،
سال ترحيلش بگو شاغل اديب.

١٣٤٨ هه

هم دگر گو شد ابد شمس غروب. (٣)

١٩٢٩ع

قليچ سنڌي ادب جو محسن آهي، هن نوڪريءَ توڙي نوڪري کان پوءِ واري عرصي ۾ پنهنجي قلم کي سنڌي ادب جي خالي جهوليءَ ڀرڻ لاءِ استعمال ڪيو. هو هر روز ڪجهه نه ڪجهه وقت ضرور لکڻ ۽ پڙهڻ جو ڪم ڪندو هو. سندس انهيءَ مسلسل محنت جو نتيجو اهو نڪتو جو هن ٽن سون کان زياده ڪتاب سنڌي ادب جي عاشقن جي اڳيان پيش ڪيا. هن کي خبر هئي ته سنڌي زبان ۾ ادب جي اٿاٿ آهي

(١) مرزا قليچ بيگ "سائوپن ڪاروپنو" ص ٢٨٧، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٥ع.
(٢) "الوحيد" روزانه ص ٢، تاريخ ٢٢ سيپٽمبر ١٩٢٩ع.
(٣) "نئين زندگي" ص ٢٤، جولاءِ ١٩٥٤ع.

ان ڪري هن دنيا جي مشهور ۽ مقبول شهپارن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ان جي خالي خزاني کي مالا مال ڪيو. نظم توڙي نثر جي ڪابه اهڙي صنف نه آهي جنهن ۾ هن ڪو نه ڪو ڪتاب نه ڏنو آهي، نه صرف ايترو پر هن هر موضوع تي، پوءِ اهو تاريخ هجي يا فلسفو، نفسيات هجي يا سياست، باغباني هجي يا بورچيخانو، ڪتاب لکيا آهن. سندس ادبي خدمتن جو اعتراف ڪندي سرڪار هن کي ”قيصر هند“ جو تمغو ڏنو هو، جنهن کان پوءِ خانبهادري ۽ ١٩٢٤ع ۾ شمس العلماء جي لقب سان نوازيو هو. ان خوشي جي موقعي تي محمدهاشم ”مخلص“ ڪيس هنن لفظن ۾ مبارڪ ڏني هئي:

چا قدر سنڌ ۾ رکي مرزا قليچ بيگ،
فاضل فصيح، علم ۾ يڪتا قليچ بيگ.

ٿيو نظم، نثر ان جو دلاويز دلپسند،
هم پايئہ ڪليم ۽ سودا قليچ بيگ.

چشمِ جهان ڏٺو نه ڪو ان جو ڪٿي نظير،
بيمثل بي عديل ٿيو دانا قليچ بيگ.

سرڪار خوب قدر شناسي ڪئي سندس،
ٿيو زيب ور به ”شمس العلماء“ قليچ بيگ.(١)

قليچ سنڌي، اردو، سرائڪي، پارسي، عربي ۽ ترڪي زبانن ۾ شاعري ڪئي آهي. جيئن ته هن کي پنهنجي سنڌي زبان کي شاهوڪار بنائڻ جو چاهه هو تنهن ڪري هن جو گهڻو سنڌي شعر ٻين زبانن جي شعرن جو ترجمو آهي، هن جي طبعزاد شعرن جو ذخيرو ٿورو ساي ٿو. ديوان قليچ جي مطالعي سان معلوم ٿئي ٿو ته ان ۾ جيڪي غزل شايع ٿيل آهن انهن مان زياده ترجمو ٿيل آهن، جي يا ته نظم آهن يا مسلسل غزل. ديوان ۾ شايع ٿيل ڪجهه غزل اهي آهن جيڪي قليچ پنهنجن مختلف ڊرامن ۾ ڏنا آهن. سندس ديوان جا زياده تر غزل حمديه، نعتيه، مذهبي، اخلاقي، منظرنگاري ۽ تصوف جي رنگ ۾ آهن. قليچ هڪ پراڻو ڪهنه مشق شاعر هو، هن جي طبعزاد غزلن ۾ اهو سڀ ڪجهه آهي جيڪو هڪ استاد شاعر جي

(١) ”غنچئہ اميد“ ص ٣، ميرپورخاص جنوري ١٩٢٤ع.

ڪلام ۾ هنن گهرجي هن کي شاعري جي فن تي مڪمل عبور آهي، سلاست ۽ سادگي هن جي غزل جون خاص خوبيون آهن. جيڪا ڳالهه يا جيڪو خيال هو بيان ڪرڻ ٿو گهري اهو اهڙن لفظن ۾ بيان ٿو ڪري جو نه صرف پڙهندڙن کي سولائي سان سمجهه ۾ اچي ٿو پر سندن دل ۾ به جاء والاري ٿو. جيئن ته قليچ کي مجاز جي مهميز ڪانه آئي ته هن ڪري هن پنهنجن غزلن ۾ نيڪي، اخلاق ۽ تصوف جي موضوعن کي وڏيڪ ڳايو آهي، هن جي غزل ۾ جي ڪٿي مزاج ڏسڻ ۾ به اچي ٿو ته اهو سندس دماغ مان نڪتل آهي نه دل مان.

## ڪلام جو نمونو (١)

هوس سان هوشيارن کي نه رسندين،
سوا ياري جي يارن کي نه رسندين.

نه جيسين سور سهندين ڪاڏيندين غم،
تون هرگز غمگسارن کي نه رسندين.

ڏسين جيسين جدائي جا نه تون درد،
ڪڏهن تون دوستدارن کي نه رسندين.

ڦٽيءَ جان جيسين ڪارائي نه چيرئي،
تون محبوبن جي وارن کي نه رسندين.

مٽيءَ تنهنجي مان جيسين ٿي نه ڪوزو،
چپن تائين نگارن کي نه رسندين.

گسي جيسين نه صندل وانگي ٿين چور،
چمي پيشاني، پيارن کي نه رسندين.

نه پيسي ٿين اٽو مينديءَ جان جيسين،
پرين جي تون پيزارن کي نه رسندين.

ڪسي جيسين تون پڙ ۾ ٿين نه پرزا،
"قليچا" قرب وارن کي نه رسندين.

---

(١) "ديوان قليچ" ص ٢٠٥ ۽ ٣٦٩.

دل تہ دلدار يار تان صدقي،
گلبدن، گلعذار تان صدقي.

دمبدم، خال خال تان قربان،
زلف جي تار تار تان صدقي.

چشم ميگون مثال نرگس مست،
تنهن جي خوني خمار تان صدقي.

منهنجي گل رخ جو منهن ڏيو گل گل،
لعل جي لالہ زار تان صدقي.

صدقي گلروءَ جي گل تان هرڪو ٿئي،
يار جي آءٌ تہ خار تان صدقي.

جان ٿي منهنجي هڪ ۽ ناز هزار،
هڪڙي ڪيئن ٿي هزار تان صدقي.

رنگ سان جنهن رچيو سچو عالم،
تنهن جي نقش و نگار تان صدقي.

درتي دلبر جي دل سان ٿي ٿون "قايچ"،
ديدهٴ اشڪبار تان صدقي.

—

# غلام مرتضيٰ شاهہ "مرتضائي"

## [١٨٥٣ع — ١٩٠٥ع]

مير غلام مرتضيٰ شاهہ ولد سيد روشن شاهہ مهدوي رضوي تخلص ،مرتضائي' پنهنجي دور جي بزرگ شاعرن مان آهي. سندس خاندان ۾ ڪيترائي نامور شاعر ۽ بلندمرتبہ شخصيتون ٿي گذريون آهن. جهڙوڪ نواب مير لطفعلي خان "همت" جيڪو مغان جي طرفان ٺٽي جو نواب هو، نواب مير ڪمال الدين احمدخان صاحبِ "اصلاحات رضويہ" ۽ شرح ديوان حافظ،

مير غلام مرتضيٰ "الهام"، مير نجم الدين "عزلت" پارسي جو مشهور شاعر ۽ صاحبِ ديوان هو. مير پنو سنڌي ۽ پارسي جو شاعر هو، سيد موتيل شاهه "ڪمتر" پارسي، اردو ۽ سنڌي جو شاعر هو، مير سيد روشن علي شاهه "روشن" مرتضائيءَ جو والد پارسي جو شاعر هو.

مرتضائي جا وڏا خراسان مان لڏي اچي بکر ۾ رهيا هئا تنهن ڪري هي بکري سيد به سڏبا آهن. سيد محمديوسف شاهه هڪڙو خدا رسيده بزرگ هو جيڪو مرزا جاني بيگ جي ڏينهن ۾ اچي ٺٽي ۾ مڪليءَ تي رهيو هو. شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو وقت به وقت سندس صحبت مان فيض حاصل ڪندو هو. سيد محمديوسف جو ناٺي سيد اسحاق شاهه جو پير پرڏيهي جي نالي سان مشهور هو، هو به هڪ وڏو درويش ٿي گذريو آهي. ان جي ستين پيڙهيءَ ۾ سيد ذوالفقارعلي شاهه هو جيڪو ميرن جي دور ۾ نائب وزير هو انگريزن ۽ ميرن جي وچ ۾ دوستيءَ جو جيڪو عهدنامو ٿيو هو تنهن تي سنڌ جي حڪومت پاران نائب وزير جي حيثيت ۾ هن دستخط ڪيا هئا (١).

سيد ذوالفقارعلي شاهه مرتضائي جو ڏاڏو هو. مرتضائي جو والد انگريزن جي حڪومت جي اوائلي ڏينهن ۾ پهريان ڪراچي جي ڊسٽرڪٽ ڪورٽ ۾ پوءِ ڪليڪٽر جي آفيس ۾ منشي هو ۽ پوءِ مختيارڪار ٿيو هو. هو پاڻ پارسي جو شاعر هو پهريان 'روشن' تخلص هوس پوءِ "رضوي" تخلص اختيار ڪيو هئائين.

مرتضائي جي جمڻ جي تاريخ سيد امامبخش شاهه "ندوي" هيئن بيان ڪئي آهي:

صفر مهني نيڪ تاريخِ نهم
ذات ڏاتر آيو ڏينهن سومار بخت.

نامور جايو غلامِ مرتضيٰ
ڪيو خدا روشن علي جو يار بخت.

عمر، دولت سين عطا فرزند ٿيس،
خضر مقدم مرحبا نروار بخت.

---

(١) "عامراهء" ماهوار ص ٢٠، ماهه آڪٽوبر ١٩٥٠ع ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ "مرتضائي ۽ سندس ديوان".

خلف صالح شال ٿيندو ارجمند،
ابن عاليشان بـا بسيار بخت.

سال ڇاپڻ ان سندو هاتف چيو،
فدوي کي، "وڏ ولد بيدار بخت"(۱).

۱۲۶۹ع.

مرتضائي سنڌي ۽ پارسي جي تعليم امامبخش شاهه "فدوي" ۽ قاضي عليمحمد تخلص 'فقير' کان حاصل ڪئي جيڪو مخدوممحمد ابراهيم "خليل" جو شاگرد ۽ مريد هو. فدوي مرتضائي جو عزيز ۽ سندس والد جو گهرو دوست هو. فدوي جي ديوان ۾ مرتضائي ۽ سندس والد روشنعلي شاهه جي تعريف ۾ ڪيترا غزل مان ٿا جي صنعت توشيح ۾ لکيل آهن.

مرتضائي شاعري ۾ پنهنجو استاد به فدويءَ کي ورتو هو. جيڪو پارسي خاص طرح سنڌي غزل جو وڏو شاعر هو. سمجهه ۾ ائين ٿو اچي ته اهو "فدوي" جي صحبت جو اثر هو جو مرتضائي جو چاهه پارسي بجاءِ سنڌي غزل سان ٿي ويو. هن پنهنجي استاد جي ڪيترن غزلن تي غزل پڻ لکيا آهن.

مرتضائي جا تعلقات پنهنجي دور جي گهڻن شاعرن سان سٺا هئا جن جو ذڪر هن پنهنجي ڪن غزلن ۾ ڪيو آهي ۽ ڪين خراج عقيدت پيش ڪيو آهي. هڪ غزل جنهن جي مٿان "شعراء سنڌ همعصر مرتضائي" لکيل آهي ۾ هن پنجونجاهه شاعرن جو ذڪر سندن تخلص سان ڪيو آهي ۽ تخلص جي مٿان شاعر جو پورو نالو ۽ ڪٿي ڪٿي شهر جو نالو پڻ ڏنو آهي. مرتضائي جا غزل سندس دور جي اخبارن سنڌ سڌار، معين الاسلام ۽ معاون الاسلام ۾ شايع ٿيندا هئا، هو انهن اخبارن ۾ ٻين شاعرن جي غزلن تي غزل لکندو هو ۽ ڪين پنهنجي غزلن تي غزل چوڻ جي دعوت ڏيندو هو جيئن هيٺين شعرن مان معلوم ٿيندو.

هوند گل ٿي باغ ۾، بلبل مبارڪباد چئي،
مرتضائيءَ ساڻ راهي، جي غزل شامل ڪري.

"مرتضائي" "مست" متوالي چڱي مصرع ڪئي،
هئي بهار آئي چمن ۾ يار ساقي ڏي شراب.

(۱) "ديوان فدوي" قلمي.

مير الله‌بخش شاهواڻي ٽنڊي‌محمدخان وارو سخن سنج هو ۽ پاڻ به "معروف" تخلص سان شعر چوندو هو. هو مرتضائي جو خاص مربي ۽ مهربان هو. مرتضائي جي ديوان ۾ سندس جابجا گهڻي تعريف آهي، هڪ شعر ۾ چوي ٿو:

شهواڻي شهه سوار الله‌بخش خان مير،
فياض، فيض‌بخش رڪان سو امير آهه.

مرتضائي جا سانگي ۽ گدا شاهه سان به تعلقات سٺا هئا، پنهنجي هڪ شعر ۾ گدا جي تعريف هيئن ٿو ڪري:

باغ ۾ اشعار واري گل سخن يعني "گدا"
تنهنجو هر مضمون و معني سرو سنبل ٿو ڏسان.

۽ "گدا" مرتضائي کي پنهنجي هڪ مثنوي ۾ هيئن ٿو ياد ڪري:

سيادت منزلت، والا همم شاهه،
غلام‌مرتضي سيد و ذي‌جاهه.

شريف نثوي سيد سخندان،
قدردان نامور منهنجو مهربان.

پر گدا ۽ مرتضائي جا اهي دوستاڻا ناتا ڏٺي پيا ۽ "مرتضائي" ۽ "گدا" جي وچ ۾ جهيڙو پيدا ٿي ويو جنهن ۾ ڏريون ٿي ويون. مرتضائي جو پاسو عبدالله مهر. "راهي" لکوي ورتو ۽ "گدا" جو پاسو سندس شاگرد مرزا دوست‌محمد "دوست" ورتو. هن جهيڙي ۾ فضل‌محمد "ماتم" غير جانبدار رهيو، جاڪاڻ ته جهيڙو سيدن جي وچ ۾ هو ۽ ۽ هو اهل‌بيت جو حبدار هو. جهيڙي جي شروعات هيئن ٿيل ٿي ڏسڻ ۾ اچي، گدا هڪ غزل ۾ جنهن جو مطلع ۽ مقطع هيٺ ڏجن ٿا لکي مرتضائي کي دعوتِ غزل ڏني:

گدا جا شعر:

اڄ ڏنم ساقي پري صهبا جو ساغر صبحگاهه،
غنچئہ دل، رنگ گل جي ٿي شگفتم واهه واهه.

مرتضائي هن غزل جو مونکي ڏيندو در جواب،
منهنجو مشفق آهه سو سيد فصاحت دست گاهه (١).

مرتضائي ان جو جواب لکي اخبار ۾ ڇپرايو، جيڪو شايد گدا پڙهي نه سگهيو ان تي گدا وري ڪو ٻيو غزل لکيو جنهن جي جواب ۾ مرتضائي البت تلخ جواب گدا کي هيٺين ريت ڏنو. منتخب شعر هي آهن:

حسن جي اقليم ۾ هڪ هوت منهنجو بادشاهه،
باج سڀ ان کي ڀرينڊڙ توڙي والا دستگاهه.

ڇا گدا واري صداقت هت ڏسان اخبار ۾،
لاجواب آهي خطن ۾ تنهنکي هيڪر ڏي پناهه.

قافيه ۽ بحر ساڳي سان سندم سنڌي غزل،
ڇو گدا نايو نظر ۾ تو اکيان ڏس لڳ الله.

هن غزل جي فڪر ۾ والله آهيم اڌ ڪلاڪ،
ڪو گدا اوکو بڻائج هي؟ سوکو صبح گاهه.

آزمودو جي وڻين تا آءُ گدا ميدان ۾،
چور چرچو ڏس تماشو ورنه چورج خواهه مخواهه.

مرتضائي سان سچائي اي گدا گهرجي رکڻ،
هي غزل منهنجو ڏسي چئو آفرين ۽ واهه واهه.

---

گدا جي دل ۾ مرتضائي جي هن غزل جي انداز بيان ۽ انهن اکرن رنج پيدا ڪيو ته آزمودو جي وڻين تا آءُ ميدان ۾

چور چرچو ڏس تماشو ورنه چورج خواهه مخواهه.

گدا ان کي چٽاڀيڙ ۽ جنگ جي دعوت سمجهي جنهن جا واضع اشارا گدا ۽ مرزا دوست محمد جي جهيڙي وارن غزلن ۾ ملن ٿا. گدا چوي ٿو:

---

(١) "ديوان گدا" ص ٢٠٧.

مون نه واريو صلح توکي جنگ ميدان جي تلاش.

مرزا دوست محمد صاف لفظن ۾ چوي ٿو:

هر طرح لائق نه هيئن هو مرتضائي کي چوڻ،
چور چرچو ڏس تماشو جنگ ميدان جي تلاش.

جڏهن مرتضائي جو هڪ غزل جانان ۽ تابان قافيه ۽ تلاش رديف سان شايع ٿيو، گدا جيڪو ڪاوڙيو ويٺو هو ۽ جنهن مرتضائي جي شعر کي پنهنجي لاءِ چئلينج سمجهيو هو، تنهن دل کولي ساڳي زمين ۾ ان تي تنقيد ڪئي.

مرتضائي جي غزل جا ڪجهه شعر:

تو رکان هر روز شب تصوير جانان جي تلاش
جيئن چڪور آئي ٿو دل تي ماهتابان جي تلاش.

وصل کي محبوب جي با جان دل جويان رهان،
روزدارن کي رهي جيئن عيد رمضان جي تلاش.

جت صنم ات آءٌ حاضر توڙي هوئي دير و حرم،
منهنجي مذهب ۾ منع ٿي ڪفر و ايمان جي تلاش.

آءٌ ٻه آدم جيئن بهشتي وصل کان مهجور ٿيس،
چا وري دل تي رکان فردوس رضوان جي تلاش.

آءٌ ”گدا“ گفتار تنهنجا ٿو نهاريان رات ڏينهن
عاشقن کي جيئن رهي ٿي وصل خوبان جي تلاش.

گدا جي تنقيدي جواب جا ڪجهه شعر:

اي مسلمان صدق سان ڪر نور ايمان جي تلاش،
رک سدا تون درگهه ختم رسولان جي تلاش.

روز شب مومن کي گهرجي شاهه خوبان جي تلاش،
چاڪندين ڪنهن ٻئي کي، رک تون شاهه مردان جي تلاش.

چور جو، توکي وڏيو ڪئن قافيو آهي "چڪور"
ٻر صحيح، "چڪوءِ" کي آهي ماهه رخشان جي تلاش.

غـــرهء شـــوال، مـــوسوم آهــــ عيدالفطر سان،
ڪئن ثواب آهي جو چئين ٿو "عيد رمضان جي تلاش".

جڏ صنم جي ياد ۾ وسري ويو تـــوکـــان صمد،
تڏ ڇا لازم آهه توکي ڪفر و ايمان جي تـــلاش.

جڏ تون آدم جئن، بهشت وصل کان رهجي وئين،
تڏ خطا آهي رکڻ فردوس رضوان جي تـــلاش.

تون به پيچ هن شعر کي جئن نظم مون تنهنجا پکا
ٻي نه ڪج ڪنهن طرح سان ٻئي ساز و سامان جي تلاش.

جي نه پيچندين شعر، تان مجرا آءُ ڏيندس ڪينڪي،
پر آءُ چاٺان ٿو ڪندين تون بغي‌ءِ طغيان جي تلاش:

مون لکيو تـــوکي ته اي سيد فصاحت دست گاهه،
تو ڪئي بيفائدي پنهنجي نقصان جـــي تـــلاش.

واهه هي انصاف آهي واهه، هــــي آهـــي لحاظ،
مون ته واريو صلح، توکي جنگ ميدان جي تلاش.

مرزا دوست محمد، گدا جو پاسو وٺي ساڳي زمين ۾ هڪ غزل لکيو جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن:

اڪثري شاعر ٿا شاعر کان ڇڪن سوال و جواب
مرتضائي تو رکي پر جنگ برمان جي تلاش.

مرتضائي شاهه توکي ڇا گدا سان همسري،
شعر جي بدلي وجي ڪر تون دبستان جي تلاش.

نفس ناڪاري ندوري جي نه ڪر تون پيروي،
صلح پهرين ڪر، ڪيئي جيئن پهرين جولان جي تلاش

مرتضائي کي گدا جو اهڙو سخت جواب پڙهي صدمو پهتو ۽ هن نه صرف تنقيد جو جواب ڏنو پر گدا جي شخصيت کي به لتاڙيو.

مرتضائي جي جواب جا ڪجهه شعر:

چئو "گدا" مون وٽ تون ڪهڙو بغض باتاني ڏنو،
بلڪ بيحد قرب وارو عهد پيماني ڏنو.

تو پڏائي پاڻ پنهنجي شعر کي ڪيو مختصر،
خودثنائيءَ ۾ نه ڪٿ ڪو فهم انساني ڏنو.

عمر تي ناهي عنايت تي بزرگي عقل تي،
تو ڪو سعدي جو پهاڪو هو گلستاني ڏنو.

عيب جوئي، نڪته گيري آدميت جو نه ڪم،
تو مزو ڪهڙو انهيءَ ۾ مرد ملتاني ڏنو.

ڏس لغت نليڙو ڪريمي ڪبڪ جي معني چڪور،
ڪهڙو مون ڪان تون پڏاء بحث بهتاني ڏنو.

جيئن ڪه آدم جي شفاعت آهي خاتم کي ڪرڻ،
تيئن پڏن تي نوجوانن سرڪ ميداني ڏنو.

مولوي جامي چوي تو با صنم روحي فداڪ،
تنهنجو هي الزام مون از رو پشيماني ڏنو.

سنڌ جا شاعر سندم شاگرد ۽ پيا دوستدار،
تو رڳان جن توکي هڪ روبه بياباني ڏنو.

تو نه منصف ڪيا مقرر ۽ سڏيا شاگرد سڀ،
پاڻ منصف ٿي نه تو ڪو عدل برهاني ڏنو.

ٿي "گدا" در در پني تو شاعري ڪئي دستياب،
"مرتضائي" پنهنجي لئي الهام رباني ڏنو.

مرتضائي جي ڪاوڙ هڪ غزل سان ڍري نه ٿي تنهن گدا جي تنقيد جي جواب ۾ هڪ ٻيو غزل به چيو جنهن جا ڪجهه شعر هي آهن:

جانِ من توحيد اول ذات يزدان ياد ڪر،
انکان پوءِ وصفِ نبي و شاهه مردان ياد ڪر۔

عقل تنهنجو پير ڇاڇو ڪون ڪيڍي خود چوڪان،
جابجا آهي پليون پيش سخندان ياد ڪر۔

عيب جوئي ناهه مون وٽ عيب پوشي منهنجو ڪم،
تو گهري ورتو هي مونکان پنهنجو نقصان ياد ڪر۔

ڪبڪ جي معني چڪور آهي لکيو اڪثر لغات،
راڳني هندي انهي جي در بهاران ياد ڪر۔

عيد رمضان آمده بشري لکم يا مومنين،
عيد فطري ڪي چون ٿا عيد رمضان ياد ڪر۔

منجهه مجازي ٿيو صنم ۽ في الحقيقت مصطفيٰ،
مصطفيٰ ري آهي ڇا پيو ڪفر ايمان ياد ڪر۔

سهو شيطاني ڪيو آدم بهشتون سو وري،
با ظلمنا ربنا پهتو به رضوان ياد ڪر.

منهنجا سڀ قاتع دلائل سيف وانگر صف شڪن،
ضربتِ تيغ دوسر جيئن ٿيا دلائل ياد ڪر۔

تو ڪري پيشاب پنهنجي ۾ سگهو اشتر طويل،
فهم پيريءَ جو جوانن وٽ نه چندان ياد ڪر۔

اي "گدا" تنهنجي نه آهي "مرتضائي" سان مجال،
بي ڪنهين ڪي چئه نه ٿئي همراهه ميدان ياد ڪر۔

---

مرزا دوست محمد جيڪو گدا جي ڏر هو پنهنجي جوابي غزل ۾ مرتضائي ڪي گدا شاهه سان ناهه ڪرڻ لاءِ سمجهائي ٿو ۽ راهي تي روڙ ڪندي چوي ٿو:

دوست جي غزل جا ڪجهه شعر هي آهن:

مرتضائي مومنن سان تون تي يڪسان ياد ڪر،
پر مثارن جي سان (١) ڪان تي گريزان يادڪر.

مرتضائي ڪيئن ڪرين تو تون "گدا" سان سرڪشي،
نظم پهرين ۾ "گدا" جو ڪيو هو احسان ياد ڪر.

تون به سيد هو هو به سيد، تون جوان هو پير مرد،
بي ادب تنهن ڏي نه ٿي ڪي حڪم قرآن ياد ڪر.

صفت خارج تو ڪــــلائين سيدا هن سخن ۾،
هائي لازم آهي توڪي صلح سامان ياد ڪر.

جي گدا جا طفل مڪتب سي به تون استادڄاڻ،
جن ڪان تون هرگز نه چوندين شعر شايان يادڪر.

تنهن جي ساڃاتي سپر تي منهنجي آڏو تي اچي،
ورنه ڏيکاريئين زبان جي تيغ، بران ياد ڪر.

هي غزل جنهن وقت ڏسندو "مرتضائي" شاهه شنب
چوندو بيشڪ آهي "راهي" لاءِ سرمان ياد ڪر.

مرتضائي جي هدايت لئي دعا گهر رب ڪان "دوست"
خير لئي سادات جي ذڪر يزدان ياد ڪر.

هن جهيڙي ڪان پوءِ مرتضائي پنهنجن ڪيترن غزلن ۾ گدا تي طنزون ڪيون آهن، هڪ هنڌ چوي ٿو:

بي همتي گدا جي رهي جا ڪرم پرست
شاعر اهو نه گهرجي جو هجي درم پرست

مرتضائي ۾ شاديون ڪيون هيون، پهرين گهر مان ڪوس سيدحسين

---

(١) هي اشارو شايد هدايت الله "مشتاق" ڏانهن آهي جو مثيارن جو ۽ مرتضائي جو دوست هو.

بخش ناليءَ فرزند ڄاڻو. پهرين گهر واري جي وفات کان پوءِ هن ٻي شادي ڪئي جنهن مان کيس ٻيو فرزند روشن علي ناليءَ تولد ٿيو:

مرتضائي کي ماتا جو سخت حملو ٿيو هو، جنهن جو ذڪر هو پنهنجي هڪ شعر ۾ هيئن ٿو ڪري:

ٿي ماتا مرتضائي توکي ماريو
مگر مولا توکي زنده جان ڪيو.

مرتضائي جي وفات جي صحيح تاريخ معلوم نه ٿي ٿئي، سمجهجي ٿو ته هن ١٩٠٥ع ڌاران وفات ڪئي ۽ کيس مکلي ٽڪري تي اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

مرتضائي جي تصنيفات ۾ ١- مثنوي يوسف زليخا (ڇپيل هريسنگ پريس سکر) ٢- سڪندر نامو (ڇپيل هريسنگ پريس سکر) ٣- شاهنامه فردوسي جي ڪن حصن جو ترجمو ٤- طوطي نامو ٥- ڪريما نيچري ٦- ديوان مرتضائي ٧- فارسي ڪتاب نورالهديٰ جو ترجمو ۽ ٨- مرثيه مشهور آهن.

مرتضائي اُن جي اهڙي ماحول ۾ پيدا ٿيو هو جتي پارسي شاعري جو چرچو هو، مگر هن ارادتاً پارسي شاعري کي ڇڏي سنڌي شاعري ڪئي ۽ ان ۾ خوب گاڪاري ڪئي. هن عروضي شاعري جي وات ورتي ۽ ان ۾ نه صرف غزل لکيا پر ڪامياب مثنويون ۽ مرثيه به لکيا. هو صاحب ديوان شاعر آهي، جنهن ۾ پوڻا پنج سؤ غزل آهن. اهو ڏيکاري ٿو ته هن کي غزل سان ڪيڏو چاهه هو ۽ هن کي غزل چوڻ ۾ ڪيڏي رواني ۽ دسترس هئي.

مرتضائي جا غزل پنهنجي دور جي شاعري جا آئينه دار آهن. انهن ۾ پارسي شاعري واريون جمله رعنائيون ۽ جلوه آرائيون موجود آهن. هن پنهنجي غزلن کي نهايت سهڻين تشبيهن ۽ استعارن سان سينگاريو آهي، جنهن ڪري هن جي انداز بيان ۾ حسن ۽ خوبصورتي پيدا ٿي وئي آهي. هن کي زبان جي رنگيني، محاوره بندي ۽ صنايع بدايع تي خاص ماڪو آهي هن جي غزلن ۾ قادرالڪلامي، پختگي، خيالن جي بلندي ۽ طبيعت جي عالي فڪري موجود آهي، جنهن ڪري هن جو پنهنجي همعصر شاعرن ۾ مٿاهون مقام آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

يار تنهنجي گفتگو ڪي گنج گوهر تو ڏسان،
تنهنجا نڪتا ناز جا موتين کان بهتر تو ڏسان.

ڪيميا تنهنجي نظر هر خاڪ کي اڪسير ڪيو،
تنهنجو جت نقش قدم آت خاڪ چڙ زر تو ڏسان.

پر تو چاندي بدن جي آندي چاندي چمن جي،
جت چتا تو تي چنديا آت مشڪ عنبر تو ڏسان.

خنده روئي ۾ جتي جنبش لبن آنـــدي اتـــي،
ڪيو لعابي آب هـــر ياقوت احمر تـــو ڏسان.

قيد صد يوسف ڏسان تنهنجو رکي چاهه ذقـــن
ٿيا پگهر تنهنجي منجهان موتي برابـــر تو ڏسان.

تنهنجي پيشاني وٺان پکراج ڪـــي مطلب مليو،
هر گرهه گيسوءَ ڪيو نيلم نشانبر تـــو ڏسان.

آهي هر نعمت خدا کان تـــي تمامي تو مٿي،
شهر دل جي شهرياري تـــاج افسر تـــو ڏسان.

”مرتضائي“ مور مشڪل ناهه سڀ آسان چاڻ،
تنهنجو حامي هـــر طرف ڪـــرار حيدر تو ڏسان.

—

باغ ۾ جي تون خوش خرام ڪرين،
نـــاز گل جـــو وڃائي خـــام ڪرين.

تـــو کي بلبل ڏسي چـــوي گل کي،
چـــو نه هن جو اچـــي سلام ڪرين.

جن وٺان تون لنگهي وڃي تـــن تي،
ننـــڊ راحت سڀئي حـــرام ڪرين.

---

(١) ”ديوان مرتضائي“ قلمي.

زلف کي جي گلن مٿي ڪولين،
صبح صادق مٿائي شام ڪرين.

اهڙي صورت بلند قامت سان،
سرو آزاد کي غلام ڪرين.

سان اچڻ لذتون وچڻ ويلي،
تن سنديون طاقتون تمام ڪرين.

موني رندن ۾ تي شراب فروش،
خون دل عاشقان بجام ڪرين.

پنهنجو انجام ڪو تو ڀاڙيو آهه،
"مرتضائي" کي چو پيام ڪرين.

---

# محمد شاڪر "شاڪر"

## (١٨٥٣ع—١٩٢٣ع)

محمد شاڪر ولد گل محمد ڇاپائي، تخلص "شاڪر" جا وڏا سيد محمد يوسف مهدوي سان گڏ ٺٽي ۾ آيا هئا. هو اصل قريشي هئا، پر ٺٽي ۾ ڏنڍي جي لحاظ کان ڇاپائي سڏجڻ لڳا.

شاڪر پنهنجي تعليم مشهور شاعر مخدوم محمد ابراهيم خليل نقشبندي جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي، جتي هن سنڌي، پارسي ۽ عربي پڙهي. هو ذهين ۽ تيز فهم شاگرد هوندو هو جنهن ڪري پنهنجا ماڻل سبق جلد ياد ڪري وٺندو هو. هن تعليم کان فارغ ٿي شاعري ۾ پنهنجو استاد غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي کي ورتو ۽ سندس بزم نشاط ۾ شوق سان شريڪ ٿيڻ لڳو. هن جا ٺٽي جي ڪن شاعرن جهڙوڪ ماستر غلام دستگير "پياسي" عقيلي سان شاعرانه معرڪا ٿيندا هئا. هن جي ٺٽي جي آن وقت جي شاعرن جهڙوڪ پياسي، قاضي عبدالمجيد "مجيدي"، محمد صابر پٽڪمي، خليفي محمد قاسم "صنم"، پير محمد گندرو "نقيب"، غلام محمد "ظريف" ۽ آخوند محمد عمر عشاقي سان دوستانه لاڳاپا هئا. زمان شاهه ساقي پنهنجي

بزرگ مرتضائي جي چوڻ تي شاعري ۾ شاڪر ڪي پنهنجو استاد ورتو.

شاڪر صاحب، ديوان شاعر آهي. هن جي غزلن تـي پنهنجي استاد مرتضائي وارو، پر هاڪو رنگ چڙهيل آهي. هن جي ڪلام ۾ رواني، زبان ۽ خيالن ۾ سادگي آهي.

## ڪلام جو نمونو(۱)

عاشقن ۾ رات ۽ ڏينهن روج ۽ راڙو ڏنـم ،
دلبرن کي دائما دل تـي هٽڻ ڏاڙو ڏنـم.

هـوء ويچارا وصال، مستطابي تـا گهرن،
در هنن جيڪي تہ بي پرواهي جو ڌاڙو ڏنم.

خـود خيالي ۽ ستمگاري حبيبي رسم تـي ،
عاشقن جي ساهہ کي تنهن سوز ۾ ساڙو ڏنم.

پيچ پائي پـرت جو پرين قسايا جان نثار ،
عشق وارن جو نہ هڏ چئني طرف چاڙو ڏنم.

دشت الفت ۾ مڙئي مشتاق محبوبن اڳيان،
سر ڪپائڻ آيا شاڪر، ڪونڪو لاڙو ڏنم.

—

اڳڻ منهنجي عجيب آيا مبارڪ ،
لطافت سان نجيب آيـا مبارڪ .

رهان الطاف تـان صد بار صدقي ،
غني سوء غـريب آيـا مبارڪ .

گلستان سبز ٿيـو گلها شگفتہ ،
سـرور، عندليب آيـا مبارڪ .

(۱) علي محمد خالدي "شاڪر" ٺٽوي ۽ ان جو ڪلام"، قلمي، سنڌيالاجي مونوگرام ۱۹٦۴ع.

عقل کان اچ عطا تي رستگاري،
همه حاذق طبيب آيا مبارڪ.

عجب در خانهٔ شاڪر شڪرلب،
بمع صوت نقيب آيا مبارڪ.

—

# غلام‌علي "علي" سبزپوش

## [ — ١٨٨٢ع کان پوءِ ]

غلام‌علي تخلص 'علي' ٺٽي جي مشهور علمي ادبي سبزپوش خاندان مان هو، مرتضائي هن لاءِ چوي ٿو:

مرتضائي سبزپوشن ۾ علي قربان چائي،
ڏي جواب هن جو تہ ڏسجي پاڻ جنهن مشهور ڪيو.

علي جو شجرو هن ريت آهي، غلام‌علي بن ميان جمع بن امداد علي بن شاه مسڪين بن ميان عبدالحڪيم عطا (١). عبدالحڪيم عطا ٺٽي جي عظيم شاعرن مان تي گذريو آهي. مير علي‌شير قانع هن جو ذڪر تحفة‌الڪرام ۽ مقالات‌الشعرا ۾ نهايت سهڻي نموني ڪيو آهي. هن جي شاعري لاءِ چوي ٿو: "پورا ٻيهہ سال رات جو عبادت ۽ ڏينهن جو روزي سان رهي، عشا (سومهڻي) جي نماز کان وٺي صبح تائين هڪڙي وضوءَ سان نبي ڪريم جي نعت ۽ حضرت مرتضيٰ‌علي ۽ امامن سڳورن جي منقبت لکڻ ۾ مشغول هوندو هو، اهڙي طرح لک بيت پورا ڪيائين. ازان سواءِ ٻہ ٻي ديوان ۽ ٻہ ٻي مثنويون اٿس. سندس ڪلام متقدمين جي طرز تي سليس ۽ فصيح آهي (٢). شاهجهان جي عهد کان وٺي محمد شاهہ جي دور تائين سخنوري ۾ بي مثال هو (٣).

---

(١) پير حسام‌الدين مرتب "هشت بهشت" مقدمہ ص ١٦٥، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٣ع.

(٢) "تحفة‌الڪرام" ص ٥٩٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع.

(٣) "مقالات الشعرا" ص ٤٤٢، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع.

عطا کان پوءِ بہ شاعري هن خاندان جو ورثو رهي. هي خاندان سبزپوش جي لقب سان ان ڪري مشهور آهي جو عطا سبز رنگ جا ڪپڙا پھريندو هو ۽ سندس اولاد بہ سبز ڪپڙا پھريندي رهي. سبز جي رديف سان عطا جو هڪ غزل سندس ديوان ۾ موجود آهي جنھن ۾ هن سبز رنگ تي نھايت دلپذير خيالن جو اظهار ڪيو آهي.

يڪرنگيءَ مــا رنگ دگير نــہ پذيرد،
پيوستــہ بهار است تــن، سرو، قبا سبز.

سبز است ازان رنگ، لباس همہ اشجار،
ڪز جملہ، الوانست فقط رنگ حنــا سبز(١).

علي جي زندگــي جو گھڻو احوال نٿو ملي. مخدوم محمد ابراهيم خليل تڪملہ مقالات الشعرا ۾ صرف ايترو لکي ٿو "غلام علي سبزپوش آهي. سليقو سٺو ۽ طبع مرغوب هئس. هن فقير وٽ سخن جي مشق ڪندو هو، سٺو شاعر ٿئي ها پر موت مهلت نہ ڏنس، عين جواني ۾ شاديءَ بغير قبر داخل ٿي ويو" (٢). علي جي وفات جي صحيح تاريخ معلوم نہ ٿي ٿئي، علي پنهنجي هڪ پارسي ديوان جي اڳيان پنهنجي ڏاڏي جي پنهنجي هٿ سان مناجات لکي آهي، جنھن تي هجري سن ١٢٩٥ لکيل آهــي. ان مـان سمجهجي ٿــو تـہ هن ان سن کان پــوءِ جيڪو ١٨٨٢ عيسوي ٿئي ٿــو وفات ڪئي.

علي جا غزل پين شاعرن وانگر سنڌ سـڌار ۾ شايع ٿيندا هئا، هـن پين شاعرن جي غزلن تي غزل چيا آهن ۽ پين ڪي پنهنجي غزلن تي غزل چوڻ جي دعوت ڏني آهي. مرتضائي سان سندس دوستانہ ۽ شاعرانہ ناتو هئو.

مرتضائي ڪي چوي ٿو:

سگھو مون ڏانهن موڪل "مرتضائي"
جواب هن غزل فرخندہ ہمــي جـــو.

---

(١) "ديوان عطا" ص ١٣٠، سنڌي ادبي بورڊ.
(٢) "تڪملہ مقالات الشعرا" ص ٥١٤، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٨ع.

مرتضائي چوي ٿو:

"علي" سڪين هڪ مضمون جو آندو غزل تنهن تي
جدا مضمون جوڙيو مرتضائي وصف گلرو جو.

علي پنهنجي دور جي مشهور شاعرن جهڙوڪ مخدوم محمدابراهيم خليل ۽ خايفي قاسم جي غزلن تي تضمين ڪري سهڻا مسدس لکيا آهن. علي جو سنڌي ڪلام صرف اهو علي ٿو جيڪو سنڌ سڌار جي پرچن ۾ محفوظ آهي يا پير حسام‌الدين مرتضائي جي جنگ مان منتخب ڪري تڪلمہ مقالات‌الشعرا ۾ ڏنو آهي. علي پارسي جو به سٺو شاعر هو، پارسي زبان ۾ به سندس ديوان موجود آهي.

علي سنڌي غزل جو بادشاهه هجي ها پر افسوس موت هن کي مهلت نه ڏني. علي جي شاعري جي زبان ايتري شسته، سولي ۽ ساوٽي آهي جو اهو ڏسي تعجب ٿو ٿئي ته ان دور ۾ جڏهن شاعر پارسي‌آميز زبان لکڻ ۾ فخر محسوس ڪندا هئا هن اهڙي صاف زبان ڪيئن استعمال ڪئي آهي. هن جو انداز بيان ايترو ته دلفريب آهي جو معمولي کان معمولي ۽ لتاڙيل خيالن ۾ به جادو جهڙو اثر پيدا ڪري ٿو ڇڏي. هن جا غزل پنهنجي دور جا مثالي غزل آهن جن جهڙا ان دور جي شاعرن جي ديوانن ۾ ڪٿي ڪٿي ڏسڻ ۾ ٿا اچن.

## ڪلام جو نمونو (١)

بهار آيو ويو سڀ وقت دي جو،
اچي ساقي پري ڏي جام مي جو.

جگر جيرا جليا ۽ جيءَ ڪيا جوش،
سڻي آواز اڄ جان سوزني جو.

گدا تنهنجو نه آئي تا قيامت،
نظر ۾ تخت هن ڪائوس ڪي جو.

غرض ڪهڙو ڪرڻ احوال دل عرض،
تون واقف سڀ ۽ مالڪ ڪل شي جو.

---

(١) "تڪملہ مقالات‌الشعرا" ص ٤٣٠ - ٤٢٩.

عليءَ کي باغ ۾ منجهه فصل گل جي،
اچي ساقي پري ڏي جام مي جو.

—

تنهن جي منهن کان گلستان ياد آيم،
تهجي لب کان بدخشان ياد آيم.

تهجي هڪ نوڪ نيڻن جي ڏسڻ کان،
بدل چشم غزالان ياد آيم.

ڏنم چمڪاٽ سج جهڙن ڳلن جو،
تجلي ماهه تابان ياد آيم

شراب شوق شوق مان پيتم جڏهن جام،
تہ مجنون و بيابان ياد آيم.

برهه جو بحر بيحد بيڪناري،
ڏنم ۽ نوح طوفان ياد آيم.

جدائي ۾ تڏهن رت رت رنو سون،
جو وقت وصل ياران ياد آيم.

—

# شمس الدين "بلبل"

## [١٨٥٧ع - ١٣، سيپٽمبر ١٩١٩ع]

شمس الدين ولد بهادر خان ذات شينو تخاص 'بلبل' جا وڏا نازي بلوچستان کان لڏي اچي فريدآباد ۽ پوءِ ميهڙ ۾ رهيا. هو پنجن ڀائرن ۾ سڀني کان ننڍو هو. هو سن ١٨٥٧ع مطابق ١٢٧٢ هه ۾ تولد ٿيو هو. سندس ڄمڻ جي تاريخ هدايت علي نجفي هيٺين بيان ڪئي آهي:

در تولد شمس الدين بلبل بگوئي اختراع

١٢٧٢ هه.

شمس‌الدين جڏهن ڪراچيءَ ۾ رهندو هو، تڏهن سندس محبت هڪ پارسياڻيءَ سان ٿي وئي هئي جنهن جو نالو ”گل“ هو ان نسبت سان شاعري ۾ هن پنهنجو تخلص ’بلبل‘ اختيار ڪيو. پوءِ ان عورت کي ميهڙ ۾ وٺي اچي شادي ڪئي هئائين. هن پنهنجي محبوب جو نالو پنهنجن غزلن ۾ اشارن سان بيان ڪيو آهي. هڪ هنڌ چوي ٿو:

باغِ فرقت ۾ ”گل“ ري ”بلبل“ کي،
رات ڏينهن روح رنج راڙو آهي.

هو ميهڙ شهر ۾ سنڌي ۽ پارسي جي تعليم حاصل ڪري انجنيري کاتي ۾ داروغو ٿيو جتي هڪ انجنير سندس قابليت کان خوش ٿي ڪيس ١٨٨٩ع ۾ ڪراچيءَ وٺي ويو. انهيءَ انجنير هن جو علمي شوق ۽ شاعري سان چاهه ڏسي کيس شاهنامہ فردوسي سوکڙي طور ڏنو هو.

ڪراچيءَ ۾ هن جي ملاقات حسن‌علي آفندي سان ٿي، جنهن ان وقت سنڌ محمدن ايسوسيئيشن مسلمانن جي بهبودي ۽ ترقي لاءِ ٺاهي هئي، جنهن جي سهاري هن هڪڙي هفتيوار اخبار ”معاون الاسلام“ جاري ڪئي هئي، جنهن جي ايڊيٽري بابل جي سپرد ڪئي وئي، هن ان اخبار ذريعي سنڌ مدرسة الاسلام، سنڌ محمدن ايسوسيئيشن ۽ حسن‌علي آفندي جي سياسي ۽ علمي تحريڪ لاءِ گهڻو ڪي ڪيو.

معاون جي ايڊيٽر مقرر ٿيڻ ڪري هن کي پنهنجي ذاتي جوهر ڏيکارڻ جو موقعو ملي ويو. هن جي پرزور ۽ پرجوش، طنزيہ ۽ مزاحيہ ۽ دلنشين، نئين ۽ جديد رنگ جي شعرن ۽ مضمونن سڄي سنڌ ۾ پنهنجي ڌاڪ جمائي ۽ اثر پيدا ڪيو. هن جي قلم مان نڪتل هرهڪ اکر اهڙي شوخي ۽ ظرافت سان پريل هو جنهن جهڙي سنڌ جي ماڻهن هن کان اڳ ڪڏهن بہ نہ پڙهي هئي. غلام‌محمد گرامي، معاون اخبار ۾ سندس تحريرن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو سنڌي زبان کي پنهنجي ظريفانہ رنگ سان اهڙو تہ شيرين ۽ نمڪين ڪيائين، جو ان جو جادوءَ وانگر اثر ٿيڻ شروع ٿيو. سندس ظريفانہ اشعار، لطائف ۽ ظرائف، قلمي نوڪ جهوڪ، ندرت‌آميز تحرير جي سببان ”بابل بلبل“ جي وائي وات هئي. اديبن ۽ شاعرن، سياستدانن ۽ قومي ڪارڪنن، ميرن ۽ پيرن، حاڪمن ۽ وزيرن وٽ سندس قابليت ۽ صلابت راءِ جو چرچو ٿي ويو“ (١).

---

(١) ”ديوان بلبل“ مقدمو ص ١٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٩ع.

حسن علي آفندي جي وفات کان پوءِ پنھنجي وڏي ڀاءُ جي وفات ڪري زمينن ۽ گھرو ڪاروبار سنڀالڻ لاءِ ھو ميھڙ ھليو آيو مگر ھن صحافت جي دنيا ۾ ايتري ناموري حاصل ڪري ورتي ھئي جو ڪيترن اخبار وارن ھن کي مجبور ڪري صحافت جي دنيا ۾ ڀيھر آندو.

پھريان "ڪراچي گزيٽ" جو ايڊيٽر ٿيو. ھيءَ اخبار ھفتي ۾ ٻه ڀيرا شايع ٿيندي ھئي. ان بعد "خير خواھ" لاڙڪاڻي جو چار سال، "مسافر" ھفتيوار حيدرآباد، "آفتاب" ھفتيوار ۽ "الحقيقت" سکر جو ايڊيٽر ٿي رھيو. "آفتاب" سان ھن جو ناتو وفات ڏينھن رھيو.

ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونھي ته ٻلبل جنھن به اخبار ۾ ڪم ڪيو ان کي پنھنجي جادو اثر قلم سان زمين کان آسمان تي کڻي ويو. بلبل جي مضمونن ۽ شعرن جي مقبوليت جو اھو عالم ھو جو جن اخبارن ۾ اھي ڇپجي ايندا ھئا، سي اخبارون ھٿوھٿ وڪامي وينديون ھيون. بلبل انھن ٿورن خوش قسمت ماڻھن مان ھو جنکي پنھنجي حياتيءَ ۾ ڪيل ڪارنامن جو داد مليو (۱)

مرحوم بلبل جي وقت جي آفيسرن وٽ گھڻي عزت ۽ احترام ھو، خيرپور رياست جي مير صاحبن ۽ وزيرن وٽ به گھڻو مان ملندو ھوس. انھن جي تعريف ۾ قصيدا لکندو ھو، جنھن ڪري مٿس وقت به وقت نوازشون ٿينديون رھنديون ھيون. سندس مطالعو وسيع ھو ۽ چڱي لئبرري ڪٺي ڪئي ھئائين. مخدوم نظام الدين صديقي ٻاڏائي جو مريد ھو، ۱۹۰۶ع ۾ ھن مسلمانن ۾ تعليم ڦھلائڻ خاطر ميھڙ ۾ مدرسته الاسلام جو بنياد وڌو جو سندس حياتيءَ ۾ مڊل اسڪول جي درجي تي پھتو جيڪو ھن وقت مدرسه ھاءِ اسڪول ميھڙ جي نالي سان مشھور آھي.

ھن دکن انگريڪلچر اڪيٽ سنڌ سان لاڳو ڪرائڻ ۾ حسن علي آفندي جي گھڻي مدد ڪئي ھئي، ۱۹۰۷ع ۾ آل انڊيا ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس ڪراچي جي موقعي تي فارسي زبان کي تعليمي ادارن ۾ پڙھائڻ واري نھراءَ جي تائيد ۾ زبردست تقرير ڪيائين جنھن جو داد نواب وقار الملڪ جھڙي شخصيت ڏنو ھو.

---

(۱) محمد ابراھيم "خليل" شيخ "بلبل سنڌ" ص ۹ ۳، رباني پرنٽنگ پريس حيدرآباد

سنڌ جي هن مزاح‌نگار جيڪو هر وقت ماڻهن کي کلائيندو رهيو هو چوهٺ ورهين جــي عمر ۾ ٢٣، سيپٽمبر ١٩١٩ع مطابق ١٧ ذوالحج ١٣٣٧ هه ۾ الوداع چئي پنهنجي مالڪ سان وڃي مليو. سندس وفات تي ڪيترن شاعرن مرثيه ۽ قطع تاريخون لکيون جن ۾ هنن هن جي ادبي مقام ۽ ادبي خدمتن جي تعريف ڪئي آهي.

مير عبدالحسين سانگي:

بلبلِ خــوش نوا، هــزار افسوس
بـــود زو بـــاغِ دهر را رفعت.

ســـالِ تاريخ رحلتش جستـــند،
گفت هاتف که ”رفت در جنت“.

١٣٣٧ هه

افسوس زيــن گلستان شــد بلبلِ خوش‌الحان
اندر عزاي او گشت تـــوام گل و گلستان.

گل از فراق رويش در سينــہ، داغ بنـــهاد،
و از ياد غم فرو ريخت رنگ و طراوت آن.

در بينہ عـــدد گير فـــاني تو واو تشبيهہ
تا سال رحلت او گـــردد عيان بـــرو زان.

گفتا به گوش هوشم پيرِ خــرد که گـــرديد
گل از فراق بلبل پـــژمؤدهہ و پـــريشان (١)

١٣٣٧ هه

مرزا قليچ بيگ:

شـــاعرِ ملک سندهہ شمس‌الديـــن،
که ازو بـــود عالمي به شگفت.

بلبلِ بـــود او که بـــا منقار،
در معني عجيب او مـــي سفـــت.

(١) دين‌محمد وفائي مولانا ”مشاهير سنڌ“ ص ١٩٩، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٣
نوٽ: هي قطعات ڪليات سانگي ۾ شامل ڪين آهن.

بـود در باغ دهر تـا زنده،
نغمه‌هائي خوشش جهان بشنفت.

قفس عنصري گذاشت و پريد،
سوئي جنت در آشيانه بخفت.

بود او شمس بر سپهر سخن،
كرد آخر غروب و روي نهفت.

سال فوتش بفكر مي جستم،
زود هاتف چراغ مجلس گفت.

١٣٣٧ هه

باز هم گفت او فروغ دوام،
يافتم همچنين دو ماده مفت.

عيسوي سال دلپذير آورد،
رشك جنت نمتود باو جفت(١).

١٩١٩ع

هدايت‌علي نجفي (انتخاب قطع):

چون رئيس آن شمس‌الدين رحلت نمود،
شد دل احباب زين صدمه دو نيم.

از مه ذوالحج روز هندهم،
صبح شنبه گشت در جنت مقيم.

يا الاهي بهر مقبولان تو،
مسكن او كن بهٔ گلزار نعيم.

با كرم چون بود سال رحلتش،
گفت تارك بلبل باغ كريم (٢)

١٣٣٧ هه

(١) دين‌محمد وفائي "مشاهير سنڌ" ص ١٩٩، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٤ع.
(٢) كليات نجفي (قامي) اظهر شاهه گيلاني.

حاجي محمود "خادم" بلبل جي شاعري لاءِ لکيو آهي ته "سنڌي شاعري جو جديد دور بلبل مرحوم کان شروع ٿئي ٿو" (١)، آهي به ائين، هن پنهنجي شاعري ۾ نئين سياسي ۽ سماجي سوچ جا ڏيئا روشن ڪيا آهن ۽ پنهنجي ثقافت، تهذيب ۽ تمدن سان پيار جو پرچار ڪيو آهي، پر هن کي پنهنجي ماحول ۾ جي عيب ۽ اوڻايون نظر آيون آهن تن تي به ڀرپور حملا ڪيا اٿائين. هن جي ڪلام کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو هڪ نظم ٻيو غزل. هن جا نظم صرف طنز ۽ مزاح جا آئينا آهن هن جي غزلن ۾ ٻئي رنگ سمايل آهن. عشق و محبت ۽ طنز و مزاح.

بلبل کي عشق جي مهميز اچي چڪي هئي جنهن هن جي اندر جي احساسن ۽ جذبن ۾ طلاطم پيدا ڪيو هو، انهيءَ طلاطم جي تصوير هن جي عشقي غزلن ۾ به ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هو پختو شاعر هو هن عشق جي حڪايتن ۽ شڪايتن کي نهايت سهڻي ۽ سنجيده نموني بيان ڪيو آهي. پر هن پنهنجي غزلن ۾ عشق ۽ محبت جي روئداد بيان ڪندي ڪڏهن به ٻين شاعرن وانگر صبر جو دامن هٿان نه ڇڏيو آهي نه ئي عشق ۾ ڪڏهن پاڻ کي پنهنجي محبوب جي اڳيان رسوا يا گهٽ ڪيو آهي. هن پنهنجي جذبن ۽ احساسن کي بيان ڪندي ڪڏهن به خودداريءَ کي هٿان نه ڇڏيو آهي.

هن جي انهن غزلن ۾ جن ۾ طنز ۽ مزاح آهي رواني، شوخي ۽ رنگيني سڀ ڪجهه آهن. هن سنڌي شاعري ۾ غزل جي لتاڙيل راهه کي ڇڏي پنهنجي لاءِ هڪ نئين ۽ با مقصد راهه اختيار ڪئي آهي. هن غزل کي صرف تفريح لاءِ نه لکيو آهي پر ان کان اصلاح جو ڪم به ورتو آهي.

سانگي جي دور جا مخلص ۽ بلبل به مزاح نگار شاعر آهن. مخلص پنهنجي طنز ۽ مزاح کي نظمن تائين محدود رکيو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ بلبل نظم ۽ غزل ٻنهي ۾ طنز ۽ مزاح جو رنگ ڀريو آهي. شيخ عبدالرزاق بلبل جي شاعريءَ لاءِ چوي ٿو، "هن اهڙا موضوع هٿ ڪيا جن ماحول کي بدلائڻ لاءِ سندس مدد ڪئي. ماحول کي بدلائڻ وارو شاعر صدين کان پوءِ پيدا ٿيندو آهي" (٢).

---

(١) نئين زندگي ص ٢٦، ماهه آڪٽوبر ١٩٦٥ع.
(٢) نئين زندگي، ٤٤، ماهه ڊسمبر ١٩٧٧ع.

## ڪلام جو نمونو

حوصلو دل جو لٽي ويو، هار ڪجهہ سينگار ڪجهہ،
ناز ڪجهہ، غماز ڪجهہ، رفتار ڪجهہ، گفتار ڪجهہ.

وصل جي پيغام تـــي محبوب ورنـديءَ ۾ چيو،
ٿي مذبذب، بين ۾، اقرار ڪجهہ، انڪار ڪجهہ.

جان جانان ڪان جو پنهنجي سوال جو گهريم جواب،
هوريان هائو ڪيائين، چار ڪجهہ، ناچار ڪجهہ.

چا هي ان ۾، آهہ معشوقن جـــو معمولي عمل،
عاشقن ڪان عار ڪجهہ، بيزار ڪجهہ ۽ پيار ڪجهہ.

پيو نشان ڪوڙو اسان ۾ ڪفر جـو ڏسنديـن ادا،
خال خط رخسار ڪجهہ، ۽ زلف جو زنار ڪجهہ.

همدم و همرباش بلبل ســـان رهي هــر وقت تـو،
عشق جـــو آزار ڪجهہ ۽ درد دل افــگار ڪجهہ.

---

چنهڪـــار ڏئي وار، سچڻ ســـرتي ستي اڌ،
مهتاب سندي منهن جـــو ابر، زلف لـــٽي اڌ.

مـــحبوب سندو نـــاز بـــہ اعجاز ســـراسر،
ابروءَ جي اشاري سان، قمر دل جو ڪٽي اڌ.

هن تير، نگهہ ڪان جو سندم نيم رهي جان،
بوسي جي بها سان ڪو پلي جان جو ستي اڌ.

هن خوبرو جو خـــواب ۾ ڪئي نيم نگاهي،
جادوءَ جي جبر ساڻ ويو دل جو جهٽي اڌ.

اي باغبان مضمون سندي آهہ و فغان تـــي،
بلبل ڪي ڏنو، باب گلستـــان جو پٽـــي اڌ.

---

# محمدهاشم "مخلص"

## [١٨٦٠ع — ٢، فيبروري ١٩٣٦ع]

محمدهاشم ولد حافظ حامد ذات ميمڻ تخلص 'مخلص' ١٢٧٨ ھ مطابق ١٨٦٠ع ۾ اڳين ٺٽو ۾ تولد ٿيو. سندس والد حافظ حامد پنهنجي وقت جو نامور شاعر ٿي گذريو آهي، هي پنهنجي والد جو وڏو فرزند هو. هن کي پنجن ورهين جي عمر ۾ حافظ محمديوسف جي مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ داخل ڪيو ويو جتي هن سنڌي، پارسي، عربي ۽ دينيات جي تعليم حاصل ڪئي.

حافظ حامد ان جي باوجود جو نابين هو ڪپڙي جو دڪان هلائيندو هو. مخلص جڏهن ٿورو وڏو ٿيو ته پنهنجي والد سان گڏ دڪان جي ڪم ۾ سندس مدد ڪرڻ لڳو. هو پيءُ سان گڏجي ٺٽ ۽ ڪڇ جي سفر تي به ويندو هو.

مخلص کي ننڍپڻ کان شاعري جو شوق هو مگر سندس والد کيس ننڍي عمر ۾ شعر چوڻ کان منع ڪندو هو. هڪ ڀيري هو پنهنجي والد سان گڏ ٺٽ جي سفر تي هو. ٺٽ احمد نالي ڳوٺ ۾ پنهنجن وهٽن کي پاڻي پيارڻ لاءِ ويو. کوهه تان هڪ نوجوان ڇوڪري پاڻي ڪڍي رهي هئي، جيئن ته ٺٽ جا کوهه اونها ٿا ٿين ۽ پاڻيءَ جي چڙهي مٺي هئي، تنهن ڪري ڇوڪري ساڻلانئه نگاهن سان هن ڏانهن نهاريو، مخلص وڌي ڇوڪريءَ کي پاڻي ڪڍي ڏنو، ڇوڪري شڪرگذاري ڪندي هلي وئي، مخلص جي زبان مان جهٽ نڪري ويو:

ڪٺي دلي سان گڏ ويو دلربا دل.

حافظ حامد، اهو واقعو ۽ شعر ٻڌي کيس اجازت ڏني ته هو آئنده شعر چوي. جيتوڻيڪ حافظ حامد پاڻ استاد شاعر هو پر هن سان گڏ مخلص غلام‌محمد شاهه گدا کي پنهنجو شاعري ۾ استاد ورتو. گدا شاهه جي اصلاح ۽ تربيت هن جي شاعرانه صلاحيتن کي خوب جرڪايو. هن پنهنجي ڪلام ۾ گهڻن هنڌن تي استاد گدا شاهه جو ذڪر ڪيو آهي. هڪ شعر ۾ چوي ٿو.

استاد "گدا" سچ چيو اي مخلص آهي،
اشراف جو مٽ ڪين ڪڏهن ٿيندو اراذل.

"مخلصا" تيغِ زبان سان بمددِ سير گدا،
صيد مضمون معاني جا تو نخچير ڪيا.

مخلص کي ننڍپڻ کان وٺي صحافت سان دلچسپي هئي. هو ان وقت جي اخبارن "آفتاب سنڌ" سکر ۽ "خير خواهہ" ۾ مضمون لکندو هو ڪجهہ وقت لاءِ هو خير خواهہ جو ايڊيٽر ٿي رهيو، ١٨٩٥ع ۾ شيخ محمدسليمان "الحق" نالي هفتيوار اخبار سکر مان ڪڍي هئي، ١٩٠١ع ۾ هو اها اخبار ڪجهہ وقت لاءِ حيدرآباد کڻي آيو. مخلص ان ۾ مضمون لکندو هو ۽شايد ڪجهہ وقت لاءِ ان جو ايڊيٽر بہ ٿي رهيو. جيئن تہ هن جي قلم ۾ تيزي ۽ تکائي هئي تنهن ڪري قانوني شڪنجي ۾ ڦاسي پيو ۽ سنڌ ڇڏي جوڌپور، ناگور ۽ بيڪانير ۾ سرگردان ڦرندو رهيو. اتي پنهنجو نالو بدلائي قاضي ناصرعلي رکيائين ۽ ان نالي سان اتي جي محفلن ۾ اردو شعر و شاعري ڪندو هو. پنهنجي انهن غربت ۾ گذاريل گهڙين جو نقشو پنهنجي هڪ غزل ۾ هيئن چٽيو اٿائين.

وطن جي ياد ٿــي ليل و نهار غربت ۾،
اهــائـــي يــاد فقط غمگسار غربـت ۾.

مثال رعــد شب و روز نـــالہ و افـغان،
اکيون چــون ابر ســـدا اشڪبار غربت ۾.

نہ گل، نہ باغ، نہ بلبـل، نـہ مجلسِ ياران،
نہ ڪو چمن، نہ ڏسان ڪو بهار غربت ۾.

ڪڏهن نہ پلجي ڪيو ڪنهن بہ ياد مخلص کي،
نہ هڏڪي آئي، مون کي زينهار غربت ۾.

١٩٠٤ع ۾ هن تحفہ احباب ماهوار رسالو حيدرآباد مان شروع ڪيو پر اهو چلد ئي بند ٿي ويو.

١٩٠٦ع ۾ هن جي ڪوشش سان سيد اسدالله شاهہ فدا ٽکڙ مان بهارِ اخلاق نالي رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ هو ناصرعلي جي نالي سان

مضمون لکندو هو. اُنهيءَ زماني ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ”الاسلام“ نالي رسالو ڪيندو هو، ان ۾ به هن جا مضمون ناصر علي جي نالي سان شايع ٿيندا هئا.

١٩٠٩ع ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي هن کي حيدرآباد ۾ گهرايو جتان ”جعفر زٽلي“ نالي رسالو ڪيڻ شروع ڪيائين، جيئن ته هو اڃا قانون جي شڪنجي مان آزاد نه ٿيو هئو، تنهن ڪري اهو رسالو سندس نياڻي ۽ پاڻٺي ماستر عبدالرحيم ”شائق“ جي نالي ۾ نڪرندو هو، ليڪن ان جو روح روان مخلص هو. رسالي ۾ شايع ٿيل سندس ظرافت وارن مضمونن ان رسالي کي نهايت مقبول بنايو. ١٩١٣ع ۾ رئيس غلام محمد ڀرڳڙي جي ڪوشش سان هن کي ڪيس مان آزادي ملي ۽ هاڻي هو کلي طرح پنهنجي نالي سان لکي سگهيو ٿي ۽ کليءَ فضا ۾ آزاديءَ سان ساهه کڻي سگهيو ٿي. انهن ڏينهن ۾ رئيس جي اخبار ”الامين“ حيدرآباد مان نڪرندي هئي جنهن جو ڪجهه وقت هو ايڊيٽر ٿي رهيو. پر دن جي قلم جي تيزي اڃا گهٽ ڪانه ٿي هئي، تنهن ڪري اهو امڪان دو ته اخبار يا پاڻ کي وري تڪليف ۾ وجهي تنهن ڪري هن جي بجاءِ شيخ عبدالمجيد کي اخبار جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو.

مخلص ”الامين“ اخبار ڇڏڻ کان پوءِ ”ڪچڪول“ نالي سان رسالو جاري ڪيو پر جيئن ته هن جي مالي حالت بهتر نه هئي تنهنڪري رسالو جلد بند ٿي ويو.

١٩٢٤ع ۾ ”زميندار ائسوسيئشن“ ميرپورخاص پاران ميرپورخاص مان هفتيوار ”مسلمان“ اخبار جاري ٿي، جنهن جو ايڊيٽر هن کي مقرر ڪيو ويو، اڳتي هلي هن اها پريس ۽ اخبار پاڻ خريد ڪري ورتي ۽ ١٩٣٣ع تائين ان جو ايڊيٽر رهيو. آن زماني ۾ هن جي بينائي ڪمزور ٿي وئي ۽ ”مسلمان“ جي ايڊيٽري سندس پاڻٺي محمد خان ”غني“ سنڀالي، ان هوندي به هو آن ۾ ڪجهه نه ڪجهه لکندو رهيو.

مخلص طبع جو نهايت جوشيلو هوندو هو، تنهن ڪري دن پنهنجي صحافت واري زندگيءَ ۾ نه صرف ڪيترن ڪامورن، آفيسرن ۽ ماڻهن خلاف لکيو پر ڪيترن اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽرن سان به جنگ جوٽي ۽ جهيڙا اٿاريا، جنهن ۾ هن جي قلم طنز، مزاح ، هجو، گلا ۽ ڪڏهن ڪڏهن

ڳارين جي گلڪاري ڪئي مگر هن جي قلم ۾ ايترو رس ۽ طاقت هئي جو سندس اهي مضمون ۽ شعر شهر پارا ٿي پوندا هئا. هن جو قلم تلوار جيئن تکو هوندو هو، جي جوش اڇي ويندو هوس ته ڪنهن ٿان ڪين ٽرندو هو. ان ڪري سنڌ جا ڪيترا زميندار، پير، اخبارن وارا سندس نوڪ قلم جا زخمي ٿي پيا(١). هن پنهنجي صحافي زندگي جي شروعات ۾ خيرخواه ۾ جيڪي مضمون لکيا هئا، اهي ايترا تيز هئا جو هن تي مقدمو داخل ڪيو ويو هو، جنهن مان هن جي جان ١٩١٣ع ۾ مشڪل سان آزاد ٿي.

١٩٠٦ع ڌاران مولوي هدايت الله ”مشتاق“ متعلق هڪ ڪتاب ”ڪواڪب السعادت في شرح مناقب سادات“ لکيو هو جنهن تي ڪيترن عالمن اعتراض اٿاريا هئا، انهن مان مولوي احمد ابڙي واري جي رد ۾ هن ناصر نالي سان هڪ ڪتاب ”سيف المسلول“ لکيو، جنهن ۾ پنهنجي عادت مطابق شوخي اختيار ڪئي اٿائين، تڏهن به سندس طرز تحرير لاجواب آهي(٢).

رئيس غلام محمد ڀرڳڙي ”هوم رول ليگ“ ۽ خلافت تحريڪ جي سرڪردن مان هو. ان جي پيٺ ۾ سيد الهندو شاهه دربيلي وارو امن سپاهي هو. شمس الدين بلبل الهندي شاهه سان ۽ مخلص ڀرڳڙيءَ سان هو. بلبل ڀرڳڙي خلاف پنهنجي اخبار ۾ لکيو، جنهن تي مخلص هن سان جنگ جوٽي مگر مخلص کي ان ڳالهه جو احساس هو ته سندن جهيڙو نامناسب هو، جنهن جو اظهار هن بلبل ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ هنن لفظن ۾ ڪيو آهي ”گذريل واقعات جڏهن ياد ٿا پون تڏهن ڪمال تاسف ٿو ٿئي، ليڪن دنيا جو دستور به اهڙي طرح هليو اچي ته وڙهي يار تجي ۽ يار ٿي وڙهجي“(٣).

مخلص کي جڏهن ”الامين“ کان علحده ڪري شيخ عبدالمجيد سنڌي کي ان جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو ته هن پنهنجو رسالو ڪچڪول جاري ڪري شيخ صاحب بابت ٽي چار فحش پر نهايت فصيح ۽ بليغ شعر ڇپيا ۽

(١) جي - ايم سيد ”جنب گذاريم جن سين“ جلد پهريو، ص ٣٣٥. سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٧ع.
(٢) ”تذڪره شعراء ٺٽو“ ص ٥٣.
(٣) محمد ابراهيم خليل شيخ ”بلبل سنڌ“ ص٢٢، رباني پرنٽنگ پريس حيدرآباد.

ڪن مضمونن ۾ اشارن ۽ ڪناين ۾ سندس گلا ۽ هجو پڻ ڪيائين(١).

مسٽر گرڌنو مل ميرپورخاص مان "ميرپورخاص گزيٽ" اخبار ڪڍندو هئو جيڪا آريه سماجي اخبار هئي ۽ مسلمانن خلاف نفرت ڦهلائيندي رهندي هئي. مخلص "مسلمان" اخبار ۾ نه صرف هن جا سخت جواب ڏيندو هو پر جوابي حملا به ڪندو هو. اخباري جهيڙو ايترو وڌيو جو پنهي هڪ ٻئي تي ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيا.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ خلاف به مسلمان ۾ فحش مضمون لکيو هئائين جنهن هن جي خلاف بدناموسي جو ڪيس داخل ڪيو هو.

مخلص جو مظبوط حريف مولوي نورمحمد نظاماڻي هو، هن جي به مخلص وانگر نظم ۽ نثر پنهي تي نه صرف دسترس هئي پر هجو ۽ گلا ۾ به پڙ هو. هن "مرغِ فلڪ"، "طيراً ابابيل" ۽ "نورالاسلام" اخبارون ڪڍيون هيون. ٻئي خيرپور جي ميرن جا مدح خوان هئا. قصيدا چئي انعام حاصل ڪندا هئا. مير فيض محمد جي مدح مخلص هنن لفظن ۾ ڪئي آهي:

يا الاهي رک سلامت تاجدارِ خيرپور،
جنهن جي باعث ويو وڌي عزو وقارِ خيرپور.

هر زمان فيضِ محمد کان رهي سيراب سو،
سايئہ حسنين تي شل سايہ دارِ خيرپور.

مخلصِ مسڪين جي آهي دعا هي دمبدم،
قيصر و خاقان رهن خدمتگذارِ خيرپور(٢).

نورمحمد نظاماڻي جيڪو مير علي نواز جي شان ۾ قصيدو لکيو آهي اهو هيئن ٿو شروع ٿئي:

ايا سرڪارِ عاليجاه، با حشمت حضور اعلي.

ڪنهن ڳالهه تان نورمحمد نظاماڻي مير علي نواز جي خلاف ٿي پيو ۽ پنهنجي اخبار جي صفحن ڪي مير جي خلاف هجو ۽ گلا سان پري ڇڏيائين. مخلص جي منع تي به هو ان روش کان نه مڙيو پوءِ ٻنهي جي وچ ۾

(١) نئين زندگي ص٨، مارچ ١٩٦٤ع، ڪريمبخش خالد "مرحوم محمد هاشم مخلص".

(٢) محمد ابراهيم خليل شيخ "رهنمائي شاعري" پاڳو ٻيو، ص ٣٠٦، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد، ١٩٤٨ع.

وڏو معرڪو ستو ۽ پنهي جي اخبارن جا صفحا هڪ ٻي جي هجوسرائي لاءِ وقف ٿي ويا. نيٺ مخلص مرحوم آل انڊيا بلوچ ڪانفرنس جي موقعي تي جيڪب آباد پهتو ۽ نورمحمد جي خلاف بدناموسي جو ڪيس داخل ڪيائين(١).

پين جن صحافين سان مخلص جهيڙو اٽڪايو هو تن ۾ نواب خالقداد خان ”عاجز“ ايڊيٽر ”تنظيم“ شڪارپور، محمد هاشم مستوئي ايڊيٽر ”رهنماءِ بلوچ“ ميرپورخاص جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

مخلص انهن پهرين شاعرن مان هو جن پنهنجي نثر توڙي نظم رستي سنڌ جي مسلمانن ۾ قومي شعور ۽ سياسي بيداري پيدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. ”مسلمان“ اخبار جا صفحا ان ڳالهه جي تائيد ڪن ٿا ته هن ان ۾ جيڪي نظم لکيا، آهي زياده تر صورِ اسرافيل جي ندا وانگر هئا، جن رستي هن سنڌ جي مسلمانن کي سجاڳ ڪرڻ تي چاهيو. هن خلافت تحريڪ وقت ترڪن جي ۽ سنڌ جي بمبئي کان علحدگي واري تحريڪ جي فائدي ۾ جيڪي نظم چيا هئا، تن کي ڏاڍي مقبوليت حاصل ٿي هئي. هن رسائي ۽ لاڙي خلاف به سخت نظم لکيا هئا جنهن ڪري سرڪاري ڪامورن هن خلاف ڪيس ڪري هن کي ڪجهه وقت جيل ۾ بند ڪرايو هو. هن ڪن نظمن ۾ ”ڪرڙ“ جو تخلص به استعمال ڪيو آهي.

هو فطرتاً نهايت بذله سنج، حاضر جواب ۽ چرچائي هو، جنهي به هوندو هو ته آتي هنجي گفتگو ڪان محفل پٺي مرڪندي هئي. هڪ دفعي ڪنهن وڙرنري ڊاڪٽر ڪيس جانورن جي اسپتال پٺي ڏيکاري، جتان گهمندي ڪتن وٽان اچي لنگهيا، ڊاڪٽر صاحب مخلص کي چيو ته ”ڏسو ٿا، سرڪاري ڪتا ڪهڙا آسودا پيا پلجن!“ مخلص برجسته جواب ڏنو ته ”انگريز سرڪار جي دور ۾ قدر ئي ڪتن جو آهي“.

شاعريءَ ۾ مخلص جي شاگردن ۾ جمع خان غريب، غلام احمد ”نظامي“ ۽ ”سرشار“ عقيلي جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

پوين ڏينهن ۾ هنجي نظر ڪمزور ٿي وئي هئي، ٢ فيبروري ١٩٣٤ع مطابق ١٦ شوال ١٣٥٢هه جمعي جي رات رت جي دوري بيهي وڃڻ ڪري هي سنڌ جو بذله سنج ۽ ظريف شاعر عالمِ بقا ڏي روانو ٿي ويو. ڪيس

---

(١) ”مهراڻ“ سه ماهي، خيرمحمد اوحدي ”سنڌي صحافت جي مختصر تاريخ“

ميرپورخاص ۾ ميران شاهه جي مقام ۾ دفن ڪيو ويو. مخلص مرحوم پنهنجي وفات جي تاريخ رحلت ڪان ارڙهن ڏينهن اڳ ڪيدي هئي. جنهن جي پوئين مصرع مان سن ١٣٥٢ هجري نڪري ٿو.

ڪين ايندو، جي مري مخلص دنيا مان ويو (١).

١٣٥٢ هه

مخلص جي وفات تي سنڌ جي ڪيترن شاعرن مرثيا لکيا ۽ قطع تاريخون چيون هيون. حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻوي ڪيس هنن لفظن ۾ خراج عقيدت پيش ڪيو:

اڄ وري اي دل حزين نازل ٿيو رنج و ملال،
جو ڪري مخلص ويو دنيا مان هي هي انتقال.

خوش بيان، شيرين زبان هو، خوش قلم هو، خوش رقم،
اشعرالشعراء هو سو خوش خصال و خوش خيال.

هو سدا، عذب البيان، سحبان هو قربان مٿس،
نظم ۾ ۽ نثر ۾ ان کي هيو ڪافي ڪمال.

شعر تي هو ان جو قبضو، نثر تي قادر هيو،
افصح الفصحاء هو جنهن جو نہ ٿيندو ڪو مثال.

قلم جي پهلي جو هردم سو ببر چڙهن شينهن هو،
شعر جي هن شير ڪان، ڪيئي ڊنا شاعر شغال.

تير، ترڪش يا ڪمان، لٺ، لوڙهه تنهنکي ڪانہ هئي
۽ نہ ڪائي توب بم بندوق يا تلوار ڍال.

گرچہ ظاهر ڪو سرو سامان تنهن کي ڪونہ هو،
پر ڪيو جن پي شروع ان سان ڪڏنهہ جنگ و جدال.

شير نر وانگر ڪري گجگوڙ يڪدم جوش سان،
دشمنن کي تنهن ڪيو، نوڪِ قلم سان پائمال.

(١) "مخلص" ماهوار جنوري ١٩٣٨ع حيدرآباد.

تي وئي بزمِ ادب ۾ آهه اونده هن سبب،
شاعري جي ساڪ جي ٿيو ماهِ ڪامل جو زوال.

عيسوي چوڏهين سن تاريخ ٻهرين فيبروري،
هن گلِ باغِ صحافت جو ٿيو حق سان وصال (۱).

—

هدايت‌علي نجفي سندس وفات جي تاريخ هيئن بيان ڪئي آهي:

چئو تون "محمدهاشم مخلص ڪامل مآب" سنِ رحلت (۲).

مولانا محمد پنهور (پنو عاقل) پارسي ۾ سندس وفات تي مرثيو لکيو آهي جنهن جي مقطع ۾ تاريخ جو سال هنن لفظن ۾ بيان ڪيو اٿس:

دعـا کردم بہ حقش نیز در تـاریخِ او گفتم
"کہ جنت منزلِ مخلص بود" این سالِ رحلت شد (۳).

۱۳۵۲ ھ

حڪيم فتح‌محمد سيوهاڻي جنهن سان مخلص جو جهيڙو هو سندس وفات تي عيسوي ۽ هجري ٻه قطعا لکيا آهن:

ويو گذاري سنڌ مان هڪ شـاعرِ ضعيف،
يعني ضعيف عمر، جوان همت و لطيف.

مخلص اسانجو دوست هو دنيا ڇڏي ويو،
هو ٻنهي سنچ، اهلِ قلم، ناظم و ظريف.

جو ويو لڏي ڪثافتِ دنيا کان سو چئو،
هن ۾ رهي لطيف ٻه تي تا پوءِ ڪثيف.

(۱) "ڪلياتِ محمود خادم" قلمي.
(۲) "برهه جي ٻنڌي" قلمي.
(۳) "توحيد" ماهوار ص ۳۸، مارچ ۱۹۳۴ع، ڪراچي.

جڏهن ڪيو خيال سن عيسوي جو مون،
وئي نڪري وائي وات سان چيم "مخلص ظريف"

۱۹۳۴ع

—

اڄ ڪيو دنيا سان عقبيٰ ڏي سفر مرد ظريف،
مخلص ممتاز بذله گو سخن سنج لطيف.
هو ظريف الطبع، شيخ الشاعرين، رنگين مزاج،
سنڌ جو هڪ پيرسن شاعر سخن گو ضعيف.
سال هجرت "مخلص لاثاني" رحلت جو چيم،

۱۳۵۲ هه

۽ وري هاڻ چيم، چئو هي ته "انسان ظريف"(۱).

۱۳۵۲ هه

—

مخلص جي شاعري ڪي چئن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو ظرافت ۽ مزاح، هجو ۽ گلا، سياست ۽ قوميت ۽ عشق و محبت. هن جنهن رنگ ۾ لکيو خوب لکيو. هو صاحب ديوان شاعر آهي، اها ڳالهه حيرت جهڙي آهي ته هن پنهنجي غزلن ڪي ظرافت ۽ هجو کان بلڪل پري رکيو آهي ۽ ۽ تمام ٿورن غزلن ۾ سياسي رنگ اٿس ۽ ڪن غزلن ۾ نعتون چيون اٿائين نه ته سندس سمورا غزل ذڪر جانان سان پريل آهن. هن جي غزلن جو رنگ پارسي شاعري وارو روايتي رنگ آهي جنهن ۾ پارسي شاعري واريون ساڳيون تشبيهون ۽ استعارا، ترڪيبون ۽ بندشون ملن ٿيون. جيئن ته هو سانگي واري دور کان پوءِ به گهڻو وقت زنده رهيو ۽ شاعري جي جديد لاڙن سان روشناس ٿيو تنهن ڪري سندس ڪن غزلن ۾ نوان نوان مضمون نئون رنگ ۽ ڍنگ ملي ٿو. هن جي غزلن ۾ زور ۽ رواني آهي. جنهن ڪري هن جا غزل پر اثر ۽ مزيدار آهن. هن جا غزل پنهنجي دور جي جمله خوبين سان سينگاريل آهن.

---

(۱) سڪندر اعظم عباسي– "حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جون ادبي خدمتون". قلمي ص ۹۸ ۽ ۱۰۰ سنڌيالاجي مونو، ۱۹۶۴ع.

## ڪلام جو نمونو (۱)

هن قدر مون کي ناتواني آهه،
موئي سر ڪان به سرگراني آهه.

مون کي مصحف مان ان پري رو جي،
ياد هڪ لفظ لن تراني آهه.

ڪيئن نه ٿيان عاشقِ لب جانان،
چشمهِ آبِ زندگاني آهه.

آهه هر بيت يار جي تصوير،
فڪر منهنجو خيالِ ماني آهه.

ناصحا عشق ۾ تون رک معذور،
ڇا ڪريان عالمِ جواني آهه.

نه سندم زخم تي رکو مرهم،
منهنجي قاتل جي هي نشاني آهه.

شور ڇا لئه ڪرين تو مرغِ چمن،
ڪنهن جي تربت تي نوحه خواني آهه.

قد موزون جي عشق ۾ "مخلص"،
روز شب شغل شعرخواني آهه.

—

فڪر وصل بتِ عيار ڪريان يا نه ڪريان،
آءُ علاجِ دلِ بيمار ڪريان يا نه ڪريان.

الفتِ ڪاڪلِ دلدار ڪريان يا نه ڪريان،
دل کي آفت ۾ گرفتار ڪريان يا نه ڪريان.

---

(۱) "ديوان مخلص" قلمي.

روبرو يا تہ دانهن ڪسان تو دلگير ٿئي،
آهہ و زاري پسِ ديوار ڪريان يا نہ ڪريان.

ڳالهہ خلوت جي مگر وقت نہ خلوت جو ڏسان،
عرضِ مطلب سرِ بازار ڪريان يا نہ ڪريان.

دام گيسو جو تہ صياد پکيڙيو هرجا،
بلبلِ دل کي گرفتار ڪريان يا نہ ڪريان.

يار جو خواب منجهان مونکي ڪنهن بيدار ڪيو،
پنهنجي آهن جو آءُ اقرار ڪريان يا نہ ڪريان.

خفتگانِ عدم آباد کي فرقت ۾ سندء،
نالئہ غم سين آءُ بيدار ڪريان يا نہ ڪريان.

واهہ اي "مخلص" هي خوب چئي تو مصرع،
يار سين شڪوهہِ اغيار ڪريان يا نہ ڪريان.

---

# مياں وڌل "حيدري"

## [١٨٦١ع — ١٩٢١ع]

مشهور ولي ابو ريحان سلطان غياث‌الدين عرف "شيخ ريحان" جي نسل مان محمديوسف يوسفائي جي اولاد مان هو. شيخ ريحان جو اصلي نالو چنيسر هو چون ٿا تہ اتفاق سان ڪنهن وقت هن وٽ شيخ رڪن‌الدين ۽ مخدوم لعل شهباز اچي نڪتا ۽ کيس ماني، کير ۽ ماکي کارائڻ لاءِ زور پريائون (١). هي خاندان علوي ۽ قادري مشهور آهي. سانگي چوي ٿو:

"قادري" و "علوي" ٿيو وڌل نالو سندس،
نظم جنهن جا دل نواز ۽ آهي سو صوفي سچار.

ميان وڌل جو اصل نالو محمديوسف هو پر ماڻهو ۽ مريد کيس

---

(١) تحفتہ الاڪرام ص ٤٥٦.

عزت ۽ پيار کان ميان وڏل ڪوٺيندا هئا، تخلص 'حيدري' اختيار ڪيو هئائين. هو سعيدپور جي ڳوٺ ضلع حيدرآباد ۾ ڄائو هو. هن کي سنڌي ۽ پارسي جي سٺي تعليم مليل هئي، هن طب جو خاص مطالعو ڪيو هو تنهن ڪري طب ۾ مهارت حاصل هئس ۽ پنهنجي دور جو ڪامياب حڪيم ليکيو ويندو هو. سٺ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائين ڪيس اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. هو قادري طريقي جو پوء لڳ علوي نسبت سان هئو تنهن ڪري پاڻ کي "علوي القادري سعيدپوري حيدري" لکندو هو.

حيدري سانگي جو ننڍو همعصر ۽ شاگرد هو. حيدري پنهنجي هڪ اردو شعر ۾ چوي ٿو:

اپنا استاد حيدري هم تو
مير ذوالاحتشام ليتا هون.

مير عبدالحسين سانگي جو ساٿس گهڻو پيار هو، جنهن جو بيان سانگي پنهنجي غزلن ۾ ڪيو آهي.

دل منهنجي آهي آتش، فرقت کان دمبدم،
اي "حيدري" هميشه تپان صورتِ پسند.

ويهي رهيو وطن ۾ وڃي "حيدري" وري،
هن باوفا به هاڻ ڪيو ڪم ڪلال جو.

حيدري وقت به وقت اچي سانگي جو ميهمان ٿيندو هو ۽ سانگي جڏهن مهراڻ جي ڪميٽي ۾ ويندو هو ته سعيدپور ۾ حيدري جو ميهمان ٿيندو هو.

هينئر ميان وڏل تنهنجي وطن کي آءُ آهيان ويجهو،
اچي جو قرب سان ڪيٺيءَ ۾ تو مونکي نهاري جو.

حيدري جو شاعري ۾ ڪيترو درجو بلند هو ان جو اندازو انهيءَ تعريف مان لڳائي سگهجي ٿو جيڪا سندس دور جي شاعرن هن جي ڪئي آهي.

سانگي:

شعرگوئي ۾ حيدري هرجا،
مثل خورشيد آشڪار آهي.

حيدري آهي بي مثل شاعر،
نام جنهن جو ميان وڏل آهي.

حامد:

اسان حيدري سان رکي آشنائي،
ڀائي جي ڏسي پر ڀلاري عزيزو.

مرتضائي:

موُن مرتضائي عبد کي نصف الوصال لاءِ،
ڪر حيدري کي شعر روانا نوان نوان.

حيدري صاحب ديوان شاعر آهي، سندس ديوان سندس پوين ڪان هيٺ مٿي ٿي ويو آهي، سندس صرف ۾ شعر هٿ اچي سگهيا آهن، جي هن گدا ۽ سانگي جي تعريف ۾ چيا آهن.

غلام محمد گدا خوب سيد،
انهيءَ نظم جي خوب بازر بنائي.

عجب طرز سان مير عبدالحسين خان،
رکي رمز سيني سان سرسي سوائي(١).

---

## مخدوم محمد ابراهيم هالائي "صوفي"

### (١٨٦١-١١ فيبروري ١٩١٣ع)

### (١٥ ذوالحج ١٢٨١هه- ٤ ربيع الاول ١٣٣١هه)

مخدوم محمد ابراهيم پنهنجي بتخلص "صوفي" هالن جي مشهور صوفي

(١) "ديوان سانگي" ڇاپو پهريون، ص ٨٤.

بزرگ مخدوم احمد هالائي جـي اولاد مان هو، جنهن تـي نيرون ڪوٽ (حيدرآباد) ۾ سماع دوران سوناري ڇوڪري جي بيت جو ايترو اثر ٿيو هو جو سندس روح هن خاڪي پڃري مان پرواز ڪري ويو هو(١).

مخدوم محمد ابراهيم ڪامل ۽ عامل صوفي شاعر ٿي گذريو آهي(٢). سندس تعلقات پنهنجي وقت جي گهڻن شاعرن سان دوستانه هئا، جن ۾ سيد محمد شاهه مجتبائي ڪاظمي لڪعلوي ۽ محمد هاشم مخلص جا نالا قابلِ ذڪر آهن. پنهنجي شعرن ۾ ڪين هيئن ياد ٿو ڪري:

اذا اي حضرتِ عاليجنابِ مجتبائـي شـاهه،
خدا شل ائين ڪري جيئن تون رهين راضي سدا مون ڪان.

---

ڇا ٿيو جي مڃين نه مخلص ڪي
هر صفيرن ۾ پـر سو آهه سباق.

---

اڄ سخندانن ۾ سالم ۽ صفا سهڻـو سڻو،
منهنجي مخلص جو ڏٺم سـپ شعر شڪربار شوخ.

"صوفي" جي پنهنجي شهر جي هڪ شاعر حافظ علي اڪبر سانوٽي قريشي سان ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي. هن پنهنجي هڪ غزل ۾ علي اڪبر جي ڪلام تي چوٽ ڪئي آهي، جنهن جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

ڪنهن نه قامت سان ستون ۽ عَلم جو آندو مثال،
اي يقيناً يـاوه گوئـي تنهنجي ڏس تڪرار آهه.

منهن منور ڪي ڏئين ٿو شمع سان تشبيهه تـون،
احمقي اي آهه جـو هـو نـور ۽ هي نار آهه.

فـن سخنداني جـو سوڪو ناهه اي اڪبر اڌا،
علم جـي ۽ عقل جـي ات دوستا درڪار آهه.

---

(١) دين محمد وفائي مولانا "مشاهير سنڌ" ص ٧٢، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٧٤ع.
(٢) عمر بن محمد دائود پوٽه "سنڌي نظم" ص ٦٥، سنڌ پبلشنگ هائوس ڪراچي ١٩٤٦ع.

صوفي جي تصنيفن ۾ شهيدِ محبت، نيڪيءَ جو نتيجو، بديءَ جو ڦل، گلستانِ ولايت (نثر ۾)، غزلن جو ديوان، سڀ قلمي صورت ۾ سندس پوين وٽ موجود آهي. محمد صالح پڻ صوفي جو فرزند هو، جنهن سنڌي ادب ۾ چڱو نالو پيدا ڪيو هو.

## ڪلام جو نمونو (١)

عبث اي آسمان هي ڇا ستم آهه،
جدا مون کان ٿيو منهنجو صنم آهه.

منهنجو جاني گهٽيءَ جنهن ۾ گذاري،
اسان جي لاءِ او باغِ ارم آهه.

صبا ساري پرين کي سو سڻائج،
ڪيو جو عرض عاجز دمبدم آهه.

اوهان جي عشق ۾ اي رشڪ يوسف،
وساري مون ڇڏيو ديرو حرم آهه.

هزارين حڪمران حاڪم هليا ويا،
ڪٿي دارا، سڪندر، جام، جم آهه.

ڏٺي مهر، حجاز جو ڪفيم عشق،
اهو "صوفي" جو بس دينءِ ڌرم آهه.

—

جي ساغر صبوحي ز پيرِ مغان،
ڏني سر ملي تان سهانگو اٿو.

ملڻ سخت مشڪل آ محبوب جو،
اگر ساهه ۽ سر جو سانگو اٿو.

نه آيو نياپو نه خط ۽ خبر،
نه آيو ڪبوتر نه ڪانگو اٿو.

—

(١) "انتخاب ڪلام صوفي" (قلمي)، ملڪيت شيخ عبدالحليم جوش نوآباد ڪراچي.

دل ۾ رهي آڪين ۾ رهي جان ۾ رهي،
مهمان مهربان سو رهايان ڪٿي ڪٿي.

پهلو ۾ آ، جگر ۾ ۽ سيني ۾ درد آهه،
اي چاره‌گر تون چئو ته ٻڌايان ڪٿي‌ڪٿي.

لب، خال، چشم و زلف جا آهن هزار درد،
هي نقد پنهنجي دل‌جو لڪايان ڪٿي‌ڪٿي.

---

## ليلارام وطڻمل ”خاڪي“

ليلا رام وطڻ‌مل تخلص خاڪي حيدرآباد جي لعلواڻي عامان جي خاندان مان هو، هو جديشل کاتي ۾ سول جج هو. هن جا خيال صوفيانه، ويدانتي ۽ نانڪ پنٿي هئا. پنشن وٺڻ کان پوءِ حيدرآباد شهر جي نانڪ پنٿين جو اڳواڻ ليکبو هو(١). هن خالصا پنٿ اختيار ڪيو ۽ انجو پرڌان (صدر) ٿيو هو. خالصا پنٿ اختيار ڪرڻ کان پوءِ هو پاڻ کي ليلارام سنگهه سڏائيندو هو. هن ”گرو گرنٿ“ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو جنهن کي ”سک ۽ سنگهه سڀا“ وارن شايع ڪيو هو.

سنڌ ۾ پهرين ڊراميٽڪ سوسائٽي ”ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ايميچوئر ڊراميٽڪ سوسائٽي“ جي نالي سان ١٨٩٤ع ۾ قائم ٿي. ڪاليج نانڪ منڊلي (ڊراميٽڪ سوسائٽي) جو پهريون مکيه نانڪ نويس ديوان ليلا رام وطڻ مل هو(٢). هن جي ڊرامن مان ”هرشچندر“، ”راماڻ“ مذهبي ڊراما ۽ ”مهن ڪارتا“ ۽ ”سورجن ڏارا“ ٻه پهريان اصلوڪا سماجي ڊراما هئا.

ديوان ليلا رام سنڌ جي هندن مان پهرين غزل‌گو شاعرن مان آهي مگر سندس شهرت شاهه عبداللطيف تي لکيل انگريزي ڪتاب جي ڪري امر آهي، هن جي غزلن جو مجموعو ”ديوان خاڪي“ جي نالي سان مشهور

---

(١) محمد صديق ميمڻ ”سنڌي ادب“ ڇاپو ٢، جلد ٢، ص ١٨٥، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد، ١٩٦٠ع.

(٢) منگهارام ملڪاڻي ”سنڌي نثر جي تاريخ“ ص ١٢٢، ڪونج پبليڪيشن اپولو اسٽريٽ، بمبئي ١.

آهي پر ان ۾ ڪل چوونجاه غزل آهن. جيئن ته هو سنڌي، گرمکي، هندي سرائڪي ۽ پارسي زبانن جو ڄاڻو هئو تنهن ڪري هن جي ڪن چئن غزلن کان سواءِ باقي غزلن جي زبان گاڏڙ آهي. جنهن ڪري سندس غزلن ۾ رس ۽ مٺاج ڪونهي.

ايل. ايچ اجواڻي ليلا رام جي غزلن بابت چوي ٿو ”هن جي غزلن ۾ پارسي، اردو، پنجابي ۽ سرائڪي جا لفظ، هرهڪ شعر ۾ سنڌي لفظن سان گڏيل آهن ۽ هن جي شعرن ۾ تجنيس تي گهڻو زور ڏنل آهي. هن جي ڪلام ۾ سٺيون تلميحون آهن پر ان ۾ ڪا به خيال جي بلندي ڪانه آهي هن جي عروضي اوڻاين تي پڻ تنقيد ڪئي تي وڃي“(١).

## ڪلام جو نمونو(٢)

باغ ۾ اڄ دوس جو ديدار آهه،
دل بهاري باغ ڏانهن بيدار آهه.

يار آيو اڄ گلن ۾ هل پيو،
بلبلاين کي باغ ۾ هي خار آهه.

سرو چاهي، چا صنوبر خوش‌خيال،
قد عجب سان يار خوش رفتار آهه.

زلف ناهي عاشقاڻو عشق پيچ،
اصل عاشق پيچ ۾ بيزار آهه.

نين نرگس کان به بهتر، عين سي،
چاهه آهو دل ڏئي افگار آهه.

خاڪ خاڪي سڀ ٿيا سي باغ ۾،
صاف سهڻو سو رهيو سردار آهه.

---

درد دک ۾ دوس جي مان آب آب،
جي ڏسان ٿي جوش جيرا تاب‌تاب.

---

(١) ايل. ايچ. اجواڻي ”هسٽري آف سنڌي لٽريچر“ ص ١٥٠، ساهتيه اڪيڊمي نيو دهلي ١٠.
(٢) ”ديوان خاڪي“.

سو سبق جي تون سکئين سنسار ۾،
پڙهه پرينءَ کان ٻئا ٻه بيحد باب باب.

سال صورت ماهه مورت محبتي،
جي مايا تان سڀ سبق ٿيا ساب ساب.

آهه او نقاش عالم جو ڏٺي،
ٿيا ته خاڪي نقش جيئن بر آب آب (١).

—

در گلستان گل گلابي جي ڏسين تو آس پاس،
اصل مکڙيون هاڻ گلڙا نيٺ ذرڙا ناس ناس.

هي فنا سڀ آهه يارو باغ بستان سڀ فنا،
گل فنا، بلبل فنا، هي ڪل فنا، هيبت هراس.

—

# مرزا ٻڍل بيگ "ٻڍل"

## [١٨٦٢ع - ١٩٠٥ع]

مرزا ٻڍل بيگ ولد مرزا فتح علي بيگ، تخلص 'ٻڍل' ١٢٧٩ هه مطابق ١٨٦٢ع ۾ حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. هن جا وڏا خيرپور جي ميرن وٽ معزز عهدن تي هئا جتان حيدرآباد جي ميرن کين مرثيه گوئي ۽ ماتمداري لاءِ پاڻ وٽ گهرائي ورتو هو ۽ مرزا ٻڍل بيگ جي والد مرزا فتح علي بيگ کي مير حسن علي پاڻ وٽ مرثيه خوان مقرر ڪيو هو. ننڍي لاءِ هن کي آخوند علي محمد جي مڪتب ۾ پڙهائڻ لاءِ ويهاريو ويو جتي سنڌيءَ سان گڏ پارسيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ پهريائين پوليس پوءِ ميونسپل ۾ نوڪري ڪيائين جي پسند نه هئڻ ڪري ڇڏي ڏنائين. هڪڙي پيري مير نورمحمد خان سنڌس اکر ڏسي کيس پنهنجو ڪاتب مقرر ڪيو. پهريان مير صاحب جي ڪليات لکيائين پوءِ سنڌس لئبرري جي لاءِ ڪيترن ناياب ڪتابن جي ڪتابت ڪيائين. مير نورمحمد

(١) "ديوان خاڪي" مان ڪلام جو انتخاب ڏنو ويو آهي.

سندس حسن ڪارڪردگي، ذهانت، قابليت ۽ حسن اخلاق کان ايترو متاثر ٿيو جو هن کي پنهنجو وزير مقرر ڪيائين ۽ پنهنجن معاملن ۾ هن کان صلاح مشورهه وٺڻ لڳو.

مرزا پڊل بيگ کي طب ۽ موسيقي سان خاص شغف هو. هو موسيقي جو سٺو ڄاڻو هو.

مرزا پڊل بيگ جو مير عبدالحسين سانگيءَ سان به گهرو ناتو هو جو ڪڏهن سانگيءَ کي پيسن جي ضرورت پوندي هئي ته مرزا پڊل بيگ کان گهرائي وٺندو هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ چوي ٿو ”سال ١٩٠٤ع ۽ سال ١٩٠٦ع ۾ مرزا پڊل بيگ ڏانهن مير عبدالحسين خان جون پنهنجون هٿ لکيل چٺيون اسان جي نظر مان گذريون جن ۾ هڪ ۾ ويهه روپيا ۽ ٻئي ۾ پنجاهه روپيه کنهن واسطي گهرايا هئائين ۽ لکيو اٿس ”ته“ اڌارا ڏيندا جي پگهار ملڻ تي واپس ڪنداسون“ (١).

مرزا پڊل بيگ ١٣٣٤هه ١١، سيپٽمبر ١٩١٦ع سومر جي ڏينهن شام جو وفات ڪئي. ڪيس مير نصير جي مقبري ۾ امانت طور دفن ڪيو ويو، جنهن کان پوءِ مير نورمحمد سندس لاش کي ڪربلا معليٰ ڪڍرائي ويو ۽ ڪيس امام حسين جي روضي ويجهو دفن ڪرايو. مرزا جي مقبري جي ساڄي پاسي مير حسن علي جو مقبرو ۽ کاٻي پاسي مير علي مراد والي خيرپور رياست جو مقبرو آهي. (٢)

سندس تصنيفن ۾ شگوفه ماتم (ڇاپيل) باقي هي ڪتاب قلمي صورت ۾ آهن. غزلن جو ديوان، ڪليات مرثيه، مختار نامه، حمله حيدري (ٻه جلد) سفرنامه ڪربلا معليٰ، مناظري جو ڪتاب.

مرزا پڊل بيگ جو والد مرزا فتح علي هڪ سٺو شاعر ۽ مرثيه گو هو ۽ سندس وڏو ڀاءُ مرزا قاسم علي بيگ به مرثيه سان گڏ غزل جي ميدان ۾ وک وڌائي هئي، تنهن ڪري هن کي ننڍي لاءِ کان وٺي مرثيه چوڻ جو شوق جاڳيو ۽ هن سنڌي مرثيه گوئي ۾ مٿاهون درجو حاصل ڪري ورتو. پنهنجي مرثيه گوئي لاءِ چوي ٿو:

(١) ”ڪليات سانگي“ مقدمو ص ١٨ .

(٢) ”نئين زندگي“ ص ١٣، ماهه مئي ١٩٦٥ع گل حسن مرزا ڪربلائي ”مرزا پڊل بيگ“.

هو شعر جي ميدان جو پلو گهڻو ڀاري،
تنهنڪري ارزان تو ٻيل دل پنهنجي ٿاري،
هو مرثيه گوئي جو گمان توتي نه جاري،
پر مرثيه گوئي ۾ ڪيئن راند تو ساري،
جنهنڪي هجي دعويٰ سو نڪري ٿئي نروار،
هي گوء هي ميدان ڪري شعر جو اصرار.

هو نه صرف مرثيه گو شاعر هو پر هڪ سٺو غزل گو پڻ هو ۽ پنهنجي همعصر شاعرن ۾ هن جو غزل گوئي ۾ بلند درجو هو ۽ هو صاحب ديوان شاعر آهي. شاعري ۾ اصلاح پهريان پنهنجي والد پوءِ پنهنجي وڏي ڀاءُ مرزا قاسم علي بيگ کان وٺندو هو، جنهن جي مشوري تي هن پارسي ۽ اردو غزل ۾ پنهنجو تخلص مرزا ۽ سنڌيءَ ۾ ٻيدل بيگ اختيار ڪيو. هن مصري شاهه نصرپور واري کي پڻ پنهنجو استاد بيان ڪيو آهي.

مرزا ٻيدل بيگ جي غزلن ۾ پنهنجي دور جي روايت مطابق پارسي رنگ چڙهيل آهي پر هن جي غزلن ۾ سوز و گداز، رواني ۽ سلاست ۽ زبان جون خوبيون موجود آهن جنهن ڪري هن جي غزل ۾ ميٺاج پيدا ٿي ويو آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

عشق ۾ آءُ تحو تنهنجي يار پڪ،
زلف جو ظاهر پڌم زنار پڪ.

مشڪ اذفر خاڪ هڪ پل ۾ ٿئي،
وا ڪرين جي طره طرار پڪ.

تنهنجي چهري جي چمڪ کان هر طرف،
تو ڏسان آءُ رونق گلزار پڪ.

وصل واري رات جيڪر هو اچي،
جان پڪ پاريندو سي اقرار پڪ.

---

(١) "ديوان ٻيدل" قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ ٽنڊو آغا.

عاشق ديرينه آهيان تنهن سبب،
صبر سون اختيار ڪيو اي يار پڪ.

تنهنجا ابرو قبلہ ايمان ٿيا،
عارفن جي لاءِ هڪ اسرار پڪ.

نظم تنهنجي ۾ ”بيدل“ تي سادگي،
دلپسند آهن مگر اشعار پڪ.

—

سر اسانجي آئي سنبري برهہ باري روز شب
نينهن جو نالو نشان ڪيو پرت پياري روز شب.

ڪٿ مسيحا هي دوائون فائدو ٿيندو نہ ڪو،
عشق جي آزاهہ آهي باهہ ٻاري روز شب.

ڏي دلاسو دلربا جو، تون اڇي قاصد سگهو،
ورنہ رهندي هن اکين ۾ اشڪباري روز شب.

دلربا دلدار جي وارن چوڙيندي ڏي شرط،
ٿي وٺي وليل وانگر ڪارڪاري روز شب.

مثل ريحان مون خطِ رخسار ڪي رخ تي ڏٺو،
ان خطِ پر نور جي ٿيہ تات تاري روز شب

نيڻ نرگس ڪان نمونہ ۾ گهڻو زيبا ٿيا،
تن اکين جي هن اکين ڪي انتظاري روز شب.

سيمتن نازڪ بدن جو جسم جادو جلوهہ گر،
سو ڏسي جاوهہ بيدل تي بيقراري روز شب.

—

# مرزا دوست محمد "دوست"

## [١٨٦٢ع - ٢٤، سيپٽمبر ١٩٢٠ع]

مرزا دوست محمد بن مرزا علي بخش تخلص 'دوست' ٽنڊي آغا ۾ تولد ٿيو. هن جا وڏا ٽالپر حڪمرانن جي چوڻ تي خيرپور مان لڏي اچي حيدرآباد جي ٽنڊي آغا ۾ مقيم ٿيا هئا جي سنڌ جي ميرن وٽ وڏي عزت ۽ آبرو وارا ۽ مرثيه گو هئا.

ميرزا دوست محمد وقت جي رواج مطابق چڱي تعليم حاصل ڪئي، هو گذر اوقات لاءِ تپيدار ٿيو جنهن جو ذڪر هن هيئن ڪيو آهي.

ڪريان ڪنهن جو هرگز نه شڪر و شڪايت
هئي قسمت ۾ هي تپيداري عزيزو.

مگر پوءِ مير نورمحمد جي زور تي نوڪري ڇڏي وڃي سندس ڪم سنڀالڻ، ڪتابت ۽ مرثيه نويسي ڪرڻ لڳو.

"دوست" مير عبدالحسين جي خاص مصاحبن ۽ ننڍين همعصر شاعرن مان هو جنهن جو ذڪر ساڳي هنن لفظن ۾ ڪيو آهي.

آهي "دوست" ۽ "حيدري" جي جواني،
اسان ۽ "گدا" سا وساري عزيزو.

سنڌي شاعري ۾ هن جو استاد غلام محمد شاهه "گدا" هو جنهن لاءِ هو چوي ٿو:

آهه شاگرد "گدا"، شاهي سندس مضمون ٿيا،
شعر جي ميدان ۾ مون سان برابر ڏي ڪو لاهه.

آهي استاد نڪته سنج "گدا"،
شعر ان جو پسند شاهان ٿيو.

گدا سان مرتضائي جيڪو جهيڙو ڪيو هو ان ۾ هو پنهنجي استاد گدا جو پاسو هو پنهنجي هڪڙي غزل ۾ مرتضائي تي هيئن طنز ٿو ڪري.

شعرگوئي مرتضائي جـي سڄي معلوم ٿـي،
خام فڪرين ڪان سندن ناهي نبين ڪي پناهه.

اردو ۽ فارسي شاعري ۾ هن جو استاد مولانا ابوالحسن لکنوي هو. هو مرثيه ۽ غزل ۾ پنهنجي طبع آزمائي ڪندو هو. هن جـو ڪلام سنڌي، اردو ۽ پارسي ۾ موجود آهي. هو پنهنجي مرثيه خواني لاءِ چوي ٿو.

مرثيه خوان حسين جـــو آهيان،
مونکي تنهن شاهه ڪربلا جو قسم.

دوست ١٩٢٠ع ۾ وفات ڪئي ڪيس ٽنڊي آغا جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

## ڪلام جو نمونو(١)

هجر ۾ محبوب جي جندجان ڳاريو ڳـاريان،
آرزوئي وصل ۾ ڳوڙها آءُ هاريو هـــاريـان.

سوز هجران هڪ طرف ۽ ٻي طرف آزارهه عشق،
شال تنکي وصل دلبر جي سان ٺاريو ٺاريان.

منهنجي قسمت ۾ لکيو جو مالڪ تقدير آهه،
ڪير ٻيو پاري سوا منهنجي آءُ پاريو پاريان.

آءُ ڪڙن ڪوڙن سان نڪري شل مٺا مارو ڏسان،
تنجا ڇيلا چانگ ڪيو ڇيهن ۾ چاريو چاريان.

جي اچي منهن جي اڱڻ ۾ ميرزا پائي پرين،
نقش پاءِ يار تان سر ساهه واريو واريـــان.

هيڪڙائي همٿ ڪري آءُ ٻن ٻيائي ڪي ڏيان،
آءُ يگاني يار ڏاران ٻيو نه ڏاريو ڏاريـــان.

رات مرڪي مونکي چو محبوب منهنجي، سنهنجا 'دوست'
آءُ تہ تو جهڙا سوين عشاق ساريو ســاريان.

—

(١) "ديوان دوست" قلمي ملڪيت اختر مرزا حيدرآباد.

جوت جاني جو جيئن ڏٺئين جهٽڪو،
دل ۾ عاشق جي تيئن پيو ڦٽڪو.

عشق جي درد جي دوئن ائين،
مون ڇڏيو شهر ڪونه ڪو هٽ ڪو.

ساري عالم جا سون حسين ڏٺا،
پر نه تنهنجو سڄڻ ڏٺم مٽ ڪو.

يارو وعدو ڪيو اچڻ جو اچ،
مونکي گهرجي تو سي سندو ست ڪو.

وار واسينگ جيئن ڇڏيئن ڇوڙي،
قيد ڪيئين زلف جو وجهي وٽ ڪو.

دوست دلدار سون ڪسي تون ڏيکار،
غمزهه و ناز ۽ نئون نٽ ڪو.

حسن جي ناز سان ڪيئين بيهوش،
توڻي عاقل حريف ڇا چٽ ڪو.

دوستا ڪر علي جي تون به صفت،
روز شب جنهن طرح ڪهي پٽ ڪو.

---

# اسدالله شاهه "فدا"

## [١٨٦٨ع - ١١، فيبروري ١٩٣٦ع]

علامه قاضي اسدالله شاهه ولد سيد اللهبخش شاهه ٽکڙ ۾ تولد ٿيو. سندس پهريون استاد حافظ يوسف هو جنهن وٽ سنڌي، پارسي، فقه پڙهيائين ۽ نون مهينن ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين. وڌيڪ تعليم پنهنجي مرشد خواجه عبدالرحمان ۽ حيدرآباد ۾ مولوي محمدحسن وٽ ڪيائين جنهن کان پوءِ زيادهه تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مائٽن کي ٻڌائڻ کان سواءِ ديوبند هليو ويو جتان ميران محمد شاهه اول ڳوٺ واپس وٺي آيس.

طب ۾ سندس استاد ميران محمدشاهه اول هو. سندس ٽکڙ ۾ هڪ عاليشان دواخانو هو ۽ هو پنهنجي وقت ۾ حاذق حڪيم تسليم ڪيو ويندو هو. هن وٽ ڪتابن جو وڏو ذخيرو هو جو سندس پوين جي غفلت سبب زبون ٿي ويو.

فدا خلافت تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتو هن نورمحمد وڪيل حيدرآباد واري، عبدالجبار وڪيل، شيخ عبدالمجيد سنڌي ۽ پير غلام مجدد سنڌي سان گڏجي خلافت تحريڪ ۾ وڏو ڪم ڪيو. مسلمانن سندس قومي جذبو ڏسي کيس حيدرآباد شهر جو قاضي مقرر ڪيو.

فدا پنهنجي وقت جو مشهور شاعر، اديب، نقاد، صحافي ۽ عــلامہ ٿــي گذريو آهي. هو ”بهارِ اخلاق“ ماهوار رسالــي جو ايڊيٽر هو. جڏهن محمدهاشم مخلص کي ڪن مضمونن لکڻ ڪري روپوش ٿيڻو پيو هو ۽ انهيءَ حالت ۾ ٽکڙ موٽي آيو تڏهن ١٩٠٦ع ۾ بهار اخلاق شايع ڪرڻ جو اجازت نامو اسدالله شاهه جي نالي تي حاصل ڪيو ويـو. بهار اخلاق کي ڪامياب بنائڻ ۾ سندس وڏو هٿ هو. فدا جي زرين ڪارنامن مان هي ڪارنامو سنڌ وارن کان ڪڏهن به نه وسرندو جو هن بزرگ آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جي ترتيب ڏنل شاهه جي رسالي تي تحقيق و تدقيق جي روشني ۾ هڪ عالمانه تنقيد ڪئي (١).

فدا کي حافظ حامد، محمدهاشم مخلص آغا حسين جان ۽ غلام محمد شاهه ”گدا“ جيڪو ٽکڙ ۾ وچي رهندو هو جي صحبتن ۾ شاعري جو شوق پيدا ٿيو. مرتضائي ۽ گدا هن کي هن طرح خراجِ تحسين پيش ڪن ٿا.

مرتضائي:

گل مثل گفتار جنهن جا مير ســو عبدالحسين،
بلبلِ گلزار منطق سو ”فدا“ جنهن يار ڪٿ.

گدا:

مضامين فهم معنيٰ ياب، صاحب فڪرت فسائق،
سلامت حق رکي هر جا، ”فدا“ جهڙي سخندان کي.

---

(١) نئين زندگي ص٤١ ماهه جولاءِ ١٩٥٣ع شيخ عبدالحليم ’سنڌ جي موزون شاعري‘.

جيتوڻيڪ هن غزل به چيا آهن پر هن جو نعتيه ڪلام گهڻو ۽ سٺو آهي. هن جي غزل تي عربي ۽ پارسي جو رنگ چڙهيل آهي هن پارسي ترڪيبون ۽ پيون صنعتون وڌندڙ نموني ڪم آنديون آهن. هن جي غزلن ۾ خيال آفريني، لفظن جي بندش ۽ وزن جي پختگي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. هن جا ڪجهه مذهبي ڪتاب لکيل آهن.

## ڪلام جو نمونو (۱)

صرف ٿي هي عمر منهنجي دربان ڪوءِ دوست،
بس ٿيو مانوس خاطر آستان ڪوءِ دوست.

روضہ رضوان ۾ ناهي ڪجهه نشان ڪوءِ دوست،
لامڪان جي شان سان ٿيو آهه شان ڪوءِ دوست.

قبر ۾ ڪفن شهيد ناز خون آلوده آهہ
ٿيو مٿس تا حشر آ باقي نشان ڪوءِ دوست.

هن سبب ڪان ٿي زبان بلبل سندي آهي فصيح،
روز شب جو ان ڪي ٿي وصف مڪان ڪوءِ دوست.

چيا رضا اي سوختہ دل، قطره مي واسطي،
ساغر خون تا ونن هي ساقيان ڪوءِ دوست.

آهيان ڪشتہ تذهن تا ناز سان بوڙايو اچن،
لطف سان مون ڏي ”گدا“ هي ڏس سگان ڪوءِ دوست.

---

منهنجا دشمن هجي مبارڪ تو،
تيغ ابروءَ جي منهنجي گهائي دل.

ڪهڙي ڪوشش ۽ جستجوءِ ڪجي،
جا وئي سا نہ مور آئي دل.

---

(۱) تذڪره شعراءِ تڪڙ، ص ۸۳.

دل جا دلبر جي دست ڪين وڃي،
آهه سچ پچ اهـــا اجائـــي دل.

آهيان عـوام مان نہ آءٌ "فـدا"،
دور منزل سـنـدم رسائـــي دل.

---

## سيد محمد شاهہ "مصطفائي"

(۱۸۷۰ع—۱۹۱۸ع)

سيد محمد شاهہ ولـد حاجـي عبدالله شاهہ ڪاظمي لڪعاوي تخلص "مصطفائي" آمري جو هـو. ابجد جـي حساب سان سندس نالو ظهيرالعلم رکيو ويو هو جنهن مان سندس تولد ٿيڻ جو سن ۱۲۸۶هہ مطابق ۱۸۷۰ع نڪري ٿو.

سندس ابتدائي تعليم سندس والد وٽ ٿي، پوءِ هالن جي مدرسي ۾ تعليم ورتائين. جواني جي زماني ۾ هن جي عامري جي اسٽيشن ماستر سان دوستي هئي جنهن جـي صحبت ۾ انگريزي بہ پڙهيو هـو. ۱۸۹۸ع ڌاري هڪڙي انگريز ڪليڪٽر سندس ڳوٺ ۾ ڪئمپ هنئي، مصطفائي هن سان انگريزي ۾ گفتگـو ڪئي. ان وقت انگريـزي تعليم عـام ڪونہ هئي، هڪڙي ڳوٺائي ملان کي انگريزي ڳالهائيندو ڏسي ڪليڪٽر ڏاڍو خوش ٿيو ۽ شاهہ کان پڇيائين تہ اوهان کي ڇـا گهرجي؟ مصطفائي هن کي چيو تہ اسان جي ڳوٺ ۾ پوسٽ آفيس ڪانهي، تنهن ڪري هـن ڳوٺ جي ماڻهن کي پوسٽ جي تڪليف آهي. ڪليڪٽر سندس اها گهر قبول ڪري عامري ۾ پوسٽ آفيس جو انتظام ڪرايو.

مصطفائي کي مطالعي جو گهڻو شوق هو، تنهن ڪري پير جهنڊي واري لئبرري جو مطالعو ڪرڻ لاءِ اتي وڃي رهندو هو. هـن جي دوستي سيد منٺن شاهہ حيدرآبادي ۽ دادو جي محمد هاشم ڪتب فروش سان هئي انهن وٽ وڃي رهندو هو ۽ ڪتابن جـو مطالعو ڪندو هو. هـو پنهنجي ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندو هـو. ڪجهہ وقت لاءِ ننڍي محمد خان ۾ پير حاجي شاهہ نورائي جـي فرزند مولوي محمد بخش کـي تعليم ڏيـڻ لاءِ اتـي وڃي رهيو.

مصطفائي ڪجھ وقت لاءِ سنڌ مدرسه مان شايع ٿيندڙ اخبار "معاون الاسلام" جو ايڊيٽر ٿي رهيو. هن جا پنهنجي دور جي شاعرن سان سٺا تعلقات هئا جن ۾ گدا ۽ مرتضائي جا نالا قابلِ ذڪر آهن.

مرتضائي چوي ٿو:

"مصطفائي" بي وفائي "مرتضائي" سان نه ڪر،
بيوفائن جو زمانـــي ۾ وڏو غـــل تــو ڏمان.

مصطفائي جو پهريون تخلص "مسڪين" هو پر مرتضائي جي مشوره تي هن پنهنجو تخلص بدلائي مرتضائي جي پٺيان مصطفائي رکيو. ان واقعي جو ذڪر مرتضائي هيئن ڪيو آهي:

محمد شاهه هي "مسڪين" شاعر عاري وارو،
رسيو ٿئي ۾ رونق سان سبب آهي خدائي جو.

خـدا آباد ۽ دلشاد ڏاري دوست دلبر ڪـــي،
محمد شاهه عاليجاه منجھه منطق مٺائـــي ٿـيو.

تخلص شعر ۽ اشعار ۾ هـــن بعد هـي ڏسجو،
محمدشاهه از "مسڪين" مبدل "مصطفائي" ٿيو.

مصطفائي کي جواني ۾ عشق جي چوٽ آئي هئي، جنهن بيبيءَ سان هن کي محبت هئي سا هڪ وڏي زميندار گهر جي نياڻي هئي. مائٽن انهيءَ خيال کان ته جي ڇوڪري جي شادي ڪرائينداسين ته ڪيس ملڪيت مان حصو ڏيڻو پوندو ڪيس زهر ڏئي ماري ڇڏيو. ان حادثي جو هن جي دل تي گهرو اثر پيو جنهن ڪري دنيوي عشق ڇڏي حقيقي محبوب سان لنو لڳايائين ۽ پنهنجو عشقي ڪلام ضايع ڪري مذهبي شاعري ڪرڻ لڳو ۽ ان ۾ گهڻو نالو ڪڍيائين. سندس ٿورو گهڻو مجازي ڪلام ان وقت جي رسالن ۾ ملي ٿو.

پي جنگ عظيم جي خاتمي واري وقت ۱۹۱۸ع ۾ سنڌ ۾ انفلوئنزا جي سخت بيماري پئي هئي جنهن ۾ ڪيترا موت ٿيا هئا. مصطفائي به ان بيماريءَ ۾ ساڳي سال وفات ڪئي، ڪيس پنهنجي اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

## ڪلام جو نمونو

تـــي سيه رو از روئي رشڪ پـرنـور شمع ،
رئي اکيان روشن دلن جي نير بدران نور شمع.

شمع رو جي همسري جو هو پيو ڪو پور شمع،
سر برهنه نت سڙي تي سربسر محسور شمع .

الاقارب ڪالعقارب رشتو رشتي جـــو مرض ،
او به رشتو جنهن جلائي ڪي نسيت ڪافور شمع.

پنهنجي پشت ۽ بطن ڪان ماٺهوسچاٺپ ڪان ٿيا انڌا،
پنهنجي پايه جي پسڻ ڪان ناهه هڪ معذور شمع.

ڪا عمر پيي خلق معهود حيات و موت خاص،
هت حيات و موت م شام و سحر مقهور شمع.

مصطفائي تـــي فنا في العشق ٿيو باقـي بحق،
جين فنا في النار تي هت تي بقا بالنور شمع(١).

---

ڇوان ڇا حال مون بي حال ۽ بي دل سندي دل جو ،
مسلسل هوبهو دلـــدار جـــي موئي مسلسل جـــو .

پرو ڪنهن ڪي نه پيو ڪجهه تنهن سراپا حسن ڪامل جو،
سندس سوپيا جي ساره منجهه منجهيو سحبان وائل جو.

خدا خود ڪين ورنائي تو ڪو سڌ قلب غافل جو،
صنم فـــرياد ڇـــا سڻندو اسان عشاق بيدل جـــو.

ڪٿي شيرين سخن جانان جي ڪيو ڪم آب حيوان جو،
ڪٿي ڪيو تلخ گفتي تنهنجي حـــال اهلي هلاهل جو.

ڪجي جنهن ساڻ اج احسان ٿئي تنهن مان ستت نقصان،
ڏٺم محسن ڪشي اڪثر عمل دنيا جـــي عامل جو.

سچاتو پـــاڻ پنهنجو جنهن سچاتو سائين پنهنجو تنهن ،
اهـــو ڏس مصطفائي بس تميز حـــق و باطل جـو.

---

(١) ”تحفهٔ احباب“ ص ١٨، ماه سيپٽمبر ١٩٠٤ع حيدرآباد.

# سيد محمد حسن علي شاهه "مجتبائي"

## ( — ١٩١٦ع ڌاري )

سيد محمد حسن علي شاهه عرف جمن شاهه والد پيربخش شاهه آمري جي وڏن زميندارن مان هو. سيد محمد شاهه مصطفائي جي شاگردن مان هو. هن وٽ سنڌي ۽ فارسي جي تعليم حاصل ڪيائين. مصطفائي جي صحبت ۾ کيس شاعري جو شوق پيدا ٿيو، جنهن پنهنجي تخلص پٺيان هن جو تخلص مجتبائي رکيو. مجتبائي عين جواني جي وقت وفات ڪئي. سندس وفات سندس استاد جي وفات ١٩١٨ع کان ٿورو اڳ ٿي، جنهن مان اندازو لڳائجي ٿو ته هو ١٩١٦ع ڌاري وفات ڪري ويو. هن کي پٽ جي اولاد ڪانه هئي. پير مظفر علي شاهه نوراني سجاده نشين سخي بچل شاهه جي درگاهه ٽنڊو محمد خان ۽ افضل حسين شاهه جنهن جو فرزند پير عالي‌شاهه جو سجاده نشين آهي سندس ڏوهٽن مان آهن.

مجتبائي پنهنجي وقت جو چڱو شاعر هو. موت هن جي شاعري کي نِرڻ نه ڏنو. هن جا گدا ۽ مخلص سان گهرا تعلقات هئا. گدا مجتبائي جي شاعري ڏسي پر اميد هو ته هڪ ڏينهن سٺو شاعر ٿيندو.

عديم المثل ٿيندو "مجتبائي"
فصاحت ۾ بلاغت ۾ بيان ۾.

پڻ هنڌ چئي ٿو:

هڪڙو "مخلص" ٻيو "مجتبائي" شاهه،
اي گدا منهنجا دوستدار ٻئي.

۽ مخلص "مجتبائي" لاءِ چوي ٿو:

سندم همراز همدم مجتبائي،
شهِ فرخنده خو عالي‌نسب آهه.

رهي جو عامري ۾ مجتبائي شاهه اي مخلص،
سدا گهرجي ڪرڻ تنهن مطلع‌الانوار جي صحبت.

مخدوم محمد ابراهيم "صوفي" هالائي به مجتبائي جي تعريف ڪئي آهي، هو چوي ٿو:

قـــدر تنهنجي غـــزل جـــو "مجتبائي"
سخندان ڪري، سخندان ڪري، سخندان ڪري.

—

## ڪلام جو نمونو

ٿيو دم آهه بر لب خنجرِ الفت جي گهائل جـــو،
بغير از وصل درمـــان ناهه عاشق نيم بسمل جـــو.

بـــرنگِ لالئه احمر سراسر داغـــدار آهـــي،
عجب احوال ٿيو گل پيرهن جي ياد ۾ دل جـــو.

ستم سنگين دلا تنهنجي طلب ۾ سر تي ڪوهِ غم،
ٿئي فرهاد قائل ڪئن نه منهنجي عشق ڪامل جو.

ٿيو لرزش ۾ آهي منهنجو لاشو بعد مردن پـــڻ،
گذر ٿيو منهنجي مدفن ڪان سندم خونخوار قاتل جو.

جلائي جـان منهنجي آتشِ هجران، مٺا تـــون مل،
وگرنه سر وڃي ٿو سوز ۾ تنهنجي سـڪائل جـــو.

حمايت مجتبائي هـــر زمـــان مولا علي منهنجو،
ثناخوان صدق دل جي سان آهيان جنهن جي فضائل جو(١).

—

جئن ستارن ۾ ٿيو بـــر آسمان بدرالمنير،
محفلِ خوبان ۾ ائين سهڻو صنم پرنور شمع.

بارڪالله بيمثل آهـــي بـــت رشڪِ قمر،
جنهن ڏٺي منهدم ٿئي از شرم چون ڪافور شمع.

(١) "تحفئه احباب" ص ٢٣، ماه آگست ١٩٠٤ع، حيدرآباد.

ڪئن تيغ حسن جي بسمل جي روشن قبر تئي،
جلوه گر ٿيو زخم جان جنهن جو برنگ نور شمع.

پرتو نـــور جمال يـــار شايد پيو مٿس،
سوز جنهن جي ۾ سڙي ٿي همچو ڪوه طور شمع.

جي ڏسي يڪبارگي او عارض تابان يـار،
هوند پروانو ڪري هرگز نه پوه منظور شمع.

مثل پرواني جي آهيان ان تي عاشق جان نثار،
مجتبائي جنهن جي جلوه ڪان تي چڪنا چور شمع(١).



(١) "تحفئه احباب" ص ٢٠، ماهه سيپٽمبر ١٩٠٤ع، حيدرآباد.

# قادري جي دور جا شاعر

— جائزو

١- مولوي محمد عاقل "عاقل"
٢- ميان علي محمد "قادري"
٣- مرزا قربان علي بيگ "قربان"
٤- محمد حيات شاهه "حافظ"
٥- مولوي حاجي احمد "ملاح"
٦- فتح‌محمد سيوهاڻي "حڪيم"
٧- مولوي محمد عظيم "شيدا"
٨- سوپراج نرمل داس "فاني"
٩- مرزا مدد علي بيگ "مدد"
١٠- گل محمد مگسي "زيب"
١١- لالچند "مجروح"
١١- مير علي نواز "ناز"
١٣- جمع خان "غريب"
١٤- جان محمد "فدا"
١٥- غلام سرور "فقير"
١٦- حافظ عبدالله "بسمل"
١٧- صفي‌الله "فدا"
١٨- آغا غلام نبي "صوفي"
١٩- محمد زمان شاهه "ساقي"
٢٠- نواز علي "نياز"
٢١- محمد بخش "واصف"
٢٢- هدايت علي "نجفي"
٢٣- محمود "خادم"
٢٤- غلام احمد "نظامي"
٢٥- قادر بخش "بشير"
٢٦- محمد موسيٰ "راز"
٢٧- حافظ محمد "احسن"
٢٨- شيخ محمد ابراهيم "خليل"
٢٩- مراد علي "ڪاظم"
٣٠- عبدالرحمان "انجم"
٣١- محمد خان "غني"
٣٢- آغا عبدالنبي "آغا"
٣٣- محمد صادق "طالب"
٣٤- غلام سرور "سرور"
٣٥- عبدالله "خواب"
٣٦- غلام عباس "جوش"
٣٧- لطف‌الله "بدوي"
٣٨- سيد محمد تقي شاهه "حنفي"
٣٩- الله بخش عقيلي "سرشار"
٤٠- عبدالفتاح "عبد" عاقلي
٤١- سرور علي "سرور"
٤٢- شيخ عبدالله "عبد"
٤٣- ضياءُالدين "ضيا"
٤٤- انور علي شاهه "اظهر"
٤٥- عبدالله "اثر"



# قادري جو دور

قادري جو دور ١٩١٥ع کان شروع ٿئي ٿو ۽ ان کي ١٩٤٧ع تائين ختم سمجهجي. جڏهن پاڪستان قائم ٿيو، ملڪ کي آزادي ملي ۽ ملڪ جي نين سماجي ۽ سياسي حالتن سنڌي ادب ۽ شاعري تي نوان اثر وڌا.

١٩١٥ع کان وٺي ١٩٤٧ع وارو دور ساري هندستان ۾ سياسي بيداري ۽ انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ واري جدوجهد جو دور هو. هندستان جي ٻين صوبن وانگر سنڌ به ان جدوجهد ۾ شريڪ هئي. سن ١٨٨٥ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس قائم ٿي چڪي هئي، مگر ان جي قوت ۽ تحريڪ هن دور ۾ ڏي اوج تي پهتي. سن ١٩٠٦ع ۾ مسلمانن پنهنجي حقن جي حفاظت لاءِ مسلم ليگ قائم ڪئي، جنهن اڳتي هلي مسلمانن لاءِ علحده رياست جي گهر ڪئي. مارچ ١٩٤٠ع ۾ لاهور واري آل انڊيا مسلم ليگ جي ساليانه اجلاس ۾ مشهور زمانه لاهور ريزوليوشن پاس ڪيو جنهن ۾ مسلمانن لاءِ ڌار ملڪ جي گهر ڪئي وئي ۽ پاڪستان جو نعرو بلند ڪيو ويو. ١٩٤٧ع ۾ انگريز هندستان کي آزاد ملڪ جو ورهاڱو ڪري، پاڪستان بڻائي هليا ويا.

ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي سياسي پارٽين ۽ انهن جي نظرين جو ملڪ جي ماڻهن تي گهرو اثر هو جنهن ڪري ٻنهي سياسي پارٽين جي تحريڪن جو ادب تي به اثر پيو. ڪانگريس سان واسطو رکندڙ شاعرن آزادي ۽ هندو مسلم ايڪتا کي پنهنجي شاعري ۾ اهميت ڏني ۽ مسلم ليگ سان واسطو رکندڙ مسلمان شاعرن مسلمانن ۾ بيداري، وچايل وقار، عظمت ۽ مسلمانن لاءِ علحده رياست جي خيالن جو اظهار ڪيو.

هن دور ۾ سنڌ جي سياست ۽ معاشري ۾ ڪي اهڙيون تحريڪون ۽ واقعا ٿيا جن جو گهرو اثر سنڌ جي ماڻهن جي ذهنن ۽ ادب تي ٿيو.

هندستان ۾ ١٩١٩ع جي آخر ۾ خلافت تحريڪ شروع ڪئي وئي جنهن ۾ سنڌ وڏ ۾ وڏ حصو ورتو. لاڙڪاڻو خلافت تحريڪ جو مرڪز

رهيو. جون ۱۹۲۰ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ٻي خلافت ڪانفرنس ٿي، جنهن جي صدارت پير جهنڊي واري ڪئي. استقباليه ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري جان محمد جوڻيجو هو. هن ڪانفرنس ۾ مولوي شوڪت علي، مولوي محمد علي، مولوي عبدالجبار لکنوي، مولوي آزاد، مهاتما گانڌي، ڊاڪٽر ڪچلو، رئيس غلام محمد ڀرڳڙي، سيٺ عبدالله هارون، مولوي اسروٽي ۽ هندستان جا ٻيا بزرگ سياستدان شريڪ ٿيا(۱).

خلافت تحريڪ جي اثر هيٺ سنڌ مان ڪيترا ماڻهو ترڪ موالات ۽ هجرت ڪري افغانستان هليا ويا.

انگريزن سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسي ۾ شامل ڪري ڇڏيو هو. بمبئي سرڪار صوبي جي ٻين علائقن وانگر سنڌ جي ترقي تي ڪوبه توجهه نه ڏنو. جنهن ڪري سنڌ جي معاشي ترقي ڪانه ٿي سگهي هئي، بلڪ سنڌ هندستان جو هڪ پٺتي پيل حصو سمجهيو ٿي ويو. سنڌ جي ماڻهن ۾ اهو احساس هئو ته جي سنڌ کي بمبئي کان علحده ڪري ٻين صوبن وانگر هڪ صوبي جي حيثيت ڏني ويندي ته هي صوبو معاشي، اقتصادي ۽ علمي طرح وڏي ترقي ڪندو. سنڌ جي مسلمانن سنڌ جي علحدگي جي ڀنڀرائي تي ڪئي ۽ سنڌ جي علحدگي لاءِ تحريڪ هلائي. سنڌ جي هندن جو وڏو طبقو بمبئي کان سنڌ جي جدا ٿيڻ جي خلاف هو مگر سنڌ جي علحدگي واري تحريڪ ڪامياب ٿي ۽ ۱۹۳۶ع ۾ سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪري هڪ صوبي جي حيثيت ڏني وئي.

هن دور جا شاعر جي سياسي طرح بيدار ٿي چڪا هئا، تن به ڪراچيءَ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ بابت شعر لکيا. شيخ عبدالله جو نظم ملاحظه ڪريو:

مادر سنڌ جا سٽل فرزند،
ننڊ ۾ بي‌خبر پيل فرزند.

آءٌ زماني جي تيزگامي ڏس،
پنهنجي قدمن جي ڪم‌خرامي ڏس.

---

(۱) نبي بخش بلوچ ڊاڪٽر، مهراڻ (سه ماهي)، شخصيات نمبر، ص ۲۸۵ مضمون "رئيس المهاجرين مرحوم جان محمد جوڻيجو" ۱۹۵۷ع.

آبرو سان اگر جيئڻ ٿو گهرين،
مرگِ ذلت کان جي بچڻ ٿو گهرين.

ڏس برهڻ جي حيا و فن کي،
وٺ آئي شيخ جي تون دامن کي.

پنهنجي همت ڪـــي بنــاءِ بنــاءِ،
سنڌ کي بمبئي کان ڌار ڪراءِ(١).

حاجي محمود خادم هندن جي سنڌ جي بمبئي کان عاحده ٿيڻ جي مخالفت ڏانهن اشارو ڪندي چوي ٿو:

پر جڏهن ٿو سنڌ جي سوراج جو ويچار ٿئي،
ٿو چوين هرگز نـه سا بمبئي کان ڌار ٿئي.
(محمود خادم)

محمد بخش واصف سنڌ جي علحدگي بابت چوي ٿو:

سڀ گڏئون گڏتين سنديون ان جون لهي واصف وڃن،
بمبئي جـــي جيلخانہ کان جـــي سنڌ آزاد ٿئي.
(واصف)

٣ مارچ ١٩٤٣ع تي سنڌ اسيمبليءَ ۾ جـي-ايم سيد مسلمانن لاءِ علحده حڪومت لاءِ هيٺيون ٺهراءُ پيش ڪيو، جيڪو اسيمبلي پاس ڪيو ۽ پاڪستان جي قائم ٿيڻ جو بنياد بنيو. سنڌ اسيمبلي هندستان جي صوبن سان پهرين اسيمبلي هئي جنهن اهڙو ٺهراءُ پاس ڪيو هو.

ٺهراءُ: ”جيئن تہ هندستان جا مسلمان مذهب، فلسفئہ حيات، معاشرتي رسمن، ادب روايات، سياسي ۽ اقتصادي عقيدن جـي جـدا هئڻ سبب هڪ جداگانہ قوم آهن؛ ۽ هڪ جدا قوم هئڻ جي حيثيت ۾ هندستان جي جنهن خطہ زمين ۾ هو اڪثريت رکن ٿا اتـي هـو آزادي ۽ خـود مختار قومـي حڪومتن قائم رکڻ جا حقدار آهن“(٢).

---

(١) غلام اڪبر جعفري ”شيخ عبدالله ’عبد‘ جون علمي خدمتون“، ص ٨٨، قلمي مونوگراف سنڌي ڊپارٽمينٽ ڪراچي يونيورسٽي ١٩٧٨ع.
(٢) جي- ايم سيد ”چوند سياسي مضمون ۽ تقريرون“ ص ٩، نئين سنڌ پريس چندريگر روڊ، ڪراچي ١٩٧٥ع.

هن دور ۾ ڪي اهڙا واقعا ٿيا جن سنڌ جهڙي صوفي صوبي جي عوام هندو ۽ مسلمانن ۾ نفاق ۽ نفرت جو ٻج ڇٽيو ۽ ويڇو وڌائي ڇڏيو. هونئن جو سنڌي پاڻ ۾ ايڪتا، اتحاد ۽ ڀائپي سان رهندا هئا، هڪ ٻئي کان جدا ٿيندا ويا. سنڌ ۾ هندو مسلمان نفاق جا ڪي سبب هيٺيان هئا:

۱۹۲۰ع ۾ آئيني سڌارا مليا ۽ ان ڏينهن کان ملڪ جي سياست هڪ نئون رخ اختيار ڪيو. اسيمبلين، ميونسپالٽين، لوڪلبورڊن ۽ اسڪول بورڊن جون ميمبريون ڪليون ۽ جدا چونڊن جو طريقو رائج ٿيو. هندو هندن کي چونڊين ۽ مسلمان مسلمانن کي. هر ڇرانڊڙ پرنڊڙ ماڻهوءَ ۾ پاور جي بوءِ تي نيون هوسون ۽ امنگون پيدا ٿيون، جن "ڇڪتاڻ" جو روپ ورتو"(۱).

هندن طرفان شڌي ۽ سنگهٽن، آريہ سماج ۽ هندو مهاسڀا جون تحريڪون ۽ مسلمان طرفان مسلمان بنائڻ جي تحريڪن پنهي کي هڪ ٻئي کان پري ڪري ڇڏيو.

۱۹۲۷ع ۾ ڪريمان نالي ڀهراڙي جي هڪ عورت جنهن کي چار ٻار هئا هڪ هندو سان ڀڄي لاڙڪاڻي آئي ۽ آريہ سماجين جي هٿ تي ٻارن سميت هندو ٿي وئي. جنهن تي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هندو مسلمانن جو وڏو فساد ٿيو. جنهن سبب هندو مسلمانن جي دلين ۾ دوئي پيدا ٿي.

۱۹۳۹ع ۾ مسلمانن مطالبو ڪيو تہ سکر جي منزل گاه ۽ مسجد مسلمانن کي ڏني وڃي. هندن ان مطالبي جي مخالفت ڪئي. الله بخش سومري جي ڪانگريس جي پنيرائيءَ سان قائم ڪيل وزارت مسلمانن کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن تان ساري سکر ۽ سنڌ ۾ هندو مسلم وڏو فساد پيدا ٿيو، جنهن ۾ ڦر لٽ، باهيون ۽ قتل ٿيا.

۴ آڪٽوبر ۱۹۳۹ع تي سکر جي هندن پير صاحب ڀرچونڊي جي پٽ کي وچ بازار ۾ سخت بي عزت ڪيو ۽ مار ڪيائون، جوڻ ۾ اچي ٿو تہ انتقام طور پير صاحب جي هڪ مريد رڪ اسٽيشن تي ۲ نومبر ۱۹۳۹ع تي ڀڳت ڪنور رام کي جو هندو ۽ مسلمانن پنهي ۾ مقبول هو گولي هڻي ماري ڇڏيو، جنهن ڪري سنڌ جي هندن ۾ وڏو تاءُ پيدا ٿيو.

---

(۱) علي محمد راشدي "اهي ڏينهن اهي شينهن"، جلد ٽيون، ص ۲۶۰، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد ۱۹۸۰ع.

۱۹۳۹ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه سنڌ جي تعليمي کاتي ۾ ڊي- پي- آءِ هو. هن درسي ڪتابن جي ڪن لفظن تي جيڪي اسڪولن ۾ اڪثر غلط پاڙهيا ۽ آچاريا ويندا هئا، اعرابن ڏيڻ تي زور ڏنو. هندن انهيءَ مسئلي کي سنڌي ٻوليءَ سان هٿ چراند ڪرڻ ۽ سنڌيءَ کي عربي بنائڻ جو رنگ ڏنو. جنهن تي هندو ۽ مسلمانن ۾ وڏو اختلاف پيدا ٿي ويو. سڀ هندو اخبارون هڪ طرف ۽ ”الوحيد“ ۽ ٻيون مسلمانن جون هفتيوار اخبارون ٻي طرف. اها ڪشيدگي سڄي صوبي ۾ پکڙجي وئي. هندو ۽ مسلمان پنهنجي پنهنجي راءِ جي فائدي ۾ جلسا ڪرڻ لڳا. آخر سنڌ سرڪار انهيءَ جهڳڙي کي نبيرڻ لاءِ ڏهن ميمبرن جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي جنهن ۾ پنج هندو ۽ پنج مسلمان ميمبر ڪنيا ويا. ڪميٽيءَ اعرابن جي فائدي ۾ رپورٽ ڏني. اهڙي طرح انهيءَ چڪتاڻ ۾ ٿاپر آئي.

هندو مسلم ويڇي جو سنڌي ادب ۽ زبان تي به اثر پوڻ لڳو، جنهن جي نتيجي ۾ هندو پنهنجن مضمونن، شعرن ۽ ليکن وغيره ۾ هندي ۽ سنسڪرت جا لفظ ۽ مسلمان پنهنجين لکڻين ۾ عربي ۽ پارسي جا لفظ ڪثرت سان استعمال ڪرڻ لڳا، ڇڻ ٻنهي طرفان سنڌيءَ کي شڌ ۽ مشرف به اسلام ڪرڻ جي ڪشمڪش شروع ٿي وئي. ان جو اثر شاعري تي وڌيڪ پيو، ايتري قدر جو هندو مسلمانن ۽ مسلمان هندن جو ڪيترو شعر سولائي سان سمجهي نه سگهندا هئا. هندن ۽ مسلمانن جي پنهنجي سنڌي ٻوليءَ سان اهڙي برتاءَ بابت حاجي محمود خادم پنهنجي خيال جو اظهار ڪندي چوي ٿو.

اردو سان ۽ هندي سان رکو دل نه گهٽي ٿا،
مصري کان مگر آهه مٺي پنهنجي زبان نيٺ.

سنڌي جو سڌارو اسين سڀ گڏجي ڪيون جئن،
پنهنجي آ زبان پاڻ اها ٿاهيون اسان نيٺ.

سنڌي جو نه همدرد رهيو آهه اي ”خادم“،
هي حال وڃي ديس جو سان ڪنهن کي چوان نيٺ.

(محمود خادم)

قادري جي دور ۾ سنڌي تعليم گهڻو زور ورتو، سنڌ جي نه صرف شهرن ۾ پر ڀهراڙين ۾ پرائمري سنڌي اسڪول قائم ڪيا ويا ۽ ستن درجن کان پوءِ سنڌي فائنل پاس ڪرڻ واري کي نوڪريون ملڻ لڳيون جنهن ڪري ماڻهن پارسي بجاءِ سنڌي تعليم حاصل ڪرڻ شروع ڪئي. مدرسا جيڪي پارسي ۽ عربي جا مرڪز هئا انهن ۾ به سنڌيءَ ۾ تعليم ڏيڻ جو رواج پيو. سنڌ سرڪار ضلعي ۽ ڪن ٻين مکيه شهرن ۾ انگريزي داءِ اسڪول ۽ مڊل اسڪول قائم ڪيا ۽ ڪيترا ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ خانگي هاءِ اسڪول پيا، جنهن ڪري انگريزي تعليم جو چرچو وڌيو. ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور جا ڪاليج اعليٰ تعليم جا مرڪز ٿي پيا، جنهن ڪري ڪيترن سنڌين انهن ڪاليجن مان بي-اي جا امتحان پاس ڪري ڊگريون حاصل ڪيون. سنڌي طرف وڌيڪ لاڙي سبب پارسيءَ جو رواج بلڪل گهٽجي ويو، ان جي جاءِ انگريزيءَ والاري. انگريزي تعليم سبب ماڻهو مغربي علم و ادب کان واقف ٿيا ۽ سندن ذهن ۾ نوان خيال ۽ نئين روشني پيدا ٿي. انگريزي تعليم سبب نثر جي مختلف صنفن زور ورتو ۽ انگريزي شاعري جي مختلف قسمن ۾ خيال آرائي ڪرڻ جو رواج پيو.

هن دور ۾ ڪيتريون پارسيون ڊراميٽڪ ڪمپنيون سنڌ ۾ اچي اردو ۾ ڊراما پيش ڪنديون هيون، جنهن ڪري هتي به اردو ۽ سنڌي ڊراميٽڪ ڪمپنيون قائم ٿيون. لاڙڪاڻي ۾ ميان غلام عباس قادري جي "الهلال ڊراميٽڪ سوسائٽي"، شڪارپور ۾ آغا صوفي جي ڊراميٽڪ سوسائٽي، روهڙي ۽ سکر جون ڊراميٽڪ سوسائٽيون، حيدرآباد ۾ ڪاسائن جي ڊراميٽڪ سوسائٽي، ڪراچيءَ ۾ رازل، جميل ۽ پارسين جي ڊراميٽڪ سوسائٽي اردو ۾ کيل پيش ڪنديون هيون. هن ئي دور ۾ پهريان گونگي ۽ پوءِ ٻولتي فلمن جو رواج پيو، جي اردوءَ ۾ هونديون هيون. اردو ڊراميٽڪ سوسائٽين ۽ سئنيمائن جو اهو اثر نڪتو جو سنڌ جا ماڻهو اردو سمجهڻ ۽ اردو پڙهڻ لڳا. ان ڪري هن دور ۾ سنڌي شاعري، خاص طرح غزل تي اردو جو اثر قائم ٿيو. مگر عجب جي ڳالهه آهي ته هن دور جي سنڌي شاعرن جيڪي اردو غزل کان سانگي جي دور وارن شاعرن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ متاثر ٿيل هئا، سانگي جي دور جي شاعرن وانگر اردوءَ ۾ غزل گوئي ۽ ٻي شاعري گهٽ بلڪ ڪنهن حد تائين ڪان ڪئي.

قادريءَ جي دور ۾ ترقي پسند جماعتون قائم ٿيون، ترقي پسند ادبي تنظيمون جڙيون ۽ ترقي پسند ادب لکڻ جي شروعات ٿي. ۱۹۳۰ع ۾ مسٽر جمشيد ۽ چيٺمل پرسرام جي ڪوشش سان ميرپورخاص ۾ سنڌ هاري ڪميٽي جي ڪانفرنس ڪئي ٿي ۽ هاري تحريڪ جو بنياد پيو(۱). هن دور ۾ ئي ڪراچيءَ ۾ مزدور تحريڪ جو بنياد پيو، جنهن جو ڪيترو وقت سيڪريٽري جمال الدين بخاري رهيو.

هارين ۽ مزدورن ۾ بيداري آڻڻ لاءِ جيڪو ادب لکيو ويو اهو سنڌ ۾ ترقي پسند ادب جو پهريون بنياد هئو. هارين کي پنهنجن مسئلن سمجهائڻ لاءِ نثر کان زياده نظم جو سهارو ورتو ويو جو هڪ ته سنڌ جو هاري اڻ پڙهيل هيو ۽ مختصر نظمن ۽ انهن جي پرجوش ڏنن ڪري جيڪا ڳالهه شاعر سمجهائڻ ٿي چاهي سا هنن جي ذهنن ۾ سولائيءَ سان وهي ٿي سگهي. ان ڏس ۾ حيدربخش جتوئي ۽ ڪامريڊ علي محمد عباسي لاڙڪائي واري جون ڪوششون سدا امر رهنديون.

قادريءَ جو دور سنڌ ۾ صحافت ۽ اخبارن جي اوسر جو دور هو. هن دور ۾ ڪجهه روزانيون، ڪيتريون هفتيوار اخبارون ۽ رسالا نڪرڻ شروع ٿيا، جن ملڪ ۾ نه صرف سياسي ۽ سماجي شعور پيدا ڪيو پر سنڌي ادب کي پڻ مالا مال ڪيو.

روزانين اخبارن ۾ "هندو" (جا پوءِ "هندوستان" جي نالي سان ڇپجڻ لڳي)، "الوحيد" ۽ "سنسار سماچار"، سه روزه اخبارن ۾ سنڌ زميندار هفتيوار اخبارن ۾ الحقيقت، مسلمان، المنار، ستاره سنڌ، اصلاح (جا روزانه ٿيڻ کان پوءِ بند ٿي وئي)، مرغ، فلڪ، طيرآ ابابيل ۽ عبرت. ماهوار رسالن ۾ گلدسته سنڌ، روح رهاڻ، علمي دنيا، سنڌو، مخلص ۽ اديب سنڌ جا نالا قابل ذڪر آهن.

سنڌ جي هر اخبار ۽ رسالي، چاهي اها سياسي، سماجي، يا ٻئي ڪنهن مقصد خاطر قائم ڪئي وئي هئي، پنهنجن صفحن ۾ سنڌي شعر کي جاءِ ڏني جنهن ۾ سنڌي غزل جو اهم ۽ وڏو حصو هو. ان ڪري ائين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي ته سنڌ جي گهڻو ڪري سڀني اخبارن ۽ رسالن هن

(۱) جي- ايم سيد "جنب گذاريم جن سين" جلد پهريون، ص ۱۲۶، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹٦۷ع.

دور ۾ سنڌي غزل جي سرپرستي ڪئي، پر ”الحقيقت“، ”گلدستہ سنڌ“ ۽ ”اديب سنڌ“ جي ڏي لاڙڪاڻي مان شايع ٿيندا هئا ۽ جن جو قادري خاندان سان گهرو واسطو هو، جي غزل جا نقيب هئا. انهن نه صرف سنڌ جي شاعرن جا غزل شايع ڪري سنڌي غزل کي زور ورتايو پر انهن بزم مشاعرن جون ڪارروائيون شايع ڪري سنڌ ۾ بزم مشاعرن جو ڦهلاءُ ڪيو جنهن ڪري غزل سنڌي پڙهندڙ طبقي جي پسنديده صنف ٿي پئي.

قادري جو دور سنڌ ۾ مشاعرن جو دور هو. قادري ١٩٠٥ع ۾ بزم مشاعرو قائم ڪري ان ۾ نه صرف شاعرن بلڪ سامعين کي به شريڪ ڪيو. اهڙي طرح عوامي مشاعرن جو رواج پيو. بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ڪاميابي، ان سان شاعرن ۽ عام ماڻهن جي دلچسپي جو اثر هي نڪتو جو سنڌ جي مختلف شهرن ۾ بزم مشاعره قائم ٿي ويا، خاص طرح ضلعي جا شهر انهن جو مرڪز بڻيا. لاڙڪاڻو، حيدرآباد، ڪراچي ۽ شڪارپور جا بزم مشاعره جي شاعرن جي تربيت گاه هئا، جتي نه صرف هو داد حاصل ڪندا ۽ تنقيدون سڻندا هئا، پر عروض جي اصولن، بديع ۽ معنوي جي خوبين کان واقف ٿيندا ۽ لفظن جي صحت ۽ صحيح استعمال جي ڄاڻ حاصل ڪندا هئا. مشاعرن ۾ زياده تر غزل ئي پڙهيا ويندا هئا، تنهن ڪري هن دور جي مشاعرن سنڌي غزل کي مقبول ۽ مروج بڻائڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو. اهو مشاعرن جو ئي اثر هئو جو هن دور ۾ سنڌ ۾ شاعري جي ٻين صنفن جي ڀيٽ ۾ غزل جو زور وڌيو. اهو ئي دور هو جڏهن سنڌي شاعري جي معني فقط غزل سمجهيو ويندو هو ڪافي يا ڏوهيڙو چوڻ نه صرف ڪسر شان بلڪ علمي ۽ ادبي عظمت جي خلاف ليکبو هو(١).

قادريءَ جو دور سنڌ ۾ ادبي ڪانفرنسن جو دور هو. هن دور ۾ ڪل آٺ ڪانفرنسون ٿيون. پهرين ڪانفرنس جنهن جو روح روان قادري هو، ١٩٢١ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ٿي جنهن سان سنڌ ۾ ادبي ڪانفرنس ۽ ڪل سنڌ مشاعرن جو بنياد پيو. آٺين ڪانفرنس هن دور جي پوئين ڪانفرنس هئي جا نواب شاهه ۾ ٥- اپريل ١٩٤٧ع تي ٿي، جنهن کان ٿورا مهينا پوءِ

(١) حسام الدين راشدي ”هو ڏوٽي هو ڏينهن“، ص ٢٦، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، ١٩٧٧ع.

هندوستان جو ورهاڱو ٿيو ۽ سنڌي هندو سنڌ کي الوداع ڪري هتان هليا ويا. هي ادبي ڪانفرنسون ۽ ڪل سنڌ مشاعره غزل گو شاعرن جا عظيم اجتماع هئا. هنن اجتماعن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سون جي تعداد ۾ غزل گو شاعر اچي ڪٺا ٿيندا هئا. هڪ ٻئي جا غزل ٻڌندا، داد ۽ تحسين ڏيندا ۽ شاعري جي خوبين ۽ خامين تي پنهنجن خيالن جو اظهار ڪندا هئا، جنهن ڪري شاعرن جي فن ۾ پختگي ۽ خيالن ۾ بلندي پيدا ٿيندي هئي. هنن ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندڙ شاعر ڪانفرنسن مان موٽڻ کان پوءِ غزل جا مبلغ ٿي پوندا هئا، پر جيئن ته هن دور جا استاد شاعر غزل جي پراڻن پيچرن جا پانڌي هئا ۽ هنن جي دماغن تي پارسي ۽ اردو شاعرن جي خيالن، تشبيهن، استعارن، ترڪيبن وغيره جو گهرو اثر هو، تنهن ڪري هنن ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندڙ نوجوان شاعر به پاڻ سان غزل جون اهي پراڻيون روايتون جيڪي سندن استاد کين ٻڌائيندا هئا، ساڻ کڻي ويندا هئا ۽ انهن تي حرف بحرف عمل ڪندا هئا.

قادريءَ جي دور ۾ غزل جي هيئت، علم عروض، بحر وزن، قافيه، رديف ۽ ٻين لوازمن تي اڳين دورن جي ڀيٽ ۾ وڌ ۾ وڌ ڌيان ڏنو ويندو هو، جيئن هيٺين ٻن راين مان معلوم ٿيندو. پروفيسر رام پنجواڻي ان دور جي شاعري لاءِ چوي ٿو: ”نازڪ خيالي ۽ بلند پروازي سان گڏ علم عروض جا قاعدا به هجن ته بهتر“(١).

ميان علي محمد قادري بزم مشاعره لاڙڪاڻه جي مقصدن تي روشني وجهندي چوي ٿو، ”انهيءَ سڌاري لاءِ بزم مشاعره لاڙڪاڻه پنهنجو فرض ادا ڪري رهي آهي، جنهن ۾ هيٺين ڳالهين تي ڌيان ڏئي اصلاح ڪئي ويجي ٿي. رديف، قافيه، وزن فصاحت بلاغت، تاثير محاوره، تنقيد لفظي و معنوي بندش، محسنات وغيره“(٢).

عروض جي پابندين ۽ محسنات جي طرف وڌيڪ توجهه جو نتيجو هي نڪتو جو شاعرن جا جذبا ۽ خيال بحر وزن جي حساب ڪتاب ۾ ايترا

---

(١) رام پنجواڻي پروفيسر ”ديوان قادري“، مهاڳ، ص ١٠، قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻه، ١٩٤٠ع.

(٢) علي محمد قادري ميان ”گلدسته سنڌ“ ص ٣، قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻه، ١٥ ڊسمبر ١٩٢٥ع.

تہ ڦاسي پيا جو انهن جي رواني، فصاحت ۽ اثر تي وڏي پابندي عائد ٿي وئي ۽ شاعر جذبن جي پر اثر ۽ سادي بيان کان وڌيڪ وزن ۽ بحر جي جار ۾ ڦاسي پيو، تنهن ڪري هن دور جو غزل پڙهيل طبقي کان سواءِ عوام جي دلين ۾ ڪوبہ مقام حاصل ڪري نہ سگهيو.

قادريءَ جي دور ۾ وڌيل سجاڳي جو اثر سنڌ جي شاعرن تي پيو هنن سان گهڻن عشقي شاعري سان گڏ قومي شاعريءَ ڏانهن بہ توجهہ ڏنو. اهي شاعر جيڪي ڪانگريس جي پاليسيءَ سان متفق هئا تن هندوستان جي عظمت، هندوستان جي آزادي، انگريزن خلاف ڌڪار ۽ هندو مسلم ايڪتا جي خيالن جو اظهار شاعري جي ٻين صنفن سان گڏ غزل ۾ بہ ڪيو.

ايڪتا جا ديوتا! تنهنجو لهان مندر ڪٿي،
جنهن ۾ اتحادي آجالو آهہ سو اندر ڪٿي.

دربدر ٿيو دادلو، تـو بن اميدن جـــو جهاز،
آس آزاديءَ لئہ آهـي بيڙڪي بندر ڪٿي.
(ڪشنچند بيوس)(١)

دار تي حب وطن ۾ چڙهي قربان ٿيو،
مثل منصور آتـو صاحبِ عرفان بنجي.

مادرِ هند جا فرزند ٿيا چـــو خاموش،
اچو ميدان ۾ گهڙي شيرِ نيستان بنجي.

دين ٻـي آهي وطـن ۽ ايمان وطـــن،
ڇا ڪندو فرق ڪي هندو ۽ مسلمان بنجي.
(ليکراج عزيز)(٢).

پيار جهڙن جاڳي آئي جاڳي آئي انسانيت،
ايڪتا جـا جابجا ، نـعـرا لڳائيندا هلو.

---

(١) محمد صديق ميمڻ ”سالانہ رپورٽ سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد“ ص ١١٩، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس حيدرآباد، سال ٣٢–١٩٣١ع.
(٢) ليکراج عزيز ”ڪليات عزيز“ ص ١٠٣، نيشنل پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد، ١٩٣٨ع.

ٻير ۾ ٻيڙي اٿو سهڪار کي مانجهي ڪريو،
پنهنجي ڪشتي کي ڪناري سان لڳائيندا هلو.
(پرسرام ضيا)

جو غلاميءَ کان ڪري انڪار ٿو،
گهور سؤ اقـرار ان انڪار تـــان.

جو مٺي حب الوطن پـي مست ٿيو،
سؤ سياڻـا صدقـي آن سرشار تـــان.
(فتح محمد سيوهاڻي حڪيم)

سنڌ جي مسلمانن تي مسلم ليگ جو وڏو اثر هو، هنن پنهنجو ويل وقار وري حاصل ڪرڻ ۽ پنهنجي لاءِ علحدهه رياست قائم ڪرڻ تي چاهي، تنهن ڪري مسلمان شاعرن مسلمانن ۾ بيداري، وڃايل وقار ۽ پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جي تبليغ تي ڪئي. هنن جي خيالن تي علامه حالـي ۽ علامه اقبال جي خيالن جو گهرو اثر هو، تنهن ڪري هنن پنهنجي غزل ۾ ساڳيو قوم پرستي جو رنگ پريو. ان ڏس ۾ غلام احمد نظامي، حاجي محمود خادم، ميان غلام عباس 'جوش'، حافظ عبدالله 'بسمل' جا نالا قابل ذڪر آهن.

او فداءِ عيش و عشرت نوجوان بيدار ٿي،
پي مئي توحيد جي مخمور ٿي سرشار ٿي.

ٿي نه اي مرد مجاهد غير جو احسانمند،
ڪر نه تون اسلاف کي بدنام غيرت‌دار ٿي.
(غلام احمد نظامي)

اي جوش نه ڪر فڪر اڃهو ايندو سڳهوئي،
اسلام جي توقير ۽ غلبي جـو زمـان نيٺ.
(غلام عباس جوش)

ڪالهه پنهنجو اي مسلمانو ڇا عاليشان هو،
جا بجا هر قوم ۾ ڪهڙو اسان جو مان هو.

---

(١) ابن حيات پنهور "قومي گيت" ص ١٨، پايونيئر پرنٽرس گاڏي کاتو، حيدرآباد، ١٩٧٠ع.

اج اسان جو آ تنزل هرڪو آهي خنده زن،
ڪالهه پنهنجي هئي ترقي هر بشر حيران هو.
(نواز علي 'نياز')

جيتوڻيڪ هن دور جي شاعرن ۾ قومي ۽ اسلامي جذبو وڌيڪ هو تڏهن پڻ هنن جي دلين ۾ پنهنجي سنڌ سان به محبت هئي جنهن جو اظهار هنن پنهنجي غزلن ۾ به ڪيو آهي ۽ اهو سنڌي قوم پرستي جو اهو سج هو جو ورهاڱي کان پوءِ وڌي وڻ ٿيو.

منهنجي وطن جو نقشو آ جنت جي باغ جو،
طوطن کان مان ان جي زياده آ زاغ جـــو.

اي سنڌ ديس تنهنجون ســدا سبز ماٿريون،
ڪشمير کان وڌيڪ سنڌ ۾ رڃبو راغ جـــو.

خـــورشيد کان وڌيڪ ٿيو سرٽبو ســـدا،
اي سنڌ ديس تنهنجي مٽيءَ جي چراغ جو.
(حاجي محمود 'خادم')

قربان تنهنجي نام تــان منهنجي پياري سنڌ،
مون تنهنجي پرورش تي حياتي گذاري سنڌ.

هر دم ڪرم ڪريم جو توتي لطيفي لطف،
ماڻهن، خزان ڏسڻ ري، سدائين بهاري سنڌ.

حافظ تي تنهنجي قرب جو جــادو هلي ويو،
جنهن وات تنهنجي وائي ۽ تن تات تاري سنڌ.

(حافظ حيات شاهه)

سانگيءَ جي دور جي شاعرن تصوف کي ترڪ ڪري پنهنجي غزل ۾ مجازي رنگ پريو هو پر قادري جي دور ۾ پڻ شاعرن قادري ۽ نجفي جي غزلن ۾ وري تصوف جي سرمستي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پنهي عشق جــي چوٽ کائي تصوف ڏانهن وک وڌائي هئي. هنن پنهنجن غزلن ۾ تصوف جي مختلف باريڪين کي سهڻي نموني بيان ڪيو آهي:

ٻہ هرجا جلوه گر باغ جهان ۾ يار جانـي آ،
گل و گلزار حسن مهوشان ان جي نشانـي آ.

نہ خود مختار آهي ڪو، نہ ڪي تقدير کان سهڪجهہ،
هي عالم چشم بينا واسطي عبرت جو عالم آ.
(علي محمد قادري)

ڏسا چون يـــار سنڌء جاوه سدا پنهان آهہ،
تو ڏسان تنهن کي عيان، جاوه پنهان جو قسم.

خود کي فنا ڪر منجهہ خدا، رڳ رڳ اناالحق ۾ فنا،
ٿي محو ذاتي سڻ سدا، چؤ من خدايم من خدا.
(هدايت علي نجفي)

قادري جو دور بنيادي طرح عشقي شاعريءَ جو دور هو. انساني دل طلسم جي عجيب ڪاڻ آهي. عجيب عجيب ڪيفيتن، خواهشن، حسرتن، مايوسين، خوشين، ڏکن، اميدن ۽ نااميدن جي دنيا لڪل آهي. دل جي طلسم جي اڳيان دنيا جو طلسم ڪجهہ بہ نہ آهي. شاعر کي هميشه زندگي جي طلسماتي عنصر جي تلاش رهندي آهي. هن دور جي شاعر اهو طلسم حسن ۽ عشق جي راز ۽ رمزن ۾ ڳولي لڌو ۽ هن پنهنجي اندر جي احساس ۽ ان سان واسطو رکندڙ ڪيفيتن کي سحرانگيز انداز ۾ بيان ڪيو. هن دور جي شاعرن غـزل ۾ انـداز دلبري ۽ طرز دلربائي کي پنهنجو بنايو ۽ عشق ۽ حسن جي معاملن کي وسعت ۽ رنگارنگي بخشي. عشق جـي اهـا واردات ۽ ڪيفيت ڪانہ آهي جيڪا هن دور جي شاعرن بيان نہ ڪئي آهي. محبوب جي مدح سرائي، ناز و ادا، وفا ۽ جفا، وصل فراق، رنج راحت مطلب تہ هنن هر فڪر ۽ خيال کي بيان ڪيو آهي.

شب وصل ڇا مختصر ٿي وئي،
رکو منهن ڏسڻ ۾ گذر ٿي وئي.
(غلام سرور فقير)

سينڌ ٿو ناهين سنوارين زلف، منهن ٿو ڏسين،
عاشق بيتاب کي مـــاريندي تياري اهـا.
(واصف)

جي يار آ ته عيد آ ورنه اي دوستو،
بن يار روز عيد آ آزار جي طرح.
(محمود خادم)

در ڪين ڪي ڇڏيندس تنهنجو، تڙين جي تون ته ٻ،
ڇڏ يار عمر ساري پنهنجي اتي گذاريان.
(حڪيم فتح محمد سيوهاڻي)

جي اچن احسان سان آسروندن جي آستان،
گل گسن تان گهوريان، سر، مال، مڏبون ۽ متاع.
(احمد ملاح)

سانگي جي دور جي شاعرن خود سانگيءَ، محبوب جي جسم جي مختلف عضون جي بيان مان هڪ لذت ۽ مزو حاصل ڪيو آهي ۽ پنهنجن ڪيترن شعرن ۾ معامله بندي ڪئي آهي پاڪرن ۽ چمين جا چشڪار ورتا آهن، پر هن دور جي شاعرن ان ڏس ۾ وک وڌائي ڪنئي آهي ۽ سندن غزلن ۾ ڪيترا اهڙا شعر ملن ٿا جن مان هنن پنهنجن ذهنن کي لذت بخشي آهي.

وصل جي شب جي پڌايان کهڙي ڪيفيت ويئي،
ڪجهه حياءُ، شوخي ڪجهه، انڪار ڪجهه، اقرار ڪجهه.
(واصف)

وڌم پڪ دوست کي سج اُڀري تائين،
نه پئي سڌ ڪا سنجهي‌جي‌يا سحر جي.
(محمود خادم)

سرو قد پاڪر وڌو اچ طوق قمري جي مثل،
ٻانهن نازڪ منهنجي گردن ۾ حمائل ٿي وئي.
(غلام سرور فقير)

سيني تي سرو قد جي جوانيءَ کان ٿيو آپار،
ماڻهو چون ٿا سرو ٿيندو بارور نه آهي.
(مراد علي ڪاظم)

چڪائي چاهه مان دلبر چڱي چپن جي چاٽ،
ڦٽائــي ننڍ انهي نازنين جـــي نيڻن ناٽ.
(حافظ حيات شاه)

سانگيءَ جي دور ۾ سنڌي غزل جوڀن تي پهچي چڪو هو. ان دور جي شاعرن غزل کي صنايع بدايع سان سينگارڻ شروع ڪيو هو، ان هوندي به سانگي ۽ ڪن ٻين شاعرن ان کي پارسي رنگ کان علاوه ڪنهن قــدر پنهنجي سنڌ جي ماحول سان وابسته رکيو هو، ان جي پٺ ۾ قادريءَ جي دور جي شاعرن اردو شاعري جي اثـر هيٺ ان کي پنهنجي سنڌي ماحول کان بلڪل پـري ڪٽي ويـا ۽ ان کي ڌارين تشبيهن؛ استعارن، ترڪيبن، محاورن ۽ ٻي شعري صنعت سان ايترو سينگاريو جو غزل جو اصلي حسن لڪي ويو ۽ هڪ بناوتــي ۽ مصنوعي حسن نمودار ٿــي پيو. شاعرن جي جيءَ جا جذبا جيڪي شعر جو اصل روح ٿين ٿا بناوتي ٿي پياه هـن دور جي ڪيترن شاعرن جي غزلن پڙهڻ سان ائين محسوس ٿو ٿئي ته هنن اندر جي امنگن کي سادي سودي انداز ۾ بيان ڪرڻ بجاءِ دماغ سوزي، محنت ۽ پورهيو ڪري غزل گوئي ڪئي آهي، سڀني ديوانن ۾ ساڳيا خيال، ساڳيو انـداز ۽ ساڳيا محاورا ۽ ترڪيبون، ساڳـيون تشبيهون ۽ استعارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، ائين پيو لڳي ته اهي غزل دل مان نه پر دماغ مان نڪتل آهن.

اي مـي فروش هـــي خرقـو قبول ڪر،
وٺ منجهه ادائي قرض نه مون سان حساب ڪر.
(نجفي)

ڪهر وينئي ڪري سير گلستان جو ٿو عاشق،
سيني ۾ ڪليس داغ جي گلزار جي صورت.
(واصف)

دام زلف ۽ تيغ ابرو تو ڪميون ٻئي پاڻ سان،
ڪيئن نه سمجهان آهين تون صياد پڻ جلاد پڻ.
(نواز علي نياز)

لاله ڏنم جو قبر تي نڪتل ته دل چيو،
هي ڪهن شهيد ناز جي ويران مزار آهه.
(علي محمد قادري)

ڏسي ويران دل رهزن ڇيو افسوس هي آهي،
لٽڻ لاءِ آ بچو باقي نه ڪجهه هن اجڙي مسڪن ۾.
(غلام سرور فقير)

تشبيهه ۽ استعاره سان شعر ۾ سونهن ۽ زور پيدا ٿئي ٿو، جڏهن شاعر ڪي ڪنهن خيال ۾ وڌيڪ اثر پيدا ڪرڻو هوندو آهي يا ان ۾ وڌيڪ زور پيدا ڪرڻ چاهيندو آهي ته تشبيهه جو سهارو وٺندو آهي، پر تشبيهه ۾ اثر ۽ مزو تڏهن پيدا ٿيندو آهي جڏهن اهي اسان جي ڏنل واڌل يا روزمره وارين شين مان ورتل هجن. هن دور جي شاعرن اڻين ڪرڻ بجاءِ اردو شاعري جي اثر هيٺ غير مانوس ۽ ڌاري ماحول مان تشبيهون ورتيون آهن جنهن ڪري اهي پڙهيل طبقي ڪانسواءِ عوام ۾ نه اثر ۽ نه مقبوليت حاصل ڪري سگهيون.

اي سرو سهي تنهنجي بانديءَ جي برابر،
آئي نه نظر نخل گلستان جي ويس ۾.
(نجفي)

ابرو جي جو هيٺان مون ڏٺو خال سيه ڪي،
واصف مون ڪي محراب ۾ هندو نظر آيو.
(واصف)

ويو ٿي سحر حيف آيو نه هو،
جلي دل چراغِ سحر ٿي وئي.
( فقير )

جي تون هن باغ دنيا جي ۾ سهڻا سرو قد آهين،
غلامي جو مون ڪي ٿهري جان آهي طوق گردن ۾.
(نوازعلي نياز)

مٿين شعرن ۾ استاد شاعرن جون تشبيهون ملاحظه ڪرڻ کان پوءِ حاجي محمود خادم جي هڪ غزل جنهن ۾ محبوب جي سراپا بيان ڪئي وئي آهي، تشبيهون ملاحظه ڪريو، بس انهن ۽ اهڙي قسم جي پڻ تشبيهن سان هن دور جي شاعرن جا ديوان سينگاريل آهن.

زلف تنهنجو لام آ يا دل جو دلبر دام آهه،
تنهنجي پيشاني جو سج چنڊ مشتري پڻ نام آهه.

نون آ يا قوس آ خنجر ڪمان آ يا هلال،
تنهنجي ابرو دلربا محراب يا صمصام آهه.

تير آ يا تيغ آ يا فوج ڪنڊو نيش آهه،
پنبڻي جو وار هر هڪ نيزهء بهرام آهه.

ساحري، خوني، دو نالي، جام، نرگس، ساحره،
چشم تنهنجي اي مٺا بادام آ يا دام آهه.

پن دريائن جو وچولو بند يا مکڙي مثال،
تنهنجو نڪ گويا الف يا شاخ سيمين فام آهه.

برگ گل، پستا، شفق، ياقوت، مرجان، لعل آ،
تنهنجي لب سان مس ٿيل مصري ڪان وڌ دشنام آهه.

ڏند موتي مثل چڻ، الماس، هيرا در برق،
وات غنچه، ميم، سپ، يا نقطه اوهام آهه.

چاهه بابل چاهه ڪنعان آهه يا پاڻي جو ڪُن،
تنهنجي ڪاڏي صوف يا زندان دل ناڪام آهه.

آ ڳچي چڻ ڪونج جي يا هنج جي تنهنجي عجيب،
گول آ، ڪنهي آ چڻ، يا ڪنگرو بر بام آهه.

بير، ليمو، صوف، ڏاڙهون، يا قبو مکڙي ۽ گل،
تنهنجو پستان هوبهو چڻ زندگيءَ جو جام آهه.

پيٽ آ لڪدار، ريشم کان زياده نرم آ،
ناف ڪان مشڪ آ ۽ مرڪز اندام آهه.

پيو پتو تنهنجي ڪمر جو ڪون اي نازڪ بدن،
وار يا عنقا، عدم آ، ميم آ يا مام آهه.

فتنهء رفتار آهن پير ان جا "خادما"
حشر برپا ٿي ڪري جا فتنه زا جي گام آهه.

قادري جي دور ۾ به سانگي جي دور وانگر رعايت لفظيءَ کي غزل جي سونهن سمجهيو ويو تنهن ڪري هن دور جي شاعرن رعايت لفظيءَ ۾ نوان ۽ دلفريب رنگ پيدا ڪيا ۽ رعايت لفظيءَ جي ذريعي انداز بيان ۾ شوخي ۽ دلفريبي پيدا ڪئي جنهن ڪري هن دور جي غزل ۾ زيب و زينت پيدا ٿي ويو.

بحر فرقت سنڌي طوفان بلاخيز ۾ دم،
حسرتن ساڻ ويو پر لب ساحل نه ٿيس.
(غلام سرور فقير)

(بحر، طوفان، لب، ساحل ۾ رعايت لفظي آهي)

اچي ٿو تير مژگان جا سٺيندو،
ڪيان دل‌جي حفاظت يا جگرجي.
(محمود خادم)

مژگان سان تير ۽ تيرن سان دل ۽ جگر استعمال ڪري رعايت‌لفظي پيدا ڪئي وئي آهي.

مون ڇيو ٿو وڌو دل کي زلف جو زنجير،
ڇيائين ڪونه ٿو ديوانيءَ کي ڇڏي آزاد.
(نواز علي نياز)

زلف سان زنجير، زنجير سان ديوانو ۽ ديوانيءَ سان آزاد لفظن ۾ رعايت لفظي آهي.

گلشن عالم ۾ رهه اهڙي طرح اي عندليب،
باغبان پڻ خوش رهي راضي رهي صياد پڻ.
(قادري)

گلشن، عندليب، باغبان ۽ صياد رعايت لفظي جون علامتون آهن.

قادري جي دور جي شاعرن جي زبان تي اردو شاعري جي اثر ڪري پارسي لفظن، ترڪيبن، قافين ۽ رديفن جو گهرو اثر آهي، اڻين پيو محسوس ٿئي ته هنن جاٽي واٽي صاف سولي سنڌيءَ ۾ غزل چوڻ بجاءِ پنهنجي

ٻوليءَ تي پارسي لفظن جو جڙاءُ ڪيو آهي جو سندن غزل سنڌيءَ کان زياده پارسي پيا لڳن ۽ سندن خيال عام سنڌي پڙهيل ماڻهو جي سمجهڻ کان مٿي آهن. جيئن هنن مثالن مان معلوم ٿيندو:

راندڪو ممڪنات، حوادث جي دست ۾،
عالم سڄوئي آهہ بري ڪو بشر نہ آهي.
(مراد علي ڪاظم)

پيچ لفظن ۾ وجهي دل کي، ڇپائين محمود،
تو رهي خانئہ ڪافر ۾ مسلمان محفوظ.
(محمود خادم)

وحشت جي رنگ مونکي ڪيو خوار درجهان،
سمجهن ٿا آهيان صيد ٿيو ڪنهن غزالہ جو.
(غزالہ)

ڪي ارباب چمن سمجهائيندا گل کي وڃي آخر،
هي فرياد و فغان بلبل جو ٿيندو رائگان ڪيسين.
(نواز علي نياز)

دلبر جي هجر ۾ ٿورڙي روح رعد جان،
گوڙها وسن ٿا ابر جان دل بيقرار آهہ.
( قادري)

اسان جي حال جي صورت گل لالہ جي صورت آ،
جگر پرخون سارو دل اندر داغ نهان آهي.
(غلام سرور فقير)

نہ صرف ايترو پر هن دور جي شاعرن شوڪت الفاظ کي ئي شاعري سمجهي آهي، تنهن ڪري هنن پنهنجن شعرن کي وڌ ۾ وڌ پارسيءَ جي پرشڪوه لفظن کي شعوري طرح استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيئن سندن غزلن جي زبان پيڪيدار لڳي.

گاهي گاهي جي پري پيڪر اچي گلگشت لئہ،
عشق جي سوزن سان دل تي گلستان پيدا ڪريان.
(غلام سرور مغل سرور)

رهي ڇو گلزار ارم جي آرزو مون کي،
سچو جنت جو نقشو آهه نقش پاءِ جانان ۾.
(عبدالله اثر)

هو انتهائي حسن ته مان انتهائي شوق،
ڪائي آ ربط بنده ۽ بنده نواز ۾.
(عبدالفتاح عبد عاقلي)

اڪتفا معشوق تي، هر شئي ڪان عاشق کي ٿئي
نڪهت گل آهه مشڪ تتار عندليب.
(واصف)

# مولوي محمد عاقل "عاقل"

## [۵ سيپٽمبر ۱۸۵۱ع - ۳، سيپٽمبر ۱۹۶۱ع]

محمدعاقل ولد آخوند الهنواز سومرو تخلص 'عاقل' پير صاحب پاڳاري جي ڳوٺ ۾ تولد ٿيو (۱). ابتدائي سنڌي ۽ پارسي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين، جنهن کان پوءِ مختلف استادن کان مختلف هنڌن تي عربي ۽ پارسي تعليم حاصل ڪيائين. آغاز جواني ۾ تعليم ڇڏڻ بعد پير صاحب حزب‌الله شاهه گادي‌نشين ڪنگري شريف جي خدمت ۾ رهيو ۽ پير صاحب کيس درباري شاعر جي نموني صحبت ۾ رهڻ جو صرف بخشيو (۲). هڪ ڀيري مولوي محمدعاقل پنهنجو شعر دير سان پير حزب‌الله شاهه ڏانهن موڪليو جنهن لاءِ هيٺين ريت عذر پيش ڪيائين:

شعر من گر بجناب تو پس از سال رسد،
عذر معقول من از دير چنين آن گردد،
ڪز بلندي مقامت نه رسد مرغ سخن،
تابسائي سر درگاهه تو پسران گردد (۳).

---

(۱) سوانح حيات مولوي محمدعاقل (قلمي) عبدالفتاح عبد ص- ۱، ملڪيت حامد الله سومرو لاڙڪاڻو.

(۲) علي‌محمد راشدي پير، اهي ڏينهن اهي شينهن، ص- ۲۷۴ ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۶۶ع.

(۳) "حيات عاقل" قلمي غلام سرور سومرو، ص- ۳، ملڪيت اياز قادري لاڙڪاڻو.

هڪ ڀيري "عاقل" پير صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پير صاحب ارشاد ڪيو منهنجي اڳيان هڪ مصرع آهي جنهن جو بيت ٺهڻ گهرجي. پوءِ مصرعو پڙهيائون:

بناءِ حسن برد اوستاد بالائي فلک چندان

"عاقل" في البديهه عرض ڪيو:

ڪه از بر جشن ملک لغزيد معمار اين چنين باشد (١).

پير حزب الله جي وفات کان پوءِ مولوي محمد عاقل پير ڳوٺ ڇڏي "عاقل" جي ڳوٺ لڳ لاڙڪاڻو اچي رهيو. جتي مدرسه هاءِ اسڪول جي جي شروعاتي زماني ۾ دينيات جا پوءِ خيرپور هاءِ اسڪول ۾ عربي جا استاد ٿي رهيا، هو ڪجهه وقت "الحق" ۽ ڪجهه وقت "خير خواه" اخبار لاڙڪاڻو جو ايڊيٽر ٿي رهيو. مگر سندس آزاد طبيعت ڪي پابندي پسند نه هئي تنهن ڪري گهڻو وقت ڪتب فروشي جو ڌنڌو اختيار ڪيائين. مولوي "عاقل" تحريڪ آزادي ۾ حصو ورتو هئو، هو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ تحريڪ خلافت جو صدر هو، ان کان سواءِ لاڙڪاڻي جو مفتي ۽ جمعيت العلماء جو رڪن پڻ هيو (٢).

مولوي "عاقل" کي شعر و شاعري سان شروع کان وٺي نهايت شوق هو تنهن ڪري هن جي سنڌ جي گهڻن شاعرن سان دوستي هئي جهڙوڪ مخدوم الله بخش عاصي، شمس الدين بلبل، محمد هاشم مخلص، مرزا قليچ بيگ، ميان علي محمد قادري، ميان غلام سرور "فقير" ۽ پيءُ ميان علي محمد قادري سان سندس ناتو پائرن کان وڌيڪ هو. شام جو سندس گهڻو وقت قادري صاحب جي اوطاق تي ڪچهري ڪندي گذرندو هو. ان جو هڪ سبب هي به ٿو جو پنهي جي تعليم ڪجهه وقت ميان علي محمد قادري جي وڏي ڀاءُ حافظ ميان مير محمد وٽ ٿي هئي.

محمد هاشم مخلص جڏهن سنڌ ڇڏي وڃي غربت ۾ گذاريو هو تڏهن

---

(١) "سوانح حيات مولوي محمد عاقل" (قلمي) عبدالفتاح "عبد" ص ٣، ملڪيت حامد الله سومرو، لاڙڪاڻو.

نوٽ: عاقل جيتوڻيڪ ڪهنه مشق شاعر هو ۽ هن قاسم، سانگي جا دور ڏٺا هئا پر هن جو ناتو قادري جي دور سان وڌيڪ گهرو هو تنهن ڪري سندس ذڪر هت ڪيو ويو آهي.

(٢) نياز همايوني "سنڌ جي طبي تاريخ" پاڱو پهريون، ص ٦٥٨، سنڌ سائنس سوسائٽي، ڄامشورو.

هن هڪ غزل ۾ پنهنجي دوستن ۽ شاعرن کي ياد ڪيو هو. مولوي "عاقل" کي هنن لفظن ۾ ياد ڪيو اٿائين:

نہ گل، نہ باغ، نہ بلبل، نہ مجلس ياران
نہ ڪو چمن، نہ ڏسان ڪو بهار غربت ۾.

پون ٿا شعر و سخن ياد نت صغير سندا،
نہ مثل عاقل، معنيٰ نگار غربت ۾ (١).

سندس وفات جي تاريخ ماستر جمع خان "غريب" بيان ڪئي آهي (٢).

مولوي عاقل محمد، ويو لڏي دنيا ڇڏي،
آهہ، هر ڪنهن لئہ رواني هي رباني راهہ آهہ.

شاعر شيرين زبان بسا شرع هو صوفي سچو،
هت فنا في الله هو، تيو هت بقا باالله آهہ.

ماهہ شعبان ۾ ڏهين تاريخ اربع صبح وقت،
"رحلت درويش عاقل" باسر الله آهہ.

١٣٦٠ – ١ = ١٣٥٩

عيسوي سن باسر دل آهہ "زير مغفرت".

١٩٣٧ + ٤ = ١٩٤١

مولوي "عاقل" علم عروض جي باريڪين جو ڄاڻو، هڪ پختو، پرگو ۽ ڪهنہ مشق شاعر هو. هن جي سڄي عمر شعر و شاعري جي سياست ۾ گذر ٿي آهي. هو پارسي توڙي سنڌي شعر نهايت رواني سان چئي سگهندو هو. جيتوڻيڪ سندس غزلن تي پارسي خيالن ۽ زبان جو گهرو اثر هو ان هوندي بہ هن جو غزل لطافت ۽ رنگيني سان پريل هو. هن کي قطعہ تاريخ تي وڏي دسترس هئي سندس قادري بزرگن خاص طرح ميان علي محمد قادري جي وفات تي لکيل قطعات پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

(١) "نئين زندگي" ڪريم بخش خالد ص ١٤، ماهہ اپريل ١٩٦٤ع مضمون مرحوم محمد هاشم مخلص، قسط – ٢.

(٢) "اديب سنڌ" جمع خان "غريب" ص ٢٣ – ٢٢، ماهہ فيبروري ١٩٤٢ع.

## ڪلام جو نمونو (١)

ڪونہ چشمن جو گسي تو تير اڄ،
ڪاف قدرت جو تيو زهہ گير اڄ.

قتل ٿيون گردن ڪشن جون گردنون،
تي بلند ابروءَ جي آ شمشير اڄ.

آب ِ گل سان وات پنهنجي ڪي ڌوئان،
حسن تنهنجي جي ڪيان تقرير اڄ.

حسن جو لوهار آتش رخ مٿي،
جوڙي تو زلفن مڃهان زنجير اڄ.

جان ِ شيرين چشم جادوءَ کي ڏنم،
زلف هندوءَ کي دل ِ دلگير اڄ.

تون تہ عاقل عشق جو آهين اسير،
ترڪ تدبيرن جي آ تدبير اڄ.

—

ابروئي بتان ڪماندار ڏسي وڃ،
مژگان بہ سفدن خنجر ِ خونخوار ڏسي وڃ.

رخسار بتان ڪعبو حجر اسود آ خال،
زاهد تون اچي ڪئيہ ڪفار ڏسي وڃ.

ڪهن ڏينهن ڪري عشق سندو مونکي جو ڪافر
پيچيدو سندم آهہ جو زنار ڏسي وڃ.

ڪهن وقت ڪري عشق سندو مونکي جو مومن
تسبيح سندم اشڪ گهربار ڏسي وڃ.

هي دل جا آهي قيد سنڌء زلف جي خم ۾،
ديوانہ بزنجير گرفتار ڏسي وڃ.

---

(١) ”غزليات عاقل“ قلمي ملڪيت حامد الله سومرو لاڙڪاڻہ.

آهن تہ لبِ لعل مٺا تنهنجا و ليڪن
عاقل جا بہ هي شعر شڪر بار ڏسي وڃ.

—

# ميان علي محمد "قادري"

## [١٨٥٦ - ١٠ نومبر ١٩٤٠ع]

ميان علي محمد ولد بهاءالدين ڄام تخلص 'قادري' لاڙڪاڻي شهر جي مشهور درويش فقير محمدصالح جي پاءُ ميان رضامحمد جو پوٽو هو. هن خاندان جي نسبت سنڌ جي حڪمران ڄامن سان آهي، جي ساهتي ۾ رهندا هئا. ڄامن جي زور ٽٽڻ کان پوءِ فقير محمدصالح پنهنجي والد محمدڪبير ۽ پائرن رضامحمد ۽ الله اوباهي سان ڪنڊياري ۽ راڌيور جي آس پاس اچي رهيو پوءِ سڀ پنهنجي مرشد ميان عبدالحق درازي جي حڪم موجب لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا. مرشد جي طريقي قادري ۽ ميان علي محمد جي تخلص 'قادري' سبب هي خاندان قادري جي نالي سان مشهور ٿي ويو. عام طرح کين فقير سڏيو ويندو آهي.

ميان علي محمد جي تعليم ۽ تربيت پنهنجي مامي ميان غلام محمد "گدا" ولد فقير محمدصالح (پڻ شاعر هو) جي نظر هيٺ ٿي. ميان غلام محمد "گدا" پنهنجي وقت جو عالم ۽ پارسي، سرائڪي ۽ سنڌي جو وڏو شاعر هو. سندن پيري مريدي جو سلسلو سنڌ ۽ بلوچستان تائين پکڙيل هو. هڪ پيري قادري ميان غلام محمد سان گڏ پنهنجي هڪ مريد سعد خان انڊ وٽ رهيل هئو، اتي ميان غلام محمد، قادري کي طبع آزمائي لاءِ ارشاد ڪيو. قادري هڪ پارسي غزل تيار ڪري سندس خدمت ۾ پيش ڪيو جنهن جو مطلع ۽ مقطع هي آهن:

نشستم بر درت اين دادخواهت،
ز مدتها بہ اميدِ نگاهت.

بيا اي قادري بي خود ز خودشو،
بجز مستي در اينجا نيست راحت.

ميان غلام محمد غزل ڏي فخر سان چيو، "شڪر ٿيو جو اسان جي اولاد ۾ وري به هڪ چڱو شاعر پيدا ٿيو" (١). ان کان پوءِ قادري سنڌيءَ ۾ شاعري شروع ڪئي.

قادري جي شادي پنهنجي ڏاڏي ماءُ ميان نورمحمد جي نياڻي ۽ ميان غلام سرور فقير جي ڌيءَ غلام بيبي سان ٿيل هئي. هن جي پنهنجي گهر واري سان ڏاڍي محبت هئي. سندس زال جواني ۾ وفات ڪري وئي. سندس وفات جو هن کي جنون جي حد تائين صدمو رسيو. فقيري اختيار ڪري پنهنجي گهر واري جي مزار تي پڪو اڏي الله جي عبادت ۾ ڏينهن رات مشغول ٿي ويو هر وقت خدا کان اهو سوال گهرندو هو ته سندس گهر واري وري زنده ٿئي. اهڙي ريت ٻه سال گذري ويا. هڪڙي ڏينهن ڏنائين ته سندس گهر واري مزار جي ويجهو ويٺي هئي، جنهن کيس چيو ته "فقير صاحب مان هتي خوش آهيان، اوهان زماني کي وڃي منهن ڏيو". ان کان پوءِ قادري وري زماني جي ڪمن ۾ مشغول ٿي ويو، ڪجهه عرصي بعد ٻي شادي ڪيائين مگر کيس اولاد ڪانه ٿي.

قادري هڪ وڏو عالم، فاضل، شاعر ۽ اديب هو. شام جو سندس اوطاق تي وڏي ڪچهري لڳندي هئي جنهن ۾ سنڌ جي مختلف حصن مان عالم ۽ شاعر حڪيم ۽ طبيب اچي شريڪ ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن مسلمانن جي مختلف فرقن، يا مسلمانن سان مناظرا به ٿيندا هئا پر هر مناظري جو امين قادري کي مقرر ڪندا هئا. سڀني کي پڪ هوندي هئي ته فيصلو بي رياءَ سان ٿيندو. قادري مذهبن جي ٻيائي کان مٿي پنهنجي درازي مرشدن وانگر صوفي بزرگ هو. هڪ دفعي ڪنهن ڪانئس پڇيو اوهان جو واسطو ڪهڙي فرقي سان آهي تنهن کي في البديهه هي جواب ڏنائين:

ڪي سڏن سني ڪي شيعو ٿا چون سڀ خاص عام،
ڪي صفا صوفي سڏن منهنجو پڙهي هي خوش ڪلام.

جوئي آهيان سوئي آهيان جيئن چون مر پيا چون،
ٻارهن پنجن چئن جو قادري آهي غلام.

(١) سنڌو ماهوار ص- ٢٥، نومبر ١٩٣٦ع، رام پنجواڻي مضمون "حڪيم علي محمد قادري".

قادري هڪ حاذق حڪيم هو ۽ اهوئي سندس پيشو هو. سندس مطب ۾ هر وقت مختلف نسخا پيا تيار ٿيندا هئا. ڪيترا مهوسي اچي وٽس ڪنا ٿيندا هئا، سيني کي گمان هو ته ڪيس سون ٺاهڻ جو نسخو معلوم آهي. هو شهر جي سياست ۾ دلچسپي وٺي پنهنجي قوم جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪندو رهيو هئو، شروع کان وٺي ميونسپل ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ سينيٽري ڪميٽيءَ جو چيئرمين رهيو. قادريءَ کي سير ۽ سفر جو شوق هو. سڄي سنڌ ۽ بلوچستان جي مختلف شهرن ۾ پنهنجي مريدن ڏانهن ويندو هو. درگاهه شاهه دراز پنهنجن مرشدن وٽ به ويندو هو. نواب حاجي امير علي لاهوري سان گڏجي ڪيترا ڀيرا حج ۽ چوڏهن معصومن جي زيارت کان مشرف ٿيو هو، اهڙي طرح عراق، ايران ۽ حجاز جو وسيع سفر ڪيو هئائين.

قادري کي شعر و شاعري ورثي ۾ ملي هئي. شاعري ۾ سندس استاد ميان غلام محمد "گدا" هو، جنهن عروض ۾ ڪيس پڙ ڪري ڇڏيو، ۱۹۱۵ع ۾ بزم مشاعره قائم ٿيڻ کان اڳ ڏسي وٽس شعر و سخن جون محفلون ٿينديون هيون، جنهن ۾ سنڌ جا استاد شاعر مختلف هنڌن تان اچي شريڪ ٿيندا هئا، جن ۾ شمس الدين "بلبل"، فتح محمد سيوهاڻي "صغير"، مولوي محمد عاقل، مرزا قليچ بيگ، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي ۽ محمدهاشم "مخلص" جا نالا قابلِ ذڪر آهن. ميان علي محمد، ميان غلام سرور، ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي، حاجي محمود "خادم"، نوازعلي "نياز" ۽ ٻين احبابن جي ڪوشش سان بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو بنياد پيو، جنهن جي مرڪزي شخصيت ۽ صدر قادري هو، ڇڻ هو محفل جي شمع هو، جنهن جي چوگرد سڄي سنڌ جا شاعر اچي ڪنا ٿيا ٿي.

پروفيسر رام پنجواڻي چوي ٿو، "لاڙڪاڻي ۾ بزم مشاعرو ميان علي محمد قادري صاحب ۽ ميان حاجي محمود جي سرجوشي سان تڏهن پيدا ٿيو جڏهن سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن کي به مشاعري پيدا ڪرڻ جو خيال نه هو. ميان صاحب (قادري) ان ڪري سنڌ ۾ مشاعري برپا ڪرڻ جي لحاظ کان شعر جي ترقي واسطي پاڻ پتوڙڻ جي ڪري مشاعري جو ابو ڪري ڪونجي ته وڌاءُ نه ٿيندو"(۱).

---

(۱) پروفيسر رام پنجواڻي "ديوان قادري" ص ۴، مقدمو، قادريه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو، ۱۹۳۹ع.

مشاعرو ميان علي قادري ڪندو هو. پير حسام الدين راشدي لاڙڪاڻي جا بزم مشاعره اکين سان ڏٺا هئا، هو قادري جي شخصيت جو بيان ڪندي چوي ٿو، ”نماڻو، نهٺو، نيڪ، سباجهو سنو ۽ مهربان، ڪنهن جي تيريءَ ميريءَ مان نه چانئڊڙ بزرگن جهڙا روش، اٿيءَ ويٺيءَ ڏاڍي وضع داري، ائين پيو معلوم ٿيندو ڄڻ سڀني جو سرپرست ۽ سچي محفل جو مربي آهي — سڀئي ڄڻ سندس اولاد پيا سونهن“(١).

پير علي محمد راشدي جنهن جا قادري خاندان سان گهرا تعلقات هئا چوي ٿو، ”ميان علي محمد قادري پڻ شاعري جو شغل ڪندو ٿي رهيو، نه فقط صورت بلڪ سيرت ۾ به بزرگ هو. فارسي خواه سنڌي ڪلام گهٽو چڱيائين، سندس همعصر شاعر کيس استاد ڪري مڃيندا هئا“(٢).

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي قادري جي وفات تي پنهنجي تعزيتي خط ۾ لکي ٿو، ”مرحوم فقير صاحب بقيہ بزرگان حق پرست و يادگار اهلِ دلان حق آگاه بودند، اخلاقِ وسيع داشتند و مشربي نيڪو ترين، بهمه کس مي پيوستند و همه را عزيز بودند. صورتا و سيرتا نمونه سلف صالحين بودند. مرحوم فقير صاحب سخنوري بود، جليل القدر و اديبي بود، رفيع المنزلت در اين ايام که قحط الرجال و قحط الکمال مي باشد. وجودِ مسعود آن مرحوم از مغتنمات بود“ (٣).

قادري نه صرف سنڌ ۾ پهريون عوامي مشاعرو قائم ڪيو پر پهرين ڪل سنڌ مشاعره ڪانفرنس (آل سنڌ ادبي ڪانفرنس) لاڙڪاڻي ۾ منعقد ڪرڻ جو سهرو به هن جي سر تي آهي. جنهن جي استقباليه ڪميٽيءَ جو چيئرمن هو پاڻ هو. انهيءَ ادبي ڪانفرنس ڪانپوءِ سنڌ ۾ ادبي ڪانفرنسن ڪوٺائڻ جو رواج پيو.

١٩١٩ع ۾ خيرپور ۾ جڏهن آل انڊيا محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس

---

(١) حسام الدين راشدي پير ”هو ڏوٿي هو ڏينهن“ ص ١١٧، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.

(٢) علي محمد راشدي ”اهي ڏينهن اهي شينهن“ ص ٤٨٣، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٦ع.

(٣) الحقيقت هفتيوار، ص ٣، تاريخ ٣٠، نومبر ١٩٤٠ع، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، تعزيتي خط.

منعقد ٿي ته قادري کي بزم مشاعره لاڑڪاڻه طرفان ڊيليگيٽ موڪلڻ لاءِ لکيو ويو هو ۽ قادري شاعرن جو وفد وٺي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو هو.

۱۹۲۵ع آل سنڌ محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس حيدرآباد جي موقعي تي بزم مشاعره لاڑڪاڻه جي ڪوشش سان ڪل سنڌ مشاعره ڪانفرنس (يعني ادبي ڪانفرنس) ڪوٺائي وئي هئي ان موقعي تي به قادري لاڑڪاڻي جي شاعرن جو وفد وٺي وڃي شريڪ ٿيو هو.

قادري، ميان غلامسرور "قمر" سان گڏجي ۱۹۲۲ع ۾ قادريه پرنٽنگ پريس قائم ڪئي جنهن مان الحقيقت ۽ گلدستہ سنڌ شايع ٿيڻ لڳا. انهي سنڌي غزل کي مقبول بنائڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو. گلدستہ سنڌ ۱۹۲۶ع ۾ شايع ٿيو ان جو ايڊيٽر قادري پاڻ هو هن رسالي ڪنڌ ڪوٽ ڪان ڪراچيءَ تائين مقبوليت حاصل ڪئي، ۽ ساري سنڌ جي شاعرن جا غزل ان ۾ وڏي آب و تاب سان شايع ٿيڻ لڳا. محمدهاشم مخلص گلدستہ تي تبصرو ڪندي چوي ٿو ته "لاڑڪاڻه مان بزم مشاعره جي طرفان ماهوار رسالو "گلدستہ" جو پهريون نمبر اسان کي پهتل آهي واقعي عمده گلن جو مجموعو (گلدستہ) آهي منجهس شعر و شاعري بابت عمدا مضمون ۽ سنڌ جي نامور شاعرن جا غزل شايع ٿيل آهن" (۱).

قادري ڊسمبر ۱۹۴۰ع ۾ وفات ڪئي. عيد جو موقعو هيو. پاڻ عيد نماز پڙهائيندو هو، عيد نماز پڙهائي آيو، ڪپڙا اڃا لاٿائين ته بخار هو ويتر بخار وڌي ويو. جنهن ڏينهن صبح جو وفات ڪيائون ان رات سنڌن اوطاق ۾ ماهوار مشاعرو هو. مصرع طرح هئي:

"عقل وارن جو ڪاروبار عبث"

شام جو سندس پاڻهيو ميان غلامعباس جوش وٽس آيو ۽ چيائين ته اوهان مشاعره لاءِ سڄو غزل تيار ڪيو آهي باقي مقطع ۾ مصرع طرح تي گرهه رهيل آهي مهرباني ڪري اهي تيار ڪري ڏيو ته غزل مشاعره ۾ پڙهيو وڃي. قادري في‌البديهه مصرع طرح تي گرهه لڳائي مقطع هيئن بيان ڪيو:

---

(۱) "مسلمان" هفتيوار ص ۷، تاريخ ۲۲ نومبر ۱۹۲۶ع.

ڪم جو ڪري ٿي قادري تقدير،
عقل وارن جو ڪاروبار عبث.

تقدير پنهنجو ڪم ڪري چڪي هئي، ڊاڪٽرن جي دماغن ڪم نه ڪيو قادري پئي ڏينهن صبح جو ڏهين بجين ڌاري هن بزم دنيا کي هميشهه لاءِ الوداع ڪئي. سندس وفات تي لال چند مجروح هڪ پرسوز مرثيو لکيو، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي محمدعاقل ۽ جمع خان غريب، وفات تي قطعه تاريخون لکيون جن مان ڪجهه هيٺ بيان ڪجن ٿيون:

## مرثيه (١)

هاءِ هائي، ويو اڄ اسان ڪان موڪلائي قادري،
هن جهان فاني منجهان برقعو مٽائي قادري.

يار ويس ۽ دوست دلبر دل گهريو دلدار هو،
سڪ سچي سنڌي محبت ويو مٽائي قادري.

بيڪران سو بحر هو علم و عمل صاحب عقيل،
ويو هميشه فيض جا موتي لٽائي قادري.

چا چوان شعر و سخن ۾ مست نظامي ۽ عطار،
ڪير هاڻي دم هڻي ثاني چوائي قادري.

خوش مزاج ۽ بردباري ۾ بلاشڪ بي‌نظير،
رنج راحت ۾ قدم يڪسان اٿائي قادري.

گلشن شعرا سندو هر وقت شائق باغبان،
هر جڳهه گل شاعري ويڙو ڇماڏي قادري.

داغ فرقت ۾ دل احباب ٿي صد چاڪ چاڪ،
درد غم جو ويو سدا پالو لڳائي قادري.

ٿو گهري مجروح دم دم هي دعا درگه خدا،
شال جنت ۾ سدا ديرو ڄمائي قادري.

---

(١) ”ڪليات مجروح“ قلمي ملڪيت غلام‌نبي شيخ لاڙڪاڻو.

شاعرِ بي مثال جامع ڪمال ١٣٥٩ ھ
شاعرِ بي مثال طوطي مقال. ١٣٥٩ ھ
(حڪيم فتحمحمد سيوهاڻي)

---

عاقلي چون ز پئي ڪتبئہ لوحِ قبرش،
از خرد ڪرد طلب مصرعِ تاريخِ وصال.
وقت و روز و سن و تاريخِ مهش يڪجا گفت،
فجري از يومِ احد هم نهم از شهرِ شوال.
(مولوي محمد عاقل) (١).

هاءِ فرقت علي محمد پير،
ٿي وئي هر ڪنهين جي دل مغموم.
ناڻين تاريخ صبح مهِ شوال،
حڪمِ حاڪم جي تي رسيو محڪوم.
آخرِ زندگي وئي ٿيو سال،
قبر پُر نور قادري مرحوم (٢).
١٣٥٩ ھ
(جمع خان غريب)

قادري جو ڪيترو ڪلام اڃا قلمي صورت ۾ آهي، سندس ڇاپيل ڪتابن ۾ حسن و عشق (داستان ١٩٠٦ع)، ليليٰ مجنون (مثنوي ١٩٢٦ع)، ديوان قادري (١٩٣٩ع) ۽ گلدستہ نعت قابلِ ذڪر آهن.

قادري جي شاعري ساوڻ جي مينهن جي انهن بوندن مثل آهي جن جي ڪرڻ سان ڌرتيءَ جي هڪ وڻندڙ خوشبو چوطرف پکڙجي ويندي آهي. هو بنيادي طرح غزل جو شاعر آهي هن جي دل ۽ دماغ تي حقيقي محبوب ۽ سندس پيارن جي محبت ڇانيل آهي تنهن ڪري سندس ڪلام تصوف

(١) "اديب سنڌ" ماهوار، ماهہ مئي ١٩٤٢ع.
نوٽ: هن قطعہ تاريخ ۾ ساڳي مصرع مان وفات جو وقت، ڏينهن تاريخ مهينو ۽ سال ظاهر ٿئي ٿو.
(٢) "الحقيقت" هفتيوار ص ٤ تاريخ ٣٠ نومبر ١٩٤٠ع.

جو آئينو آهي. سنڌ جو ڪوبہ اهڙو غزلگو شاعر ڪين آهي جنهن پنهنجي غزلن ۾ تصوف کي ايتري قدر بيان ڪيو هجي، جيترو قادري ڪيو آهي. قادري وٽ مجاز گهٽ تصوف ئي تصوف آهي. هن جي ڪلام ۾ هڪ خاموشي سان وهندڙ نديءَ واري رواني آهي. هن جو اندازِ بيان صبح جي نون ڪرڻن وانگر دلفريب ۽ هن جي خيالن ۾ جادوءَ جهڙو گهرو اثر آهي. هن جي ٻوليءَ تي پارسي ۽ عربي لفظن جي گلڪاري آهي، ڪٿي ڪٿي اهي لفظ اڄ جي پڙهندڙن لاءِ مشڪل تي پون ٿا.

## ڪلام جو نمونو(۱)

ڪري ميخاني ڏي ساقي جي مسجد کان گذر پنهنجو،
ڇڏي مسجد ڪري زاهد پنهان ان جي سفر پنهنجو.

منهنجي دل تنهنجو گهر آهي، اچي رهہ گهر ۾ اي دلبر،
سوا تنهنجي ڪيو غم آهي تنهنجي گهر ۾ گهر پنهنجو.

سوادِ زلف مشڪين يار جي ڪئي طبع سودائي،
نصيحت واعظن جي ڇا ڪندي هاڻي اثر پنهنجو.

اچي جي باغ ۾ هو شمع رو گل کي ڇڏي بلبل،
رهي پروانو ٿي ان تي جلائي بال و پر پنهنجو.

سهي قامت، ڪبڪ رفتار، گلرو آيو گلشن ۾،
ڦڪو ٿيو گل ڏسي انکي نوايو سرو سر پنهنجو.

لکان جي حال دل، ڪاغذ سڙي ٿو آهہ سوزان سان،
پسي ڳوڙهن سان خط، جي ٿو لکان حالِ جگر پنهنجو.

ڪٿي تي ڪيئنڪي غم جي شبِ ديجور يا الله،
اکايو رات پردي ۾ الائي ڇو سحر پنهنجو.

خدا يا التجا آهي، ايها جو سيدالڪونين،
ڪري هن قادري کي ملتي روزِ حشر پنهنجو.

—

(۱) "ديوان قادري" ص ۱۱۳، ۱۸۴ ۽، قادريہ پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو ۱۹۳۹ع.

لڪائين مون کان ٿو رخسار هي ڇا،
رهين ٿو دل ۾ عنقاوار هي ڇا.

تنهنجي آئينو تسي مان حيران،
تون منهنجي عڪس کان بيزار هي ڇا.

رهين مخفي ٿو تون نفسن ۾ ليڪن،
ڏسان جاڏي ته تون نروار هي ڇا.

مڙهي مسجد ۽ ديول بتڪدهه ۾،
ڏٺم جلوو رخ دلدار هي ڇا.

چري هڪ پن نٿو حڪم خدا ري،
چون آهي بشر مختار هي ڇا.

مروت ۽ وفا جو هن جهان ۾،
نه ڏسجي ٿو ڪو هڪ آثار هي ڇا.

اتي خلوت ۾ بي غم قادري هو،
ڪنياڻين هت غمن جو بار هي ڇا.

—

## مرزا قربان علي بيگ "قربان"

### (۱۸۷۲ع — ۱۲ مئي ۱۹۳۲)

مرزا قربان علي بيگ ولد مرزا قاسم علي بيگ، تخلص "قربان" حيدرآباد جي محلي ٽنڊو آغا ۾ تولد ٿيو. هن پنهنجي ڏاڏي آخوند علي محمد جي مدرسي مان عربي، پارسي، سنڌي ۽ اردو جي تعليم حاصل ڪئي. شاعري ۾ مولوي سيد ابوالقاسم لکنوي، جنهن کي مير حسن علي خان ٽالپر گهرايو هو ۽ مرزا فتح علي بيگ کيس ٽنڊي آغا جي امام بارگاه ۾ اچي رهايو هو، جي شاگردي ۽ پنهنجي والد کان فيض حاصل ڪيو.

"قربان" شروع ۾ روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪئي پر مير نور محمد خان ۽ مرزا بديل بيگ جي اسرار تي اها نوڪري ڇڏي اچي مير صاحب جو

منشي ٿيو هو. ڪتابت، خطاطي ۽ نقش‌نگاري جي فن ۾ نهايت ماهر هو. مرزا پيل بيگ ۽ مير نورمحمد جي لئبرري جا ڪيترا ڪتاب سندس هٿ جا لکيل آهن.

"قربان" کي سير و سياحت جو به شوق هو، عراق ۽ ايران ۾ ڪيترن زيارتن کان مشرف ٿيو هو. مرزا حسن‌علي جي جنازي سان ڪربلاي معلي ويو هو، ١٩١٨ع ۾ جڏهن مرزا پيل‌بيگ جي جنازي کي مير نورمحمد ڪربلاي معلي کڻائي ويو هو تڏهن به مرزا صاحب ساڻن گڏ هو ۽ اهو سفر نامو نثر ۾ لکيو هئائين (١).

قربان مرثيه، مناجاتون، مناقب، نعتون ۽ غزل لکيا آهن، هن کي شاعري تي وڏي دسترس هئي، مير علي‌نواز "ناز" جي ڪلام جي به اصلاح ڪندو هو (٢). هن جي غزلن ۾ رواني، زبان جي صفائي، انداز بيان ۽ خيالن جي رنگيني سڀ مان ٿا. هو پراڻي خيال کي به نئين انداز ۽ نئين ڍنگ سان پيش ڪري ٿو تنهن ڪري اهو پراڻو خيال به پسنديده ٿيو پوي.

## ڪلام جو نمونو(٣)

اگر مهربان جانِ جانان تي وڃي،
ته سامانِ راحت عيان تي وڃي.

ڪيم هنجي لبهائي شيرين جي وصف،
پلا چو نه شيرين زبان ٿي وڃي.

ڪيم هن ڪري وصل جي لئه نه ضد،
خفا منهنجو دلبر متان تي وڃي.

يقين آهه پنهنجي نه هندو قدم،
سرِ عام جي امتحان تي وڃي.

---

(١) نئين زندگي، ساهوار ص ٢٩، نومبر ١٩٦٨ع، علي‌احمد قاضي، ڊاڪٽر مضمون "مرزا قربان‌علي بيگ قربان".
(٢) نبي‌بخش بلوچ ڊاڪٽر، سنڌ ۾ اردو شاعري" ص ٢٥٢، ڇاپو پهريون.
(٣) "ڪليات قربان" قلمي ملڪيت مرزا عباس‌علي بيگ، حيدرآباد.

ڏسي رخ تي زلفِ پريشانِ يار،
نہ ڇو قلب منهنجو تپان تي وڃي.

هي پيغام منهنجو ڪو هنکي ڏئي،
تہ قربان ڇوي ٿو هتان ٿي وڃي.

—

يارجي هن ڪج ادائي کي ڏسي،
دل تي نالان بيوفائي کي ڏسي.

سر جهڪايو شرم کان اچ شاخِ گل
يار جي نازڪ ڪرائي کي ڏسي.

فڪر منهنجو ڪجهہ وڃي ٿيندو رسا،
هنجي زلفن جي رسائي کي ڏسي.

بحر ۾ ٿيو دستِ مرجان آب آب،
پنجہ دستِ حنائي کي ڏسي.

مان تہ چا آئينہ پڻ سڪتي ۾ آهہ،
هن جي عارض جي صفائي کي ڏسي.

مون ڇڏي قربان بتن سان دوستي،
بيوفائي ڪج ادائي کي ڏسي.

—

## محمدحيات شاهہ "حافظ"

[١٨٧٥ع - ٢٦ ڊسمبر ١٩٥٥ع]

سيد محمد حيات شاهہ ولد سيد عالم شاهہ ضلعي جهنگ پنجاب ۾ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو ڪجهہ وقت کان پوءِ تخت هزارا لڳ ڏاڏاڻي ڳوٺ سعيدپور ۾ وڃي رهيو. هن جي محبت پنهنجي ماسات سلطانہ بيگم سان هئي ۽ پنهي جو مڱڻو بہ ٿيل هو مگر قدرت سندن ميل منظور نہ هو سلطانہ بيگم جي شادي ٻي هنڌ ٿي وئي. ان صدمي پنهي سلطانہ بيگم ۽ حيات شاهہ کي جهوري رکيو. سلطانہ بيگم جلد وفات ڪري وئي ۽

حيات شاهه وطن جي وڻن کي الوداع چئي هندستان جي مختلف شهرن ۾ پنهنجي دل کي سڪون ڏيڻ خاطر ڦرندو رهيو. مارواڙ جي بانوترا ڳوٺ ۾ سخت بخار سبب اکين جو نور وڃائي ويٺو. ١٩١٠ع ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ کونڙي ۾ ميمڻ جي جامع مسجد ۾ اچي رهيو. ١٩١٣ع ۾ سندس واقفيت محمدموسيٰ "راز" ۽ عبدالله "خواب" جي والد علي بخش سان ٿي جيڪو کيس پاڻ سان حيدرآباد وٺي آيو ۽ پوءِ هو هميشه لاءِ حيدرآباد جو ٿي ويو. جنهن لاءِ چوي ٿو:

موڪي سر زمين سنڌ ۽ هند مان
وٺي سين ڪان حيدرآباد سنڌ.

هو هميشه چوندو هو ته منهنجو "اباڻو وطن پنجاب آهي ته منهنجو وطن سنڌ آهي".

حافظ حيات شاهه حيدرآباد جي مشاعرن خاص طرح سنڌي مسلم سوسائٽي جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو، بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي طرحن تي پنهنجا غزل موڪليندو هو. هڪ ڀيرا خليل ۽ واصف سان گڏجي ادبي ڪانفرنس ۾ به شرڪت ڪئي هئائين. سندس لکيل ڪتاب "داستانِ غم، وڇڙين جو ميلو ۽ ديوان حافظ شايع ٿي چڪا آهن.

حافظ حيات شاهه مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي مگر غزل سندس دلي جذبات جو آئينو آهي، هن کي جيڪو عشق جو صدمو رسيو هو تنهن هن جي اندر ۾ سوز ۽ گداز پيدا ڪري رڳن کي رباب بنائي ڇڏيو هو. هن جي غزل ۾ سادگي، صفائي ۽ سلاست آهي. جيتوڻيڪ هن جي مادري زبان ٻي هئي پر هنکي سنڌي زبان تي پورو عبور هو، هن سنڌي اصطلاح ۽ محاورا اهڙي چست نموني استعمال ڪيا آهن جو هن جو ڪلام پر لطف ٿي پيو آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

اسان جي خواب ۾ دلڙي ڪسي اشارن سان،
وڃي ٿو نيهن اڙايو پين پيارن سان.

(١) سيد حافظ، "ديوان حافظ" ص ١٠٧ ۽ ٢٩، آزاد بڪ ڊيپو حيدرآباد، ١٩٥٠ع

رڳي اڏي تي مٺو جو ڏجي نہ ڪاٽن پر،
ڪجي نہ چٽنگ جو سانگو ويھي لھارن سان.

جگر جو خون پيئڻ لئي ۽ خار کائڻ لئي،
لڳائي دوستي چاڙي مون گل عذارن سان.

بھار آئي چمن ۾ وري ٽڙيا گل ڦل،
ڪيو جگر مون رتو چاڪ خارخارن سان.

جو سور سيني ۾ سانڍي رکيم حياتيءَ ۾ ين،
مرڻ کان پوءِ سانڍس سو قبر وارن سان.

بس وقت پيري اي حافظ ھٽين پيو ھٽڙا،
اجايو نينھن اڙايو تو ھاءِ يارن سان.

---

دلبر جو منھنجي اچڻ ٿئي تہ وڏو بخت،
يا منھنجو سنڌس در تي وڃڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

يا زھر محبت سان مرڻ ٿئي تہ وڏو بخت،
يا قرب جي ڪاتي سان ڪسڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

ھٿ يار جي ھٿ ۾ ھجي سر موت جي سٽ ۾،
ھيءُ نينھن سندو ناز پسڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

ھڪ آھ مئي روح تہ روحن کي ملن ٿا،
پر جيئري انھي جڳ ۾ ماڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

جيئري سو ستمگر نہ ڪڏھن آيو پڇڻ لئي،
ڪانڌي جي مرڻ بعد سڄڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

حافظ ھي ويا ھند ۾ سٺ سال عمر جا،
ڪو دم جي مديني ۾ رھڻ ٿئي تہ وڏو بخت.

---

# مولوي حاجي احمد "ملاح"

## (١٨٧٧ع—١٩ جولائي ١٩٦٩ع)

مولوي احمد ولد ناگيو مـلاح، تخلص "احمد"، بدين تعلقي جـي ڳوٺ ڪنڍي ۾ ڄائو. سندس خاندان سان ڪو به پڙهيل ڪونه هو، پاڻ به سال چاريندو هو، قدرت ڪي هن ڪي علم سان مالا مال ڪرڻـو هو تنهن ڪري هن جي دل ۾ علم حاصل ڪرڻ جـو شوق پيدا ٿيو، پـاڻ چوي ٿو:

ڍور چاريندي اچي ويو اوچتو مون ڪي خيال،
علم ري انسان ڪي ڪجهه ناهي عزت احترام.

قرآن شريف ۽ نورنامي جي تعليم پهرين جي پرسان حاجـي عبدالله منڊري کان ورتائين. پـوءِ پـڳڙا ميمڻ تعلقـي بدين ۾ مولوي محمد هاشم ڪڇيءَ وٽ فارسي پڙهيو. عربي زبـان جي تعليم ڪيڻ، سجاول، رپ ۽ پين هنڌ حاصل ڪيائين. شاهه قادري جي درگاهه تي مولوي محمد اڪرم کان پڻ عربي ۾ فيض حاصل ڪيائين. آخـر ناگو شاهه نالـي مڪتب ۾ دستار بندي ڪيائين.

دستار بندي کان پوءِ ڪنڍي، گولي منڊي، لاڪـو پير، پهرين ۽ آخر بدين ۾ "مظهرالعلوم" مدرسي ۾ تعليم ڏيندو رهيو، ١٩٤٢ع ۾ اتي وهابي ۽ سني جماعتن جي وچ ۾ مباحثو ٿيو، تنهن ڪري درگاهه شاهه قادري جي سجاده نشين پير عالي شاهه کي مدرسي جون ڪنجيون ڏئي هليو ويو. غريب آباد (بدين) ۾ مدرسي جو بنياد رکيائين، جيڪو هاڻي مسلم اسڪول سڏجي ٿو.

مولوي احمد ملاح خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتـو، پنهنجن تحريرن، تقريرن ۽ شعرن وسيلي هڪ طوفان برپا ڪري ڇڏيائين جنهن جي نتيجي ۾ انگريز سرڪار ڪيس جيل ۾ بند رکيو. هـو بدين جـي سياسي، سماجي ۽ مذهبي سرگرمين ۾ به حصو وٺندو هو. لنواري واري حج خـلاف به هن وڏي جدوجهد ڪئي. بدعت پکيڙيندڙ ملن ۽ پيرن خلاف هن جو نالو تلوار ٻڌجي پيو.

مولوي صاحب ڪيترا ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ۽ ترجمو ڪيا آهن انهن مان ڪي هي آهن:

١- معرفت الله، ٢- گلزار احمد، ٣- گلشن احمد، ٤- نورالقرآن، ٥- هيڪڙائي حق، ٦- فتح لنواري، ٧- شرڪ ڇٽ، ٨- بياض احمد، ٩- قرآن شريف جو منظوم ترجمو، ١٠- ديوان احمد.

مولوي صاحب جي تصنيفن ۾ قرآن شريف جو منظوم ترجمو بيتن ۾ ٿيل آهي ۽ سنڌي ٻولي ۾ پنهنجو مثال پاڻ آهي.

مولوي احمد ملاح هڪ پُرگو فصيح شاعر هو. هن جي غزل جون خاص خوبيون سلاست ۽ رواني آهن. جيتوڻيڪ هو عربي ۽ فارسي جو عالم هو تاهم هن پنهي زبانن جي شاعري جو ايترو اثر نه ورتو آهي جيترو سندس دور جي ڪن ٻين شاعرن.

ڊاڪٽر غلام علي الانا سندس شاعري لاءِ چوي ٿو، "سندس سنڌي شاعري ٻوليءَ، لغت جي ڄاڻ ۽ ٻين انيڪ خوبين سان ڀريل آهي" (١).

## ڪلام جو نمونو(١)

حسن وارا ڪئين هزارين منجهه هنين تون هيڪڙو،
جاءِ بجاءِ گڏجاڻ، جاني، جين تون هيڪڙو.

ڪوهه ڄاڻان، آهه ڪهڙو، مون ڪميني جو قصور،
اگهه هنيون لائين هنين، اڄ هٿ ڏين تون هيڪڙو.

خلق خوشبو شهر ۾ مڻ ڪشوري جا ڪپائي،
وار ڇوڙي ولهه مٿي، واسي وين تون هيڪڙو.

گلِ گهر، سچ چنڊ تارا، منجهه هرڻ، حورون پريون،
سي مڙئي متصد ٻين، مقصد سين تون هيڪڙو.

---

(١) غلام علي الانا خواجه "لاڙ جي ادبيءَ ثقافتي تاريخ"، ص ٣٢٣، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ١٩٧٧ع.

(١) احمد ملاح مولوي "ديوان احمد" ص ٢٦٠ ۽ ١٠٢، حيدري پرنٽنگ پريس حيدرآباد، ١٩٧٤ع.

خلق منهنجي خون پنيان، خان خطرو جان ناهه،
راڄ ساري کي رسان، جي رس ڏيين تون هيڪڙو.

ڪيئن اکيون اوري ڪڻن، "احمد" نه اک ان ڏي کڻي،
پر نهارڻ سان نهوڙيو، دل نيين تون هيڪڙو.

—

تون وسارين، مر وسارين، آئون وساريان ڪنهن طرح،
تون نه سارين، ور نه سارين، آئون نه ساريان ڪنهن طرح.

اک کڻي هن حسن ڏي، جنهن جو هنيون هٿ ۾ هجي،
دل نهارڻ سان نهوڙيو نسي نهاريون ڪنهن طرح.

منهن اونداري، منهن ڏيکاري، دوست ڏونرو ڏينهن ڪيو،
شهرواسيو، شمس راسيو، شمع ٻاريان ڪنهن طرح.

دل ڦري وئين دوست دلبر، درد دل جو دل اندر،
تو پري پارن تي پاڙي ۾، پوڪاريان ڪنهن طرح.

تو سنواربا وار، دل ويئي ورن وچ ۾ اچي،
دل ويل وارڻ گهران، پر وار واريان ڪنهن طرح.

هو اٿهه ڏسيو آها ها، عقل "احمد" کي چڏي،
پاڻ سنهنين صورتن سامهون سڏاريان ڪنهن طرح.

—

# فتح محمد سيوهاڻي "حڪيم"

## (١٨٨٣ع — ١٣ ڊسمبر ١٩٤٢ع)

فتح محمد ولد غلام محي الدين، تخلص پهريان صغير ۽ پوءِ حڪيم. تيرهين صدي هجري جي شروعات ۾ سيوهڻ ۾ تولد ٿيو. مٿس سندس ڏاڏي جو نالو رکيو ويو هو تنهن ڪري هن پنهنجو تخلص "صغير" اختيار ڪيو. هو پنهنجي ڏاڏي کي فتح محمد ڪبير ڪوٺيندو هو. والد جي وفات کانپوءِ هن جي پرورش سندس وڏي ڀاءُ خليفي محمد زمان ڪئي.

حڪيم جي شروعاتي تعليم سندس والد وٽ ٿي، ان کان پوءِ تعليم مولوي محمد عمر چنه، مولوي عطاءُالله ڳوٺ فيروز شاهه واري، مولوي عبدالرؤف بختيارپوري، مولوي محمد صديق سيتائي کان حاصل ڪئي ۽ جنهن جي فيض نظر سان ١٩٠٣ع ۾ سندس دستار بندي ٿي. فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ سيوهڻ ۾ مسجد شاهه صدر ۾ مدرسو کولايائين مگر جلد ئي سيد الهندي شاهه درپيلي واري ڪيس مدرسه نوشهروفيروز ۾ پارسي جو معلم ڪري رکيو. ڪجهه وقت سنڌ مدرسه ڪراچي ۾ پڻ پارسي ۽ عربي جو معلم مقرر ٿيو. جنهن وقت ڪراچي ۾ وڏي پليگ پئي هئي تڏهن ڪراچي ڇڏي ڳوٺ هليو ويو ۽ وري سنڌ مدرسه ۾ نوڪري نه ڪيائين.

حڪيم ١٩١٠ع ڌاري ڪراچي ۾ مستقل طور اچي مقيم ٿيو ۽ پنهنجو دواخانو ڪچهري روڊ تي پاڪستان چوڪ جي سامهون کوليائين. هن طب سان گڏ سياسي، قومي، مذهبي ۽ ادبي تحريڪن ۾ سرگرم حصو ورتو. جي- ايم سيد لکي ٿو، "جڏهن آءٌ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ ۾ وائيس پريزيڊنٽ ٿيس، تڏهن حڪيم صاحب جو مطب سياسي ڪارڪنن جي ملڻ لاءِ چڻ ته مرڪز هوندو هو. انڪري اڪثر وٽس پيو ايندو ويندو هوس. ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچي جي پريزيڊنٽ چونڊجڻ وقت مولوي صاحب منهنجي چڱي مدد ڪئي. شيخ عبدالمجيد کي ضلعي ڪراچي مان بمبئي ڪائونسل ۾ چونڊائڻ ۾ حڪيم صاحب چڱو بهرو ورتو"(١). سياست ۾ هندستان جي آزاديءَ جو حامي ۽ انگريزن جو سخت مخالف هو.

هو قوم پرست (Nationalist) هو تنهن ڪري هن جو ناتو ڪانگريس ۽ "جمعيت العلماء هند" سان هو ۽ جمعيت العلماء سنڌ جو سيڪريٽري هو. هن کي انگريزن جي هر شئي کان نفرت هئي. جسم تي به ديسي کاڌي جو ڪفن وٺي زمزم جي پاڻيءَ سان ڌوئي رکيو هئائين. سندس وصيت موجب انتقال بعد اهو ڪفن کيس ڏنو ويو(٢).

حڪيم خلافت تحريڪ ۾ به باڪل گهڻو بهرو ورتو هو جڏهن مولانا محمدعلي ڪراچي ۾ آيو هو ته ان اڳيان سپاسنامه پڙهڻ جو شرف

(١) جي- ايم سيد "جنب گذاريم جن سين" ص ١٧٩، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٧ع.
(٢) محمد علي دائود پوٽه " ادبي ثقافتي تاريخ ضلع دادو" (قلمي)، ص ٣٩٩، سنڌيالاجي مونوگراف" ١٩٦١ع.

ڪيس ئي حاصل ٿيو هو. هو ڪيترن سالن تائين ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر رهيو ۽ لياري جي پڇتي پيل ماڻهن جي بهتري لاءِ گهڻو ڪم ڪندو رهيو، هن ڪي پنهنجي ماتريــوسي سنڌ سان اٿاهه محبت هئي. سندس نظر ۾ ساري دنيا پنهنجين خوبين ۽ خوبصورتين سميت سموهجي اچي سنڌ ۾ سمائي آهي (١). جتي هو قوم پرست هو اتي هن جي دل ۾ ديني جذبو ۽ مذهبي محبت به بي انتها هئي، هو ڪراچي جــي مشهور ديني اداري "مظهرالعلوم" ڪــڏي جــو ناظم هــو ۽ يتيم خانــي حاجي عبدالله هارون جي سنڀال به اوائل ۾ سندس حوالي هئي. هن مدرسي جون مذهبي خدمتون سونن اکرن ۾ لکڻ جهڙيون آهن.

حڪيم جو نالو سنڌ جي نامور صحافين ۾ شمار ٿئي ٿو. هو جڏهن مدرسه مظهرالعلوم جو ناظم هــو ته مٿين اداري جــي زير سايه "الجامعه" رسالو (١٩٢٥ع) ۾ ڪيڍيائين ۽ سندس سرپرستي هيٺ مخدوم محمد صــالح پٽي هــالائــي ڪراچــي مــان " الاسلام" رسالــو ڪيڍيو(٢). ١٩٣٦ع ۾ جمعيت العلماءِ سنڌ جي سرپرستي هيٺ هفتيوار اخبار "اصــلاح" ڪيڍيائين جا نومبر ١٩٣٩ع تائين پاڻ هلايائين، پوءِ پير الاهي بخش کي ڏئي ڇڏيائين.

حڪيم نثر توڙي نظم جو شاهه هــو. هن جــو نظم ۾ صرف هڪ ڪتاب "بهار اخلاق" شايع ٿيل آهي، جنهن ۾ سندس چونڊ قومــي نظم، غزل ۽ فلسفيانه فرد ( اڪيلا بيت) شايع ٿيل آهن. ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽه سندس فردن بابت لکي ٿو، "پارسي ادب ۾ صائب ۽ ناظم هروي شاعرن فردن جي شڪل ۾ ڪيترا پهاڪا لکيا آهــن، جن ۾ حسن تعليل سمايل آهي. حڪيم صاحب جن شايد پهريان ئي شخص هئا جن سنڌي شعرن کي فردن سان سينگاريو آهي"(٣). باقــي سندن گهڻو ڪلام قلمي صورت ۾ آهي. نثر ۾ سندن گهڻائي ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن مان هي مشهور آهن:

---

(١) علي محمد راشدي "اهي ڏينهن اهي شينهن" پاڱو پهريون، ص ٣٢١، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٨٠ع.

(٢) نئين زندگي ماهوار ص ٤٥، ماه ڊسمبر ١٩٥٧ع، مير شفيع محمد علوي مضمون "مرحوم علامه حڪيم فتح محمد سيوهاڻي".

(٣) نئين زندگي ماهوار، ص٩، ماهه ڊسمبر ١٩٥٦ع، ڊاڪٽر دائود پوٽه مضمون "حڪيم فتح محمد".

١- حياتالنبي، ٢- فتح محمدي، ٣- اخلاق محمدي، ٤- احوال لعل شهباز قلندر، ٥- تنويرالايمان، ٦- ڪمال ۽ زوال، ٧- ميرن جي صاحبي، ٨- ابوالفضل ۽ فيضي، ٩- آفتاب ادب. پاڻ پنهنجي سوانح لکيائين پئي پر اها نا مڪمل رهجي وئي.

حڪيم صاحب جهڙو هو طبيب، تهڙو سياستدان، جهڙو هو اديب تهڙو هو شاعر. پنهنجي شاعري شروع ڪرڻ بابت لکي ٿو، ”جامع تعليلات پڙهڻ وقت هڪ رات خواب ۾ ڏٺم ته حضرت قلندر شهباز رحمتالله جي سالانه عرس جو ميلو آهي ۽ منهنجي هٿ ۾ گلستان جو ڪتاب آهي ۽ ”جدال سعدي با مدعي در بيان تونگري و درويشي“ پڙهي رهيو آهيان. اتي مون کي ڪنهن مضمون سمجهڻ ۾ دقت محسوس ٿي؛ ڪنهن عالم جي ضرورت محسوس ڪيم؛ اجا انهيءَ شش و پنج ۾ هوس ته منهنجي نظر هڪ مسافر پيرمرد تي پئي؛ جو شڪل جو شڪيل ۽ بزرگ صفت انسان پئي لڳو. مون سندس آڏو گلستان جو اهو مشڪل مقام پيش ڪري حل طلبي ڪئي. مون کي فارسي زبان ۾ ان جو حل سمجهايائين. جڏهن نالو پڇيومانس ته جواب ۾ فرمايائين ”سعدي شيرازي هستم.“ آءٌ سندس هٿ چمڻ لڳس ته اک کلي پئي. اک کلڻ تي مون تي هڪ عجيب قسم جي ڪيفيت طاري ٿي؛ صبح جو بي اختيار مناجات جا اٺ ڏهه شعر زبان تي جاري ٿي ويم. انهن شعرن جي هڪڙي مصرع سنڌي ته ٻي فارسي ۾ هئي. منهنجي عجب جي حد نه رهي جڏهن ڏٺم ته طبيعت بيساخته شعر چوڻ ڏانهن مائل ٿيندي وئي ۽ روز ڪيترا في البديه شعر چوڻ لڳس“(١).

حڪيم صاحب جي تمام ننڍي عمر هئي جو هن شعر چوڻ شروع ڪيو ۽ سترهن ورهين جي عمر ۾ فارسي ديوان لکي پورو ڪيائين. شمس الدين بلبل سندس شعر ۽ عمر کي ڏسي کيس چيو هو، ”ميان تون ته سنڌ جو ڪو ننڍڙو فيضي آهين!“.

پنهنجي سوانح ۾ لکي ٿو ته ”سنڌن استاد مولوي محمد صديق کيس شاعري جي گهڻي مشق ڪرائي“. ان کان پوءِ شايد غلام محمد شاه ”گدا“ کي پنهنجو استاد ڪري ورتائين. سڪندر اعظم عباسي لکي ٿو،

(١) نئين زندگي ماهوار، ص٥، ماه جنوري ١٩٦١ع، حيات حڪيم (خودنوشت).

”شاعريءَ ۾ سندن استاد غلام محمد شاهه ”گدا“ حيدرآبادي هو“ (١). هو ننڍي عمر ۾ ئي وڏن شاعرن جي صف ۾ شمار ٿيڻ لڳو هو ۽ هن جو ڪلام اسدالله شاهه ”فدا“ جي ”بهارِ اخلاق“ ۽ ”مخلص“ جي ”تحفهٔ احباب“ جي طرحي مشاعرن ۾ شايع ٿيندو هو. جواني جي زماني ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ دلچسپي وٺندو هو. سنڌ سڌار سوسائٽي ڪراچي جو بنياد رکيو ڏنائين ۽ پاڻ ان جو صدر هو. سندس عربي ۽ فارسي ڪلام ڪابل ۽ مصر جي ادبي جريدن ۾ شايع ٿيندو هو(٢).

حڪيم جي جواني واري شعر تي مجاز غالب آهي، پر جڏهن هو وسي تحريڪن سان وابسته ٿي ويو ته سندس ڪلام تي به قوم پرستي جو رنگ غالب پئجي ويو. هن گل و بلبل جون ڳالهيون ڇڏي پنهنجي ڌرتي جي آزادي ۽ سجاڳيءَ جون ڳالهيون ڪيون. انگريزن کان نفرت ۽ پنهنجي وطن جي ننڍي توڙي وڏي شيءِ سان محبت جو پرچار ڪيو. شيخ محمد ابراهيم خليل سندس غزل لاءِ چوي ٿو، ”سندن رڳ رڳ حب وطن ۾ سرشار آهي ۽ طرح طرح سان انهي جذبي کي اظهار ڪيو اٿس، جو وطن دوستي سان لبريز نظر اچي ٿو“(٣). هن جي غزلن جي ٻولي سولي، انداز بيان سنئو ۽ پُر اثر ۽ خيال قوميت ۽ وطن پرستي ڏانهن مائل آهن.

حڪيم ماده تاريخ ڪڍڻ جو ماهر هو. هن سنڌ جي ڪيترن بزرگن جي وفات ۽ ڪتابن شايع ٿيڻ وغيره جا لاجواب تاريخي قطعا لکيا آهن ۽ پنهنجي وفات جو ماده تاريخ پڻ ڪڍيو هئائين.

هن کي ذيابيطس جي تڪليف هئي، آخر ۾ کيس هڏائين سلهه جو مرض ٿي پيو. مولوي عبدالڪريم چشتي بيان ٿو ڪري ته ”سندس وفات کان ڇاليهه ڏينهن اڳ ساڻس ملاقات ڪيم، ٻڌايائين ته پنهنجي وفات جي تاريخ ”مشتِ خاڪ“ مان ڪڍي اٿم. هو ١٣ ڊسمبر ١٩٤٢ع تي وفات ڪري ويو. سندس وفات جو مادو هن شعر مان نڪري ٿو:

---

(١) سڪندر اعظم عباسي، ”حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جون ادبي خدمتون“ قلمي، ص ٨٥، مونوگراف ١٩٦٤ع، سنڌيالاجي.

(٢) نياز حسين همايوني ”سنڌ جي طبي تاريخ“، ٻيو ڀاڱو، ص ٦٩٢، سنڌ سائنس سوسائٽي ڄامشورو.

(٣) ”نئين زندگي“ ماهوار، ص ٩، جنوري ١٩٥٨ع.

مشت خاکم بخاک پیوستم
"مشت خاک" سن سال رحلت من.

۱۳۶۱ھ

جمع خان غريب سندس وفات جي تاريخ هن مصرع مان ڪڍي آهي
بحر حقيقت جو ويو گوهر گران(۱).

۱۳۶۱ھ

## ڪلام جو نمونو(۲)

چا رکيو آهي ڪنهين جي منهن ۾، خط ۾، خال ۾،
فائدو ڪهڙو اجائي عشق جي احوال ۾.

لعل لب، رخسار گلاڙها، نرگس جهڙيون اکيون،
چو پئو تا اي سخندان ههڙي قيل و قال ۾.

عشق آهي سو سچو جو ذات انسان سان هجي،
چا رکيو آهي ٻئي ڪنهن حسن ۽ حال ۾.

عيد ڪهڙي عاجزن جي، هولي هيڻن جي ٿي چا،
چا مزو مزدور کي نوروز ۽ نالال ۾.

ڪجهه غريبن سان به گڏ رهه ۽ انهن سان ڪر رهاڻ،
چو وڃائين وقت پنهنجو ڏينس ۽ فٽ بال ۾.

ڳاءِ پيل قومي قصيدو، ڳاءِ پيل قومي غزل،
ڪهڙي لذت ڪنهن ٻئي آواز، سر ۽ تال ۾.

شعر تنهنجو آهه سادو، بي سوادو اي "حڪيم"،
تہ بہ منو موچارو بيشڪ، آهہ سو هرحال ۾.

---

(۱) "بياض غريب" قلمي، ملڪيت علي عمر مريد لاڪير ڳوٺ.
(۲) حڪيم فتح محمد سيوهاڻي "بهار اخلاق" ص ٦ ۽ ۲۲، ۱۹۳۸ع.

ڪي ٿين قربان پنهنجي يار تان،
يار جي رفتار ۽ گفتار تان.
جو غلامي کان ڪري انڪار ٿو،
گهوريان سؤ اقرار اُن انڪار تان.

جو مئي حب وطن پي مست ٿئي،
سؤ سياڻا صدقي اُن سرشار تان.

جو سرِ دار و رسن ٿي ملڪ لئہ،
سر ڪريان صدقي انهيءَ سردار تان.

گرم ٿي بازار سوديشي جي شال،
گهوريان يورپ کي ان بازار تان.

شعرسڀ عشقِ وطن ري اي حڪيم،
گهوري ڇڏجن تنهنجيءَهن اشعار تان.

---

# مولوي محمدعظيم "شيدا"

## [١٨٨٣ع- ]

مولوي محمدعظيم والد لعل بخش سولنگي تخلص 'شيدا' ڳوٺ ڳل پرڙو تعلقو وارهہ ضلعي لاڙڪاڻي جو رهندڙ آهي. سندس شمار سنڌ جي نالي وارن عالمن، مفتين ۽ مدرسن ۾ ٿئي ٿو.

عربي ۽ پارسي جي تعليم مولوي سيد عبدالعزيز مڪراني خاراني کان ۽ حديث جو علم پير جهنڊي واري مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. مولوي محمدحسن شاهہ وٽ ميان جي ڳوٺ ۾ فارغ التحصيل ٿي دستاربندي ڪيائين.

خلافت جي زماني ۾ مولوي صاحب نهايت سر جوشي سان ڪم ڪيو. هو جمعيت العلماءِ ضلع لاڙڪاڻي جو صدر ۽ جمعيت العلماءِ هند جي ورڪنگ ڪميٽي جو ميمبر بہ رهيو (١).

---

(١) "مهراڻ" سہ ماهي، ص ٢٧٦، سال ١٩٦٩ع "شاعر نمبر".

شيدا لاڙڪاڻي ضلع جي مختلف ڳوٺن ۽ مدرسن ۾ تدريس جو ڪم ڪندو رهيو آهي جتي سٺ کن شاگرد سندس فيض سان فارغ التحصيل ٿي عالم، فاضل ۽ مدرس ٿي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ علم جي روشني پکيڙيندا رهيا آهن. کيس حڪمت سان به دلچسپي رهي آهي. هو ٻه ڀيرا حج ڪري آيو آهي، حضرت محمد صلعم جي سوانح تي هڪ ضخيم ڪتاب ”سيرت مصطفيٰ“ لکيو اٿائين جيڪو ادبي بورڊ ١٩٧٦ع ۾ شايع ڪيو آهي ان ڪتاب تي مرڪزي سرڪار طرفان کيس ١٩٨٠ع ۾ ڏهه هزار روپيه انعام مليو آهي.

مولوي ”شيدا“ کي جواني کان شاعري سان شوق رهيو آهي، هدايت علي نجفي سندس هم مڪتب ۽ دوست هو جنهن جي صحبت هن ۾ شاعري جو وڏو چاهه پيدا ٿيو. بزم مشاعري لاڙڪاڻي سان سندس شروع کان وٺي وابستگي رهي آهي. زيادهه تر غزل ۾ نغمه سرائي ڪئي اٿائين. سندس گهڻو ڪلام ضايع ٿي ويو آهي ڪجهه ڪلام قلمي صورت ۾ وٽس موجود آهي. شيدا جو غزل قديم رنگ جو آئينه دار آهي سندس غزل پارسي ترڪيبن ۽ بندشن سان سينگاريل آهي. سندس خيالن تي به پارسي جي استاد شاعرن جو عڪس نمايان آهي.

## ڪلام جو نمونو (١)

آهه سوزان سان چمن عالم برباد نه ڪر،
ڏس اي بلبل مونهنجي داهن جي روش ياد نه ڪر.

آهه سان پرزا ڪندس تنهنجي اڏائي ڇٽ کي،
منهنجي فرقت ۾ فلڪ تون پنهنجي دل شاد نه ڪر.

زلف خمدار کي کوليون تو ڦٽي هر هر ڏين،
مرغ قاتل لئي وري دام نئون ايجاد نه ڪر.

جي اچي رحم ته مل پنهنجي پرين ”شيدا“ سان،
ورنه بي رحم ٻڌي ان تي ڪو بغداد نه ڪر.

—

مونکي پير مغان گهرجي نڪو ابرار سان مطلب،
نه ساقي سان نه ساغر سان نڪي خمار سان مطلب.

(١) ”ديوان شيدا“ قامي ملڪيت مولوي محمد عظيم ”شيدا“ نصير آباد لاڙڪاڻو.

پراڻو پاپي آهيان، ميڪدهه جو، ڇا ڪندو واعظ،
نه مسجد سان، نه مندر سان نڪو احباز سان مطلب.

مڪي خاڪو لڳڻ ڪي مست تي در تنهنجي تي ويٺس،
شهنشاهي سان منهنجو ڇا نه شاهوڪار سان مطلب.

ٿيس سان محو جلوي ۾، نفي اثبات تي وڌي ڪم،
نڪا اقرار جي خواهش، نڪو انڪار سان مطلب.

—

# سويراج نرملداس "فاني"

## [٢٧ فيبروري ١٨٨٣ع - ١٥ مارچ ١٩٥٦ع]

ديوان سويراج پٽ ديوان نرملداس 'فاني' ٢٧ فيبروري ١٨٨٣ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس والد نرملداس صوفي منش ۽ روهڙي جي جهانشاهي درگاهه جو طالب هو. ديوان نرملداس سنڌي نثر جو وڏو ليکڪ هو. سنڌي ساهتيه سوسائٽي جي ٻربا ٽيڻ وقت کي رسالا پڻ لکيا هئائين. شعر جو کيس ڏاڍو شوق هوندو هو. سندس کي ٿورا شعر مليا آهن (١).

فاني کي صوفيانه جذبو، علم و ادب ۽ شعر و شاعري ورثي ۾ مليا هئا. هن تي پنهنجي والد جو گهڻو رنگ چڙهيل هو. ديوان سويراج پنهنجي پتا، ديوان نرملداس وانگر عربي، فارسي توڙي سنسڪرت جو ودوان هو (٢).

فاني کي شاعري جي قدرتي ذات مليل هئي جنهن ڪري نون ورهين جي ڄمار کان شعر چوندو هو. هن بمبئي يونيورسٽي جي ميٽرڪ امتحان ۾ پهريون نمبر حاصل ڪيو جنهن بعد سرڪاري نوڪري ۾ گهڙيو (٣). هو مختارڪار جي حيثيت سان، مختلف شهرن ۾ رهيو، ١٩٣٧ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

---

(١) ايس - ايس هنگوراڻي "سنڌو" ص ٣١، جون ١٩٤٢ع.
(٢) منگهارام ملڪاڻي، سنڌي نثر جي تاريخ، ص ٢٤٥، ڪونج پبليڪيشن، اپولو اسٽريٽ، بمبئي ١.
(٣) غلام محمد گرامي "وياسي وينجهار" ص ٤٢ سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد ١٩٧٧ع.

ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ فاني مجبور ٿي ڀارت هليو ويو، هن کي پنهنجي وطن ڇڏڻ جو ڏاڍو ڏک هو. هو ١٥ مارچ ١٩٥٦ع تي ڀارت ۾ گذاري ويو. فاني سنڌ جي هندو غزلگو شاعرن ۾ سٺو غزل چوندڙ شاعر هو. سندس ڪلام تي پارسي شاعري جو گهڻو رنگ چڙهيل هو. سندس ڪلام ۾ مجاز ۽ تصوف جي گڏيل چاش هئي. هو سنڌ جي مختلف بزم مشاعرن ۾ وڃي شريڪ ٿيندو هو يا شعر موڪليندو هو. ڀورين ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ پڻ سندس چيل غزل مليو ٿو. سندس ڪلام سنڌو ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيندو هو. سندس لکيل ڪتابن ۾ ”خيالي جهاڪا“، ”چت ڦلواڙي“ ”روحاني تجلا“ ”وڇار وکر“ ترجمه گلستان“ ”ڀهاڪا“ وغيره مشهور آهن.

## ڪلام جو نمونو

او دلڏتار جاني تنهنجي نظر نهوڙيسم،
تون چنڊ تنهنجو ثاني، ڪاٿي نه ديد جوڙيم.

نيچي نگاهه سان ٿي، ڪيڏو نه ڏانءُ ڀاريئه،
تون شوخ ٿئين تهان اڳ، سارو طبق نهوڙيم.

مک تو گلاب مڪڙي، مهتاب کان مٺو،
سڌ پڌ ڀليم سپائي، جان چاهه تنهنجي چوريم.

منهنجو بهار ساجن، اڄ ڪنهن خمار مستيو،
جوڀن رتين نگاهن، جهڪ مڪ جهڪوئي جهوڙيم.

شرميلي قدرت تنهنجي، جم ڳجهه ڪري ٿوپڌرو،
اک کڻ نه وهم اتري، ڇا ڇا خيال توريم.

ساجن اکنڊا اوتي، ڪا چاشني ڀيالي،
هڪڙي ڦڙي تان تنهن جي، فاني ٻي چاهه گهوريم (١).

—

(١) پيغام ماهوار ص ٣۴، ماهه مئي - جون ١٩٧٨ع، ڪراچي.

عشق بازار کلي، پر ڪو خريدار هجي،
سودو سر جو آهي هت، سر جو ڪو ڪيڏار هجي.

نہ ٿي آرام، نہ جيسين ٿئي عاشق معشوق،
ٻہ ٻيائيءَ ۾ لڇن، هڪ تہ مزيدار هجي.

شور دريا جو ويو، جان ٿيو ساگر ”سوهم“،
عاشق آنند ۾، جي محب ڳلي هار هجي.

مونکي مولا جو قسم، سحبان منو کي ٻہ نہ آهہ،
ٿيان پيرن جي پٽي، بخت جي بيدار هجي.

خوب خلوت جو مزو، جنهن ۾ صنم ساڻ وصال،
لوڪ پرلوڪ جي ڳڻتيءَ جو نہ ڪو بار هجي.

حسن جهڙي نہ ٻي خوراڪ اکين لئي فاني،
مرحبا مرحبا اک، حسن جو جنهن جار هجي(١).

---

# مرزا مددعلي بيگ ”مدد“

## [١٨٨٣ع - ١٦ مئي ١٩٣٠ع]

مرزا مددعلي بيگ ولد مرزا نورمحمد بيگ تخلص ’مدد‘ جو حيدرآباد جي ٽنڊي آغا ۾ تولد ٿيو. هن ڪي سنڌي ۽ انگريزي جي تعليم ڏني وئي ۽ هن فارسي ۽ اردو ۾ بہ مهارت حاصل ڪئي.

مرزا صاحب هندوستان ۽ ايران جي ڪيترن شهرن جو سير ڪري آيو هو. هن ١٩٢١ع ۾ ”صراط المستقيم“ نالي سان ماهوار رسالو شروع ڪيو هو، جنهن ۾ جعفري عقيدي مطابق تبليغ هئي.

مدد جي گهراڻي ۾ شاعري جو گهڻو رواج هو، تنهن جو اثر هن تي بہ پيو ۽ هن ننڍپڻ کان شاعري شروع ڪئي. هن جو ناتو لاڙڪاڻي جي بزم مشاعره سان هو هن جا ڪيترائي غزل ”گلدستہ سنڌ“ لاڙڪاڻہ ۾ ڇاپيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. حيدرآباد ۾ جيڪا بہ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي تنهن ۾ بہ هن شريڪ ٿي طرحي غزل پڙهيو هو. هن سنڌي ۽

---

(١) سنڌو، ص ١، جون ١٩٣٥ع.

اردو ۾ غزل ۽ مرثيه ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس وفات تي مرزا عليبخش "ڪوثر" مرثيو لکيو هو جنهن ۾ سندس وفات جي تاريخ هيٺين بيان ڪئي اٿائين.

سورهين مي اٺويهه سو ٽيهه سن عيسوي،
۾ ٿيو دارالبقا جانب روان.

اي زهي بخت رسائي مرزا،
ٿيو مدد جنهن جو علي در هر جهان.

جنت الماويٰ ۾ تنهن کي جاءِ ڪا،
مرحمت فرمايو مولي مهربان (١).

—

مدد سنڌيءَ ۾ ڪجهه ناول به لکيا هئا جن مان چين جو شهزادو (٢ جلد) عقل چرخ (٢ جلد) انارڪلي ۽ سيف الملوڪ شايع ٿيل آهن. اردو ۾ سندس سلامن جو مجموعو ١٩١٢ع ۾ شايع ٿيو هو.

مدد جي غزلن جي خوبي سندس انداز بيان آهي جيڪو شوخ به آهي ۽ دلفريب به هن جون تشبيهون رنگين ۽ وڻندڙ آهن هن جي خيالن ۾ پراڻي خمر وارو خمار آهي.

## ڪلام جو نمونو(٢)

بلبل کهي جو رت مٿي مالهي هنيون گلاب،
لٿي شاهدي شهيد جي ڳاڙهو ٿيو گلاب.

ان رشڪ گل کي باغ ۾ ايندو جڏهن ڏٺئين،
تعظيم لاءِ تا به زمين خم ٿيو گلاب.

پئي جو پريءَ جي عارض گلفام تي نظر،
پرمرده شرم کان ٿي زمين تي ڪريو گلاب.

---

(١) "بياض" ڪوثر قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد.
(٢) "بياض مدد" قلمي ملڪيت مرزا عباس علي بيگ حيدرآباد.

شبنم نہ آهہ گل تي هي ڳوڙها ٿيا يقين،
ان رشڪ گل جي هجر ۾ روئي پيو گلاب.

نازڪ ڪمر ٿي تنهن رگ گل کان نازنين،
پوءِ ڪنهن طرح سان آهہ تو سر تي رکيو گلاب.

تعريف تنهنجي رخ جي ڪري ڇا علي"مدد"،
ڏسنديئي جنهن ڪي منهنجا مٺا ٿي ويو گلاب.

---

بر دهن جنهن گهڙي دلدار جو نسالو پهتو،
ان سان گڏ دل کان وٺي لب تائين نالو پهتو.

مثل يعقوب ملي جان تن بيجان ڪيئي،
رشڪِ يوسف جو جڏهن مون کي دشالو پهتو.

دل متان نڪري اچي خيال سان ڇڪجان ظالم،
آهي مژگان جو دل تائين جو ڀالو پهتو.

سر ڪري پير اچج عاشقي جانباز هتي،
بارگہ حسن مان هي حڪم ترالو پهتو.

خاڪساري مان ٿئي هن اوج تي مٽي پهتي،
جو لبِ يار تئين آهہ پيالو پهتو.

الفتِ آلِ عبا سمجهہ نہ بيسود "مدد"،
تنهنجي همت خلد ملڻ جو هي قبالو پهتو.

---

## گل محمد مگسي "زيب"

### [١٨٨٣ع - ٧ جنوري ١٩٥٣ع]

سردار گل محمد ولد نواب قيصر خان مگسي تخلص 'زيب' باوچستان جي جهل اسٽيٽ جي والي جو وڏو فرزند هو. پنهنجي تولد جي تاريخ هيٺين قطع ۾ بيان ڪئي اٿس:

بپاس اول بعد از طلوع روز قمر،
بسال سیزدهہ صد و یک دوشنبہ، هجرت سرور.

١٣٠١ هہ

به ماهہ رمضان بتاریخ سیزدهہ از بطان،
ظهور یافتم از حکم خالق اکبر (١).

"زيب" جي تعليم پنهنجي وقت جي وڏي عالم، فاضل ۽ شاعر حضرت مولوي عبدالغفور همايوني "مفتون" جي درسگاهہ ۾ ٿي. مولوي همايوني جي صحبت هن ۾ فطرتي ۽ شاعري جو چاهہ پيدا ڪري ڇڏيو ۽ هو اتان عربي ۽ پارسي جو وڏو عالم ٿي نڪتو.

"زيب" جو لاڙو شروع کان وٺي علم و ادب ڏانهن زيادهہ هو ۽ هن جي طبع ۾ اهو نوابي نمونو ڪين هو جيڪو ان وقت جي سردارن لاءِ ضروري هو تنهن ڪري هن جي خلاف سازشون ڪري هن کي ١٩٣٣ع ۾ تمن جي سرداري کان دست بردار ڪيو ويو ۽ هو دل برداشتہ ٿي جهل کي الوداع چئي لاڙڪاڻي ضلعي جي شهدادڪوٽ شهر ۾ اچي مقيم ٿيو.

نوابي کي خيرباد چوڻ کان پوءِ هن پنهنجو سمورو توجهہ علم و ادب ۽ شعر و شاعري ڏانهن ڏنو. فارسي، سنڌي ۽ اردو شاعري جي خدمت ڪندي هن هميشہ واري حياتي حاصل ڪري ورتي.

هن جو ڪلام زيادهہ تر پارسي ۾ آهي سندس پارسي شاعري جا ڇاپيل ڪتاب "پنج گلدستہ زيب" ۽ "مخمسات زيب" بلند پايہ ڪتاب تسليم ڪيا ويا آهن.

مولوي محمددين حضداري "مريض" زيب جي وفات تي جيڪو مرثيو لکيو آهي ان ۾ سندس شاعري جي هنن لفظن ۾ تعريف ڪئي آهي:

مادر گيتي نہ دارد زيـر چرخ چنبري،
در بلوچان شاعري با "زيب" دارد همسري (٢).

---

(١) 'پنج گلدستہ زيب' گل‌محمد زيب ص ١٧٥، منشي نولڪشور لکنو ١٩٣٦ع.
(٢) 'مهراڻ' سہ ماهي ص ٢٤٤، نمبر ٣-٤ سال ١٩٦٠ع.

"زيب" کي سنڌي شاعري خاص طرح غزل سان ڏاڍي دلچسپي هوندي هئي. هن جي وابستگي بزم مشاعره لاڙڪاڻه، بزم صوفي ميهڙ، بزم مشاعره ناري شريف ۽ ٻين سنڌ جي بزم مشاعرن سان هئي. پاڻ ڪڏهن به مشاعرن ۾ شريڪ نه ٿيندو هو پر مشاعرن جي طرحن تي شعر لکي موڪليندو هو ۽ بزم مشاعرن جي مالي امداد ڪندو رهندو هو.

زيب جي آگر ۾ هڪ منڊي هوندي هئي جنهن تي هي اکر اڪريل هوندا هئا.

"عالم تمام باغ درو گل‌محمد است" (١).

"زيب" جهڙن جهل مان نڪتو ته مرندي دم تائين وري جهل واپس نه ويو. سندس وفات جي تاريخ سيد علي "نظامي" سيمابي هڪ اردو قطعه ۾ ڪڍي آهي جنهن جا ٻه شعر هي آهن:

هم جوارِ رحمتِ حق هو وه روح،
اطفيلِ حضرتِ عالم پناه.

بولا هاتف فکرِ سالِ مرگ پر،
شمع "زيب" شهرِ خموشان هے آه (٢).

١٩٥٣ع

"زيب" بلوچستان جي انهن بزرگ شاعرن مان آهي جن سنڌي غزل جي ميدان ۾ پنهنجي طبع‌آزمائي ڪئي آهي. "زيب" پارسي جو وڏو شاعر هو تنهن ڪري سندس سنڌي غزل تي پارسي خيالن جو گهڻو غلبو آهي. هن جي سنڌي غزل جي ٻولي جيتوڻيڪ پارسي‌آميز آهي تاهم ان جو لهجو ڪٿي ڪٿي باوچستاني محسوس ٿئي ٿو.

## ڪلام جو نمونو

پيغامِ دوست سان ڪليو آ عاشقن جو رنگ،
روزِ جهاد جهڙن ٿو ڪلي مومنن جو رنگ.

---

(١) حيات زيب قلمي عطامحمد مگسي ملڪيت اياز قادري، لاڙڪاڻه.
(٢) مهراڻ سه ماهي ص ٢٤٥، نمبر ٣-٤، سال ١٩٦٠ع.

ڪپڙن ۾ عطر مشڪي، آ ڪاڪل ڪي رنگ مشڪ
عينن پيچي چڙهيو آ غزالِ ختن جو رنگ.

نوروز جي نشاط ۾ رنگين شراب سان،
رنگِ حنا مثال ٿيو گلبدن جو رنگ.

روز وداعِ يار ويو رنگ هارجي،
بادِ خزان سان ناهه اڪوٽو چمن جو رنگ.

اهلِ ڪمال شال هجن زيب نوبنو،
اهل ڪمال سان ٿي وڌي ٿو وطن جو رنگ(۱).

—

مٺي رنگين آ دارون دلن جو درد هجران ۾،
اهو نسخو لڌو آهي ارسطو طب يونان ۾.

جنهين کي ورهه جي وحشت وٺي سي خوش رهن سچ ۾،
آهي بازار ۾ آهو کي غم، راحت بيابان ۾.

تبسم جي مهل موتي مثل جلوو ڏين دندان،
ڇپايو آهه ڪنهن استاد مرواريد مرجان ۾.

پئي آ هاڪ تنهنجي حسن جي محبوب ملڪن ۾
ختن ۾، چين ۾، غزني ۾، ڪابل ۾ بدخشان ۾.

پرين پرديس ۾ به ٿيو تصور تنهنجي صورت جو،
قفس ۾ دل کي وندرايان ٿو مان ياد گلستان ۾.

هجي تڪليف تو کي جي ته گهر امداد حيدر ڪان،
علي دارون آ دقت ۾، علي آ نوح طوفان ۾.

خزاني دل جي مان گوهر گهٽائي تو ڪيا پڌرا،
اجهاڻي زيب چئه، ريشم جو ڪونهي ڪال ملتان ۾(۲).

—

(۱) اديب سنڌ ماهوار ص ۱۶، مئي ۱۹۴۴ لاڙڪاڻه.
(۲) گلدسته سنڌ" ماهوار، ص ۲۸، ماه اپريل ۽ مئي ۱۹۲۶ ع، لاڙڪاڻه.

# لعلچند "مجروح"

## (١٨٨٤ع — ١٧، جولائي ١٩٤٢ع)

شيخ لعلچند عرف لعل محمد "مجروح" لاڙڪاڻي ضلعي جي مشهور سنجوڳي شيخن جي قبيلي مان هو. سندس وڏا اصل سبي جا رهندڙ هئا، جن مان ڪيترا مولوي محمد صديق شهدادڪوٽ جي ڪوشش سان مسلمان ٿيا، جن ۾ لعلچند جا والدين پڻ هئا(١). لعلچند جيتوڻيڪ مسلمان هو ۽ سندس مسلماني نالو لعل محمد هو، پر هو پاڻ کي لعلچند ئي سڏائيندو هو.

لعلچند ١٨٨٤ع ڌاري قنبر ۾ تولد ٿيو جتي پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ پرائمري استاد مقرر ٿيو. هن کي پارسي زبان ۽ طب سان گهڻي دلچسپي هئي، جنهن ڪري پنهي ۾ چڱي مهارت حاصل ڪيائين. هو پرائمري ماستري جي زماني ۾ ڇڄڙا، قنبر، مهي مڪول، ڪوٽي ڪلهوڙي وغيره ۾ استاد ٿي رهيو. آخر هيڊ ماستري جي عهدي تي رسي استعيفا ڏئي حڪمت جو ڪم ڪرڻ لڳو. آخري عمر ۾ شهدادڪوٽ ڪـي پنهنجو گهر بنائي اتي رهڻ لڳو.

لعلچند مجروح صحيح العقيده مسلمان ۽ صوفي هو. هو ميان سخي قبول محمد فاروقي درازي واري جو مريد هو ۽ کيس پنهنجي مرشد سان بي انتها محبت هئي، هن پنهنجي مرشد سان پنهنجي عقيدت جو ذڪر باربار پنهنجي غزلن ۾ ڪيو آهي.

سخي شاهه سهڻا سدائي سلامت،
هجين شال قائم ابد تا قيامت.

ڇئن ۽ پنجن جو رهي راز توتي،
ڪئي خاص جيلان نوازش نهايت(٢).

لعلچند مجروح جي دوستي ميان علي محمد قادري" ۽ ميان غلام سرور "فقير" سان نهايت گهري هئي، جيڪي پڻ ميان سخي قبول محمد جا

---

(١) مهرالله شيخ سيٺ شهدادڪوٽ جي روايت.
(٢) فهميده ناز مغل "لعلچند جي شاعري" ص٨، قلمي، سنڌالاجي مونو،١٩٧٤ع.

طالب ۽ لاڙڪاڻي شهر جا وڏا شاعر هئا. هو بزم مشاعره لاڙڪاڻه جو ١٩١٥ع کان نهايت ڪارائتو ميمبر هو(١).

"مجروح" پنهنجي نياڻي جي علاج لاءِ جهرڪن ڏانهن ويل هو جتان واپس ايندي ١٧ جولاءِ ١٩٤٢ع جمعي جي ڏينهن ريل ۾ دل ننڍڻ سبب اوچتو فوت ٿي ويو. ڪيس غريب الوطني جي حالت ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ ئي دفن ڪيو ويو(٢).

مجروح پرگو ۽ صاحبِ ديوان شاعر هو. سندس ديوان ۾ ڪيترا سو غزل آهن جن جي زبان سادي ۽ خيال تصوف ڏانهن مائل آهن.

## ڪلام جو نمونو(٣)

### غزل

١- پڌائج مان ته تنهنجي ڪاڪلِ شبگون کي چا سمجهان،
سيه بختي مان پنهنجي يا اها ڪاري بلا سمجهان.

٢- ڏنو جنهن وقت ٿي عاشق انهيءَ دم نيم بسمل ٿيو،
تنهنجي مژگان کي سوفار يا تيرِ قضا سمجهان.

٣- ڏسي اج عاجزي، دلبر ڪيو آغوش ۾ آهي،
خدا جي مهرباني ۽ صنم جي هي رضا سمجهان.

٤- ڏنم اج اوچتو سهڻو، مگر منهن جهٽ لڪائي ويو،
رسامو يار جو هي يا وري ناز و ادا سمجهان.

---

محبوب اج نوازيو سلطان چو نه ٿيندس،
سهڻي سڏي ويهاريو خندان چو نه ٿيندس.

پيمانه ۽ صراحي ساقي کڻي ته آيو،
ساغر پري پياريو مستان چو نه ٿيندس.

---

(١) "اديب سنڌ" ماهوار، ص ٣٩، ماه آگسٽ ١٩٤٢ع، لاڙڪاڻه.
(٢) ساگيو.
(٣) "ديوان مجروح" قلمي، ملڪيت غلام نبي شيخ لاڙڪاڻه.

طالب ۽ لاڙڪاڻي شهر جا وڏا شاعر هئا. هو بزم مشاعره لاڙڪاڻه جو ۱۹۱۵ع کان نهايت ڪارائتو ميمبر هو(۱).

"مجروح" پنهنجي نياڻي جي علاج لاءِ جهرڪن ڏانهن ويل هو جتان واپس ايندي ۱۷ جولاءِ ۱۹۴۲ع جمعي جي ڏينهن ريل ۾ دل ننڍڻ سبب اوچتو فوت ٿي ويو، ڪيس غريب الوطني جي حالت ۾ ڪوٽڙيءَ ۾ ئي دفن ڪيو ويو(۲).

مجروح پرگو ۽ صاحبِ ديوان شاعر هو. سندس ديوان ۾ ڪيترا سو غزل آهن جن جي زبان سادي ۽ خيال تصوف ڏانهن مائل آهن.

## ڪلام جو نمونو(۳)

### غزل

۱- ٻڌائيج مان ته تنهنجي ڪاڪلِ شبگون ڪي ڇا سمجهان،
سيه بختي مان پنهنجي يا اها ڪاري بلا سمجهان.

۲- ڏنو جنهن وقت ٿي عاشق انهيءَ دم نيم بسمل ٿيو،
تنهنجي مژگان ڪي سوفار يا تيرِ قضا سمجهان.

۳- ڏسي اڄ عاجزي، دلبر ڪيو آغوش ۾ آهي،
خدا جي مهرباني ۽ صنم جي هي رضا سمجهان.

۴- ڏنم اڄ اوچتو سهڻو، مگر منهن جهٽ لڪائي ويو،
رسامو يار جو هي يا وري ناز و ادا سمجهان.

—

محبوب اڄ نوازيو سلطان ڇو نه ٿيندس،
سهڻي سڏي ويهاريو خندان ڇو نه ٿيندس.

پيمانه ۽ صراحي ساقي کڻي ته آيو،
ساغر پري پياريو مستان ڇو نه ٿيندس.

---

(۱) "اديب سنڌ" ماهوار، ص ۳۹، ماه آگسٽ ۱۹۴۲ع، لاڙڪاڻه.
(۲) ساڳيو.
(۳) "ديوان مجروح" قلمي، ملڪيت غلام نبي شيخ لاڙڪاڻه.

وفات ڪئي ڏيڃي ۾ ٿي، ٿورن ڏينهن کانپوءِ سندس وصيت مطابق سندس ميت کي ڪربلا ۾ دفن ڪيو ويو. نجفي سندس وفات جي تاريخ شعر ۾ هيئن ڪئي آهي:

قل بفتنا وصول من فوته لنا،
بسنه يقال سرُ من خلوت القدم.(١)

١٩٣٥ع

"ناز" کي شعر و شاعري سان عشق هو، ڪيترا اردو ۽ سنڌي جا شاعر سندس مالي ۽ روحاني فيض کان بهره ور ٿيا. هن پارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ ڪلام چيو آهي. هن جي ڪتابن ۾ خلوتِ عشق، طوفانِ عشق، آتشِ عشق، عمر خيام جي رباعين جو ترجمو "ميڪده ناز" ڪافي مشهور آهن.

"ناز" غزلن کان زياده ڪافيون چيون آهن، مگر هنجون ڪافيون سچل سرمست جي ڪافين وانگر غزل جي دائري ۾ اچي وڃن ٿيون. اهي غزل جي جمله لوازمات جي ڪسوٽي تي پوريون آهن.

حاجي محمد حداد ناز جي شاعري تي لکندي چوي ٿو، "ناز مرحوم غزل ۾ سچل ۽ بيدل جو پيروڪار آهي، انهن بزرگن وانگر سندس غزل مسلسل آهن، انهن ۾ ڪيترين جاين تي ڪجهه عروضي نقص به نظر اچن ٿا جي هن زنده دل فقير بادشاهه جي شخصيت جي مدنظر نظرانداز ڪري سگهجن ٿا"(٢). بهرحال ناز جي غزلن ۾ رواني ۽ سادگي آهي.

## ڪلام جو نمونو(٣)

سوا دلبر جي اڄ يارو جدا جالڻ مون کي مشڪل،
فراقي تي قرائين پيو، جيئن باغن بنا بلبل.

---

(١) حاجي محمد حداد " رياست خيرپور جي ادبي تاريخ" قلمي، ص ٧٧، (مونوگراف) ١٩٥٩ع، سنڌالاجي.

(٢) علي نواز "طوفانِ عشق" ص ، ڪوه نور پرنٽنگ ورڪس ڪراچي، ١٩٣١ع.

(٣) علي نواز (مير) "طوفانِ عشق" ڪوه نور پرنٽنگ ورڪس ڪراچي، ١٩٣١ع.

چڙهيون فوجون جو دلبر جون، شڪار عاشقان دل تي،
ڪيليو هي جهنگ جهر سارو ڏسي هر رنگ جاگل گل.

هوڏهن ساغر صراحي سان، ڏسي ساقي ڪي آب خود،
پيارو جـــام الفت جو تـہ اچي آواز هـــي قلقل.

ڪندين ٻوءِ 'ناز' دلبر ڪان، رکي دل اچ ڪون پوءِ ڪاڏي،
کهڙي قيمت آ دلبر سان، ڏئي چڏ دل ڪي تون بي مل.

---

بلبل خزان ۾ خار خس ۽ آشيان نہ ڳـــول،
اجڙيل گلن جو تون ڪوئي پتو نشان نہ ڳول.

هن حسن چند روز تـي ايـڏو نہ ڪر غرور،
رهڻو سدا نہ آهي جتي تت مڪان نہ ڳول.

گردون جي دشمني، ڪيو پائمال آ مون ڪي،
هاڻي پراڻہ ڪينہ ڪي تون آسمان نہ ڳـــول.

فانــي فنا گـــذر ۾ ڪم ايندي هت وفـــا،
اي "ناز" راهِ عشق ۾ سود و زيان نہ ڳول.

---

# جمع خان "غريب"

## [ ١٥ جنوري ١٨٨٥ع ـــ ٧ آگسٽ ١٩٥٣ع]

جمع خان ولد ميان ستار ڏنہ پيرزادو تخلص "غريب"، مريدخان لاڪير جي ڳوٺ ضلع دادو ۾ تولد ٿيو. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري ماستر ٿيو. پنهنجي شوق سان پارسي ۽ عربي جو بہ ڪجهہ محاورو حاصل ڪيائين ۽ قاضي عبدالوهاب شڪارپوري ڪان طب جـي سند حاصل ڪيائين. هـو هڪ ڪامياب استاد هـو. ١٩٤٠ع ۾ پينشن تي اچـڻ ڪان پوءِ حڪمت ڪندو رهيو.

"غريب" کي شاعري جو شوق "بلبل" جي صحبت ۾ ٿيو. جڏهن ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ ويو ته محمد صديق "مسافر" ۽ "مخلص" کان به شعر ۾ اصلاح ورتائين. حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻي واري کي به پنهنجو استاد تسليم ڪندو هو.

۱۹۱۵ع ۾ جڏهن بزم مشاعره لاڙڪاڻه شروع ٿيو ته هي به اچي ان ۾ شامل ٿيو. وفات تائين بزم مشاعره سان پنهنجي دلچسپي قائم رکيائين. سندس ڪوشش سان ناري شريف ۽ ميهڙ ۾ مشاعره قائم ٿيا(۱). هو انجمن آفتاب ادب دادو جي بنياد وجهندڙن مان هڪ هو. بزم طالب المولى جو بنياد به سندس تجويز سان پيو. جمعيت الشعراء سنڌ جي سرگرم ڪارڪنن مان هڪ هيو.

هو اديب سنڌ لاڙڪاڻه جو اپريل ۱۹۴۱ع کان مئي ۱۹۴۵ع تائين ايڊيٽر رهيو. پر پوءِ حاجي محمود خادم سان ادبي اختلافن ڪري کيس ايڊيٽري ڇڏڻي پئي. سندن اختلاف ادبي جنگ جي صورت اختيار ڪئي ۽ به ادبي ٽريون ٿي پيون. خادم جي ٽر الحقيقت "هفتيوار" ۽ اديب سنڌ ۾ ۽ غريب جي مسلمان (هفتيوار) حيدرآباد ذريعي ڏي وٺ ڪندي هئي.

دادو ۾ جيڪي به ادبي ڪانفرنسون ڪوٺايون ويون هيون، انهن جي ڪاميابيءَ لاءِ هن وڏي محنت ڪئي هئي. آگسٽ ۱۹۵۲ع کان سيتا روڊ مان "طالب المولي" نالي رسالو ڪڍيائين، پر جلد ئي پاڻ وفات ڪري ويو. هو مارچ ۱۹۵۳ع ۾ بيمار ٿي پيو هو، کيس پنهنجي وفات جي پڪ ٿي وئي هئي پنهنجي وفات جو تاريخي مادو ڪڍي نوٽ بوڪ ۾ لکيو هئائين:

"با بقا جانِ غريب" ۱۳۷۲هه.

مولوي اديب فيروزشاهي سندس وفات جي قطعه تاريخ هيئن لکي آهي:

ز ذيقعده در روز بست و ششم،
بحق داد جان آن اديبِ غريب.

---

(۱) روايت سيد محمد تقي شاهه ناري شريف.

بهفتاد، دو بعد الف و سه صد،
بخلدِ برين شد قريبِ حبيب (١).

سندس وفات تي عبدالوهاب ناظم شڪارپوري قطعه تاريخ لکيو، جنهن جا ٻه شعر هي آهن:

هاءِ اڄ رحلت ڪري ويو شعر جو سلطان غريب،
ڏيئي ويو ساٿين سڀن کي سوز جو سامان غريب.

عيسوي هجري سنن جي لاءِ هيئن هاتف چيو،
فضل ربّي سان جمع خان هو، دهقان غريب(٢).

١٣٧٢هه ١٩٥٣ع

جمع خان غريب جو ضخيم ڪلام هو جو سندن پوين کان ضايع ٿي ويو آهي، سندس ٻه ڪتاب ڇاپيل آهن.

١- ”گل نوبهار“ (١٩٣٣ع) شايع ڪندڙ ويڙهومل ڪشنمل لاڙڪاڻه.
٢- ”رسومات ڏباهي“ (١٩٤٨ع) زير سايه انجمن آفتاب ادب، دادو.

”غريب“ هرڪنهن قسم جي شاعري ڪئي آهي. ”قطعه تاريخ جي فن ۾ غريب صاحب جو پايو بلند آهي. ڪيترا تاريخي مادا ڪڍيا اٿس، ۽ علمي ۽ فني طور نباهيا اٿس“(٣). ان هوندي به غريب جو عشق غزل سان هو. هن جي طرز قديم دور جي شاعرن واري هئي، ساڳيا خيال، ساڳيون تشبيهون ۽ استعارا، مگر سندس زبان پنهنجي دور جي ٻين شاعرن جي ڀيٽ ۾ سليس هئي.

## ڪلام جو نمونو(٤)

يا اِلاهي تا قيامت مان هجان دلبر سان گڏ،
سر سندم آغوش ۾ قاتل سندي خنجر سان گڏ.

مال هن وٽ حسن جو مون وٽ غريبت عشق جو،
ڇا نهي هي ٺاهه ٿو زردار جو بيزر سان گڏ.

---

(١) هي قطعه ’غريب‘ جي فرزند ڏانهن لکيل تعزيتي خط مان ورتو ويو آهي.
(٢) ”الرحيم“ سه ماهي، نمبر ٣، سال ١٩٦٦ع.
(٣) ”ويا سي وينجهار“ غلام محمد گرامي، ص ١٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.
(٤) ”بياض غريب“ قلمي، ملڪيت عمرعلي، مريد لاکير ڳوٺ.

دل ھجي آغوش دلبر سان ۽ يڪجا ھجون،
لب ھجي لب سان گڏ، سرچشم، چشم ۽ سرسان گڏ.

ڪُوھ قاتل ۾ مون ڏاھيو گھر ڪي پنھنجو قتل گاھ،
منھنجو ٿيو محبوب سان گھر، گھر سان گڏ، در سان گڏ.

تون غني ۽ پُرعطا برتر ۽ بھتر اي عجيب،
رھ غريب پر خطا ۽ بي نوا بدتر سان گڏ.

—

پيار مان پيار يار ساقي کو شوق وارو شراب خالص،
شر کي ازخود جدا ڪندس مان، فقط مان پيئندس آب خالص.

لھي ويو ضعف قلب جو ۽ جگر جو ٿيو دفع درد آھي،
ماڻيا جو مرجان، عقيق لال ۽ موتي شربت عناب خالص.

چون ٿا عالم ته عشق انڌو، وڌيڪ انڌي انھيءَ کان بک آھه،
ھجي ڪو ڏاول تميز ڏاري ته آھه ڇا ڇا خراب خالص.

اٿيئي ھائو، اٿيئي ھون ھون، اٿيئي آون آون،
جي آھه ھائو ته ڪر به ھائو، جي نه ته نه ڪر جواب خالص.

—

## جان محمد ”فدا“

### [٤، سيپٽمبر ١٨٨٥ع — ١٩٣١ع]

ميان جان محمد ولد ميان فيض محمد تخلص ’فدا‘ جو سلسلہ نسب ڇهين پيڙهيءَ ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي سان ملي ٿو. هو پورڙي جي ڳوٺ تعلقہ ڪڪڙ ضلع دادو ۾ تولد ٿيو. ابتدائي سنڌي ۽ پارسي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين، ١٩٠٠ع ۾ شڪارپور سينٽر مان فائينل جو امتحان پاس ڪري لاڙڪاڻي تعلقي ۾ ماستر ٿيو، ڪچي نوڪري سبب اها نوڪري ڇڏي ڪراچي ضلع ۾ ماستري ڪيائين، ١٩٠٦ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان ٽن سالن جو ڪورس ڪرڻ کان پوءِ ڪراچي ضلعي جي مختلف شهرن

۾ ماستر ٿي رهيو جتان بدلي ٿي راڏڻ ضلع لاڙڪاڻہ (ان وقت) ۾ آيو
ڪيس جوانيءَ ۾ ئي ٽيٻ دق جي بيماري ٿي پئي، ١٩٢١ع ۾ وفات ڪيائين
اهو رمضان جو مهينو هو.

فدا ڪيترين زبانون ڄاڻندو هو ۽ ڪيس مذهبي، علمي ۽ ادبي بحث
ڪرڻ جو شوق هوندو هو.

فدا صاحب ديوان شاعر آهي، نہ تہ سندس ديوان شايع ٿيل آهي جو
معلوم ٿيو آهي تہ سندس فرزندن ڪان هيٺ متي ٿي ويو آهي ۽ نہ ئي
سندس گهڻو ڪلام ڇاپيل آهي، پر جيڪو ڪلام مليو آهي، ان مان اندازو
لڳائي سگهجي ٿو تہ هو خوش گو غزل چوندڙ هو، هن جي غزل ۾ اهي
سڀ خوبيون موجود آهن جيڪي سٺي غزل ۾ هئڻ گهرجن.

## ڪلام جو نمونو (١)

جــــوابِ خط نہ لکيو يار شايد،
وساريو پنهنجو ان اقـرار شايد.

ڪيم انکي جو تاڪيدِ ملاقات،
انهيءَ تي بدگمان ٿيو يار شايد.

هتي اهڙو نہ هــو اهڙو ستمگر،
اتي ئي طرح ٿيو دلــدار شايد.

ڪري وعدو اچڻ جو ڪين آيو،
اچڻ دلبر ڪي ٿيو دشوار شايد.

نہ آ زندان ۾ اڄ سو شور ۽ غل،
جهان ڇڏيو سندءِ بيمار شـايد.

صبح لاڪر ڦري ٿي اک "فدا" جي،
پــري رخسار ايندو يـــار شايد.

---

(١) تحفئہ خيرپور ناٿن شاهہ ص ٧٠، قاضي پرنٽنگ پريس، دادو، ١٩٥٩ع.

ٿــي پرغم نرگس، بيمار جــي اک،
ڏنائين ڪنهن پري رخسار جي اک.

ڪٿي هن طرح وچ قاصد هي ڪــاغذ،
پوي ان تي نہ ڪنهن اغيار جي اک.

محبت جــو نہ وڻنـــدو مــور نالو،
ڏٺي جنهن عشق جي آزار جــي اک.

لڳي دائم رهـــي ٿـــي در ۾ تو لئہ،
سنڌہ هن زار دل افگار جـــي اکــ.

ڏٺو پورو "فدا" ســـو ڪين سپنو،
ڪلي وٺي طالب، بيـــمار جــي اک.

---

# غلام سرور "فقير"

## [١٠ جنوري ١٨٨٦ع - ٢٨، نومبر ١٩٣٢ع]

ميان غلام سرور ولد ميان نورمحمد قادري ذات جو چام هو تخلص شروع ۾ "حنيف" پوءِ پنهنجي خاندان جي نسبت سان جن ڪي عام طرح قادري فقير سڏيو ويندو آهي، پنهنجو تخلص "فقير" رکيائين. سندس ڏاڏو ميان محمدصالح ميان عبدالحق درازي جو مريد ۽ خليــفو هو ۽ هڪ سٺو شاعر هو سندس ڪافيون، مولود وغيرہ اڄ تائين مشهور آهن. سندس چاچو ميان غلام محمد "گدا" پڻ هڪ وڏو شاعر هو. ميان علي محمد قادري سندس پڦاٽ هو. لاڙڪاڻي ۾ هن خاندان شروع کان شعر و شاعري ۽ علم ادب جو ڏيو روشن ڪيو هو.

فقير پارسي شاعري جي ابتدائي تعليم پنهنجي چاچي ميان غلام محمد "گدا" کان ورتي. جنهن جي وفات کان پوءِ ميان علي محمد قادري سندس رهنمائي ڪئي. فقير جو والد ميان نورمحمد سهڻو خطاط ۽ خــوش نــويس ڪاتب هئو هن جا ڪيترا هٿ لکيل ڪتاب سندس خاندان ۾ محفوظ آهن.

فقير اچا ننڍيو ڏي هو جو سندس وڏو ڀاءُ ميان تراب علي عين جوانيءَ جي وقت وفات ڪري ويو، هو روينيو کاتي ۾ هيڊمنشي هو جنهن ڏينهن وفات ڪيائين ان وقت سندس مختارڪاري جو آرڊر اچي پهتو. ڀاءُ جي وفات کان پوءِ فقير تي گهر جو بار اچي پيو، سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري مدرسه هاءِ اسڪول ۾ پرائمري ماستر ٿيو ۽ جلد ئي ٽريننگ ڪاليج پڙهڻ لاءِ حيدرآباد ويو جتان ١٩٠٧ع ۾ ٽريننگ پوري ڪيائين ۽ ساڳي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر ٿيو. هو تعليم کاتي ۾ ترقي ڪندو اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل مقرر ٿيو.

فقير کي ننڍي عمر ۾ شاعري جو شوق هو. محمدهاشم مخلص ١٩٠٤ع ۾ تحفه احباب نالي رسالو ڪڍيو، ان جي ٽين پرچي ۾ هڪ طرحي مشاعره ”ٿي ڏسي مدت کان تنهنجو عارضِ پرنور شمع“ ۾ سندس غزل ماي ٿو، جنهن جو هڪ شعر هي آهي:

عاشق دلگير کي در کان ڪيو دلدار دور،
پتنگ کان پاسي رهڻ آهي ڪٿي دستور شمع.

ان وقت سندس عمر ارڙهن سال هئي ۽ ”حنيف“ تخلص هو. ميان علي‌محمد ”قادري“ سان گڏ فقير بہ بزم مشاعره لاڙڪاڻه جي باني مان هو. سندس مختلف شاعرن سان دوستانه تعلقات هن مشاعره کي زور وٺايو.

علامه آءِ. آءِ. قاضي ١٩٢٥ع ۾ جيڪا پوئٽري سوسائٽي قائم ڪئي هئي تنهن جي لاڙڪاڻي واري شاخ جو روحِ روان فقير هو.

١٩١٩ع ۾ آل انڊيا محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس خيرپورميرس جي موقعي تي منعقد ٿيل مشاعري ۾ قادري، فقير ۽ خادم بزم مشاعره لاڙڪاڻي طرفان شريڪ ٿيا هئا. فقير ان موقعي تي ”نالئہ عبرت“ جي عنوان سان هڪ زوردار نظم پڙهيو هو.

١٩٢١ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ جيڪا پهرين آل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي ان جي باني مان فقير هڪ هو، ١٩٢٥ع ۾ آل سنڌ محمدن ايڊيوڪيشنل ڪانفرنس جي موقعي تي حيدرآباد ۾ جيڪا ٻي ڪل ادبي ڪانفرنس ٿي هئي تنهن ۾ فقير طرحي غزل کان سواءِ ”نالئہ دل“

جي عنوان سان هڪ نظم پڙهيو هو جنهن ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙن کان بيحد داد حاصل ڪيو هو.

١٩٢٤ع ۾ "فقير" ڪربلا معليٰ ۽ مشهد مقدس جي زيارتن کان مشرف ٿيو هو.

١٩٢٢ع ۾ قادري ۽ فقير گڏجي لاڙڪاڻي ۾ قادريه پرنٽنگ پريس ۽ الحقيقت اخبار جاري ڪئي. اخبار تي ميان غلام عباس "جوش" جو نالو بطور ايڊيٽر لکيل هوندو هو پر ڪم سارو "فقير" سنڀاليندو هو. الحقيقت پنهنجي دور جي نهايت مقبول اخبار هئي جنهن سنڌي ادب خاطر عروضي شاعري ۽ غزل جي ترقي لاءِ سياسي، سماجي خدمتن سان گڏوگڏ ڪم ڪيو. عليمحمد راشدي لکي ٿو. "بطور ايڊيٽر جي نالو ڪنهن جو به هو، مگر اخبار جا ايڊيٽوريل مرحوم غلامسرور صاحب قادري لکندو هو. پاڻ سرڪاري ملازمت ۾ هو تنهن ڪري پنهنجي نالي ۾ مضمون ڪونه لکي ٿي سگهيو. مضمون پختا هوندا هئا پر طويل، زبان شاعرانه باڪ عاشقانه، اشارا ڪنايا، خفيف نوڪ جهوڪ ۽ علم مجلسي مان اردو پارسي، حتاڪ هر جملي جي ابتدا خواهه انتها ڪنهن نه ڪنهن شعر سان پئي ٿيندي هئي" (١). فقير پنهنجي اخبار نويسي جو ذڪر هيئن ٿو ڪري:

ناهه بيڪار فقير آهه گهڻن شغلن ۾،
شغل اشعار جدا، شغل آ اخبار جدا.

فقير کي نومبر ١٩٣٢ع ۾ سردي لڳي گهڻن ڪوشش جي باوجود ڪو فرق نه ٿيو، ٻه ٽي ڏينهن بيمار رهڻ کان پوءِ سندس روح جو پکي پرواز ڪري ويو. سندس وفات تي ڪيترن شاعرن مرثيه ۽ قطعه تاريخون لکيون جن مان ڪي هي آهن: ٢ جون ١٩٣٢ع تي بزم مشاعره لاڙڪاڻه طرفان طرح هئي:

"نه بعد مرگ ڪڏهن آيو منهنجي تربت تي"

هدايتعلي نجفي ان طرح تي جيڪو غزل لکيو هو ان ۾ "فقير" جي وفات جي تاريخ هيئن بيان ڪئي آهي:

(١) عليمحمد راشدي "اهي ڏينهن اهي شينهن" ص ١٨١، سنڌي ادبي بورڊ ١٩٦٦ع.

لڏي ويو مشفق غلام سرور هاءِ،
ڇڏي ويو بزم سخن غم ۾، پنهنجي رحلت تي.

سندس وفات جو سن پايهٔ فضيلت بود،
۱۳۵۱ھ
هجي مقيم الاهي بهشتي نعمت تي(۱).

سردار عبدالباقي سندس وفات تي پارسي ۾ مرثيو اکيو جنهن جو مطلع ۽ تاريخ وفات ۾ چوي ٿو:

اي اجل هيچ‌کس از چنگ تو آزاد نه شد،
خانهٔ نيست که از جور تو برباد نه شد.

بود از هفتد دوشنبه ز رجب بيست و هشت،
کرد رحلت ز عزيزان کسي شاد نه شد.

سنه سه صد و پنجاه و يک از هجرت بود،
سوئي فردوس برين شد غمش از ياد نه شد(۲).

ميان علي محمد قادري "تاريخ وفات مرحوم ميان غلام سرور متخلص به فقير" جي عنوان سان هيئن بيان ڪئي آهي:

خوش‌خوئي نيک انسان مرغوب زمانه    آن سرو باغ عرفان مرغوب زمانه
دردا غلام سرور داناء سخنور    افسوس شد ز دوران مرغوب‌زمانه
بلبل به آه و افغان ميگفت به بستان    اي واء رفت انسان مرغوب‌زمانه
آن صاحب فضيلت پرنور ز رحمت    رفت ازجهان برايمان مرغوب‌زمانه
آمد بسال وصلش آواز ز هاتف    اي قادري بديسان مرغوب‌زمانه

مرغوب زمانه
۱۳۵۱ھ

محمد هاشم مخلص فقير جي وفات تي هيٺيون پرسوز مرثيو لکيو هو:

---

(۱) هدايت علي نجفي "برهه جي بندي" قلمي، ص ۱۸۷، ملڪيت اظهر گيلاني گهوٽڪي.
(۲) "ڪليات باقي" قلمي ملڪيت سردار محمد اڪبر، ڪراچي.

پڙم يڪايڪ هي آهہ لاڙڪاڻي ڪان،
ستم هي ڪهڙو ٿيو اڄ تہ چرخِ اخضر جو.

ٿيو زمين ۾ غائب سو آفتابِ سخن،
زبون حال اسان جي ٿيو مقدر جو.

هئي جنهين جي ذات ڪان بزمِ شاعره روشن،
نشان ڏسجي نہ ڪو تنهن غلام سرور جو.

عجيب شعر سندس ۽ عجيب نڪتا هئا،
مزو مليو ٿي تنهين مان شهد شڪر جو.

هو دوستن جو دوست، يار يارن جو،
ملي مثال نہ ان مرد مهر پرور جو.

ڪيائين عمر سڄي صرف حبِ حيدر ۾،
هو مدح خوان سدا ان جي آلِ اطهر جو.

الاهي روزِ جزا ۾ بحرمت حسنين،
ٿئي او خادم مولا جي حوضِ ڪوثر جو.

سندس قبر تي سدا سايو پنجتن جو رهي،
اهو سوال ٿيو مخلص جي قلبِ مضطر جو(۱).

”فقير“ پنهنجي دور جو هڪ عظيم شاعر هو جنهن جو اظهار سندس وقت جا همعصر شاعر ۽ عالم ڪندا رهيا آهن. جهڙي ريت محمد هاشم مخلص جي مرثيه مان ظاهر ٿئي ٿو.

جڏهن الحقيقت اخبار جاري ٿي هئي تہ مرزا قليچ بيگ ان جي قطعہ تاريخ لکندي فقير ڪي هنن لفظن ۾ تحسين پيش ڪئي هئي:

الحقيقت جاري ٿي اخبار واهہ،
لاڙڪاڻي مان ۽ سڀڪنهن سا پڙهي.
ملڪ جو احوال سڀ معلوم ٿيو،
سنڌ ۾ هر طرح علميت وڌي.

---

(۱) ”الحقيقت“ هفتيوار لاڙڪاڻو، صفحہ پهريون، ۲۷ ڊسمبر ۱۹۳۲ع.

مهتمم ان جو مقرر ٿيو فقير،
آهي مشهور شاعر قادري.

عالم ۽ فاضل وڏو ٿيو سو جڏهن،
"فاضلِ اعظم" تڏهن تاريخ ٿي(١).

١٣٤٠هه

پير علي محمد راشدي "فقير" لاءِ لکي ٿو، "بطور شاعر نهايت پختہ گو تسليم ڪيو ويندو هو. مزاحيہ قصيدن ۽ اردو طرز جي پارسي آميز سنڌي غزلن لکڻ ۾ وڏو ملڪو حاصل هوندو هوس، مجلس جو مور هو، جت هوندو سندس شخصيت هرطرح پئي محسوس ٿيندي"(٢).

پير حسام الدين لکي ٿو، "نواز علي نياز کان سواءِ لاڙڪاڻي جي مشاعري جو پيو مکيہ شاعر ميان صاحب مرحوم هو. جنهن کي گهڻي ۾ گهڻو داد ملندو هو ۽ جيڪو سچ پچ تہ غزل بہ سهڻو ۽ سٺو چوندو هو"(٣).

ميمڻ عبدالمجيد پنهنجي مقالي "لاڙڪاڻي شهر جا شاعر" ۾ چوي ٿو، "سنڌ ۾ عروضي شاعري کي هن بزرگ جي هٿان وڏي ترقي حاصل ٿي. بزم مشاعره کي هن بزرگ ۽ سندس عزيز ميان علي محمد قادري رواج ڏنو"(٤).

حافظ محمد احسن چنا جو فقير بابت چوڻ آهي تہ، "بحر بيڪران هئا، عروضي فن ۾ ساڻن ڪو همسر نہ هوندو هو".

فقير جيتوڻيڪ ڪيترا سٺا نظم بہ لکيا آهن پر هو شاعر هو غزل جو، غزل هن جي دل ۽ دماغ تي ڇانيل هو. هن جي خيالن ۾ نہ صرف پوپٽ جي پرن وانگر رنگيني آهي پر هن جي خيالن ۾ بهار ۾ مختلف رنگن جي ٽڙندڙن گلن واري گهاٽائي بہ آهي. هي اهو شاعر آهي جنهن پنهنجي دور ۾ غزل ۾ وسعت پيدا ڪئي. سندس ڪلام ۾ شگفتگي، شوخي ۽ ڪشش آهي. سندس انداز دلفريب ۽ با اثر آهي. عبدالرزاق راز سندس غزل جو تجزيو هنن لفظن ۾ ڪيو آهي "فقير پنهنجي شاعري ۾ اهڙين حقيقتن

(١) قليچ بيگ مرزا "سوداءِ خام" حصہ دوم، قلمي، ملڪيت مرزا اسد بيگ.
(٢) اهي ڏينهن اهي شينهن، ص ٤٨٢.
(٣) حسام الدين راشدي "هو ڏوٿي هو ڏينهن"، ص ٨٩، ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.
(٤) نئين زندگي، ماهوار، ص ٣٨، سيپٽمبر ١٩٦٧ع.

جو اظهار ڪيو آهي جي ازلي ۽ ابدي آهن ۽ هرڪنهن انسان جي دل جي ترجماني ڪن ٿيون"(١)

## ڪلام جو نمونو(٢)

دلبر وفا نڀائي تو اقرار جي طرح،
اقرارِ وصل تو ڪري انڪار جي طرح.

ديدار تنهنجي لاءِ اي پرده نشين صنم،
وينس گهٽيءَ ۾ سايہ ديوار جي طرح.

داغِ فراق تنهنجي ڪان اي رشڪِ گلستان،
سينو ٿيو سندم آهي گلزار جي طرح.

جالدي بغل مان تون ته وئين منهنجو هوش پڻ،
تنهنجي پٺيءَ ويو تنهنجي رفتار جي طرح.

مرڪز منهنجي مراد جو گهر آهي يار جو،
چوطرف ان جي تو ڦران پرڪار جي طرح.

عالم ۾ عشق پنهنجو اي دل جمال خو،
ظاهر آ راز طره دستار جي طرح.

خوش خو وٺي تو سپ ڪي جيئن گل آ جنهن ۾ بو،
بدخو ڇپي تو دل جي اندر خار جي طرح.

ڪاڏي وڃي 'فقير' ڇڏي تو ڪي اي سڄڻ،
قدمن تنهنجن سان گڏ آهي پيزار جي طرح.

—

ڪئي مون بيوفا توسان وفا ڇا،
ڪيو مون سان تو جورو جفا ڇا؟

(١) عبدالرزاق 'راز' سنڌي غزل جو تجزيو، ص ١٢١، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ١٩٧٩ع.

(٢) "ديوان فقير" قلمي، ملڪيت ايازحسين قادري، لاڙڪاڻو.

مقابل چشم خوني جـــي ٽئين ٿي ،
تنهنجي پي آئـــي دل آهي قضا ڇا .

سيه زلفن جي چوٽي ڪـــي ڏسي دل،
ڇيو پالي آ هن ڪاري بلا ڇـــا .

رلن ٿـــا مڙهه ڳليءَ تنهنجيءَ ۾ ظالم،
گهٽي تنهنجي پي آهي ڪربلا ڇـــا.

پڇي لقمان کان جيڪر ها ڪوئي ،
مريضِ عشق آهـــي لا دوا ڇـــا .

خزان دامن ۾ گل جـــي آهه پنهان ،
ڏيکي گل تو ڏئي بـــوءِ وفا ڇـــا.

فقط دل قـطرهِ خـــون آهه هڪڙو ،
تنهين ۾ آ پريل حرص و هوا ڇـــا.

”فقير“ آخـــر ته ٿيندا پاڙهين ڪم،
نه آ پنهنجو علي مشڪل ڪشا ڇـــا.

—

# حافظ عبدالله ”بسمل“

## [١٨٨٦ع — ٢٠، آڪٽوبر ١٩٤٩ع](١)

حافظ عبدالله حافظ محمد يوسف تخلص ”بسمل“ ٺٽي جـــي مشهور علمي ۽ ادبي خاندان ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي پـــارسي تعليم پنهنجي والـــد کان ورتائين. اهوئي شاعري ۾ به سندس استاد هو. ٻوري عربي اسدالله ” فـــدا“

(١) نوٽ: اسدالله شاهه ’فدا‘ ”تذڪره شعراءِ ٺٽو“ ۽ محمدبخش جوهر ”ڪلام بسمل“ ۾ ’ بسمل ‘ جي وفـــات جو سال ١٩٥٠ع ڄاڻايـــو آهي ، ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل ۽ جمع خان غريب، ’بسمل‘ جي وفات تي جيڪي قطعه تاريخون لکيون آهن انهن مان سال ١٩٤٩ع ٿو نڪري. انهن قطعن تاريخن کي صحيح قبول ڪري سال ١٩٤٩ع وفات جو سال لکيو ويو آهي.

وٺ پڙهيو، پر والد جي وفات سبب تعليم کي ڇڏي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان ڪم ۾ ہانهن پيلي ٿي بيٺو. ٺٽو جي عالمن ۽ فاضلن جي آخري نشاني حافظ بسمل صاحب ئي هو(١).

"بسمل" ١٩٢٥ع ۾ حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪئي، جتان ڪجھ عرصي لاءِ واپس ٺٽو ويو جتي آغا حسن جان سرهندي جي مڪتب ۾ معلم ٿي رهيو.

١٩٤٦ع ۾ جڏهن مسلم ليگ جو اوج هو ۽ مسلمان "پاڪستان" قائم ڪرڻ لاءِ زور شور سان تحريڪ هلائي رهيا هئا، ان زماني ۾ عبدالشڪور منشي حيدرآباد مان هلال پاڪستان روزانه اخبار جاري ڪئي. هن "بسمل" کي اخبار جو خاص شاعر مقرر ڪيو، حافظ صاحب هلال پاڪستان ۾ رهي قومي شعرن سان سنڌ جي مسلمانن کي بيدار ڪري قوم جي صحيح معنيٰ ۾ خدمت انجام ڏني(٢). هلال پاڪستان کي ڇڏڻ کان پوءِ هو ڪڏهن محمد خان "غني" جي مسلمان پريس ۽ ڪڏهن محمد عثمان ڏيپلائي جي پريس اسلاميه، دارالاشاعت سان ڪنهن نه ڪنهن نموني وابسته رهيو.

بسمل جي پوري زندگي تنگدستي ۾ گذري، آخري ڏينهن به غربت ۾ گذاريائين، بيماريون ڪيس وڪوڙي ويون هيون، مگر هن وٽ پيسو نه هو جو پنهنجو علاج ڪرائي سگهي. هي سنڌ جو استاد شاعر انهيءَ حال ۾ ئي هن دنيا مان هليو ويو.

سندس وفات جي تاريخ خليل ۽ غريب هيئن بيان ڪئي آهي:

"وڏي گل ٿي شب ۾ اي شمع سخن" (١٩٤٩ع)(٣).

شيخ محمد ابراهيم "خليل"

---

(١) اسدالله ٺٽوائي، "تذڪره شعراءِ ٺٽو" ص ١٤١، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع.

(٢) محمدبخش جوهر "ڪلام بسمل" ص ٩، ايڇ احمد اينڊ برادرس حيدرآباد، ١٩٦٠ع.

(٣) "مهراڻ جا ماڻڪ" ص ٣٠، پاڪستان پبليڪيشن.

رنج ۽ ارمان سان هاتف سدا آهي ڪئي،
فڪر جي دل سان سندس مصرع سان ٿيو سن عيسوي،
"اڄ شهيد ناز بسمل خسته جان ويندو رهيو"(١).

١٩٤٩ع = ٢٠ + ١٩٢٩ع

بسمل ننڍي عمر کان شاعري شروع ڪئي هئي. سندس ڪلام ڪٿ مان نڪرندڙ رسالن "بهار اخلاق" ۽ "الاصلاح" ۾ شايع ٿيندو هو. هو حيدرآباد جي بزم مشاعرن ۾ سرگرم حصو وٺندو هئو، خاص طرح سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي جي مشاعرن ۾. مسلم ادبي سوسائٽي جي ٩ مئي ١٩٣٧ع واري مشاعري جي طرح هئي:

"الاهي آهه ۾ منهنجي اثر ڪر"

ان طرح تي بسمل جي غزل جا ڪجهه شعر آهن:

ستائڻ جي نه عادت فتنه گر ڪر،
نه هڪ پهلو مان ٻي پهلو ۾ گهر ڪر.

نه حاصل ٿيو ڪڏهن مقصد منجهان ماٺ،
الاهي آهه ۾ منهنجي اثر ڪر.

نظر ڪر، حسن صندل گون اچي پيو،
هلي بسمل علاج درد سر ڪر(٢).

بسمل هلال پاڪستان جي اداري ۾ شامل ٿيڻ کان پوءِ مسلم قومي شاعري طرف وڌيڪ توجهه ڏنو. پاڻ چوي ٿو:

خال خط جو مشغلو 'بسمل' جوانيءَ سان هو،
بند پيريءَ ۾ اها پنهنجي سخنداني ڪيم.

بسمل جو گهڻو ڪلام خاص طرح غزل گم ٿي ويا آهن پر جيڪي ٿورا غزل ملي سگهيا آهن، انهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته هن جا غزل پختا ۽ بلند خيال آهن، جن ۾ سلاست، رواني ۽ چست بندشون آهن. بسمل ٻي مثنويون لکيون هيون، جن مان مثنوي محمدي شايع ٿيل آهي باقي مثنوي سسئي پنهون ۽ مثنوي دودو چنيسر ڇپجي نه سگهيون آهن.

(١) "بياض غريب" قلمي، ماڪوٽ علي عمر، مريد لاکير ڳوٺ دادو.
(٢) "الحقيقت" هفتيوار، ١٥ مئي ١٩٣٧ع.

## ڪلام جو نمونو(۱)

آيو نہ ڪڏهن حرف شڪايت جو دهن ۾،
نڪتو جي اندر مان تہ ويو گهٽجي گهٽن ۾.

صياد منهنجو دام تہ گلچين تو چني گل،
بلبل لئي بهار آئي تي اڦتاد چمن ۾.

موٽي تو وڃي موت، رسي گر تو ستمگر،
تقدير بہ چيا آهہ تي قاتل جي هٿن ۾.

ڀاڳو ۾ جسي وينو تہ نهي درد تي وينو،
آئيو تہ آئيا سور نوان جان ۽ تن ۾.

مقتل ۾ بهار آهہ ذرا هل تہ ڏسي سير،
گل تنهنجي شهيدن جي ڪيا خون پٽن ۾.

اڻ چاڻ تي لاشي تي وٺي غير کي آيو،
بي رحم ستا سور تو جاڳائي ستن ۾،

ڪنهن شوخ جي اکين ڪان هي ماتام متو آهہ،
ساغر پيو ڦري خون جو اڄ بزم چمن ۾.

ديوانو ڪتان آيو ڪرڻ سمع خراشي،
”بسمل“ کي ڏجو داد نہ هن طرز سخن ۾.

—

ويو ڏجي رند مي آشام خدا خير ڪري،
دست ساقي مان ڪريو جام خدا خير ڪري.

مون کي بوسي جي طلب هن کي تقاضا سر جي،
ٿيو برو عشق جو انجام خدا خير ڪري.

رخ روشن تي ڦري ڪاڪل ڪارا آيا،
صبح سان ٿي تي عيان شام خدا خير ڪري.

---

(۱) اسدالله ڏکڙائي، ”تذڪره شعراء ڏکڙ، سنڌي ادبي بورڊ، ۱۹۵۹ع.

ٻلبلن شور وڌو، آهون مچايون ڦرين،
ڏو اچي باغ ۾ گلفام خدا خير ڪري.

عاشقو حشر مچي ويندو قيامت ڪان اگهي،
يار آيو به لب بام خدا خير ڪري.

—

## صفي الله "فدا"

### [١٨٨٧ع—١٩٦١ع]

صفي الله "فدا" شڪارپور جي مشهور بزرگ علوي خاندان مان هو. فدا ١٨٨٧ع ۾ تولد ٿيو. سندس والد جو نالو مير امين الله هو. خانداني روايت مطابق شروع ۾ عربي ۽ پارسي پڙهيو، جنهن کان پوءِ پنهنجي مامي محمد اسلم "اسلم" وٽ سنڌي پڙهيو ۽ سنڌي فائينل پاس ڪيائين. ٢٠ نومبر ١٩٠٩ع تي سنڌي ماستر ٿيو جتان هيڊ ماستري جي عهدي ڏان رٽائر ڪيائين. هو پرائمري ماستري جي زماني ۾ شڪارپور ۽ ان جي ويجهو شهرن ۾ ماستر رهيو.

محمد اسلم "اسلم" شڪارپوري خليفي قاسم جي دور جو شاعر هو. سندس صحبت "فدا" جو لاڙو به شاعري ڏانهن ڪري ڇڏيو. "فدا" صاحب ديوان شاعر آهي. سندس گهڻو ڪلام گم ٿي ويو آهي. باقي ڪلام سندس پوين وٽ محفوظ آهي، جنهن ۾ غزلن ۽ ڪافين جو چڱو ذخيرو آهي، انهن کان سواءِ ڏوهيڙا، مناقبا، مناجاتون ۽ قصيدا پڻ آهن.

"فدا" جا عشقيه ۽ مزاحي رنگ جا غزل ٿورا آهن. سندس ڪلام جو خاص موضوع عشق رسول آهي. حضور پرنور ﷺ سان ڏاڍي سڪ ۽ اڪير ظاهر ڪئي اٿس(١). پنهي جهانن جي سردار جي ثنا اهڙي انداز ۾ ڪئي اٿائين جو سندس ڪلام ۾ تغزل جو انداز پيدا ٿي ويو آهي.

---

(١) اسرار احمد علوي "مير"، "رتيءَ جي رهاڻ" ص٤٧، سنڌي ادبي سوسائٽي اسلاميه ڪاليج سکر، ١٩٧٢ع.

## ڪلام جو نمونو(٣)

سدا دل سڄڻ کسي سنڀاري سڙي ٿي،
برهہ باھہ پڙڪي بدن ۾ ٻري ٿي.

ٻري باھہ جاتي اچي سيڪ آنهين،
شمع جي مثل جان هردم ڳري ٿي.

ويو يار دلبر ڏئي رنج راڙو،
مدامي اندر مونجهہ ماندي مري ٿي.

اهلان اندر ۾ اٿن رات ڏينهان،
نمائي پڪارون پرين لئي ڪري ٿي.

وڇوڙي نهوڙي ڪيو حال هيٺو،
جدائي ڪنان دل ڏکيءَ جي ڏري ٿي.

سدا تانگهہ تن ۾ تنهين يار جي آ،
"فدا" کان ويو جو پيارل پري ٿي.

—

سدا منهنجو عجبن جي ڪرڻ ديدار سان مطلب،
لبِ لعلي درِ دندان شڪرگفتار سان مطلب.

سرو قد نازنين نرمل سچو سردار سهڻن جو،
اصل کان آهہ رحمت جي ابر انوار سان مطلب.

نہ آ پرواھہ سورن جي سوين توڙي اچي ڪڙڪن،
مگر آهي سچي سيد، سدا سردار سان مطلب.

—

(١) "ديوان فدا" قلمي، ملڪيت اسرار احمد علوي شڪارپور.

# آغا غلام نبي "آغا صوفي"

## [سيپٽمبر ۱۸۸۹ع — ۲۵ جولاء ۱۹۳۸ع]

آغا غلام نبي والد آغا گل حسن تخلص "صوفي" شڪارپور جي مشهور پٺاڻ خاندان جو فرد هو. شروع ۾ سندس تخلص "دراني" هو. پر تصوف جو طريقو اختيار ڪرڻ کان پوء اهو بدلائي ڇڏيائين. سندس صوفيانه ڪلام ۾ ڪٿي ڪٿي "نانڪ" جو تخلص به اچي ٿو.

آغا صوفي جي شروعاتي تعليم شڪارپور ۾ ٿي، مئٽرڪ مدرسه هاء اسڪول ڪراچي مان پاس ڪيائين. سندس والد خيرپور رياست ۾ نائب وزير جي عهدي تي هئو. ڪيس انگريزي اسڪول ۾ پارسي جو استاد مقرر ڪيو ويو ۽ مير صاحبن جي صاحبزادن جي تعليم جو ڪم ڪيس سپرد ڪيو ويو. ۱۹۱۹ع ۾ هو خيرپور جي تعليم کاتي جو سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو ۽ خيرپور ۾ تعليم ڦهلائڻ لاء گهڻو ڪم ڪيائين.

آغا صوفي جڏهن خيرپور ۾ هو تڏهن درازي فقير ميان سخي قبول محمد جو مريد ٿيو، جنهن ڪيس تصوف جي رنگ ۾ رڱي ڇڏيو. هو پنهنجي مرشد جو نهايت معتقد هو. گيڙو الفي پائي گهڻو وقت هو مرشد وٽ ڏي گذاريندو هو ۽ عام فقيرن وانگر هٿن ۾ چپڙيون ۽ يڪتارو کڻي چوڪي ڏيندو هو. انهن ڏينهن ۾ دن "صوفي" نالي سان رسالو پڻ شروع ڪيو جنهن ۾ "همه اوست" ۽ ٻين صوفيانه عقيدن جو پرچار هوندو هو.

آغا صوفي خيرپور مان نوڪري ڇڏڻ کان پوء والد صاحب جي فرمان هيٺ لاهور جي طبيه ڪاليج مان "حڪيم حاذق" جي سند حاصل ڪئي ۽ جيڪب آباد ۾ طبابت شروع ڪئي. مگر فقيرانه طبع سبب جلدئي وطن واپس آيو. هن "طبي جواهر" نالي هڪ ڪتاب سڄو شعر ۾ جوڙيو.

آغا صوفي جي والد پينشن تي لهڻ کان پوء شڪارپور ۾ زميندارن جي فائدي لاء گرين سيل سوسائٽي جو بنياد وڌو. جنهن جو آغا صوفي آخر تائين صدر رهيو.

مارچ ۱۹۳۲ع ۾ جڏهن "سنڌو" جي ايڊيٽر ڀولچند جي ڪوشش سان "سنڌ ساهت سميلن" (ٽين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس) ڪوٺائڻ جو بندوبست ٿيو. تڏهن هن (آغا صوفي) ان کي ڪامياب بنائڻ لاء گهڻو ڏي پاڻ پتوڙيو.

آغا صوفي سي - ايس - ڪاليج شڪارپور قائم ڪرڻ ۾ گهڻي ڪوشش ورتي ۽ ان جي برپا ٿيڻ کان پوءِ منجهس شعر و سخن جي دلچسپي پيدا ڪرڻ لاءِ ”بزم مشاعره“ جو پايو وڌائين. هن کي ڊرامن سان به گهڻو شوق هو. هڪڙي ڊراميٽڪ سوسائٽي شڪارپور ۾ قائم ڪيائين جنهن ڪيترا سنڌي ۽ اردو کيل اسٽيج ڪيا. جن ۾ ڪجهه سندس لکيل هئا.

مرحوم کي ذيابيطس جي تڪليف هئي، وفات کان ڪجهه وقت اڳ مرشد جي دروازي تي درازن ۾ وڃي رهيو هو. کيس ٽپ دق جي تڪليف به ٿي پئي جنهن ڪري ڪوئيٽا ويو جتان وطن ورندي وات تي وفات ڪيائين کيس شڪارپور جي نئين مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

آغا صوفي هڪ سچو صوفي ۽ پنهنجي مرشد جو متوالو هو. هو هڪ سٺو شاعر گائيندڙ ۽ ڊرامه نگار هو. هن نظم ۽ نثر ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن جن ۾ ”سچل جو رسالو“ سنڌ ۾ نهايت مشهور ۽ مقبول آهي. احسان الله پنهي آغا صوفي جون هيٺيون تصنيفون ڄاڻايون آهن (١).

١- شان اسلام ٢- انقلاب يورپ ٣- ڪاليج ڪا زمانا ٤- دنيا دورنگي ڇاپيل ٥- جرمن سازش ٦- ڪرشن ڪرپا ٧- پهلا پيار ٨- عبرت ٩- تاريخ ڊرامه (اڻ ڇاپيل) ١٠- طبي جواهر ١١- مناجات قرآن ١٢- فرياد آغا ١٣- آغاز عشق ١٤- افسوس آغا ١٥- ارمغان آغا ١٦- گلزاري محمدي ١٧- شاهنامه سنڌ (سڀ نظم ۾) ١٨- سچل سرمست.

آغا صوفي جيتوڻيڪ ڪجهه نظم به لکيا آهن پر هو بنيادي طرح غزل جو شاعر هو. هن جي غزل جي خاص خوبي سادگي، سلاست ۽ رواني آهي. هن جي دل ۽ دماغ تي تصوف جو رنگ زياده چڙهيل هو تنهن ڪري سندس غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي مجاز سان گڏ تصوف جو رنگ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سندس غزلن جي ٻولي سولي ۽ عام فهم آهي.

## ڪلام جو نمونو (٢)

بي قرب کي دلڙي ڏيڻ، آهي غلط آهي غلط،
اڄ اڻ سڃيو ڪنهن وٽ وڃڻ آهي غلط آهي غلط.

(١) ”آغا غلام نبي صوفي جون ادبي خدمتون“ (قلمي) احسان الله حبيب الله پنهو (مونو - سنڌيالاجي) ١٩٦٥ع.
(٢) ”انتخاب غزليات آغا“ قلمي حبيب الله پنهو، شڪارپور.

هي نانگ ڪُل قهري اٿي، ظالم ادا زهري اٿي،
تن سان وڃي ياري ڳنڍڻ، آهي غلط آهي غلط.

مطلب سندا ڪل يار ٿي، نا يار ٿي پر خار ٿي،
هي حال دل جو تن ڏيڻ، آهي غلط آهي غلط.

جن وٽ نہ آ قرب و وفا، ياري نہ رک تن سان ادا،
دم دم اکيان تن جي نوڻ، آهي غلط آهي غلط.

هي درد دامنگير آهہ، نا ڏوهہ نا تقصير آهہ،
ناحق ستائڻ يا سهڻ، آهي غلط آهي غلط.

اي دل نہ دانهون ڪر ڏکي، مولا ڪندو تو کي سکي،
جاهل اگيان آغا روئڻ، آهي غلط آهي غلط.

---

مارن ٿا مفت محب جا نخرا نوان نوان،
پانهن جي لوڏ، گهوم جا اگهمرا نوان نوان.

دم دم اچن ٿا دام ۾ تنهنجي اي دلربا،
مشتاق، مست، مجنون منبرا نوان نوان.

روز الست ڪان اهي، اي يار ها لکيا،
تقدير اندر جهنگ ۽ صحرا نوان نوان.

ڪو غم نہ ڪر تون هرگز اي دل شهيد عشق،
سر تنهنجي پون روز ٿا سهرا نوان نوان.

الحمد، شڪر آهہ جو "آغا" کي اي ادا،
الله ڏنا بخت جا بهرا نوان نوان.

---

# محمدزمان شاهه "ساقي"

## (١٨٩٠ع - ١٦ مئي ١٩٢٨ع)

محمدزمان شاهه ولد مرزان شاهه رضوي مهدوي تخلص 'ساقي' مشهور وليالله يوسف مهدي جي اولاد مان هو سندس خاندان هميشه علم ۽ اميرائي ۾ اڳيرو هو. جڏهن سنڌ تي مغلن جا نواب حڪومت ڪندا هئا تڏهن هن خاندان جي ڪيترن بزرگن کي سرڪار ۾ وڏا عهدا مليل هئا، جنهن جو ڪجهه ذڪر تحفه الڪرام ۾ ڪيل آهي. غلام مرتضيٰ شاهه مرتضائي به ساڳي خاندان مان هو.

ساقي کي سياست سان دلچسپي هئي ۽ هو ضلعي ٺٽي جي خلافت ڪميٽي جو سيڪريٽري هو. ١٩٢٠ع ۾ پير غلام مجدد جي صدارت هيٺ خلافت جو جيڪو جلسو ڪوٺايو ويو هو ان جي ڪاميابي لاءِ هن ڪجهه ڪم ڪيو هو.

ساقي پنهنجي وقت جو نهايت لطيف شاعر هو. ماستر نرملداس سکر وارو سندس استاد هو هن کيس پارسي پڙهائي ۽ عروض جا ابتدائي سبق ڏنا. شاعري ۾ سندس استاد مرتضائي ۽ شاڪر هئا. هن جون ڪافيون خاص طرح ٺٽي ۽ ڪراچي ضلعي ۾ نهايت مقبول هيون. مولوي دين محمد وفائي سندس ڪافين بابت لکي ٿو، "سندس ڪافين جا هڪ ٻه ڪتاب ڇپجي ورهائجي ويا آهن جن ۾ محمدزمان يا زمان شاهه تخلص ڪيو اٿس. سندس ڪلام جي قبوليت جي هي حالت آهي جو لاڙ ملڪ ۾ يڪتارن تي سندس ڪلام کي عام جام طرح فقير فقرا ڳائين ٿا ۽ ماڻهو حظ حاصل ڪن ٿا ۽ حقيقت ۾ آهي به ڏاڍو پرلطف ۽ شيرين ڪلام (١).

ساقي نه صرف ڪافي جو شاعر هو پر هو غزل ۽ نظم جو به شاعر هو. هو غزل ۾ پنهنجو تخلص ساقي ڪم آڻيندو هو پر ڪافيون زمان شاهه جي نالي سان ٺهي چوندو هو. ساقي جو لاڳاپو بزم مشاعره لاڙڪاڻي سان به رهيو هو هن جا ڪيترا غزل بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي طرحن تي ڇپيل آهن جي الحقيقت ۽ گلدسته سنڌ ۾ محفوظ آهن. ١٩٢٥ع ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻه جي هڪ طرح هئي:

(١) الوحيد روزانه ص ٦، تاريخ ١٦ جولاءِ ١٩٢٩ع.

تو وٽي بلبل کي بستان هر طرح.

گلدستہ ۾ ساقي جو انهيءَ طرح تي غزل شايع ٿيل آهي جنهن جو مطلع ۽ مقطع هي آهي:

مون ڏٺي رفتار دوران هر طرح،
هن جي حرڪت ناهه يڪسان هر طرح.

ساقيا بنده نوازي ڪر سگهو،
آهيان خادم بہ دل جان هر طرح(١).

ساقي جو ڪيترو ڪلام الوحيد، توحيد ۽ الحق (سکر) ۾ بہ شايع ٿيندو هو. هن هڪ مخمس ڪريما ڏالي لکيو هو جنهن جو ڪجهہ حصو الحق ۾ شايع ٿيو هو. هن اقبال جي "فرياد امت" جو سنڌي ۾ ترجمو ڪيو هو جيڪو سندس وفات کان پوءِ الوحيد ١٦ جون ١٩٢٩ع ۾ شايع ٿيو هو. ساقي گهڻو وقت ڪراچي ۾ ڪڏي ۾ مريدن وٽ گذاريندو هو. شيخ عبدالله، زمان شاهہ ۽ سندس شاعري جي تعريف هنن لفظن ۾ ٿو ڪري، "شعر و شاعري جي ميلان زمان شاهہ ٺٽوي جي مجلس تائين پهچايو، سندس گفتگو بذلہ سنجي ۽ نڪتہ آفريني جي گل ڪان سدا بهار هوندي هئي، سندس ڪلام نهايت رنگين ۽ مرصع هو" (٢).

ساقي جي زندگي زياده تر تنگدستي ۾ گذري، جنهن ڪري ڪيترن وقتن تي هن پنهنجن بزرگن جا جمع ٿيل قيمتي مسودہ بہ ڏئي ڇڏيا جن مان ڪجهہ مولوي دين محمد وفائي ورتا هئا. ساقي ايام جواني ۾ دنيا جي ميڪده مان تهي دست هليو ويو. سندس وفات تي "ساقي جي ياد" ۾ شيخ عبدالله عبد هڪ پرسوز نظم لکيو هو، جنهن جا ٻہ شعر هي آهن:

اي زمان شاهہ تنهنجي رحلت ٿيو سخن سنجي جو موت
سنڌ مان گويا جنازو شاعري جو ٿيو رواڻ.

يا خدا مرحوم کي جنت ۾ رک خورم ۽ شاد،
اين دعا از ما و از جملہ جهان آمين باد (٣).

---

(١) گلدستہ سنڌ ماهوار ص ١٢٦، ١٥ ڊسمبر ١٩٢٥ع.
(٢) اياز قادري "مٽيءَ لڏو مان" ص ٣٨، رشيد سنس پرنٽرس ڪراچي.
(٣) بياض عبد (قلمي) ملڪيت شيخ عبدالحليم جوش.

ساقي تي مجاز جو نشو زيادهہ چڙهيل هو تنهن ڪري هـن جي غزلن ۾ عشق جي گرمي ۽ حسن جي سـردمهري نمايان نظر ايندي. هو پنهنجي اندر جي جذبن کي اهي وصال جا هجن يا فراق جا پـراثر انداز ۾ بيان ڪري ٿو. هن جا گهڻا غزل هڪ دل ڦريل عاشق جـون آهون ۽ دانهون آهن پر ڪڏهن هن جي غزلن ۾ مسلمانن جي قومـي بيداري جو اثر به ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

## ڪلام جو نمونو(۱)

ناز سان مشتاق مـــارڻ ناز پرور جو رواج،
دل کسڻ ڏيئي دلاسو آهہ دلبر جـو رواج.

عشق کي آسان سمجهي اوچتو اختيار ڪيم،
ڪونہ هو معلوم مونکي هن ستمگر جو رواج.

رفتہ رفتہ عشق تنهنجي منهنجو نيو ناموس ننگ،
لطف شاهيءَ جو ڇڏي ورتم گداگر جو رواج.

عشق ۾ بي خود بڻي مان خلق ۾ رسوا ٿيس،
ليڪ منجي ڪين ٿو هن ديدهہ تر جو رواج.

همدم و همراز مون سان ٿيو شب فرقت جو غم
مون فقيريءَ ۾ رکيو ان سان تونگر جو رواج.

ڏي شراب عشق ساقي ڇا حلال و ڇا حرام،
ڪونڪو عاشق پڇن شرع پيمبر جو رواج.

---

ستم جو مونتي مٺا تو ڪيو، ٿيو سـو ٿيو،
ڪريان مان ڪهڙي گلا ڇا ٿيو، ٿيو سو ٿيو.

اٿم هـــي خـــوف مبادا ٿئي نـــہ بدنامي،
هي خون منهنجو تون دامن تان ڌو، ٿيو سو ٿيو.

ٿيو جو دل تي سندم زخم تنهنجي ناوڪ کان،
علاج ان جو اوهين ڪو ڪريو، ٿيو سو ٿيو.

---

(۱) ”ڪليات زمان شاهہ ساقي“ قلمي ملڪيت گلزارعلي شاهہ، ٺٽو.

ڏسي هي حال سندم دل جو اي سنديءَ ڪيون،
وهائي نير نہ ڏينهن رات رو، ٿيو سو ٿيو.

جڏهن سون درد جو ڪيو داستان شروع هن وٽ،
چيائين سڀ ٿي وساري ڇڏيو، ٿيو سو ٿيو.

زمان شاهہ ٻڌي هٿ چيو مون حسن وارن کي،
هميشه داڻ ردو ڪڏ نهو، ٿيو سو ٿيو.

--

# نوازعلي ”نياز“

## (١٨، آڪٽوبر ١٨٩٢ع - ١٢، نومبر ١٩٥٩ع)

نوازعلي ولد محمد آچر سومرو تخلص ’نياز‘ لاڙڪاڻي ۾ تولد ٿيو. ڇهن مهينن جو هو جو سندس والد گذاري ويو. سندس ۽ سندس وڏي ڀاءُ غلامعلي جي پرورش سندن مامي ماستر محمدپريل ڪئي، جيڪو تہ هي خاندان اهل بيت سان محبت رکندڙ هو تنهن ڪري پاڻ کي جعفري ڪوٺائيندو هو. سندس والدہ کي گھڻو ادبي شوق هو، هن کي شاهہ جو گهڻو رسالو ياد هو. ”ديوان حافظ شيرازي“ ۽ ”ديوان بلبل“ بہ وٽس موجود هئا. نياز جو چوڻ هو تہ سندس شاعري طرف لاڙو ”ديوان بلبل“ کي ڏسي ٿيو (١).

نياز گهرو حالتن سبب مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ ١٩٠٩ع ۾ مدرسہ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ماستر ٿيو.

ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي مختصر آتم ڪهاڻي ۾ مدرسہ لاڙڪاڻي جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ”مسٽر نوازعلي نياز هڪ قابل قدر استاد هو“ (٢). هن ١٩١٤ع ۾ مدرسہ هاءِ اسڪول ڪراچي مان مئٽرڪ پاس ڪري

---

(١) ”نئين زندگي“ ماهوار ص ٢١، امتيازعلي جعفري ماهہ آگسٽ ١٩٦٠ع مضمون ”عمدت الشعراءَ“.

(٢) ”منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي“ عمر بن محمد دائود پوٽہ ص ١٤، سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي.

روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪئي جتي ترقي ڪري مختارڪار ٿيو جتان ١٨ آڪٽوبر ١٩٤٧ع ۾ رٽائر ٿيو جنهن بعد لاڙڪاڻي ۾ حڪمت جو شغل اختيار ڪيائين ۽ نياز ميڊيڪل هال نالي شفاخانو کوليائين.

سندس وڏو ڀاءُ غلام علي جعفري به سخن فهم ۽ سخن سنج ۽ ڪڏهن ڪڏهن شعر به چوندو هو. سندس هڪ غزل جيڪو هن بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ پڙهيو هو، جا ڪجهه شعر هي آهن:

نصيحت واعظن جي ڇا ڪندي هاڻي اثر پنهنجو،
اڌ ين شعرن ته هئن مون کي ڇڏايو آ شهر پنهنجو.

خدا جي واسطي مشغول ٿيو ڪنهن ٻئي چڱي ڪم ۾،
مڏي ڏاوار سان ناحق ڪپايو ڇو ٿا سر پنهنجو.

نه هي ڪو شعر آ ديني، نه ڪا ان ۾ نصيحت ئي،
مئس، گهوڙا، ڦريس، سيڪو چوي حال بتر پنهنجو.

هتي ٿو يار هئن وڦلي، هتي پرواهه ڪانه آهي،
ٻڌي احوال عاشق جو ڏيکاري ٿو ڏمر پنهنجو.

عجب هي عشق ۽ عاشق، عجب هي شعر ۽ شاعر،
پڳاسون دور ۽ ڪيوسون نرالو بس گذر پنهنجو.

علي، همدم، فقير ۽ قادري، خادم، نياز، آغا،
گهري ٿو جعفري رخصت نوائي هاڻي سر پنهنجو(١).

—

١٨، آڪٽوبر، ١٩٥١ع تي سندس ڀاءُ غلام علي جعفري (جو پاڻ رٽايرڊ مختارڪار هو) وفات ڪئي جنهن هن کي گهرو صدمو رسايو. ڀاءُ جي وفات تي هڪ دردناڪ شعر چيائين جيڪو پڙهي اکثر رئندو هو. ڪجهه شعر هي آهن:

---

(١) "گلدستهٔ سنڌ" ماهوار ص ٢٧، فيبروري ١٩٢٦ع لاڙڪاڻه.

ڪري سانگ سانگي وساري هليا ويا،
۽ ني ڏينهن هت پيي گذاري هليا ويا.

جوان چيا ضروري ڪــو پيغام پهتن،
جو لبيڪ چئي سر ڪي ڀاري هليا ويا.

نياز آهي ارمــان تن جـــي وڃڻ جو،
مون کي ڇڻ تہ جيئريئي ماري هليا ويا.

—

اجيا ياءُ جي جدائيءَ جو زخم تازو ہو تہ ۱۱، جنوري ۱۹۵۲ع تي سندس گهر واري وفات ڪئي، جنهن جو بيان هيئن ڪيائين:

تو سوا مون کــي هي گهر ديــوار سڀ کائڻ لڳا،
ياس حسرت غــم الم سڀ مــون کــي ايذائــڻ لڳا.

سنڌ جو شيرين زبان شاعر ۱۹۵۹ع تي هن دنيا کان بــي نياز ٿي هميشه لاءِ هليو ويو. وفات کان ٿورا ڏينهن اڳ هڪ غزل لکيــو هئائين جنهن ۾ ڇڻ سنڌ وارن سان موڪلائي ڪئي هئائين:

اوچتو سڏ ٿيو نہ ڪنهن کان موڪلائي ٿو وڃان،
درد دنيا مان هي پنهنجي دل ۾ پــائي تــو وڃان.

اڄ ڏٺل هڪ ماڪ پيو ساٿي هاي ٿو ڪونہ ساڻ،
وات جون سختيون سيئي سر تي سهايون ٿو وڃان.

ها عزيزن دوستن مان ڪير منهنجا خير خـــواهہ،
اي "نياز" مان هــرڪنهين ڪي آزمايون ٿو وڃان.

—

حافظ محمد احسن چنہ سندس وفات تي هڪ تاريخي قطعو لکيو هو جنهن جا ٽي شعر هي آهن:

جو نوازيل هو علي جو سو سراسر پر نياز
سنڌ وارن کي ڏئي ويو ناگهان فرقت جو داغ.

سال رحلت جو ڪيو سون فڪر، هاتف هيئن چيو،
لک تون سن هڪڙو "آجهامي آف ويو آهي چراغ".

۱۳۷۹ھ

۽ ٻيو "اڄ سوز دل جو غم الم حسرت چون"

۱۹۵۹ع

هي ٻه آهي عيسوي سن جو ڏنو هاتف سراغ(۱).

نياز چوٿين درجي انگريزي ۾ شاعري شروع ڪئي ۽ ٻهرين ڪافي چئي:

ناهي زور ضعيفن جو، سائين آءُ وري هڪ واري(۲).

هو بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي انهن معمارن مان هڪ هو، جن بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو بنياد وڌو ۽ ان سان پنهنجو ناتو آخر تائين نڀايو، ڪيس ٻيهڙ واري ادبي ڪانفرنس ۾ "عمدت الشعراء" جو لقب ڏنو ويو هو.

قادريءَ جي دور ۾ جن شاعرن غزل ۾ رنگيني ۽ خيالن ۾ وسعت پيدا ڪئي، نياز انهن مان هڪ هو. پروفيسر رام پنجواڻي چوي ٿو، "نياز سيڪنهن قسم جو شعر چيو آهي، پر عام رايو اهو آهي ته هو مجازي عشق جي لحاظ کان هڪ تمام جوشيلو شاعر آهي. سندس ٻولي ذرا رنگين پر مزيدار آهي"(۳).

علي محمد راشدي هن لاءِ چوي ٿو "ميان نواز علي خان مرحوم محض اهو ۽ اوترو چيو، جيترو پاڻ محسوس ڪيائين. اهوئي سبب هو جو سندس ڪلام ۾ ڏاڍو اثر هو"(۴).

---

(۱) نئين زندگي، ص ۲۸، ماه مارچ ۱۹۶۰ع.

(۲) "ادبي ثقافتي تاريخ ضلع لاڙڪاڻه" قلمي، عبدالڪريم سنديلو، ص ۳۲۵، موئو ۱۹۵۶ع، سنڌيالاجي.

(۳) "سنڌو" ماهوار، رام پنجواڻي، ص ۲۶، ماه آڪٽوبر ۱۹۳۶ع.

(۴) "اهي ڏينهن اهي شينهن"، علي محمد راشدي، ص ۴۸۵، سنڌي ادبي بورڊ ۱۹۶۶ع.

پير حسام الدين راشدي نياز جي شاعريءَ لاءِ لکي ٿو، ”نياز مرحوم مون کي پهريون شاعر ڏسڻ ۾ آيو، جيڪو نه فقط غزل ۽ نظم جو بادشاهه هو پر ڪيس ڪيس نيٺ سنڌي ڪافيءَ مٿان به ڪمال ۽ قدرت حاصل هئي“(١)، ۽ سندس وفات بابت چوي ٿو، ”نياز هڪ دور جو نمائندو هو جيڪو دور سندس موت تي ختم ٿيو“(٢).

## ڪلام جو نمونو(٣)

چشم خوني تـي قضا سان دل جو مائل ٿي وئي،
خون منهنجي ۾ به دل خونيءَ سان شامل ٿي وئي.

موت ڪان پوءِ بوءِ گل بلبل کي حاصل تـي وئي،
خاڪ گلشن جي سندس مدفن ۾ داخل تـي وئي.

غـم الم، رنج و محن، دک درد آيا بيوفـا،
تون نه آئين ڇا ٿيو، مون وٽ تم محفل ٿي وئي.

ان جو رشڪ حور ساقي ٿي ڏنـو گلگون شراب،
تڏهن شايد شيخ جي اڄ پيڻ تــي دل تـي وئي.

ڪمسنيءَ ۾ پي گهڻايو ڪين ٿي جنهن ناز سان،
شاخ ان جي اڄ جوانيءَ جي تـم قابل ٿي وئـي.

ثابتي گم ڪرڻ لئه قاتل جـو هٿ ڏوڙا وجـي،
سرخ دريـا سرخ ساري شڪل ساحل تـي وئـي.

ان ڇيو حجت نـه سائن سان هلجي پـر ”نياز“،
تنهن جي اڄ دعويٰ غلاميءَ جي تـم باطل ٿي وئي.

—

(١) ”هو ڏوتي هو ڏينهن“، حسام الدين راشدي، ص ٤٠٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.
(٢) ساڳيو، ص ١.
(٣) ”ڪليات نياز“ قلمي، ملڪيت اعجاز جعفري، لاڙڪاڻو.

اچي تون منهنجي دلِ داغدار ڏس ته سهين،
سڏيندين ان کي به رشڪِ بهار ڏس ته سهين.

ڪرين تو وعده ديدار حشر جو ڪنهن سان،
متان مري وڃي اميدوار ڏس ته سهين.

چراغ ڪير تو ٻاري ۽ ڪير گل تو وجهي،
اچي اي ماهه رو منهنجي مزار ڏس ته سهين.

قدم تي تنهنجي رکي سر ۽ پنهنجو ساهه ڏئي،
قرار ڪيئن تو وٺي بيقرار ڏس ته سهين.

جگر ۽ دل نه فقط يار، پر جي حڪم ڪرين،
ڪيان تو يا نه هي سر پڻ نثار ڏس ته سهين.

قسم خدا جو صنم تنهنجي آتشِ فرقت،
جلائي خاڪ ڪيو ديندار ڏس ته سهين.

'نياز' ڪي هو نيهن تنهنجي وارو نشو،
رهي تو وقتِ نزع پڻ خمار ڏس ته سهين.

---

## محمدبخش "واصف"

### [ ڊسمبر ١٨٩٢ع — ٢٤، نومبر ١٩٥٢ع]

محمد بخش ولد محمد عثمان تخلص "واصف" تعلقي سڪرنڊ جي قديم ڳوٺ لاڪاٽ ۾ پيدا ٿيو(١). جلد ئي سندس والد ڪيس پنهنجي شهر حيدرآباد ۾ وٺي آيو. قرآن شريف ختم ڪرڻ بعد مسافرخاني واري سنڌي اسڪول ۽ مشن هاءِ اسڪول ۾ ڇهن درجن تائين انگريزي تعليم حاصل ڪيائين. ان وچ ۾ ڊرائنگ جا ٽيئي امتحان ۽ سنڌي فائنل پاس ڪري ڇڏيائين، ١٩١١ع ۾ سندس والد رحلت ڪئي، تنهن ڪري وڌيڪ تعليم

(١) "تذڪره شعراء سڪرنڊ"، عبدالرحمان قريشي، قلمي، ص ١٩، مونو سنڌيالاجي، ١٩٧٦ع.

جاري رکي نہ سگهيو. آخر لئنڊ رڪارڊ آفيس ۾ وڃي ڪلارڪ ٿيو مگر پنهنجي سر پارسي ۽ عربي جي تعليم پاڙي واري مسجد جي مولوي ڪان حاصل ڪيائين. هن ڪي مذهبي ادب جي مطالعي جو شوق هو، تنهن هن جي زبان داني ۾ اضافو ڪيو. هندن جي مذهبي ادب جي مطالعي خاطر هندي ۽ سنسڪرت ۾ بہ مهارت حاصل ڪيائين.

غلام محمد گرامي هن بابت لکي ٿو تہ "فخرالشعراء سنڌ، محمدبخش واصف هڪ جامع الفنون ۽ جامع الڪمالات هو. هو اسلامي علوم ۽ ديني فنون جو ڄاڻو هو. تاريخ، سير، رجال جو محقق بہ هو، مناظر ۽ مباحث بہ هو، تہ هڪ زباندان ۽ لغوي بہ هو، ۽ تصوف، ويدانت، مجوسي فلسفي ۽ يوناني فلسفي جو ڪافي مطالعو هوس. سنڌي، اردو، عربي، فارسي، هندي، سنسڪرت ۽ انگريزي زبانون ڄاڻندو هو. هڪ مشاق استاد ۽ شاعر بہ هو، ۽ بلندپايہ اديب بہ هو. هڪ خوش خط خطاط ۽ نقاش ڪاتب ۽ مصور بہ هو، تہ هڪ سخن سنج، سخن فهم ۽ نقاد بہ هو. ايترين خوبين جو هڪ هنڌ گڏ هجڻ پنهنجي جاء تي ڪرامت کان گهٽ نہ آهي"(١).

"واصف" ١٩١١ع کان شاعري جي ميدان ۾ پير پاتو. شاعري ۾ سندس استاد فقيرمحمد عاجز هو. جيتوڻيڪ واصف عمر ۾ ننڍو هو تڏهن بہ هن جون ملاقاتون حيدرآباد جي وڏن شاعرن سان ٿينديون رهنديون هيون. پاڻ لکي ٿو، "مرحوم سانگي، قليچ، عاجز ۽ حافظ سان ملاقاتون ٿيڻ لڳيون، جن ۾ سخن جو داد ملندو ٿي رهيو"(٢).

سندس صحيح انداز لڳائيندي مرحوم شمس العلماء قليچ بيگ چئي ڏنو هو، "هن نوجوان جو شاعرانہ مستقبل نهايت روشن آهي" (٣).

شروعات ۾ تخلص "محمد" ڪري ڪم آڻيندو هو، پر پوءِ ڪارپور واري زماني ۾ "واصف" تخلص اختيار ڪيائين (٤).

---

(١) غلام محمد گرامي "وڀا سي وينجهار، ص ١٣، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.

(٢) "سوانح واصف" (خود نوشت) قلمي، ساڪيت اياز قادري لاڙڪاڻہ.

(٣) "نئين زندگي" ص ٥، ماه جنوري ١٩٥٣ع، شفيع محمد علوي، مضمون، "فخرالشعراء واصف".

(٤) اديب سنڌ، ص ٢٢، ماه ڊسمبر ١٩٤١ع.

واصف نوڪري جي سانگي شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ به ڪجهه وقت رهيو. شڪارپور ۾ مير علي نواز علوي، عبدالقادر بيدل ۽ لاڙڪاڻي ۾ حاجي محمود خادم، ميان علي محمد قادري، غلام سرور فقير ۽ ٻين سان هن جون علمي ۽ ادبي صحبتون ٿيون ۽ هن بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ ڀرپور حصو ورتو.

واصف جا سنڌ جي ٻين بزم مشاعرن جهڙوڪ بزم مشاعره ناري شريف ميهڙ ۽ حيدرآباد سان گهرا ناتا رهيا. هو جمعيت‌الشعراء سنڌ جي باني رڪنن مان هو. هن‌جي شعر ۽ لياقتن کي ڏسي کيس "فخرالشعراء" جو لقب ڏنو ويو هو. پينشن تي لهڻ کان پوءِ هن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان گڏجي سنڌي لغت تيار ڪرڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو.

واصف کي لکڻ ۽ پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. هن نثر توڙي نظم ٻنهي ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن جن‌مان ڪي غير مسلمانن ۽ مسلمانن جي ڪن فرقن طرفان لکيل ڪتابن جا جواب آهن. سندس مشهور ڪتاب هي آهن:

١- ديوان واصف (٥٥ ۽ ١٩٢٢ع)، ٢- رد تناسخ (١٩٢٥ع)، ٣- اسلام ۽ آريه سماج (١٩٢٨ع)، ٤- اسان جو پيارو رسول (١٩٣١ع)، ٥- قرآن شريف جو سنڌي ترجمو ١٩٣٤ع)، ٦- اسلامي شريعت ڀاڱو پهريون ١٩٣٤ع، ڀاڱو ٻيو (١٩٤٢ع، ٧- صداقت‌القرآن بجواب ستيارٿ پرڪاش (١٩٤٢ع)، ٨- تذڪره شعراء (١٩٥٦)، ٩- گلزار چنبهاي (١٩٥٦ع)، سندس قلمي ڪتابن ۾ خزينة‌العلوم ۽ سندس ديوان جا باقي به حصا سنڌي ادب جو املهه خزانو آهن.

سندس وفات تي مولوي محمد صادق راڻيپور واري هيٺيون تاريخي قطعو پارسي ۾ لکيو آهي:

چون محمد بخش واصف شاعر نازڪ خيال،
ڪرد از دنياء فاني سوءِ عقبيٰ انتقال،
سال تاريخ وفاتش اين چنين صادق نوشت،
باد جنت جائي‌واصف، صاحب فطنت‌ڪمال(١).

١٣٧٢هه

---

(١) "اديب سنڌ" ماهوار، ص ٢٣، ماه ڊسمبر ١٩٥٢ع.

جمع خان سندس وفات جي تاريخ هيئن بيان ڪئي:

ناگهان پئي ڪل محمد بخش واصف ويو لڏي،
درد غم ۾ سالڪن جي ڪئي سجيءَ صف هاءِهاءِ.

هـــو هو اعليٰ سخنور، سخندان ۽ سخن سنج،
هاءِ سامان سخن ويـو، رشڪ آصف هاءِ هاءِ.

مون خيال سال رحلت جو ڪيو با آهه سرد،
دم انهيءَ يڪدم ڏي چوندو آيو هاتف هاءِ هاءِ.

"شاهه دم" هو ماه ۽ تاريخ هئي "با آب" شام
ويو لڏي ملڪ سخن جو شاهه واصف هاءِ هاءِ(١).

١٣٧٢هه

واصف پنهنجي دور جو استاد شاعر هو، هن سنڌي شاعري ۾ رباعي کي دلپذير نموني حڪيمانه خيالن ۽ صوفيانه جذبن سان مالا مال ڪيو پر هو غزل جو شاعر هو ۽ قادري جي دور جي جن شاعرن سنڌي غزل کي اوج تي رسايو آهي انهن مان هڪ هو. هن جي غزل ۾ سوز گداز، شوخي، زور ڪلام، انداز بيان، تشبيهون، استعارا ۽ پارسي آميز وڻندڙ رسڀري زبان آهي. هن غزل لکيو، گهڻو لکيو ۽ سٺو لکيو آهي.

## ڪلام جو نمونو(٢)

مڙهه ابـرو عجب تيرو ڪمان پئي،
لڙائي جا هي سهڻي سان نشان پئي.

هٿئون معشوق جي ٿيو قتل عاشق،
مگر هـن ڪار ۾ ٿيا شادمان پئي.

دل و جان روشني ڪان عشق جي پر؛
ٻـرن هروقت مثل شمعدان پئي.

(١) ذخيرو، قلمي، غريب ملڪيت عمرعلي، مريد لاکير ڳوٺ.
(٢) ڪليات واصف، قلمي، ص ١٣١ ۽ ١٧٩، سنڌي ادبي بورڊ.

لحاظِ عمر ناهي عشق اندر،
وڃن جهلجو هتي پير و جوان ٿئي.

تپش دل ۾ ۽ سوزش آ جگر ۾،
ڏسان آتش گرفته اڄ مڪان ٿئي.

نه آهي فڪر محشر جو اي "واصف"،
خدا، ان جو نبي جت مهربان ٿئي.

—

جلوه فرما جو لبِ بام تي جانان ٿيندو،
داغ بيشڪ دلِ شبِ تي مهِ تابان ٿيندو.

لاله کي باهه ڏيان يار گلستان ۾ وڃي،
داغ دل جو ڏکي آتشِ سوزان ٿيندو.

دوست اڪثرين ۾ وهاري مان ڪريان بند اکيون،
يار منظورِ نظر منهنجو جي ميهمان ٿيندو.

لاهه دلبر نه ڪڍهن خالِ سيه تازِ پردو،
ڪفرآلوده سندم دين ۽ ايمان ٿيندو.

چشمِ جادو جي جدائي ۾ جي رحلت ٿيندي،
سبزه قبر چراگاه غزالان ٿيندو.

وصف دندان شڪرخنده جي واصف جي ڪرين،
بي شبهه نظم ۾ مضمون درخشان ٿيندو.

—

# هدايت علي "نجفي"

## [١٨٩٤ع - ٩ مارچ ١٩٣٩ع]

هدايت علي والد تراب علي تونيو لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ لعاو راونڪ ۾ ڄائو، پهريان تخلص تارڪ ۽ پوءِ نجفي اختيار ڪيائين. سندس ڄمڻ جي تاريخ ماستر جمع خان غريب هن قطعي مان ڪڍي آهي:

مهينو هو محرم جو هئي تاريخ پنجويهين،
ڪليو روز خميس ۽ وقت پهري باغ حقه.

بهار ذات ڪان ان باغ ۾ پيدا ٿيو تارڪ گل،
ڄمڻ جو سال هاتف ڪان پڇيم ڄاڻائين "چراغ حقه" (١).

نجفي عربي ۽ پارسي جي تعليم لاڙڪاڻي ضلعي جي مدرسن ۾ حاصل ڪئي. جواني ۾ هن جو پنهنجي رشتي جي سوٽ سان عشق ٿي ويو مگر قدرت کي ميل منظور نه هئو ڇوڪريءَ جي پيءُ جي انڪار نجفي کي سخت صدمو رسايو جنهن ڪري فقيري اختيار ڪري، الفي پائي پيرين اگهاڙو وطن جا وڻ ڇڏي هندستان جي مختلف شهرن ۾ دل کي سڪون ڏيڻ لاءِ ڀٽڪندو رهيو.

پٺ جو هي حال ڏسي نجفي جي والد وري ڇوڪريءَ جي سڱ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، هن ڀيري ڇوڪريءَ جي والد هاڪار ڪئي مگر نجفي مجاز جي منزل ڪان مٿي چڙهي چڪو هو تنهن هاڻي شادي ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. سندس محبوبه به ٻئي ڪنهن سان شادي نه ڪئي.

نجفي جي طبيعت ننڍي لاءِ ڪان موزون هئي عشق جي زخم هن جي شاعري ۾ بهار آڻي ڇڏيو ۽ تارڪ جو تخلص اختيار ڪيائين مگر اڳتي هلي حضرت علي رضه سان محبت ۽ عقيدت سبب پاڻ کي نجفي سڏائڻ لڳو.

نجفي کي راڳ جو به نهايت شوق هو. ان ڪري هو هميشه صوفين

---

(١) ڪليات تارڪ (قلمي) ص ٣١، ملڪيت اظهر شاهه گيلاني، گهوٽڪي.

جي صحبت ۾ رهندو هو نه صرف پين جو راڳ ٻڌندو پر پاڻ به ڪلام چوندو هو.

نجفي جو تعلق بزم مشاعره لاڙڪاڻو، بزم مشاعره بلبل ۽ مشاعره ناري شريف سان گهرو رهيو. هو گهڻو ڪري مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو يا پنهنجو ڪلام ڏياري موڪليندو هو.

نجفي لکڻ جو ڪوڏيو هو هن سنڌي، اردو، پارسي، عربي ۽ ڪن ٻين زبانن ۾ نه صرف شعر چيو آهي پر نثر به لکيو آهي. هڪ اندازي مطابق هن جي ڪتابن جو تعداد پنجاهه جي قريب هوندو جي قلمي صورت ۾ اظهر شاهه گيلاني ۽ ٻين صاحبن وٽ آهن، صرف سندس هڪ ڪتاب "ديوان نجفي" ڇاپيل آهي، جيڪو ١٩٢٢ع ۾ پوڪرداس اينڊ سنس لاڙڪاڻي واري ڇاپايو هو.

نجفي کي مارچ ١٩٣٩ع جي پهرين تاريخ ٿورو بخار ٿي پيو. آسمان ڏانهن نهاري ڪجهه پڙهڻ لڳو پوءِ چيائين ته هينئر "تارڪ" جي وڃڻ جو وقت ويجهو آهي. ان وقت هي شعر پڙهيائين.

اسان جو سر مرڻ جي وقت هوندو يار جي هنج ۾،
اسان جو دفن دلبر جي گهٽي هڪ وار ٿيڻو آ (١)

سندس وفات ٩ مارچ خميس ڏينهن سج اڀرڻ وقت ٿي. ڪيس سندس ڳوٺ ۾ ئي دفن ڪيو ويو. سندس وفات جي تاريخ سندس معتقد شاگرد اظهر شاهه گيلاني هيٺين لفظن ۾ بيان ڪئي آهي:

سال رحلت جو پڇيم هاتف چيو "صورت پرست"،
١٣٥٨ هه
دهر فاني کي ڇڏي سوءِ جنان ويندو رهيو.

ناڏين مارچ ڏينهن وسپت هاءِ "باغِ نخلِ نور"
١٩٣٩ع
فصل گل ۾ آهه ٿي نذرِ خزان ويندو رهيو (٢).

---

(١) هدايت علي نجفي جون ادبي خدمتون (قلمي) محمد مبارڪ بروهي، ص ٨ سنڌالاجي.

(٢) "سري جا سرموز" (قلمي) مونو ص ٤٥٦، سال ١٩٦١ع، سنڌالاجي.

نجفي شاعري ۾ واهڙ وهايا آهن. هن گهڻن زبانن ۾ لکيو آهي ۽ گهڻن صنفن ۾ لکيو آهي. نظم سان گڏ نثر ۾ لکيو آهي. سندس شاعري جي وڏي خوبي سندس رواني آهي جيڪا سندس غزلن مان پڻ عيان آهي. هن غزل جي زمين کي به چڱي ريت سيراب ڪيو آهي. هن جي غزلن تي پارسي جو رنگ زيادهہ غالب آهي. هو مجاز سان گڏ تصوف جون ڳالهيون پڻ ڪري ٿو. هن جتي سادا غزل چيا آهن اتي ڪيترا فني ۽ مرصع غزل پڻ چيا آهن.

## انتخاب ڪلام

زُلف دلبر جي اژدها ڪون ڏج،
متان ڪائي وجهئي بلا ڪان ڏج.

مون جو اظهار عشق جو ڪيڙو،
چيو دلبر سندم جفا ڪون ڏج.

ڏئي وعدو وري نہ يار ملي،
اهڙي دلبر سندي دغا ڪان ڏج.

عرش تي ٿيون وڃن سندم آهون،
نازنين نالهٗ رسا ڪون ڏج.

مونکي ناصح ڪئي نصيحت هي،
نيهہ جي داغ بدنما ڪون ڏج.

ڪر نہ نجفي سان نازنين نهڪر،
اڄ اگر ان جي ڪي خدا ڪان ڏج(١).

---

رهي تو يار اُنَ اغيار سان گڏ،
جيئن گلزار ۾ گل خار سان گڏ.

اچي ٿو ياد تڏ اعجاز عيسيٰ،
سڄڻ مرڪي جڏهن گفتار سان گڏ.

---

(١) "ديوان نجفي" هدايتعلي "نجفي" ص ٢٦ ۽ ٤٣، پوڪرداس ٿانورداس، شڪارپور ١٩٢٢ع.

مون کان دل تنگ ۽ آءٌ تنگ دل کان،
رهون ٿا پاڻ ۾ لاچار سان گڏ.

پڌي پيغام منهنجي وصل جو يار،
کيو اقرار پر انڪار سان گڏ.

رخ ڪعبه ۾ آهي خال هندو،
تڏهم سبحه رکيم زنار سان گڏ.

الاهي ڪر تون هن نجفي جو محشر،
شهنشهه حيدر قرار سان گڏ.

—

# محمود "خادم"

## [۴ جنوري ١٨٩٥ع - ٩ جنوري ١٩٦٠ع]

حاجي محمود ولد محمدبچل تنيو تخلص 'خادم' ڳوٺ بني تعلقه ميروخان ضلع لاڙڪاڻي ۾ هڪڙي غريب گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد کي شوق هو ته پنهنجي پٽ کي تعليم ڏياري ان ڪري هن کي بني جي مدرسي ۾ قرآن ۽ ٻي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وهاريائين. جتي قرآن پڄائڻ ۽ پارسي جي تعلم وٺڻ کان پوءِ سنڌي اسڪول مان تعليم حاصل ڪري پوءِ انگريزي پڙهڻ لاءِ مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻه ۾ داخل ٿيو جتي ميان غلام سرور "فقير" سنڌي اسڪول جو هيڊ ماستر هو. خادم جي والد جي شناسائي ڪري فقير جو خادم تي گهڻو پيار هوندو هو.

خادم مدرسه هاءِ اسڪول ۾ انگريزي سان گڏ عربي به پڙهڻ شروع ڪئي، ١٩١١ع ۾ نواب حاجي اميرعلي لاهوري ميان علي‌محمد قادري، جي ٽولي سان گڏجي حج تي ويو. ان مسافريءَ ۾ ڪيس قادريءَ جي صحبتن مان فيض حاصل ڪرڻ جو پورو موقعو مليو. قادري ۽ فقير جي صحبتن هن ۾ شعر ۽ شاعري جو چاهه پيدا ڪيو، ١٩٢٢ع ۾ وري به نواب حاجي اميرعلي لاهوري، ميان علي‌محمد قادري، ميان غلام‌سرور "فقير" ۽ ٻين ساٿين سان گڏ ڪربلا معليٰ، نجف اشرف ۽ ٻيون زيارتون ڪري آيو.

١٩١١ع ۾ حج تان واپس ورڻ کان پوءِ انگريزي پڙهڻ ڇڏي ڏنائين. ان بابت ”سرگذشتہ خادم“ ۾ لکي ٿو ”مدرسي ۾ پڙهندي سيني اچڻ ورتو تہ حاجي سڳورو ٿي آيو آهين اهڙو پلارو ٿي ڪري وري انگريزي دوزخي ٻولي ٿو پڙهين. متاثر ٿي مون انگريزي ڇڏي ڏني“ (١).

خادم ١٩١٢ع ۾ فائينل جو امتحان پاس ڪيو، ١٩١٤ع ۾ ٽيپداري ڪاليج حيدرآباد ويو. جنهن کان پوءِ براج ڪاتي ۾ ٽيپدار، سپروائيزر ۽ سرويئر ٿي رهيو. نوڪريءَ جي سلسلي ۾ هو شڪارپور، ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ ڪجهہ وقت رهيو.

”خادم“ نہ صرف هڪ شاعر هو پر هو هڪ انجمن بلڪ بزم مشاعره هو، ١٩١٥ع ۾ جڏهن ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام سرور فقير، شمس الدين بلبل ۽ ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي جي همتائڻ تي بزم مشاعره جو بنياد وڌو تہ خادم کي جيڪو اچا ويهن ورهين جو مس هو بزم مشاعره جو جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو. خادم اڳتي هلي بزم مشاعره جو سيڪريٽري ٿيو ۽ بزمِ مشاعري کي ڪامياب بنائڻ لاءِ خوب محنت ڪيائين.

ان زماني ۾ هن ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي جي شاگردي قبول ڪئي ۽ هن وٽ عروض جا بنيادي ۽ ضخيم ڪتاب (اردو) ”قواعدالعروض“ ۽ ”بحرالفصاحت“ پورا ڪيائين (٢). عروض جي ايتري ڄاڻ نہ صرف هن جي ڪلام ۾ پختگي پيدا ڪئي پر هو عروض جو وڏو ڄاڻو ۽ نقاد ٿي پيو. هن جون عروضي تنقيدون الحقيقت، اديب سنڌ ۽ ٻين اخبارن ۾ وقت بہ وقت شايع ٿينديون رهنديون هيون. لطف الله بدوي خادم جي تنقيد بابت چوي ٿو، ”تنقيد جي فن ۾ وڏي دسترس رکندڙ آهي“ (٣). ١٩٢٢ع ۾ ”رياض بلاغت“ نالي سنڌيءَ ۾ ٻهريون ڪتاب لکيائين جنهن جي مطالعي ڪيترن شاعرن کي عروض جي سنئين واٽ ڏيکاري.

خادم جتي بہ ويو اتي بزم مشاعرن ۽ ادبي انجمنن کي قائم يا سرگرم ڪيائين: ١٩٣٣ع ۾ جڏهن خادم جي بدلي ڪراچي ٿي تہ لاڙڪاڻي جي دوستن هنن لفظن سان کيس الوداع چيو:

---

(١) حاجي محمود ”خادم“ سرگذشت خادم، قلمي ص ٣، ماڪيت محمدعلي قريشي لاڙڪاڻہ.

(٢) عبدالڪريم سنديلو، ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ضلع لاڙڪاڻہ، قلمي، سنڌالاجي (مونو) ١٩٥٦ع.

(٣) ”مهراڻ جا موتي“ ص ١٧٦، عبدالواحد سنڌي - مضمون نگار لطف الله بدوي مضمون ”سنڌي ادب جا گذريل پنجويهہ ورهيہ“.

## رباعي از مشتاق

ڪسيو تو لاڙڪاڻي ڪان ڪراچي قوم جو خادم،
سنڀالي تو جنهين ڪي جوش ۾ مشتاق ۾ نادم؛
فدا اسلام تي جا انجمن آهي اِها يارو،
سنڀالي پنهنجو ٿيخادم، جو خادم هو سندس ناظم(١).

ڪراچي ۾ پنهنجي ادبي سرگرمين جو ذڪر ڪندي ”اسان جون ناچيز خدمتون“ ۾ لکي ٿو ”بزم ادب (پوءِ بزم نظامي) ڪراچي ڪي سرگرم ڪيو ويو“(٢).

شيخ عبدالله سنڌي سڌار سوسائٽي قائم ٿيڻ بابت ”يادگيريون“ ۾ لکي ٿو، ”مرحوم خادم به انهيءَ وقت ڪراچي بدلي ٿي آيو هو ۽ حڪيم صاحب جي محلي ۾ رهندو هو، گفتگو نڪتي ته سنڌيءَ جي واڌاري لاءِ هڪ سوسائٽي قائم ڪجي.........، سنڌي سڌار سوسائٽي جي نالي هڪ سوسائٽي ٺاهي وئي“(٣). حاجي محمود خادم کي وائيس پريزيڊنٽ منتخب ڪيو ويو(٤). ١٩٣٩ع کان پوءِ لاڙڪاڻي ۾ سنڌي سڌار سوسائٽي جي سهاري هيٺ مشاعرا ٿيڻ لڳا.

خادم جڏهن حيدرآباد بدلي ٿي آيو ته هو اتي به ماٺ ڪري نه ويٺو، اتي به مسلم ادبي سوسائٽي ماتحت بزم مشاعره قائم ڪرايائين. جنهن جو احوال هيئن بيان ڪري ٿو، ”١٩٣٥ع جي شروعات ۾ قسمت وري ڇِڪِي ورهن لاءِ حيدرآباد آندو. حيدرآباد ۾ پهچڻ بعد حضرت فخرالشعراء محمد بخش واصف کي استدعا ڪيم ته خانبهادر ميمڻ سان ملي ڪري اهڙي منظوري وٺي جيئن مسلم ادبي سوسائٽي جي ماتحت ماهوار مشاعرا ڪوٺائڻ ۾ اچن. اهڙي طرح حيدرآباد ۾ عظيم‌الشان مشاعرا ٿيڻ لڳا“(٥).

---

(١) ”الحقيقت“ هفتيوار، ص ٥، لاڙڪاڻو، ١٦ سيپٽمبر ١٩٣٣ع.
(٢) خادم لاڙڪاڻوي ”اسان جون ناچيز خدمتون“ ص ٢٠، مدينه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو، ١٩٥٣ع.
(٣) ”مٺيءَ لڏو مان“ ص ٤٥، شيخ رشيد سنس ڪراچي ١٩٧٤ع.
(٤) ”الحقيقت“ هفتيوار، ص ٥، لاڙڪاڻو، ٧ آڪٽوبر ١٩٧٧ع.
(٥) ”اسان جون ناچيز خدمتون“ حاجي محمود خادم، ص ٢١، مدينه پرنٽنگ پريس لاڙڪاڻو.

١٩١٦ع ۽ ١٩١٧ع ۾ جڏهن خادم سنڌي سروي جي اسپيشل ڊيوٽي تي شڪارپور بدلي ٿي ويو هو تڏهن اتي مير علي نواز عاوي وٽ، جتي شاعر به ايندا هئا داد سخن ڏنو ۽ ورتو ويندو هو.

خادم جي ڪوشش سان سنڌ جي بزم (مشاعرن) کي ملائي ١٩٤٦ع ۾ جمعيت الشعراء سنڌ جو بنياد وڌو ويو. هو جمعيت الشعراء جو روح هو، هن جي وفات کان پوءِ جمعيت بيجان ٿي وئي. جمعيت جي سلسلي ۾ سندس خدمتن جو اعتراف هنن لفظن سان ڪيو ويو آهي "جمعيت الشعراء سان چڻ ازلي عشق هوس ۽ ابتدا کان وٺي پنهنجي آخر دم تائين خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. مرحوم "خادم" جمعيت الشعراء جي جنرل سيڪريٽري جي حيثيت ۾ جنهن ذميدارانه ۽ ديانتدارانه اعتماد سان فرائض منصبي ادا ڪيا، سي تحسين جوڳا آهن"(١).

١٩٤٩ع ۾ ڏهين ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي "خادم" جي تحريڪ تي سنڌي ادبي سوسائٽي جو بنياد رکيو ويو جنهن جو صدر ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽي کي منتخب ڪيو ويو.

خادم سنڌ ۾ عروضي شاعري خاص طرح غزل کي مقبول ۽ ترقي وٺائڻ لاءِ مرحوم ميان علي محمد قادري بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ابدي جي ياد قائم رکڻ لاءِ ١٩٤٠ع ۾ ماهوار رسالو سنڌي سڌار سوسائٽي جي سهاري هيٺ جاري ڪيو. "رسالي" اديب کي هن يارهن سال وڏين مشڪلاتن کي منهن ڏيندي هلارايو. سنڌ جي ادب ۾ ان جي به آفتاب ۽ الوحيد وانگر خاص جاءِ ليکجڻ ۾ اچي ٿي"(٢).

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ خادم، مشهور ڪانگريسي ورڪر ۽ شاعر هوندراج "دکايل" کان سندس پريس خريد ڪئي، ان جو نالو جناح پرنٽنگ پريس رکيو ۽ پاڪستان جي نالي سان هفتيوار اخبار ڪڍي. اخبار تي ايڊيٽر جو نالو ته ڪنهن ٻئي جو هوندو هو پر محنت سڀ خادم جي هوندي هئي. هن اخبار به ادب ۽ شعر جي وڏي خدمت ڪئي.

---

(١) محمد علي 'جوهر'، "گلدسته لاڙڪاڻه"، ص ٥، سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس حيدرآباد، جولاءِ ١٩٧٤ع.
(٢) "نئين زندگي" ماهوار ضياءالدين، ص ١٩، ماه مارچ ١٩٦٠ع، مضمون "منهنجو هڪ وچڙيل ساٿي".

سنڌ ۾ ١٩٢١ع واري ڪانفرنس کان وٺي سندس حياتيءَ تائين جيڪي ارڙهن ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون سنڌ ۾ ڪوٺايون ويون انهن جو محرڪ خادم ئي هو. "هن صاحب جي ڪوشش ۽ هٿ ڏس سان ادبي ڪانفرنسون بربا ٿينديون رهيون"(١). هڪ ڪانفرنس ختم ٿيندي هئي ته ٻي ڪانفرنس ڪوٺائڻ جي ڪيس اون رهندي هئي. مختلف ادب دوستن سان لکپڙهه ڪري ادبي ڪانفرنس جو انتظام ڪري وٺندو هو. ان جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته سندس وفات کان پوءِ ويهن سالن ۾ صرف پنج ادبي ڪانفرنسون ٿيون آهن.

خادم جي خدمتن کي پيش نظر رکندي ١٩٤٨ع ۾ نائين ادبي ڪانفرنس ميهڙ جي موقعي تي کيس مخدوم الشعراء جو لقب ڏنو ويو. ان ۾ شڪ ڪونهي ته محمود سچ پچ سنڌي ادب جو خادم هو. هن کي هر وقت سنڌي ادب جي واڌاري جو فڪر هوندو هو. هو جيستائين جيئرو رهيو سنڌي ادب، خاص طرح شاعري جي واڌاري لاءِ تندرستي چاهي بيماري جي حالت ۾ خدمت ڪندو رهيو. خادم جي حياتيءَ جو سج ٩ جنوري ١٩٦٠ع ۾ هميشه لاءِ غروب ٿي ويو. سندس وفات تي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي خيال جو هن طرح اظهار ڪيو، "مرحوم جون سنڌي شاعري ۽ ادب لاءِ خدمتون قابلِ تعريف هيون. لاڙڪاڻي ۾ شايد ئي ڪوئي سندس جاءِ پري"(٢). خادم جي وفات تي ڪيترن شاعرن پنهنجي غم جو اظهار مرثيه ۽ قطعه تاريخن ۾ ڪيو جن مان ٿورن جا ماده تاريخن وارا شعر پيش ڪجن ٿا:

سيد اظهر گيلاني:

تيستائين رهندين زنده دهر ۾،
آهه جيتر گردشِ ليل و نهار.

سال رحلت جو پڇيم هاتف چيو،
"مصدرِ خدمات" خادم ذي وقار(٣).

١٣٧٩هه

(١) جمع خان غريب "طالب المولي" ماهوار دادو، ص ٥، ماه آڪٽوبر، نومبر ١٩٥٢ع.
(٢) "تعزيتي خط" محمد علي قريشي ڏانهن.
(٣) "نئين زندگي" ماهوار، ص ٤٢، ماهه مئي ١٩٦٠ع.

حافظ محمد احسن چنا:

سال رحلت جو ڪيو دل ۾ اچا فڪر "احسن"
صفحئہ دل تـــي ويو لکندو هيئن هاتف راقـــم
ســـال هجري ٿيو " هـــا آف مخدوم الشعراء"

١٣٧٩هه

عيسوي " واه هي مخدوم الشعرا خـــادم"(١).

١٩٦٠ع

شيخ محمد ابراهيم خليل:

وطن کي ڏيئي ويو مفارقت جو داغ،
انهيءَ رکيو ته، هو روشن چراغ بزم سخن،
جڏهن وفات جي محمود جي پڇيم تاريخ،
چيو خليل ته "مخدوم شاعرن جو چون"(٢).

١٣٧٩هه

مولوي دين محمد اديب فيروزشاهي:

نکو نـام محمود رفت از جهان،
مقـام نکو بخشد او را خـــدا؛
بگفتيم " محمود خـــادم بلند"،

١٣٧٩هه

اديبا پـي سال و بهر دعا (٣).

خادم ڪيترا ڪتاب لکيا آهن جن مان ٿورا ڇاپيل ۽ باقي اڻ ڇاپيل يعني قلمي صورت ۾ آهن:

١- اخلاقي خون ( ناول ڇاپيل ١٩١٨ع)، ٢- ظهور مهدي ( ترجمو ڇاپيل ١٩١٩ع، ٣- شمشير اسلام (ترجمو ڇاپيل ١٩٢٦ع)، ٤- رياض بلاغت (ڇاپيل ١٩٢٦ع)، ٥- ستاره سنڌ (ترجمو قلمي)، ٦- سفر نامه حج(١٩١١ع) ٧- ڪانگريسي راڄ (قلمي)، ٨- يادگار دوستان (مختلف دوستن جا هٿ لکيل شعر ١٩١٤م)، ٩- سرگزشت خادم، ١٠- تحفئہ لاڙڪاڻہ (١٩٤٩ع ادبي

(١)، (٢)، ۽ (٣) "نئين زندگي" ماهوار ص ٤٢، ماه مئي ١٩٦٠ع.

ڪانفرنس جو احوال)، ۱۱- محمود اللغات (قرآن شريف جي لفظن جي سنڌيءَ ۾ معني).

خادم شاعري ۾ ڪڏهن خادم ۽ ڪڏهن محمود تخلص استعمال ڪندو هو. ڪڏهن پروفيسر ڪانو ۽ هرهنٽر جي مخفي نالي سان مزاحيه شعر به چوندو هو مگر ان جو پتو ڪنهن کي به نه ڏيندو هو. هو پختو عروضي استاد شاعر هو. هن جا غزل عروض جي پختائيءَ ڪان پنهنجو مٽ پاڻ آهن. هو پرگو شاعر هو، سندس ڪليات سون صفحن تي پکڙيل آهي. هن جي غزل تي پارسي ۽ اردو شاعري جو رنگ چڙهيل آهي. هن جا خيال وڻندڙ پُر اثر ۽ پرڪشش آهن جن ۾ نوخيز محبوبن واري سونهن به آهي ۽ شوخي به، هن جي ٻولي پڪي پختي آهي جنهن کي سواءِ هٻڪ جي مثال طور پيش ڪري سگهجي ٿو. هو انهن سخندانن مان هو جن جهڙا سنڌ ۾ ڪي ٿورا پيدا ٿيا آهن. سندس استاد ڊاڪٽر عبدالمجيد صديقي هن جي سخنداني تي ابجد جي حساب سان هنن لفظن ۾ تحسين ڪئي آهي:

### قطعه ابجد

ز ابجد اين سخن قائم و دائـــم<br>
"سخندان" = حاجي محمود خادم(۱).

نوٽ: "سخندان" جا عدد ابجد موجب ۷٦۵ ٿيندا<br>
"حاجي محمود خادم" جا عدد به ۷٦۵ ٿيندا.

### ڪلام جو نمونو

عدو چوڻي وري گل ٿو وجهي دلبر جي دامان ۾،<br>
لڳي ٿي چو نه يـــا رب باهه اچ صحن گلستان ۾.

مرڻ منهنجي تي ڏک هس يا خوشي هس، سو نه رب چاڻي،<br>
گهٽي ڪل ڪان مگر ڳوڙها اچي ويـا چشم جانان ۾.

هو گلرخ آهه ۽ گلگون سندس آهـي گلن سان دل،<br>
مثال بـــوءِ گل، يا رب وڃان مـــان بزم جانان ۾.

(۱) اديب سنڌ، ص ۲۷، ماهه ڊسمبر ۱۹۵۲ع.

ڪري وينو جو توسان همسري تڏهين زماني ۾،
ٿيو آ شرم کان ڏس داغ ڪارو ماهِ تابان ۾.

نہ ڏي طعنا ڪڏهن ٻي بت پرستي جا تون اي واعظ،
عجب ڇا؟ ساهہ جي پڄي وڃي تصوير جانان ۾.

مہ ڪامل جي چوڌاري ستارا جئن ڪڙيل آهن،
رخِ زيبا اچي اهڙو نظر تو وچ چراغان ۾.

اگرچہ لک مون سمجهايو، مڃو هرگز نہ ڪجهہ "خادم"
ڏنائين تڙپي تڙپي جان آخر عشقِ خوبان ۾.

—

اڄ تصور خواب ۾ زلفِ دو تا جو ٿي ويو،
دل پريشان ۾ گذر ڪاري بلا جو ٿي ويو.

زير خنجر سر ٿيو مس مس شهادت ٿي نصيب،
ان جو خنجر منهنجيلئي شهپر هما جو ٿي ويو،

لوڙهہ جڏهين ويا لئي آبو تڏهن غفلت شعار،
دير جو تنهن ڪي بهانو اڄ حنا جو ٿي ويو.

زلف ان جي کي ڏسي موسيٰ عصا سوڌو ڀڳو،
ڇو تہ حضرت کي گمان ڪنهن اژدها جو ٿي ويو.

تير مژگان دل جو مهمان ٿي جڏهن سيني لڳو،
سيني عضون مان تڏهن غل مرحبا جو ٿي ويو.

دل ڏنم سر ٻي ڏنم تہ بہ دم نہ دلبر ڪئي وفا،
قحط منهنجي وقت ۾ مهر و وفا جو ٿي ويو.

جيئن اڏايائين اڏو دم ۾ اڏي اڏ ۾ پيو،
وير بلبل سان اڄ ڪلهہ پڻ صبا جو ٿي ويو.

لڙ بتن ۾ پيو تہ خادم بت پرستيءَ کي ڇڏيو،
چونڪارو نيڪ هن مردِ خدا جو ٿي ويو.

—

# غلام احمد "نظامي"

## [١٥ جون ١٨٩٥ع - ٢٢ فيبروري ١٩٥١ع]

غلام احمد ولد حاجي محمد صديق تخلص 'نظامي' ڪراچي ۾ تولد ٿيو. هن جو والد لاهوري محلي لاڙڪاڻي جو رهندڙ هو روزگار خاطر ڪراچيءَ آيو ۽ هميشه لاءِ ڪراچيءَ جو ٿي ويو. ٽي درجا اردو پڙهڻ کان پوءِ نظامي کي درزڪي ڪم تي ويهاريو ويو، ١٩٢٤ع ۾ جهونا مارڪيٽ ۾ قومي ڪتبخاني جي نالي سان ڪتابن جو دڪان کوليائين، ١٩٣٠ع ۾ اچي قبر وٽ سيڌي جو دڪان لڳايائين. کيس شعر و شاعري سان ايترو شوق هو جو پنهنجي ڪنهن به ڏنڌي ڌانهن پورو ڌيان ڏئي نه سگهيو، تنهن ڪري هر ڪاروبار ۾ کوٽ پاتائين، آخر پنهنجي ڀاءُ حاجي غلام حسين جي سنڌ بلوچستان هوٽل (بولٽن مارڪيٽ) ۽ پنهنجي ٻئي ڀاءُ حاجي محمد رمضان جي سنڌ اسلاميه هوٽل (ووڊ اسٽريٽ بولٽن مارڪيٽ) جي ڪاروبار جي سنڀال ۾ سندن مددگار ٿي رهيو.

نظامي کي جيتوڻيڪ نهايت مختصر تعليم ملي هئي مگر شعر سان شغف سبب هن پنهنجو مطالعو وسيع ڪيو ۽ شعر ۾ گهٽي مشق سبب سٺو شاعر ٿي پيو. شروع ۾ تخلص "اصغر" پوءِ "خبطي" ۽ آخر ۾ حضرت نظام الدين محبوب الاهي جي گادي نشين اردو جي وڏي اديب خواجه حسن نظامي جي بيعت ڪرڻ کان پوءِ ١٩٢٦ع ۾ پنهنجي مرشد جي نسبت قائم رکڻ لاءِ "نظامي" تخلص اختيار ڪيائين (١).

شاعري ۾ هن جو پهريون استاد محمد هاشم "مخلص" هو جنهن کيس عشقيه شاعريءَ بجاءِ قومي شاعريءَ جي ڏي لائي ڇڏيو. خلافت تحريڪ جي زماني کان گل و بلبل جي شاعري کي ترڪ ڪري قومي شاعري شروع ڪيائين. مخلص کان پوءِ حاجي محمود خادم کان جيڪو سندس دلي دوست هو، شعر ۾ اصلاح وٺندو هو.

١٩٢٣ع ۾ غلام احمد نظامي جي ڪوشش سان شڪارپوري محلي ڪراچي ۾ سنڌي بزم ادب قائم ٿي. ڪراچيءَ ۾ هي پهريون ادبي ادارو جاري ٿيو جنهن جي سهاري هيٺ علمي مجلسون ۽ مشاعرا منعقد ٿيڻ

---

(١) "غلام محمد گرامي" "ويا سي وينجهار" ص ١٢، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.

لڳا (١). هن مشاعري جلد ئي سنڌ ۾ مقبوليت حاصل ڪئي، سنڌ جا ڪيترا شاعر ادب جي طرحي مشاعرن ۾ پنهنجا غزل موڪليندا هئا يا پڻ شريڪ ٿيندا هئا، ١٩٥١ع ۾ نظامي جي وفات کان پوءِ بزم ادب جو نالي مٽائي بزم نظامي رکيو ويو، ١٩٤٦ع ۾ سڄي سنڌ ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي نظامي جي تحرڪ سان جمعيت الشعراءِ سنڌ وجود ۾ آئي، ١٩٤٩ع ۾ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ جيڪو سنڌي زبان کي خطرو پيدا ٿيو هو تنهن جي مدنظر نظامي جي ذيل هيٺين طرح مشاعري لاءِ ڏني وئي هئي:

”قوم زنده تڏهن رهي، پر جي زبان زنده رهي“.

نظامي کي صحافت سان دلچسپي هئي ١٩٢٩ع ۾ ”دره، حيدري“ نالي رسالو شروع ڪيو هئائين، ڪجهه وقت اديب سنڌ جو به ايڊيٽر رهيو هو، وفات کان اڳ وحدت نالي هفتيوار اخبار شروع ڪئي هئائين مگر ان جا به پرچا مس نڪتا ته هو ١٩٥١ع ۾ وفات ڪري ويو. هن نثر توڙي نظم ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن جن مان هي ڪتاب ڪافي مشهور آهن. بياض نظامي (نظم) رياض نظامي (نظم) مسدس حالي (نظم ترجمو)، حور دمشق، محرم نامو، خدائي انتقام وغيره.

نظامي جو شعر قومي رنگ ۾ رنگيل آهي. پوءِ اهو نظم هجي يا غزل. هن جي شاعريءَ تي اقبال ۽ حالي جو گهڻو اثر آهي اهو ئي سبب آهي جو هن اقبال جي ڪيترن نظمن ۽ مسدس حالي جو ترجمو ڪيو آهي. هن کي انگريزن جي دور ۾ مسلمانن جي ابتر حالت جو گهڻو احساس هو تنهن ڪري هن مسلمانن ۾ بيداريءَ سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ لکيو. هن جي ڪلام ۾ سلاست ۽ رواني آهي. شيخ محمدابراهيم خليل سندس شاعري لاءِ لکي ٿو، ”نظامي صاحب پنهنجي پرواز لاءِ اها فضا اختيار ڪئي آهي جا اردو شاعري لاءِ مولوي حالي ۽ اقبال مرحوم ڪئي هئي. سنڌي قومي شاعري جو سهرو بلا مبالغه نظامي جي سر تي آهي“ (٢).

---

(١) حبيب الله فڪري ”تحفہ ڪراچي“ ص ٦، الوحيد پريس، ١٩٥٦ع.
(٢) ”بياض نظامي“ ص ٢ ديباچو از شيخ محمدابراهيم ”خليل“ الوحيد پرنٽنگ پريس ڪراچي، ١٩٥٠ع.

## ڪلام جو نمونو

دل ٿي چوي ته عام ۾ دل جو بيان ڪجي،
مدت جي مخفي راز کي بالڪل عيان ڪجي.

طوفان ٻڌجي آهي دنيا ۾ انقلاب،
موج سخن سان ملڪ ۾ دريا روان ڪجي.

پنهنجي عمل سان پاڻ ٿي پيدا ڪري بهار،
آباد بلبلن جو وري آشيان ڪجي.

همت سان پنهنجي پاڻ کي بلڪل ڪري بلند،
زير و زبر زمين ڪجي آسمان ڪجي.

مات جي لاءِ وقف ڪجي زندگي عزيز،
پيريءَ ۾ اي نظامي نه عشق بتان ڪجي(١).

—

زماني تي نظر اي بي خبر ڪر،
نه دل کي خواه مخواه تون دربدر ڪر.

نه آهي وقت هي غافل سمهڻ جو،
اٿي قربان جان و مال زر ڪر.

فدائي قوم و ملت لاءِ هميشه،
ٻڌي سر سان ڪفن سينو سپر ڪر.

عمل جو وقت آهي اٿ عمل ڪر،
اجايو ڪين خالي شور و شر ڪر.

اڏامڻ جي رکين جي آرزو تو،
ته پهرين پاڻ ۾ پيدا تون پر ڪر.

کڻي اخلاق جو پرچم نظامي،
مسخر پوءِ سارو بحر و بر ڪر (٢).

—

(١) رياض نظامي، ص ٢٩، الوحيد پرنٽنگ پريس ڪراچي، ١٩٥٠ع.
(٢) "رياض نظامي" ص ٣٢، الوحيد پرنٽنگ پريس ڪراچي، ١٩٥٠ع.

# قادربخش "بشير"

## [۲۰، ڊسمبر ۱۸۹۶ع - ۱۴ مارچ، ۱۹۵۴ع]

قادربخش ولد دوست‌محمد سومرو تخلص پهريان حقير پوءِ بشير ڳوٺ ميرپور تعلقو ٺل ضلع جيڪب‌آباد ۾ هڪ غريب گهر ۾ تولد ٿيو. سندس پيءُ مسجد جو ملان هو ۽ ٻارن کي قرآن پڙهائيندو هو. ماءُ جي گود ۾ هو جو سندس والد گذاري ويو. سندس مامن ۽ چاچن مٿس هٿ رکيو ۱۹۱۱ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪري ماستر ٿيو. ۱۹۱۵ع ۾ ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ تعليم وٺڻ ويو اتي اردو ۽ فارسي زبانن جي ڪيترن نظم جي ڪتابن جو مطالعو ڪيائين.

ماستر تالو خان اياز هن جي شاعري جي شروعات بابت لکي ٿو، "حيدرآباد ۾ ٽريننگ دوران سندس هڪ دوست فوت ٿي ويو جنهن جي صدمي هن جي دل جي خاموش ويران سڪون ۾ خون جون لهرون پيدا ڪيون.......... هن جي آهه ۽ فغان لبن تي پهچي شعر جي صورت ۾ ظاهر ٿي" (۱). بشير پنهنجي شاعري جي ابتدا لاءِ لکي ٿو، "شعر جي ابتدا ۶، آڪٽوبر ۱۹۱۷ع حيدرآباد ۾ ٿي وري جڏهن ۲۸، مئي ۱۹۱۸ع تي ڪاليج ڇڏي اچي نوڪري ۾ گهڙيس ته پوءِ ماضي جي ياد ۾ طبع وڌيڪ موزون ٿيندي وئي" (۲).

نوڪري جي زماني ۾ بشير جيڪب‌آباد ضلعي جي ڪيترن اسڪولن ۾ استاد ٿي رهيو، جتي هو محبت سان محنت ڪندو رهيو. ۱۹۴۹ع کان ۱۹۵۳ع تائين ڊي - آءِ - ايس ٿي رهيو. جنهن کان پوءِ نوڪري تان رٽائر ڪري اليڪشن وڙهيو. وڏيري جي مقابلي ۾ ماڙهن ماستر کسي ووٽ نه ڏنا هن هارايو. هن کي پوئين وقت ۾ ساهه جو مرض ٿي پيو هو جنهن ڪيس وڌيڪ زندهه رهڻ نه ڏنو ۱۹۵۴ع ۾ وفات ڪيائين.

بشير کي شاعري سان عشق هو ۽ اهو عشق آخر تائين نڀايائين هو حقير جي تخلص سان شاعري ڪندو هو پر فبروري ۱۹۴۳ع کان پنهنجو

(۱) نئين زندگي ماهوار ص ۲۱، ماهه جون ۱۹۵۴ع ماستر تالو خان "اياز" مضمون "مرحوم قادربخش بشير".

(۲) اديب سنڌ ماهوار ص ۲۱، ماهه مارچ ۱۹۴۳ع اديباءِ وطن "پنهنجي همسري پنهنجي قلم سان" قادربخش بشير.

تخاص بشير ڪيائين (١). بشير ٽريننگ ڪاليج واري زماني ۾ مرزا قليچ بيگ جي صحبتن مان فيض پرايو ۽ مشاعري ۾ مرزا صاحب کي پنهنجو استاد تسليم ڪندو هو. سندس پهريون نظم ١٣ ڊسمبر ١٩٢٢ ۾ سنڌ زميندار ۾ ڇپيو جنهن کان پوءِ هن جا اشعار سنڌ جي مشهورين نالي وارين اخبارن ۽ رسالن جو سينگار ٿيندا رهيا. بشير کي بزم مشاعرن جي محفلن ۾ شريڪ ٿيڻ جو ڏاڍو چاهه هو ۽ انهن ڏانهن طرحي شعر ڏياري موڪليندو هو. بزم ادب ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي شاعرن ۾ گهڻو ڪري شريڪ ٿيندو هو. شيخ عبدالله پنهنجين يادگيرين ۾ سندس مدرسي ۾ ٽيچر هڪ مشاعري جو احوال هيئن بيان ڪيو آهي، "قادربخش حقير مرحوم انهيءَ وقت ڪراچي آيل هو جڏهن ڪنهن مشاعري جي خبر پئي تڏهن طرح ڏياري موڪليائين. اهو مشاعرو سندس صدارت هيٺ ٿيو" (٢).

قابچ لٽرري سوسائٽي ڪراچي ١٠، مارچ ١٩٣٤ع تي مخلص جي وفات تي هڪ تعزيتي مشاعرو منعقد ڪيو هو، مصرع طرح هئي:

"باغبان هي گل چني گلشن کي تو ويران ڪيو"

بشير ان موقعي تي جو نظم پڙهيو هو ان جو هڪ بند ملاحظه ڪيو:

چو چمن ۾ تي وئي بلبل پلا خاموش آ،
چو نڪو ساقي، نڪو ساغر نڪو مي نوش آ،
چو مزو محفل ۾ ناهي ۽ نڪو ڪو جوش آ،
بس سبب مخفي نه آ مخلص ٿيو روپوش آ،
باغبان تو گل چني گلشن کي ويران آ ڪيو.

بشير جيستائين زنده هو تيستائين هر ادبي ڪانفرنس ۾ ضرور شريڪ ٿيندو هو انڪري هن جا پنهنجي همعصر شاعرن سان تعلقات گهرا هئا.

بشير پنهنجي جواني واري زماني ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي کان متاثر ٿي بزم مشاعره قائم ڪيو هو جتي ننڍڙي پيماني تي مشاعرا ٿيڻ لڳا. پهريون مشاعرو ١٥، مئي ١٩٢٦ع تي ڪوٺايو ويو مصرع طرح هئي:

"محفل اغيار جي ڪيئن توکي الفت ٿي وئي"

---

(١) عبدالحي - اي لوڌي "مرحوم قادربخش بشير جي شاعري" قلمي ص ٣٠، مونوگراف ١٩٦١ع. سنڌيالاجي.

[٢] اياز قادري "مٽيءَ لڌو مان" ص ٤٠، رشيد اينڊ سنس پرنٽرس ڪراچي.

بشير جي ڪڏهن ڪڏهن ٻين شاعرن سان ڏي وٺ به ٿيندي رهندي هئي. جڏهن لطف‌الله ”جوڳي“ ۽ قادربخش ”حقير“ هو تڏهن سنڌوءَ ۾ جوڳي جو هڪ نظم ڪتي جي وفاداري تي شايع ٿيو هو، جنهن جي خلاف حقير ڪتي ڪي ڪڙهم جو ويري ثابت ڪيو هو. اها ڏي وٺ چڱو وقت هلي، ١٩٤٧ع ۾ سنڌ ۾ بشير سان روڏي موالي جيڪو اصل ۾ رشيد لاشاري هو ڪونس ڪئي پوءِ ڏاڍو معاملو متو ۽ ڪافي وقت هڪ ٻي خلاف طنزيه ۽ هجويه شعر شايع ٿيندا رهيا. جهيڙي جا ٿورا شعر هي آهن:

روڏو موالي:

عيوبِ شاعري جا سنڌ ۾ افسر اوهين آهيو،
سڏائي پاڻ کي اڪبر ڪندا ڏرڙر اوهين آهيو.

ڪلايو پاڻ تي تا خلق هر بزمِ سخن اندر،
گروهِ مائرانِ سنڌ جا ايڊر اوهـــان آهيو.

بشيرا ”اسفل الشعرا“ لقب زيبا اوهان جو آ.
بڻيا روڏي موالي کان گهڻو بهتر اوهان آهيو(١).

قادربخش بشير جو جواب:

چڳل پادر اوهان آهيو، بلاشڪ تون صحيح آهين،
لڳا روڏي موالي کـــي اهـــي پادر اسين آهيون.

نه ڏکري گندگي اڳتي، ڏيارج وات کـــي ريهو،
ليئي کو ٽين وارو نه تم هتي لوهر اسون آهيون.

ٽڪا ٽي چار پاڪي سان ڏيان کي روڏ تنهنجي کي،
کني رت جي ڪيڻ جي واسطي نشتراسين آهيون(٢).

بشير بنيادي طرح نظم جو شاعر هو. هن ڪيترا لاجواب نظم لکيا جن مان اباڻا ياد پيا سنڌو ۽ دوزخ جو داروغوسنڌي ادب جا شهه پارا آهن. بشير غزل ۾ به گهڻو ڪجهه لکيو آهي سندس ديوان اڃا قلمي صورت ۾ آهي. هن جي غزلن ۾ نظمن واري سلاست ۽ رواني آهي. هـن جا گهڻا

[١] اديب سنڌ ماهوار ص ٣٣، ماهه فيبروري ١٩٤٧ع.
[٢] اديب سنڌ ماهوار ص ٧، ماهه مارچ ١٩٤٧ع.

غزل مسلسل آهن غزلن ۾ خيالن جي ڪجهه نواڻ آهي ۽ پنهنجي وقت جي حالتن جو عڪس آهي. هن جا خيال سادا ۽ عام فهم آهن جن ۾ نه آهن ور نه وڪڙ.

## ڪلام جو نمونو

عشق ۾ بي دل گهڻي ڪيئن يار واري ڪي ڇڏي،
ڪيئن پلا بلبل گلن جي سبز ٻاري ڪي ڇڏي.

رات ڏينهن جو روج راڙو ورد ٿيو مجروح دل،
چشم پرنم ڪيئن پلا ڇڏو اشڪباري ڪي ڇڏي.

ري سڄڻ جي رات گهارڻ شل نه ٿي ڪنهن کي نصيب،
يار بن پيو ڇا ڪندو اختر شماري ڪي ڇڏي.

عيش عشرت ڪيئن وٺي ديدار دلبر جي سوا،
دل کي راحت ڪيئن اچي هن سوگواري کي ڇڏي

زلف ابرو جا هميل سالم ڏناسون ڪينڪي،
درد واري دل ڪٿي ٿي آهه زاري کي ڇڏي.

ڏي حقيرا سر اچي هن عشق جي ايوان ۾،
پيا سوين زاهد ٿيي پرهيزگاري کي ڇڏي (١).

---

سهڻا تون ڪري قرب هي بيمار ڏسي وڃ،
زردار اچي جلد هي نادار ڏسي وڃ.

هر وقت پرين کهڙا پيو ڪانگ اڏايان،
بهتر ته اچي پاڻ هي لاچار ڏسي وڃ.

پو کهڙا قبا قبر تي دلدار اڏيندين،
هيٺي جو اچي حال هڪوار ڏسي وڃ.

اي حسن سندا شاهه ڪري عرض گدا ڇا،
هڪ وار ته خيرات جو حقدار ڏسي وڃ.

---

[١] گلدستهه سنڌ ماهوار ص ١٤١، ماهه جنوري ١٩٢٦ع.

دل قيد ڪيءِ زلف جي زنجير ۾ سـوگهي،
پر جلد سو پابند گرفتار ڏسـي وڃ. (١).

—

# محمد موسيٰ "راز"

## [١٨٩٩ع— ]

محمد موسيٰ ولد علي بخش پٽني تخلص "راز" حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري سٽي سروي ۽ لئنڊ رڪارڊس ۾ منشي ٿيو، مگر جلد تپيداري جو امتحان پاس ڪري ساڳـي هنڌ تپيدار ٿيو. ١٩٢٩ع ۾ ڪوآپريٽو جـي محڪمي ۾ سپروائيزر ٿـيو جتان ١٩٥٥ع ۾ انسپيڪٽر جي عهدي تـان رٽائـر ڪيائين. هـن ١٩٣٨ع ۾ امرتسر مـان آير ويدڪ ۽ يوناني طبيه ڪاليج مان حاذق الاطباءِ جـو امتحان پاس ڪيو هو تنهن ڪري نوڪري سان گڏ طب جو ڪم پڻ ڪندو هو.

راز ڪـي حافظ حيات شاهہ، فقيرمحمد عاجز ۽ محمد بخش واصف جي صحبت ۾ شعر جو چاهہ پيدا ٿيو. هو پنهنجو ڪلام وقت بوقت بزم مشاعره لاڙڪاڻہ جي طرحن تي موڪليندو هو جو الحقيقت هفتيوار ۽ گلدستہ سنڌ ماهوار ۾ شايع ٿيندو هو. هن جو ڪلام سنڌ جي ٻين اخبارن جو پڻ سينگار بڻبو هو.

راز صاحب ديـوان شاعر آهي، سندس ديوان سندس پوين وٽ محفوظ آهي. عبدالله "خواب" سندس ننڍو ڀاءُ آهي.

راز ڪيترا لاجواب نظم لکيا آهن جن ۾ حيدرآباد جي قلعي تي لکيل نظم شاهڪار آهي. راز پُرگو شاعر هو. هن جا خيال پُر اثر ۽ ٻولي پنهنجي دور جي شاعرن کان وڌيڪ صاف آهي. هن جي شاعري تي مذهبي، اصلاحي ۽ قومي رنگ ڪافي حد تائين چڙهيل آهي.

(١) اديب سنڌ، ماهوار، ص ١٠، جون ١٩٤١ع.

## ڪلام جو نمونو(۱)

جادو هي کھڙي قسم جو ان جي نظر ۾ هو،
بيهوش جو نہ هو سو بہ ان جي اثـر ۾ هو.

اڄڪلھ جي ڳالھ ناهي ازل کان هي عشق آهي،
آدم کان اڳ بہ ذڪر سندس بحر و بر ۾ هو.

قاصد چيو ٿي جيڪي سا تنھنجي زبان هئي،
جملہ جلال تنھنجو سنڌي نـامہ بر ۾ هـو.

ڇا کان نہ آت پون ها ٽپي پرت کان پتنگ،
سامانِ صد حيات چـراغِ سحر ۾ هـو.

ڏوريـم تمام ڏيھہ پـرين لئہ پري پري،
ليڪن ڏٺم جو غور سان شھہ رگ جي پرم ۾ هو.

ڪليو جو راز عشق مجازي جـو ويـا پڇي،
هو درد جو جگر ۾ ۽ سودا جو سر ۾ هـو.

---

آه جو گردش ۾، چو ڪاٽي ٿو چڪر آفتاب،
پيو ڦري هر روز تنھن سھڻي جي خاطر آفتاب.

روز تنھن سلطانِ عالم جي سلاميءَ لئہ ڏسو،
صبح سان نڪري ٿئي ٿو ـ ڪ مان ظاهر آفتاب.

چو ٿو ٿين نازان جوانيءَ تي ايھا ويندي اٿين،
جئن چڙهي هرصبح، سانجهيءَ جو وڃي گھر آفتاب.

اي پريرو زلف تنھنجا رات ۽ منھن ڏينھن آھہ،
ساھہ هڪ رخسار ۽ رخسار ديـگر آفتاب.

حسن ڪنھن جو آهي هي اي راز جنھن تي روزشب،
شوق سـان صدقي ٿين ٿا ماھہ و اختر، آفتاب.

---

(۱) "ديوان راز" قلمي، محمدموسي "راز" ملڪيت مقبول احمدپٺي مرحوم حيدرآباد.

# حافظ محمد "احسن"

## [١٢، اپريل ١٩٠٠ع - ]

محمد ولد جمع خان چنو تخلص "احسن" ڳوٺ ملڪاڻي تعلقو دادو ۾ تولد ٿيو. پنجن سالن جي عمر ۾ مولوي غلام محمد نقشبندي ملڪاڻين واري جي مدرسي ۾ داخلا ورتائين جتي قرآن شريف حفظ ڪيائين ۽ سنڌي، پارسي ۽ ٿوري عربي تعليم حاصل ڪيائين- ١٩١٨ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو قائم ڪيائين جتي ١٩٥١ع تائين تعليم ڏيندو رهيو.

شاعري ۾ ١٩٢١ع کان وک وڌايائين. شاعري ۾ سندس استاد مرزا قليچ بيگ ۽ جمع خان غريب هو. غريب جي سنگت ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻي، بزم مشاعره ناري، بزم مشاعره صوفي ۽ بزم بلبل ميهڙ ۾ وڏي چاهه سان بهرو وٺڻ لڳو- ١٩٤٣ع ۾ انجمن آفتاب ادب دادو جو پايو وڌائين جنهن جو سيڪريٽري آهي. انجمن آفتاب ادب جي سهاري هيٺ ٻه ادبي ڪانفرنسون سال ١٩٤٩ع ۽ ١٩٥٢ع ۾ دادو ۾ منعقد ٿيون. هن وقت دادو مان هفتيوار اخبار "آواز سنڌ" ڪڍي رهيو آهي جنهن ۾ قديم ۽ نون شاعرن جو ڪلام نهايت اهتمام سان شايع ڪندو آهي.

احسن نثر توڙي نظم ۾ گهڻو ڪجهه لکيو آهي، سندس نظم ۾ ديوان احسن، گلزار شعر، احسن الاخلاق، رباعيات احسن، مظاهر مصطفوي، گلدسته احسن، گلزار احسن، لطيفي لات ۽ احسن الاشعار ۽ نثر ۾ سوانح مخدوم بلاول، شاهه جو پيغام، بنات الرسول، قصص الانبيا ۽ سراپاءِ رسول شايع ٿيل آهن.

حافظ احسن پُرگو شاعر آهي ۽ انهن ٿورڙن شاعرن مان آهي جن جو ديوان شايع ٿي چڪو آهي. حافظ احسن جو موجوده ڪلام مذهبي ۽ قومي رنگ ۾ رنگيل آهي. نه صرف هن جي غزلن ۾ سادگي، سلاست ۽ رواني آهي پر انهن ۾ برجستگي ۽ پختگي به آهي.

### ڪلام جو نمونو (١)

سامهون ٿو اچي تيز مان دلبر تسه نه آهي،
ڏک ڏک ٿي ڪري دل، ڇا سندس ڏر ته نه آهي.

---

(١) "ڪليات احسن" قلمي، حافظ محمد "احسن" دادو.

هر حڪم ۾ فرمان ميجي دل تي سچڻ جو،
حاڪم يا دلين جو ڪوئي افسر ته نه آهي.

هٿ جي ٿو اشاري سان ڪري داوون مسخر،
ڇا يار ڪي جادو يا ڪو منتر ته نه آهي.

هر وقت در يار تي عشاق جو ميڙو،
برپا ٿيو هنگامه محشر ته نه آهي،

احوال ڪيم دل جو ته جهٽ پٽ ۾ ڇپائين،
ڪر بند شڪايت جو هي دفتر ته نه آهي.

محبوب جي الفت ۾ چيو شعر تو احسن
دل تنهنجي ۾ ڪو عشق جو جوهر ته نه آهي.

---

چيم مون سان نلڻ جي ڪا عنايت دلربا ٿيندي ،
چيائين ها، ڪڏهن مقبول تنهنجي التجا ٿيندي.

پڪيڙي زلف ، ٿاهي دام، اچ دلدار تون وينين،
نه بچندي پر يقين آهي وجي دل مبتلا ٿيندي.

وجهن واسينگ وانگر ور ٿا سي زلف سيه تنهنجا،
انهن زلفن سان همسر ڪينڪي ڪاري بلا ٿيندي.

پلي ڪر قتل قاتل، پر نه ڪر تون خون هي ضايع،
هٿن تنهنجن رڱڻ جي لاءِ هيءَ بهتر حنا ٿيندي.

چيم دلبر دم آخر پسائج رخ تون "احسن" کي،
چيائين خاطري ڪر تنهنجي پوري مدعا ٿيندي.

---

# شيخ محمد ابراهيم "خليل"

## [٢٤ ڊسمبر ١٩٠٠ع— ]

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ولد محمد يوسف تخلص "خليل" رام باغ گاڏي کاتي ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس ڏاڏو سر چارلس نيپيئر جي فوج سان گڏجي آيو هو(١). ابتدائي تعليم حيدرآباد ۽ ننڍي محمد خان مان ورتائين. اين-جي-وي هاءِ اسڪول مان ١٩١٧ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڊي-جي ڪاليج ۾ به تعليم ورتائين- ١٩٢٥ع ۾ بمبئي ۽ رانچي ۾ ايم-بي-بي-ايس سان گڏ دماغي بيمارين جي علاج ۾ به مهارت حاصل ڪيائين. نوڪري واري زماني ۾ گهڻو وقت مينٽل هاسپيٽل گدوبندر (حيدرآباد) جو سپرنٽينڊنٽ ٿي رهيو. ڪجهه وقت ڊو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچي ۽ لياقت ميڊيڪل ڪاليج ۾ پروفيسر ٿي رهيو. آخر خيرپور ڊويزن جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر آف هيلٿ جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. هن وقت حيدرآباد ۾ خانگي پريڪٽس ڪري رهيو آهي(٢).

"خليل" جو گهر انجمن ضياءُالاسلام جو پوءِ ڦري لائبرري انجمن ترقي اردو جي پر ۾ هئي، ان ڪري هو انجمن جي هر مشاعري ۾ شامل ٿيندو هو(٣). هن چوڏهن ورهين جي عمر ۾ شاعري شروع ڪئي. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي کي استاد ڪري ورتائين. ڪيترو وقت هن وٽان عروض جي تعليم حاصل ڪيائين. هو سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي حيدرآباد جو نائب صدر هو، جنهن جي ماتحت حيدرآباد ۾ مشاعرا منعقد ٿيندا هئا. هن جا تعلقات بزم مشاعره لاڙڪاڻه ۽ ڪراچي جي بزم مشاعرن سان گهرا رهيا آهن. هن ١٩٤٦ع کان جڏهن کان جمعيت الشعراءِ سنڌ قائم ٿي هئي، ١٩٥٧ع تائين ان جي صدر جي حيثيت سان سنڌي شاعري جي وڏي خدمت ڪئي- ١٩٤٨ع ۾ "بزم خليل" جي نالي سان بزم مشاعره قائم ڪيائين، جنهن ۾ سنڌي اردو ۽ پارسيءَ جا گڏيل مشاعرا ٿيندا هئا. هو سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ ڪميٽي ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌيالاجي ۽ شاهه عبداللطيف يادگار ڪائونسل جو به ميمبر رهيو آهي. سندس هي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن:

---

(١) "مهراڻ جا ماڻڪ" ص ٥٦، پاڪستان پبليڪيشن ڪراچي ١٩٦٠ع.

(٢) هي مضمون خليل مرحوم جي انتقال يعني ١٩ نومبر ١٩٨٢ع کان اڳ جو لکيل آهي.

(٣) "تحفهٴ ڪراچي" ص ١٥، حبيب الله فڪري مضمون "شيخ محمد ابراهيم خليل".

رهنماءِ شاعري (ٽي ڀاڱا)، بيت‌الله شريف جي تاريخ، ادب ۽ تنقيد، بلبلِ سنڌ ۽ عبرت ڪده (ٽي ڀاڱا).

شيخ محمد ابراهيم ”خليل“ کي موجوده دور جو ڪهنه مشق استاد شاعر تسليم ڪيو ويندو آهي. هو عروض جي باريڪين جو ڄاڻو ۽ عروض جي نازڪ اصولن جو پابند آهي. هن‌جا غزل پخته ۽ شسته، رنگين ۽ مرصع، شوخ ۽ دلپذير هوندا آهن. جيتوڻيڪ هن جي ٻولي پارسي آميز آهي، تاهم هن جي اندازِ بيان ۾ پنهنجو اثر ۽ ڪشش آهي.

## ڪلام جو نمونو(۱)

جگر ۾ منهنجي رهي چاڪ ٿو رفو جي عوض،
رهي ٿو تيرِ نظر دل ۾ آرزو جي عوض.

پسند مان‌ٌ ٿيو مون‌کي آرزو جي عوض،
ڏِلي ته جان وڃي منهنجي آبرو جي عوض.

نه جنهين ۾ آرزو تنهنجي ٿئي سا دل بيڪار،
ڪڏهن نه ڪم ٿو اچي رنگِ گل بو جي عوض.

نشاطِ حسن، غمِ عشق يا ڪم جوشِ وفا،
مقيم دل ۾ رهي منهنجي آرزو جي عوض.

سگهو ٿي هوش ۾ ايندو هي تنهنجو ديوانو،
سنگهي جو زلف‌کي تنهنجي مشڪ بو جي عوض،

رهي ٿي تنهنجي نوازش رقيب تي هردم،
مگر خليل تي آهي جفا عدو جي عوض.

---

عشق جا داغ رهن دل ۾ ٿا جانان محفوظ،
هڪ ٿي غنچه ۾ ٿيو سارو گلستان محفوظ.

حسن کي پنهنجي ٿو سمجهي گلِ نازان محفوظ،
يا خدا بادِ خزان کان رهي بستان محفوظ.

ڪير آهي جو ٿيو موت کان نادان محفوظ،
پل ۾ سمجهي ٿو ڇا هت پاڻ‌کي انسان محفوظ.

---

(۱) ”ڪليات خليل“ قلمي، ملڪيت ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم خليل حيدرآباد.

جوش، وحشت ۾ ڪيو منهنجي هٿن ڪم اهڙو،
جو بدن تي نه رهي تار، گريبان محفوظ.

بت جي قدمن تي رکيم سر ته چيو هن مونکي،
تنهن جو ايمان نه رهيو هاڻ مسلمان محفوظ.

چو روئڻ مون کي اچي دل جي نه مظلومي تي،
جو ٿيو آهه منجهس نشتر، مژگان محفوظ.

ڪاش اميد نه پوري ٿي ڪڏهن تنهنجي "خليل"
دل ۾ ٿي تنهنجي رهيا حسرت و ارمان محفوظ.

# مرادعلي "ڪاظم"

## [١٠ مئي ١٩٠١ع - ٢٨ سيپٽمبر ١٩٥٤ع]

مرادعلي ولد خدابخش شيخ تخلص 'ڪاظم' جي ولادت روهڙي ۾ ٿي. پرائمري تعليم روهڙي، ڇهه درجا انگريزي خيرپور ۽ مئٽرڪ ١٩١٩ع ۾ مدرسه هاءِ اسڪول ڪراچي مان پاس ڪيائين. ساڳي ئي سال نوڪري ۾ گهڙيو مگر سندس سيمابي طبع ڪيس ڪٿي به ٽڪاءُ ڪرڻ نه ڏنو ڪيترين نوڪرين ڪيائين ۽ جهيڙا ڪري ڇڏي ڏنائين تنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن سندس گذر تنگ ٿي ويندو هو مگر هو ان تي به راضي هو.

ڪاظم سنڌ کان ٻاهر ٽي چار ڀيرا هندستان جي مختلف شهرن جهڙوڪ ڪلڪتو، بمبئي، پونو، راجپوتانا، ڪڇ، ڀوپال ۽ دهلي جي سير تي ويو هو.

ننڍي عمر ۾ سندس نينهن هڪ هنڌ لڳي ويو مگر سندس شادي ٻئي هنڌ ٿي ڪيس اهو اهڙو صدمو رسيو جيڪو عمر تائين وساري نه سگهيو.

ڪاظم ٻارنهن ورهين جي عمر ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو. ٻهريان ڪافيون چوندو هو. آغا غلام نبي "صوفي" جيڪو ان وقت خيرپور جي انگريزي اسڪول ۾ ماستر هو تنهن کيس پارسي پڙهائي ۽ عروض سمجهايو جنهن ڪانپوءِ موزون شعر چوڻ لڳو. هن کي پارسي تي ڪافي دسترس هئي. پنهنجي خود نوشته سوانح ۾ لکي ٿو " ڪراچي مدرسه ۾ ١٩١٩ع ۾

بلبل هند سروجني نيڊو گھڻو آئي. سندس پارسي شعر پڙهي گمان ٿيس ته آغا ايراني آهيان. قلعي ڪاڻ تي مصلحت ڏنائين ته پنهنجي مادري زبان جي خدمت ڪر. مون به سندس چئي تي ڪٽي ڳنڍ ٻڌي، ١٩١٩ع ڪان بزم مشاعره لاڙڪاڻه سان واسطه رهيم ۽ ڪجهه حيدرآباد سان به" (١).

مير شفيع محمد عاوي ڪاظم جي بزم مشاعره لاڙڪاڻه سان دلچسپي جو احوال هيئن بيان ڪيو آهي، "مرحوم ڪاظم مون سان ڳالهه ڪئي ته هو به وطن يا سفر مان وقت ڪڍي وچي لاڙڪاڻه جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪري، اتان جي شاعرن سان چناپيٺي ڪندو هو ۽ ڪنهن وقت هڪ ئي نشست ۾ ڪيترا غزل تيار ٿي ويندا هئا ۽ دوستن کي داد ڏيڻو ۽ وٺڻو پوندو هو. هو قادري جي زودگوئي ۽ شعر کان گهڻو متاثر هو" (٢). هو بزم ادب ڪراچي جي مشاعرن ۾ به شريڪ ٿيندو هو هڪ مشاعره جو ذڪر ڪندي شيخ عبدالله عبد چئي ٿو، "انهيءَ مشاعره ۾ پنهنجي دوستن سان گڏ ڪاظم مرحوم به پنهنجو شعر پڙهيو. ڪاظم جي لفظن ۾ هڪ ترصع ۽ ترنم هو" (٣). ڪاظم ١٩٢٣ع ۾ پنهنجي غزلن جو ديوان ڇپائڻ لاءِ مڪمل ڪيو هو مگر اهو سندس ڪنهن دوست جي هٿان گم ٿي ويو. ان جو ڪاظم تي اهو اثر ٿيو جو هن ١٩٢٣ع ڪان ١٩٣٣ع تائين شعر اصل ڪونه چيو. جنهن کان پوءِ ڪڏهن ڪڏهن طبع آزمائي ڪرڻ لڳو اهو ئي سبب آهي جو سندس ڪلام ٿورو ملي ٿو.

ڪاظم جي ميان غلام سرور "فقير" ۽ شيخ عبدالله "عبد" سان گهري دوستي هئي ساڻن وقت به وقت سخن سنجي بابت خيالن جو تبادلو ڪندو رهندو هو.

ڪاظم جي وفات ١٩٥٤ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ٿي ۽ هن خوش نوا شاعر جي صدا هميشه لاءِ خاموش ٿي وئي. سندس وفات تي عبدالقيوم "صائب" قطعه لکيو هو جنهن ۾ سندس وفات جي هجري تاريخ "سرتاج سخن" مان ڪڍي اٿس.

---

(١) "روح ادب" ماهوار ص ١٦، ماهه جنوري ١٩٥٤ع.

(٢) نئين زندگي ماهوار، مير شفيع محمد عاوي ص ٦، جولائي ١٩٦٠ع مضمون "مخدوم الشعرا حاجي محمود "خادم".

(٣) "مٺيءَ لڏو مان" ص ١٤٣، شيخ عبدالله مضمون منهنجون يادگيريون.

دل چيو "صائب" لکان تاريخ رحلت جي مگر،
خود ڪيو نوڪ قلم تحرير "سرتاج سخن"(١).

١٣٧٤ھ

ڪاظم سنڌي غزل جو شوخ شاعر آهي، جواني ۾ تخلص آفت‌هوس پوءِ ڦيرائي ڪاظم ڪيائين. جيتوڻيڪ هن جا غزل ٿورا ٿا ملن مگر هرهڪ غزل سونهن ۽ سرهاڻي جو غنچو آهي. هن جي انداز بيان ۾ اهڙي ڪشش ۽ رمزيت آهي جيڪا ڪن ٿورن شاعرن کي نصيب آهي. هن جي خيالن ۾ بهار جهڙي تازگي ۽ موتين ۽ ماڻڪن جهڙي دلفريبي آهي البت هن جي زبان ڪٿي ڪٿي مشڪل پارسي‌آميز آهي جنهن لاءِ چوي ٿو "اظهار خيالات واسطي وقتاً الفاظ دقيق ڪم آڻڻا پون ٿا" (٢). ان هوندي به هن جي غزلن جي اثر ۾ ڪابه ڪمي نه ٿي ٿئي.

## ڪلام جو نمونو (٣)

گلبدن آهه مسئي گل نفس آهه
منزل دهر لئي سامان هي بس آهه.

هو اچي منهنجي تڏي نا ممڪن
ڪنهن جي تقدير پلا پنهنجي وس آهه.

ڪجهه ته چپ چور پڌان تو ته سنديءَ
لب خون رنگ مسيحا نفس آهه.

توکي بخشي ڏي خدا حور و قصور،
لب جو مون کي لب يار بس آهه.

مون سان همسايه ٿئي زاهد خشڪ،
اهڙي جنت کان خدا مون کي بس آهه.

قيد هان صورت بلبل ناحق،
خوشنوائي جو صلو چا قفس آهه.

---

(١) "نشاط والم" (قلمي) ملڪيت عبدالقيوم "صائب" حيدرآباد.
(٢) "روح ادب" ماهوار ص ١٨، ماهه جنوري ١٩٥٤ع، حيدرآباد.
(٣) "انتخاب ڪاظم" قلمي ملڪيت شيخ عبدالحليم جوش، ڪراچي.

منتخب مون کي ڪيو جلوهٔ يار،
برق آمادهٔ بہ فيضان خس آهہ.

اڄ تہ ڏسبو هو حرم جي در تي،
دير ڪان دير ۾ ڪاظم جو ڏس آهہ.

---

ساقي مست چشم هو مدهوش ٿي ويس،
وِئس وساري توبہ نشي ۾ پي ويس.

ممڪن نہ هو تہ ڪنهن جي چوڻ تي پيئڻ ڇڏيان،
جو ڪجهہ پيئڻ تي مونکي چياڻون سو پي ويس.

مونکي خبر تہ رات ڪٿيم ڪيئن مري مري،
وعدهٔ شڪن جي اڄ بہ نہ آيو مري ويس.

سر تي بخار عشق، فضا ۾ بهار حسن،
موقعو ٺهو ماي ويو مدهوش ٿي ويس.

هو حسن دلفريب ڪ حسن آشنا،
ڪنهن حيلي خوار ٿيٺو هو "ڪاظم" سو ٿي ويس.

---

# عبدالرحمان "انجم"

## [١٥ آگسٽ ١٩٠٢ع — ١، نومبر ١٩٧٥ع]

حاجي عبدالرحمان ولد علي‌محمد ميمڻ پهريان تخلص احقر ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ "انجم" اختيار ڪيائين. سندس پيدائش هالن ۾ ٿي ۽ هي هالن جو پهريون شاعر آهي جنهن جو ديوان شايع ٿيل آهي (١). ٽريننگ ڪاليج ۾ تعليم پاس ڪرڻ کان پوءِ مسلم اسڪول هالا ۾ جيڪو مخدوم غلام‌حيدر تعمير ڪرايو هو، هيڊ معلم ٿي رهيو. آگسٽ ١٩٣٠ع

---

(١) "مهراڻ" سہ ماهي ص ١٩٧، نمبر ٤، سال ١٩٧٥ع.

ڪان ميونسپل هاءِ اسڪول جو ميمبر ۽ آڪٽوبر ١٩٤٦ع ڪان ميونسپل جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو (١).

انجم جو شاعري ۾ استاد حافظ جان محمد "جان" هو جنهن جي صحبتن ۾ هن کي شاعري جو شوق پيدا ٿيو. بزمِ مشاعره لاڙڪاڻي جون جيڪي به طرحون اعلان ٿينديون هيون هن تن مان گهڻن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ڪي طرحون ١٩٢١-٢٢ جون جهونيون آهن. هو ماهنامه فردوس هالا جو نومبر ١٩٥١ع کان اپريل ١٩٥٣ع تائين ايڊيٽر ٿي رهيو. نوابشاهه مان نڪرندڙ رسالي "رهنما" جو پڻ چيف ايڊيٽر ٿي رهيو (٢). سندس هي تصنيفون شايع ٿيل آهن:

١- ڪاروان زندگي ٢- حقيقت زندگي ٣- پياري نازنين ٤- شمع اسلام ۽ ٥- ديوان انجم.

انجم غزل جو شاعر هو هن جي ڪلام ۾ رواني ۽ سادگي آهي، شيخ محمد ابراهيم خليل هن جي شاعري لاءِ چوي ٿو، "هو رڳو هڪ سادو عشقيه غزل لکندڙ شاعر آهي تنهن ڪري هن جو محبوب ۽ مرغوب موضوع دنيا جي شڪايت، حسن ۽ جواني ۽ انجا لوازمات، رقابت، محبوب جو جور ۽ ستم جو بيان وغيره آهي" (٣).

## ڪلام جو نمونو (٤)

ڪري مون ڪان دلبر جدائي نه وڃ،
خدارا ڪري بيوفائي نه وڃ.

اٿئي سر جو سودو نه ڪج حرف ڪو،
ڪٿي پاڻ سان تون پڪائي نه وڃ.

شب و روز ڪر عجز آزي نياز،
سڄڻ وٽ ڪري خودنمائي نه وڃ.

---

(١) "فردوس" ماهنامه "شاعر نمبر" آگسٽ ١٩٠٦ع.
(٢) نئين زندگي ماهوار ص ٢٨، ماهه نومبر ١٩٧٧ع.
(٣) "ديوان انجم" ص ١٤، فردوس پرنٽنگ پريس حيدرآباد ١٩٥٧ع.
(٤) "ديوان انجم" ص ٧٧ ۽ ٨٢؛ فردوس پرنٽنگ پريس حيدرآباد ١٩٥٧ع.

ڏسي حال هيڻو سون عاجز سندو،
ڪري قرب شفقت پيلائي نہ وڃ.

اگڻ ۾ هو انجم جي ايندو هاي،
قمر تون وٺي روشنائي نہ وڃ.

---

جهڙو پڏين سٺين تو اهڙو ٿي يار سچ پچ،
تنهن جي ڏسڻ سان آيو دل کي قرار سچ پچ.

گريہ ۽ روح راڙو، چشمن کي آهي هردم،
آهي ٿي چشم منهنجي ابر بهار سچ پچ.

زلفن کي تو پکيڙيو، سڀ ملڪ واسجي ويا،
خوشبو نہ اهڙي ڏيندو مشڪ تتار سچ پچ.

زلفن جوٺي تصور شب روز آهي مون کي،
پانيان ٿو نانگ آهن سيني سوار سچ پچ.

انجم جي التجا تي آيو اگڻ ۾ دلبر،
اهڙو پيو نہ ٿيندو ڪو قربدار سچ پچ.

---

# محمد خان "غني"

## [٣ مارچ ١٩٠٣ع- ١، مارچ ١٩٧٩ع]

محمد خان ولد قاضي محمدداٺود تخلص "غني" محمدهاشم "مخلص" جو پاٺيو ۽ حافظ "حامد" ڏکڙائي جو پوٽو هو. سندس ٻولد ٿيڻ کان اڳ ڏينهن اڳ مخلص جو اڪيلو ننڍڙو پٽ گذاري ويو هو تنهن ڪري محمد داٺود غني کي جمڻ سان ٺي ڪٽي مخلص جي گود ۾ ڏنو، هو مخلص جو پٽ ٿي پليو ۽ اها ٿيچ پيتاٺين جيڪا اٺ ڏينهن اڳ مخلص جو فرزند پيئندو هو.

غني جي ابتدائي تعليم ٽکڙ جي لوڪلبورڊ اسڪول ۾ ٿي، ڪجهه پارسي ۽ قرآن شريف حافظ عبدالله "بسمل" وٽ پڙهيو. سنڌي فائنل پاس ڪري ١٩١٦ع ۾ حيدرآباد ۾ پرائمري ماستر ٿيو. ١٩٢٣ع ۾ ماستري ڇڏي ٽپيداري پڙهڻ ويو. ١٩٢٤ع ۾ اهو امتحان پاس ڪيائين. ساڳي سال ٦ جون ١٩٢٤ع کان "مسلمان" اخبار ميرپورخاص مان شايع ٿيڻ لڳي تنهن ڪري نوڪريءَ ڪرڻ بجاءِ ان سان وابسته ٿي ويو. ١٩٣١ع ۾ مخاص جي پيرسني سبب ان جي ايڊيٽري جو ڪم سنڀالڻ لڳو. غني مسلمان اخبار کي زور وٺايو. ڇاليهن کان پنجاهه واري زماني ۾ مسلمان اخبار جو ڪافي ڏاڪو هو. هن مسلمان اخبار ۾ بزم مشاعره شروع ڪيا ۽ سنڌ جي شاعرن جا غزل آب و تاب سان شايع ڪيا. اهڙي طرح سنڌي غزل جي ڪافي سرپرستي ڪئي.

غني جو تعلق سنڌ جي نالي واري شاعر خاندان سان هو. سندس شاعري جي شروعات هيئن ٿي. هڪ رات حاجي محمد حافظ شاهه جي اوطاق تي شاعرن "اچ ويو سهڻو سندم دلبر سڌاري هاءِ هاءِ" جي طرح تي طبع آزمائي پئي ڪئي. غني جنهن جي عمر ان وقت ٽيرنهن سال کن هئي تنهن پنهنجو شعر ڪنهن ماڻهوءَ هٿ اندر ڏياري موڪليو. غزل پڙهڻ بعد حافظ شاهه کيس گهرائي پنهنجي ٿپي ڏيندي چيو تہ، "انشاءَالله حافظ حامد جو بنياد ڪڏهن پٽيءَ نہ پوندو"(١). شاعري ۾ سندس استاد حافظ عبدالله "بسمل" هو.

غني جو پهريان تخلص "سقيم" هو، پوءِ غني اختيار ڪيائين. مسلمان اخبار ۾ سندس تخلص ڦيرائڻ جو اطلاع هن ريت ڏنل آهي:

## تبديلي تخلص

محمد خان مئنيجر مسلمان اڳي سقيم هاڻي غني(٢).

غني حيدرآباد ۽ لاڙڪاڻي جي مشاعرن ۾ شروع کان وٺي دلچسپي وٺندو هو ۽ گهڻو ڪري ادبي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. ١٩٤٨ع ڌاري غني ۽ حاجي محمود خادم لاڙڪاڻوي جو ادبي ۽ اخباري جهيڙو

(١) اسدالله اسد ٽکڙائي "تذڪره شعراءِ ٽکڙ" ص ١٨٤، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٩ع.

(٢) مسلمان هفتيوار ٧ تاريخ ١٤ ڊسمبر ١٩٢٥ع، ميرپورخاص.

مچي پيو. غني مسلمان ۾ ڪڙيي جي نالي سان ۽ خادم الحقيقت ۾ "هرهنٽر" جي نالي سان لکندو هو. جنهنڙو هجويات کان وڌي لغويات تائين وڃي پهتو. ڪجهه شاعرن جي وچ ۾ پوڻ سبب ڌرين خاموشي اختيار ڪئي.

غني جا بزم طالب المولي سان به گهرا ناتا رهيا. ١٩٥٤ع ۾ طالب المولي اداره روحِ ادب قائم ڪيو ۽ ان جي پاران "روحِ ادب" جي نالي سان ماهوار رسالو شروع ڪيو، ان رسالي جو ايڊيٽر غني هو مگر اهو رسالو جلد بند ٿي ويو.

غني زندگي جي آخري ايامن ۾ ريڊيو پاڪستان سان وابسته رهيو ۽ ڪافي وقت بيمار گذاريائين. بيماري جي دوران پنهنجي نياڻيءَ ڪي ڏک پري لهجي ۾ چيائين، "موزون شاعري ڏکڙ ۽ پنهنجي خاندان (نورمحمد خستہ) کان شروع ٿي، ۽ هاڻي آءٌ ان خاندان جو آخري شاعر آهيان، مون کان پوءِ اهو شاندار باب هميشه لاءِ ٻڌجي ويندو"(١).

غني هرقسم جي شاعري ڪئي آهي. پوئين دور ۾ سندس ڪلام تي قومي رنگ چانيل هو. هن جي غزل ۾ روني سلاست گهڻي آهي. هن جي زبان ڏکين ڏارين لفظن کان صاف آهي تنهن ڪري وڻندڙ آهي. هن جا خيال وڻندڙ آهن، جن کي هو سهڻي نموني پيش ڪري پڙهندڙن جي دلين تي اثرانداز ٿئي ٿو. هن کي "مسدس حالي" جي ترجمي تي ڊولپمينٽ بورڊ طرفان پنج سو روپيه، مثنوي محمد بن قاسم تي ادبي بورڊ طرفان ست سو روپيه ۽ هڪ ڪافي تي پير صاحب پاڳاري طرفان پنج سو روپيه انعام مليو هو.

## ڪلام جو نمونو(٢)

چا ٿو تون پڇين چا مون ڏنو تنهنجي غمن ۾،
هڪ آهه جگر دوز، هڪ ٻه هه بدن ۾.

مارين ٿو نگهه سان، جيارين ٿو ڪلمڻ سان،
اعجاز ڏٺم تنهنجي چپن ۾ ۽ اکين ۾.

---

(١) مهراڻ سه ماهي، پرچو اول، ١٩٦٧ع.
(٢) "بياض غني" قلمي، مالڪيت محمد خان حيدرآباد.

اکڙن ئي ملي توسان ڪيو دل کي گرفتار،
پنهنجن کان لڳي آهه نه رک خوف پين ۾.

نخچير قريب آهه، ڪمان هٿ ۾، هڪيو ڪان،
ويچار اچي شل نه دل، تير فڪن ۾.

جيئن پير تو ٿئي تيئن تو ٿئي تيز ستمگر،
ڏس ڪيئن نه ڪريو چرخ، ڪهن آهه اچن ۾.

بلبل جي اگر آهه جو تاثير هو ناهه،
چو چاڪ گريبان ٿيو گل جو چمن ۾.

برباد ڪيو دل کي قد و زلف جي سودا،
نادان جو ڪم نيٺ پيو دار و رسن ۾.

---

پيدا ٿيو جنون ڏسي صورت بهار جي،
حالت دگر ٿي آهه گل کان هزار جي.

رهندي اها انيس ٿي مون سان مزار ۾،
دل ۾ جا نقش آهه ٿي تصوير يار جي.
آيو خيال يار ته تنهن سان لڙڪ گڏ،
کهڙي نه راهه و رسم ٿي تن ۾ پيار جي.

ميڙيو مون خار خس کي وري بهر آشيان،
گهرجي نگاهه هاڻ ٿي، برق و شرار جي.

اي دوست جو پڌوئي، سو حقيقت کان دور ناهه،
ناهي "غني" ڪئي ڳالهه ڪا خواب و خمار جي.

---

# آغا عبدالنبي "آغا"

## [١٦ مارچ ١٩٠٣ع— ]

آغا عبدالنبي ولد آغا گل حسن تخلص "آغا" شڪارپور جي دراني پٺاڻ خاندان مان ۽ آغا صوفي جو ننڍو ڀاءُ هو. سندس ابتدائي تعليم ڪمبٽ ۽ انگريزي تعليم خيرپور مان ٿي، ١٩١٩ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري عليگڙهه ويو جتان ١٩٢٤ع ۾ بي. اي (آنرس) جو امتحان پاس ڪري سنڌ ۾ اچي نوڪري ۾ گهڙيو. پهريان شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ ماستر ٿيو. جتان مختارڪاري جي عهدي تي چونڊجي ويو. هو مختلف ممتاز عهدن تي فائز رهيو، جهڙوڪ روينيو سيڪريٽري، ڪمشنر، گورنمينٽ جو صلاحڪار ۽ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر هو.

"آغا" عبدالنبي کي ننڍي هوندي کان شاعري جو شوق هو. سندس وڏي ڀاءُ آغا صوفي جي صحبت سندس طبيعت کي وڌيڪ اجاگر ڪري ڇڏيو هو.

پهرين سنڌي فلم ايڪتا جا پاڪستان کان اڳ ٿي هئي تنهن جا ڊائلاگ "آغا" عبدالنبي لکيا هئا. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ "افڪار عليگ" (نظم) ۽ حريص پتلو عرف وفا جي ديوي (ڊراما) مشهور آهن. سندس ڪليات (قلمي) سندس پوين وٽ محفوظ آهي.

"آغا" عبدالنبي جي شاعري تي پارسي ۽ اردو غزل جو رنگ غالب آهي. سندس خيال ۽ اندازِ بيان ٻئي وٽندڙ پر پارسي شاعرن کان گهڻو متاثر ٿيل آهن.

### ڪلام جو نمونو

راهه تنهنجي ۾ مٿا، ڪجهه ڪجهه نشان منهنجا به هن
همقدم تو سان ڏس اشڪِ روان منهنجا به هن.

ظلم تنهنجي جا قصا جي پيش ٿيندا حشر ۾،
تن ۾ شايد جانِ من ڪجهه داستان منهنجا به هن.

حشر ۾ جو ٿيون تلاشيون مقتل قاتل اندر،
مون چيو ڪجهه زير چوڪٽ استخوان منهنجا به هن.

ياس ۽ اونڌه اڄ گرداب فرقت ۾ اچي،
دل سندا همدرد ٿيا دهن و زبان منهنجا ٻه هن.

دشت غربت يا عزيزو راهه محمل ۾ پڌو،
ڪجهه فسانا قيس ڪي اڄ بر زبان منهنجا ٻه هن.

قيس جا صحرا اندر، فرهاد جا منجهه بيستون،
دشت سنڌوءَ ۾ اي "آغا" آستان منهنجا ٻه هن.

---

آيو آن ڪوئي يار ۾ پٽر ته ڪٽي وڃ،
ڪجهه يادگار شهر ستمگر ته ڪٽي وڃ.

اي باد سحر يار جي ڪوچي ۾ دفن لئي،
هيءَ خاڪ دل زار ۽ ابتر ته ڪٽي وڃ.

بيباڪ منهنجي قتل جو سامان نه هتي ڇڏ،
ثابت نه ٿئي خون هي خنجر ته ڪٽي وڃ.

---

تنهن جي هوندي اي بت پرفن ٻيلا تون ٿي ٻڌاءِ
ٻي ڪنهين تي خون منهنجي جو گمان ڇئه ڪيئن وڃي.

خلق تي ڇئي، ڪر تون دعوي خون جي قاتل مٿان،
ڏوتي دانهين حاشالله هيءَ زبان ڇئه ڪيئن وڃي (۱).

---

(۱) مهراڻ سه ماهي ص ۸-۱۰ پرچو ۳ سال ۱۹۷۴ع.

# محمد صادق "طالب"

## [١٩٠٣ع - ٢٧، جون ١٩٦٩ع]

خليفو محمد صادق ولد خليفو گل محمد ڪلهوڙو تخلص "طالب" راوت خان لغاري ضلع دادو ۾ تولد ٿيو. ننڍپڻ ۾ سندس والد وفات ڪري ويو. ابتدائي سنڌي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ مولوي غلام محمد بوبڪائي کان پارسي ۽ بهاردانش ۽ عربي ۾ صرف بهائي تائين پڙهيو. ان کان پوءِ مولوي دين محمد اديب فيروزشاهي کان تفسير جلالين ۽ شرح جامي تائين فيض حاصل ڪيائين. عروض ۾ چهارگلزار ۽ نصاب الصبيان بہ ان وٽ پڙهيائين. ساڳي وقت پنهنجي وڏي ڀاءُ حڪيم شفيع محمد کان طب ۾ ميزان الطب، طب اڪبر، نيراعظم وغيره پڙهيائين.

طالب ١٩٢٦ع کان وٺي شعر چوڻ شروع ڪيو. ان وقت سيد محمد تقي شاهہ ۽ ماستر جمع خان غريب ناري شريف (بالي شاهہ نزديڪ) مشاعرا ڪندا هئا. اهن ۾ شريڪ ٿيندو هو، شاعري ۾ جمع خان غريب کي پنهنجو استاد ورتائين (١). اڳتي هلي هن جو ناتو بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۽ جمعيت الشعراء سنڌ سان گهرو ٿي ويو. هن کي بزم مشاعرن قائم ڪرڻ جو چاهہ هو، ١٩٣٠ع ۾ بزم مشاعره راشدي جي ڳوٺ ۾ ۽ ١٩٥٠ع ۾ بزم احباب خيرپور ناٿن شاهہ ۾ قائم ڪيائين. پوءِ ان جو نالو تبديل ڪري بزم طالب المولىٰ رکيائين ۽ اڳتي هلي اها بزم طالب جي نالي سڏجڻ ۾ آئي هن بزم خيرپورناٿن شاهہ ۽ آس پاس گهڻا ۽ سٺا شاعر پيدا ڪيا.

طالب پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڳوٺ ڇڏي اچي خيرپورناٿن شاهہ ۾ رهيو هو جتي حڪمت جو ڪم ڪندو هو.

طالب قديم رنگ ۾ سٺو غزل چوندو هو. هن جي غزل ۾ رواني ۽ سلاست آهي. هن پنهنجن سادن خيالن کي بہ سهڻي نموني پيش ڪيو آهي، ڪٿي ڪٿي هن جي خيالن ۾ نواڻ پڻ محسوس ٿئي ٿي.

---

(١) "تذڪره شعراء" محمد بخش واصف ص ٣٨، آر - ايچ - احمد برادرس حيدرآباد، ١٩٥٦ع.

## ڪلام جو نمونو (١)

تو ڪيو رخ سان قمر ۽ خال سان اختر مطيع،
عين سان آهو ڪيئي ڪاڪل سان ڪاريهر مطيع.

اسم اعظم جو اثر ڪو منجهه سخن محبوب آهه،
گفتگو سان تو ڪري هو جلد جادوگر مطيع.

يار جي رخسار جو ۽ لب جو ۽ دندان جو،
گـل گلابي ۽ عقيق آهـي ۽ نيلوفر مطيع.

چونه انسان ٿيندا عاشق جن ڏٺو حسن جمال،
تو ڪيا جن و ملائڪ اي پري پيڪر مطيع.

حسن جي سرڪار جا طابع ڏٺم طالب هزار،
شاهه خوبان جا ٿيا جمشيد اسڪندر مطيع.

---

ظلم ڪي اختيار يار نه ڪر،
ڏيي جفائون تون زار زار نه ڪر.

گاهه آهي جدائي گاهه وصال،
مردهه و زندهه بار بار نه ڪر.

مرغ دل چاڻ آئي موسم گل،
دامن صبر تار تـار نه ڪر.

هڪ وفادار يـار ڪـانئي آهه،
به به ڏيي ۽ چار چار نه ڪر.

يا خدا ميل "طالب" و مطلوب
بلبل و گل کي ڌار ڌار نه ڪر.

---

(١) "ديوان طالب" قلمي حڪيم محمدصادق ملڪيت وقار ناڻن شاهي، ڪراچي.

# مغل غلام سرور "سرور"

## [جون ١٩٠٣ع - ٨ ڊسمبر ١٩٥٧ع]

غلام سرور ولد خانبهادر رسول بخش مغل تخلص 'سرور' جا وڏا قلات مان لڏي اچي جيڪب آباد ۾ رهيا هئا. هن جو والد رسول بخش "رهي" پنهنجي وقت جو پارسي جو وڏو شاعر هو ڪڏهن سنڌيءَ ۾ بہ طبع آزمائي ڪندو هو. جنهن وقت خيرپور رياست ۾ نائب وزير هو تڏهن ڪوٽڏيجي ۾ غلام سرور تولد ٿيو. "سرور" جو چاچو غوث بخش "خاڪي" بہ پارسي ۽ سنڌي جو شاعر هو. تنهن ڪري ائين چئي سگهجي ٿو تہ سرور کي شاعري ورثي ۾ ملي.

سرور کي وڏي جائداد ورثي ۾ ملي هئي تنهن ڪري هو عيش ۽ نائونوش جي زندگي ڏانهن مائل ٿي ويو. هن جا علامہ اقبال سان بہ گهرا تعلقات هئا. فيض بخشاپوري پنهنجي هڪ مضمون "يادِ رفتگان" ۾ سرور ۽ اقبال جو هڪ واقعو سرور جي زباني هن ريت بيان ڪيو آهي، "مان لاهور مان شادي ڪرڻ جو خيال ڪيو تہ مون کي سختي سان منع ڪيائين ۽ چيائين تہ ڇا تون لاهور ۾ شادي ڪري تباهہ ٿيڻ ٿو گهرين؟ توکي لاهور جو حال معلوم نہ آهي، هتي تہ رياستن جا والي بہ تباهہ ٿي ويندا آهن. تنهنجا اچا زندگيءَ جا ڏينهن آهن، مون توکي پڻ ڇهن ڪان منع ڪري پنهنجو حق ادا ڪيو آهي. هڪ هي ۽ ٻي مي نوشي جيڪڏهن تون انهن ڪان باز نہ آئين تہ منهنجو ڇا ويندو. حضور سرور ڪائنات کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندين ۽ ڪهڙو جواب ڏيندين؟" (١)

سرور جا لاهور جي بزرگ حڪيم سيد رحمت الله شاهہ سان جيڪو اقبال جي دوستن مان هو، گهرا تعلقات هئا. سرور پنهنجي اردو ڪلام جي سلسلي ۾ حڪيم صاحب جي ذريعي اقبال کان اصلاح وٺندو هو (٢). هڪ ڀيري علامہ اقبال، سرور کي پنهنجو هي غزل پڙهايو.

---

(١) "پيغام" ماهوار ڪراچي ص ١٤٩، ڊسمبر ١٩٧٧ع.
نوٽ: سرور جي ننڍي عمر ۾ پنهنجن مائٽن مان اول ڏي شادي ٿيل هئي.
(٢) "پيغام" ماهوار ڪراچي ص ١٥٠، ماهہ ڊسمبر ١٩٧٧ع.

کبھي اے حقیقت منتظر نظر آ لباس مجاز میں
کہ ھزاروں سجدے تڑپ رھے ھیں میري جبین نیاز میں۔

انھيءَ غزل جو جواب سرور ”قیس“ ھن سنڌي غزل ۾ ڏنو، جنھن جو مطلع آھي:

ھو نیاز کھڙو آ، جو اڳي نہ درگہ ناز ۾
پوءِ نماز ڇنجي نماز ڇا؟ جو اچي نظر نہ نماز ۾.

جڏھن اقبال کي ان جو ترجمو پڏايائين تہ اقبال ”قیس“ چيو: ”اي سرور کھڙو نہ عارفانہ کلام چيو اٿئي، تنھنجي نجات ھن غزل جي کري ٿيندي“.

سرور شاعري ڪيئن شروع ڪئي تنھن بابت عبدالخالق تھیم لکي ٿو ”جواني جي ابتدا جي زماني ۾ چٽنگ سنڌس دامن ۾ پيمي جا دکندي رھي ۽ انھيءَ محبت جي سچ سنڌس شاعري کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا“(١).

سرور جا گدائي، غلام قادر ”قیس“ ۽ حافظ خیرمحمد اوحدي سان گھرا تعلقات ھئا، انھن سان گڏجي جيڪب آباد ۾ بزم مشاعرہ قائم ڪيو ھئائين. ھن جا بزم مشاعرہ لاڙڪاڻي سان ١٩٢٥ع کان تعلقات رھيا. ھو پنھنجا غزل لاڙڪاڻي موڪليندو ھو جيڪي بزم شاعرہ ۾ پڙھيا ۽ الحقیقت ۽ گلدستہ ۾ شايع ٿيندا ھئا.

سرور کي قنبر تعلقي ضلعي لاڙڪاڻي ۾ وڏي زمين ھئي، ھو ان جي نظرداري خاطر ١٩٣٨ع ۾ محلي ميان جي ڳوٺ قادرين جي خانداني قبرستان سان لڳ اتر طرف جاءِ جوڙائي اچي رھيو. لاڙڪاڻي ۾ رھائش واري دوران ھو بزم شاعرہ لاڙڪاڻہ ۾ گھڻو ڪري شريڪ ٿيندو ھو. ١٩٤٣ع ۾ ”اديب سنڌ“ مالي مشڪلات ۾ ھو تنھن ڪري سنڌي سڌار سوسائٽي جي ميٽنگ ۾ اعلان ڪيو ويو تہ جيڪو سو روپيہ امداد ڏيندو تہ ان کي سوسائٽي جو سال ١٩٤٣ع لاءِ مربي ڪيو. سرور ھڪ سو روپيہ امداد جو اعلان ڪيو. سنڌس نالو ھڪ سال لاءِ مربي طور اديب رسالي جي پھرين صفحي تي لکيو ويندو ھو.

(١) عبدالخالق تھیم ”جيڪب آباد تعلقي جي علمي ۽ ادبي تاريخ“ قلمي مونوگراف ١٩٦٧ع، سنڌيالاجي.

نواب يوسف علي خان مگسي سرور جي دوستن مان هو، ۱۹۳۰ع ۾ جيڪب آباد ۾ جيڪا آل انڊيا بلوچ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي ان ۾ سرور کي بلوچستان لاء سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو هو.

سرور زندگي جا پويان ڏينهن بيمار گذاريا ۽ دل جي حرڪت بند ٿيڻ سبب سندس وفات ٿي ڪيس قائم شاهه بخاري جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. سندس گهڻو ڪلام گم ٿي ويو آهي، ڪي ٿورا غزل سندس پٽ نثار مغل وٽ محفوظ آهن.

سرور پنهنجي وقت جو مقبول شاعر هو. هو غزل جو شاعر هو سندس پهرين ڪلام تي مجاز جو گهڻو اثر هو پوء اقبال جي صحبت جي اثر ڪري قومي (مسلم) رنگ ۾ شعر چوڻ لڳو. سرور جي غزل ۾ خيالن جي نواڻ ۽ شوخي آهي. هن جو انداز بيان پرڪشش آهي. هو غزل لاء اهڙن لفظن جي چونڊ ڪري ٿو جيڪي هن جي خيالن کي پراثر بنائن ٿا پر ڪڏهن پارسي جا مشڪل لفظ ۽ ترڪيبون استعمال ڪري ٿو جنهن ڪري هن جو شعر مشڪل ٿيو پوي.

## ڪلام جو نمونو(۱)

خود شرم کان مران ٿو احسان ڏسي ڏسي،<br>
جيئرو ٿيان ٿو حشر جو سامان ڏسي ڏسي.

هر روز آندو خلد مان گلدستو نذر لئي،<br>
تو کي غريب خاني ۾ مهمان ڏسي ڏسي.

بلبل سڙي وئي ڪري هڪ آهه آتشين،<br>
هر گل چمن ۾ آگ بداماں ڏسي ڏسي.

اي قيس حال خانمان برباد جو نه پڇ،<br>
گهر مون کي ياد آيو بيابان ڏسي ڏسي.

آزاد خود کي مون ڪيو قيد لباس کان،<br>
هر روز چاڪ چاڪ گريبان ڏسي ڏسي.

(۱) ”ڪلام سرور“ قلمي ملڪيت نثاراحمد مغل لاڙڪاڻو.

سرور چراغ پا نہ ٿي، خود تون چراغ ٿي،
هر شب عدو جي گهر ۾ چراغان ڏسي ڏسي.

—

جي جلائين عشق مونکي سو نشان پيدا ڪيان،
پنهنجي خاڪستر منجهان ڪو ٻيو جهان پيداڪيان.

قتل مونکي گر ڪري پنهنجي هٿن سان دلربا،
خون جي قطري مان عمر جاودان پيدا ڪيان.

گاهي گاهي جي پري پيڪر اچي گلگشت لئي،
عشق جي سوزن سان دل تي گلستان پيدا ڪيان.

دل جي آهن سان ڪيان مان نوح ۽ طوفان بپا،
قطرهء آنسو مان بحر بيڪران پيدا ڪيان.

ڪوليان غنچن جا منهن جادوبياني سان وري،
بلبلِ مسڪين لئي گل نت نوان پيدا ڪيان.

عڪس دل تي گر تجلي جو پوي ڪو "سرورا"،
پوء تہ هڪ طورِ محبت جو نشان پيدا ڪيان.

—

## عبدالله "خواب"

### [١٨، جنوري ١٩٠٤ع]

عبدالله ولد ميان علي‌بخش ٻٽي تخلص خواب حيدرآبادي آهي. جيتوڻيڪ هو ۾ چار درجا پڙهيل آهي پر مطالعي جي شوق سندس تعليم جي ڪمي پوري ڪري ڇڏي آهي. خواب تلڪ چاڙهي تي "انتخاب" ٽيلرنگ هائوس جو مالڪ آهي.

شاعري ۾ سندس تربيت سندس وڏي ڀاءُ محمد موسيٰ راز ۽ حافظ حيات شاهه ڪئي. واصف ۽ خليل جي صحبت سندس شاعري کي سوڌيو ۽ سنواريو. هن جو تعلق سلام ادبي سوسائٽي ۽ بزم خليل جي مشاعرن سان گهرو رهيو آهي.

خواب جي غزل جو رنگ پراڻو، ٻولي صاف ۽ انداز بيان سادو ۽ خيال وڻندڙ آهن.

## ڪلام جو نمونو(١)

ارباب محبت جو اگر دم نه هجي ها،
دنيا ۾ ڪڏهن سلسلهٔ غم نه هجي ها.
آلام جهان، خوف اجل، فڪر قيامت،
هڪ تنهنجو ڪرم ٿئي ها ته ڪو غم نه هجي ها.
هي دل جو ڪي قاسي ڪڏهن ڪين سگهي ها،
جي زلف گرهگير ۾ ڪو خم نه هجي ها.
اسرار ڪڏهن عشق جا ظاهر نه ٿين ها،
جي عشق ڪڏهن حسن جو محرم نه هجي ها.
اي "خواب" ڪڏهن گل نه ٽڙي ها ڪو چمن ۾،
غنچن کي لڱل سحر جي شبنم نه هجي ها.

—

پنهنجي مڪڙين جي تبسم کي تو برباد ڪري،
باغبان پنهنجوئي پنهنجو تــو چمن پاڻ لٽي.

جن بهارن جي تصور ۾ خوشي تـــي نپني،
تن هـوائن جي هنجن ۾ تـــو گلستان هجي.

"خواب" خسته تو ڪري شعله نوائي کي پسند،
جوت هلچل جي ٿن جڳ ۾ جلائڻ تو گهري.

—

فصل گل ٿيو تباهه ڪن ثابت،
زندگي ختم تـــي بهارن ۾.

---

(١) "بياض خواب" قلمي، عبدالله خواب حيدرآباد.

موج، طوفان جي ڳلا ڪهڙي،
ڪشتيون ڳم ٿيون ڪنارن ۾.

فصل گل "خواب" ڪي فريب ڏنو،
زندگي ختم ٿـي نظارن ۾.

---

# غلام عباس "جوش"

## [١٩٠٤ع – ٢٦ فيبروري ١٩٦٣ع]

مِيان غـلام عباس ولد ميان دوست محمد قادري، تخلص "جـوش" بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي باني ميان علي محمد قادري جـو ڀائٽيو هـو، مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ٽي چار درجا انگريزيءَ جا پڙهڻ ڪانپوءِ وڌيڪ تعليم جاري نہ رکي سگهيو.

١٩٢٢ع ۾ ميان علي محمد قادري ۽ ميان غلام سرور فقير "قادري پرنٽنگ پريس" قائـم ڪئي ۽ هفتيوار "الحقيقت" اخبار شروع ڪئي تـہ پريس جي سنڀال ۽ اخبار جي ايڊيٽريءَ جو ڪم سندس سپرد ڪيو ويو، جيتوڻيڪ هو ان وقت ننڍو هو، پـر هـن ٻئي ڪم سهڻي نموني سنڀاليا. قادري پريس سـان هفتيوار الحقيقت، ماهـوار گلدستہ سنڌ ۽ ماهـوار اديب شايع ٿيندا هئا، جن سنڌي ادب ۽ شعر و شاعري جـي وڏي خدمت ڪئي. "جوش" جيستائين زنده هو تيستائين لاڙڪاڻہ جي ايڊيٽرس ايسوسيئيشن جو صدر رهيو. لاڙڪاڻي جا نوجوان صحافي سندس تجـربي مـان گهڻو فـائـدو وٺندا رهيا.

"جوش" سياست ۾ بہ جواني کان ڀرپور حصو وٺندو هو. سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ واري تحريڪ ۾ هـن وڏي جوش سان حصو ورتـو هو. آزاد سنڌ جماعت لاڙڪاڻہ جو نائب صدر هو(١). هو مسلم ليگ جـو سرگرم ڪارڪن ۽ لاڙڪاڻہ ٽائون مسلم ليگ جـو صدر هو. هو لاڙڪاڻہ ميونسپل ڪميٽيءَ جـو ميـمبر ۽ سينيٽري ڪميٽيءَ جـو چيئرمن بہ هو. انجمن فدا الاسلام لاڙڪاڻہ، جنهن جو مقـصد شهر جـي مسلمانن ۾ تعليم

---

(١) "الوحيد" روزانہ ڪراچي، ص ٤، تاريخ ١٤ فيبروري ١٩٣١ع.

ڦهلائڻ هو ڪيترو وقت ان جو سيڪريٽري رهي ديني مدرسه جي نگراني ڪندو رهيو. هو انجمن حمايت‌الاسلام جو به سيڪريٽري هو. ورهاڱي کان پوءِ هو اربن ڪوآپريٽو بئنڪ جو وفات تائين چيئرمن رهيو.

”جوش“ کي ادب ۽ شاعري ورثي ۾ ملي هئي. سندس چاچي ميان علي محمد قادري جي اوطاق تي علم و ادب جون ڪچهريون ۽ مشاعرا ٿيندا هئا. جنهن هن ۾ به شعر و شاعري جو چاهه پيدا ڪيو. شاعري ۾ سندس استاد قادري هو.

”جوش“ کي ڊرامن اسٽيج ڪرڻ جو به ڏاڍو شوق هو، ١٩٢٥ع ۾ جڏهن اڃا فلمن زور نه ورتو هو تڏهن ڊرامن جو گهڻو قدر هو. هن ان زماني ۾ پنهنجن ڪن دوستن سان ملي ”الهلال اميچوئر ڊرامينٽڪ سوسائٽي“ جو بنياد وڌو، جنهن جو نه صرف صدر هو پاڻ هو پر ڊائريڪٽر به هو. سندس ڊائريڪشن هيٺ آغا حشر ڪاشميري، ميرزا حيرت ۽ ٻين اردو جي مشهور ڊرامه نگارن جا ڊراما ١٩٤٨ع تائين اسٽيج ڪيا.

الهلال اميچوئر سوسائٽي جا آغا صوفي شڪارپور، سکر ۽ روهڙي ۽ حيدرآباد جي ڪاسائن جي پاڙي واري ڊرامينٽڪ سوسائٽين سان گهرا ناتا هئا.

بزم مشاعره لاڙڪاڻي جو انتظام ”جوش“ جي سپرد هو ۽ لاڙڪاڻي ۾ جيڪي ادبي ڪانفرنسون ٿينديون هيون انهن جي انتظام ۾ به وڏو حصو وٺندو هو. ١٩٤٦ع ۾ ڪوٺايل سنڌين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻه جي استقباليه ڪميٽي جو هو چيئرمن هو.

٢٦ فيبروري ١٩٦٢ع تي شام جو ڪراچي ۾ ڪيس دل جو دورو پيو ساڳي رات ٻارهين بجي ڏاري جناح اسپتال ۾ وفات ڪيائين، سندس جنازو لاڙڪاڻي آندو ويو، ٢٧ فيبروري ١٩٦٢ع مطابق ٢١ رمضان ١٣٨١ھ ڪيس سندس اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو.

”ريب“ عاقلي سندس وفات تي هيٺيون قطعو لکيو هو:

شاعر، مصنف ۽ صحافي به بي نظير،
طبعاً فقير، حق گو ۽ حق شناس هو.
مرڻو آ هرڪنهين کي مگر هاءِ ”قادري“
عجز و حيا جو چشمو ”غلام عباس“ هو(١).

(١) ذهين زندگي“، ماهوار، ص ٨، ماهه نومبر ١٩٦٢ع.

”جوش“ کي ننڍپڻ کان استاد شاعرن جي صحبت نصيب ٿي، تنهن ڪري هن جي ڪلام ۾ بلندي ۽ پختگي پيدا ٿي وئي، هو مجازي شاعري کان زياده قومي ۽ اصلاحي شاعري جو چاهيندڙ هو. ان وقت مسلمان قوم کي بيدار ڪرڻ جو لاڙو جيڪو شاعرن ۾ پيدا ٿيو هو تنهن کان متاثر هو. سندس غزلن ۾ خيالن جي بلندي ۽ زبان جي رنگيني آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

صد شڪر رخ ٿيو آ، سون ڏانهن يار جو ڪجهه،
سن سن ٿيو آ سامان، اکين جي ڏار جو ڪجهه.

مصري کان وڌ مٺو جيئن، منهنجو مٺو جو آيو،
ويو مرتبو وڌي جهٽ، مصري بازار جو ڪجهه.

ڦٿڪي ۾ ڇڏ نه بسمل، هڪ وار سان تون سارج،
ڪر ڪو قياس قاتل، پنهنجي شڪار جو ڪجهه.

ميت ڏسي پيو پاسو پل ڪيو مگر خدا را،
پت رکجو سنهنجي دلبر، هيڏي نهارجو ڪجهه.

وعدو ڏئي وري ڏيون، ڪر ياد سو پيارا،
رک شان مان پنهنجي، تون اعتبار جو ڪجهه.

اي ’جوش‘ بار عصيان کان ڏيل ڇي ڏکي ٿو،
آئت فقط آ رحمت پروردگار جو ڪجهه.

—

يار شيرين سخن و غنچه دهن ڪنهن جو آ،
لاله اب گلبدن و سيب ذقن ڪنهن جو آ.

شور گلشن ۾ پيو آهه اچڻ کان ان جي،
اي صبا ڏس ته سهي هي گل رشڪ چمن ڪنهنجو آ،

---

(١) ميان غلام عباس ”جوش“ ”بياض جوش“، قلمي، ملڪيت الطاف حسين قادري لاڙڪاڻو.

هي چمن بادِ خزان سان تہ فنا ٿي ويندو،
گل ۽ بلبل ۾ جهڳڙو تہ چمن ڪنهن جو آ.

وات منهنجو ٿو منو ٿي جي هو ڳالهائي ٿو،
اهڙو ان ڪان سوا نہ شيرين سخن ڪنهن جو آ.

يار دل ۾ ٿو رهي منهنجي هميشہ هردم،
ناهي معلوم تہ هي رنج و محن ڪنهن جو آ.

جنهن ڏنو، طوق غلاميءَ جو وڌو قمريءَ جان،
"جوش" چاٽي ٿو تہ سرو چمن ڪنهن جو آ.

—

## لطف الله "بدوي"

### [٢١ جولاء ١٩٠٤ع — ١٩ نومبر ١٩٦٨ع]

لطف الله ولد حاجي امام بخش بدوي تخلص پهريان "جوڳي" پوءِ "بدوي". سندس والد حاجي امام بخش "خادم" شڪارپور جو هڪ قابل استاد، عالم، شاعر ۽ عابد هو. هن ابتدائي سنڌي تعليم منگهڻواري ڳوٺ (خيرپور) ۽ شڪارپور ۾ حاصل ڪئي. جنهن ڪان پوءِ عربي ۽ پارسي تعليم وڪٽوريا جوبلي اسڪول شڪارپور ۾ آخوند عبدالرحمان وٽ حاصل ڪئي. مولوي عبدالڪريم چشتي سندس هم مڪتب هو.

بدوي جي والده ننڍي لاءِ گذاري وئي هئي ۽ والد جڏهن هو نون سالن جو هو تہ گذاري ويو. سندس والد وفات ڪان اڳ هن کي انگريزي اسڪول ۾ داخل ڪرايو هو، والد جي وفات ڪان پوءِ بہ هن پنهنجي تعليم جاري رکي پر ڇهين انگريزي ۾ تعليم کي الوداع چئي مختلف هنڌن تي نوڪري ڪمائين. فقير غلام علي مسرور جو هن تي گهرو اثر هو، بدوي جواني جي زماني ۾ جوڳ اختيار ڪري سندس ٽولي ۾ شامل ٿي ويو ۽ يڪتاري ۽ راڳ سان پاڻ وندرائڻ لڳو.

١٩٢٠ع ۾ جيڪب آباد مان فائنل جي امتحان ۾ پهريون نمبر ڪامياب ٿيو ۽ ٺل ۾ ماستر مقرر ٿيو. شعر ننڍي هوندي ڪان چوندو هو، گدائي بہ

ڏل ۾ رهندو هو. بدوي صاحب جي صحبت ۾ رات ڏينهن رهڻ ڪري ڳدائي صاحب ۾ شاعري جو شوق پيدا ٿيو ۽ "ڳدائي" تخلص اختيار ڪري ڪافيون ۽ غزل چوڻ لڳو(١). ١٩٢١ع ۾ ٽريننگ ڪاليج ۾ داخلا وٺي ڏل ۾ انگريزي ماستر مقرر ٿيو. لاڙڪاڻو مان ايگريڪلچرل ڪاليج مان ڊپلوما حاصل ڪري ايگريڪلچرل ماستر ٿيو، جنهن ڪان پوءِ ڪجهه وقت اردو گشتي ماستر ٿي ڪم ڪيائين، ١٩٤٩ع ۾ ميونسپل اسڪولن مٿان اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿيو جتان گورنمينٽ ڪاليج شڪارپور ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو، ١٩٥٨ع ۾ اتان رٽائر ڪيائين.

٢١ نومبر ١٩٦٥ع ۾ بدوي جو وڏو فرزند احسان احمد بدوي جيڪو سنڌ مسلم ڪاليج ۾ ليڪچرر هو ۽ هڪ سٺو شاعر ۽ اديب هو، ڪار جي حادثي ۾ فوت ٿي ويو، جنهن جي وفات جي تاريخ دوست محمد صوفي هن قطعي ۾ بيان ڪئي آهي:

ڏسي احسان تي احسان احمد،
عطا ڪئي تربت نوراني الله(٢).

١٣٨٥هه

احسان نثر ۽ نظم جو شهسوار هو. سندس هڪ غزل جا ڪجهه شعر هي آهن:

نرگسي اکين جي ڪيفيت نه پڇ،
درد دل جي همنفس شدت نه پڇ.

ڪنهن جي لئه بيتاب آ قلب حزين،
ان سراپا ناز جي فرقت نه پڇ.

منهنجي ناڪامي جو افسانو نه چيڙ
منهنجي مايوسي جي ڪيفيت نه پڇ.

---

(١) "عبدالڪريم ڳدائي جي شاعري" قلمي، محمد مراد ڪلهوڙو، ص ٣، (مونو)، سنڌالاجي ١٩٦٣ع.
(٢) "احسان بدوي" (قلمي) نرگس غلام احمد بدوي، ص ٢٦، سنڌيا لاجي، (مونو) ١٩٧٥ع.

ياس غم، عشق جي انجام ڪان،
سون ڪان احسان منهنجي قسمت نه پڇ.

احسان جي وفات بدوي کي جهوري رکيو، پٽ جي وڇوڙي ۾ ڪيترا شعر لکيائين، جنهن مان ”سوگوار پيءُ“ واري نظم مان سندس دل جي حال جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو:

ڏينهن گذريا، تنهنجي خط جو آهه ڪيڏو انتظار،
تو ڪٿي پرديس ۾ ايڏي خوشي اختيار.

تو ڪٿي رئندو ڏٺو هو پيءُ کي اي جان من،
ان جي اکين کي ته ڏس، جي بڻجي ويئون آبشار.

ايتري بي اعتنائي، ڪجهه ته لک پرديس مان،
ڪئن اتي گذري ٿو تنها تنهنجو هي ليل و نهار (١).

بدوي احسان کي ياد ڪندي ١٩ جنوري ١٩٦٨ع ۾ هميشه لاءِ وڇي ساڻس مليو. سندس وفات تي ڪيترن شاعرن قطعه تاريخون لکيون، جن مان ڪي هي آهن:

اظهر شاهه گيلاني:

جئن پڇيم سن وصل جو هاتف چيو،
لطف جي فرقت ڪيو ”خسته جگر“.

١٣٨٨هه

عيسوي سن لاءِ هي ارشاد ٿيو،
لک تون ”بياضي، سخاوت“ جا اکر (١).

١٩٦٨ع

(١) ”نئين زندگي“ ماهوار، ص ١٢، غلام احمد بدوي، مضمون ”منهنجو والد- پروفيسر لطف الله بدوي“.
(١) اظهر گيلاني ”بياض اظهر“ قلمي، گهوڙڪي.

مولوي محمد اسماعيل:

جستم از غيب سال تاريخش،
يعفرالله اين رسيد ندا (١).

حفيظ هوشيارپوري:

روح لطف‌الله بدوي درا رهم،
دوستان در فکر تاريخ وفات.

بهر تاريخ وفات او حفيظ،
گفت لطف‌الله بدوي نيک ذات(٢).

١٩٦٨ع

لطف‌الله بدوي کي شاعري جو شوق ورثي ۾ مليو هو. هڪ وڏي شاعر جون سموريون خوبيون سندس ڪلام ۾ موجود آهن. هن جي شاعري ۾ قديم ۽ جديد رنگن جو ميل آهي، هو بنيادي طرح نظم جو شاعر هو پر غزل جي گلزار جي به آبياري ڪئي اٿس. سندس غزلن ۾ رواني ۽ خيالن جي گهرائي آهي. هن نثر ۽ نظم ۾ گهڻو لکيو آهي. سندس ڇاپيل ڪتابن مان ڪي هي آهن: ١- تذڪره لطفي (ٽي ڀاڱا)، ٢- دودو چنيسر(ڊرامو) ١٩٥٧ع، ٣- ڪليات خادم ١٩٥٨ع ، ٤- ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام، ٥- ديوان صنعت ( پارسي ) ١٩٦٨ع. سندس ٣٢ قلمي ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب قابلِ ذڪر آهن: ١- سنڌ ۾ تصوف ۽ صوفيانه شاعري، ٢- سنڌ جي تاريخ انگريزن جو دور، ٣- ڪليات مسڪين، ٤- رسالو نانڪ يوسف، ٥- ڪليات بيدل. سمورو ڪلام ديوان لطف ۽ رسالو لطف‌الله بدوي ، انهن سنڌي قلمي مسودن کان سواءِ ڪجهه پارسي ۽ اردو قلمي مسوده پڻ سندس پوين وٽ آهن.

## ڪلام جو نمونو(٣)

بهار آندي هئي صحنِ چمن ۾ رنگ و رعنائي،
قفس ۾ پر نه بلبل کي، پئي انجي خبر ڪائي.

---

(١) ”احسان بدوي“ قامي ، نرگس غلام احمد بدوي ، ص ١٠، (مونو) سنڌيالاجي، ١٩٧٥ع.

(٢) نقوش (سه ماهي- اردو) لاهور، ١٩٧٣ع.

(٣) ”مهراڻ“ سه ماهي، شاعر نمبر، ص ٣١٥، سال ١٩٦٩ع.

محبت جو سچو آغاز آهي جـــوش ۽ مستي،
مگر انجام انجو چا، نہ ڪنهن هي ڳالهہ سمجهائي.

اسان جي حال جي ڪهڙي خبر پرده نشين توکي،
سندءِ دوريءَ جي شعلي سيني ۾ ڪيئن آگ پڙڪائي.

خدا رحمت ڪري ان دردمند عشق تي جنهن کي،
ماي آ سوگـــواري، انتظاري، قيـــدِ تنهائي.

ٻڌيو هت سنڌ ۾ هائي، ٻڌائي آهہ ڪو غالب،
شهنشاهِ سخن مان ”لطف“ ڏي آهيان، نہ هرجائي.

—

تلخ ڪامي جي شڪار آهي سدا فرحت سندم،
سو ڏسي نيرنگ عالم، ديـــدهِ عبرت سندم.

تون تہ چنگيز و هلاڪو جو پڙهين ٿو داستان،
هت تہ پنهنجن جي هٿن کان لٽجي وئي دولت سندم.

مان درِ سلطان کان هردم ڪناره ڪش رهيم،
طعنہ زن آ قصرِ شاهي تـــي سدا غربت سندم.

سادگي سان زندگيءَ جا حل ڪيم نڪتا دقيق،
آسمان پيما تـــخيل ســـاڻ آ صحبت ســـندم.

غالب و عرفي، نظيري جو مقلد آ نہ ”لطف“،
آ حـــديثِ سيدِ شيـــراز ســـان نسبت سندم.

—

# سيد احمدتقي شاهه "حنفي" (١)

## [١، جنوري ١٩٠٤ع]

سيد محمد تقي شاهه ولد عبدالله شاهه تخلص "حنفي" وينل ڳوٺ ناري شريف تعلقه ميهڙ ضلع دادو، سنڌس ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ٿي جتي کين ماستر جمع خان غريب جي استادي نصيب ٿي. پارسي جي تعليم ميان عبدالحق ڳوٺ بخشاپور کان حاصل ڪيائين. ١٩٢٣ع ۾ سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪيائين، ١٩٢٨ع ۾ سنڌي ماستري ڪيائين. ١٩٣٥ع ۾ حيدرآباد ۾ ٽريننگ ڪاليج ۾ تعليم ورتائين. ١٩٣٩ع ۾ نوڪري تان استعيفا ڏئي پنهنجي زمينن سنڀالڻ ۾ مشغول ٿيو.

"حنفي" کي شاعري جو شوق ماستر جمع خان غريب جي صحبتن ۾ پيدا ٿيو. حنفي اڃا ننڍڙئي هو جو "غريب" کيس بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ وٺي وڃڻ لڳو اتي قادري ۽ فقير جي صحبتن مان هن گهڻو حاصل ڪيو. ١٩٢٥ع ۾ غريب جي همت افزائي سان هن ناري جهڙي ننڍڙي ۽ ڏورانهين ڳوٺ ۾ بزم مشاعره قائم ڪيو جنهن ۾ سنڌ جا ناميارا شاعر وقت بوقت شريڪ ٿيندا هئا ۽ پنهنجو ڪلام به ڏياري موڪليندا هئا.

"حنفي" پهرين ادبي ڪانفرنس (١٩٢١ع) لاڙڪاڻي ۽ ٻي ادبي ڪانفرنس (١٩٢٤ع) حيدرآباد ۾ شريڪ ٿيو هو. ١٩٢٥ع ۾ هن "معاون" نالي هفتيوار اخبار جاري ڪئي جا ادبي ۽ سياسي اخبار هئي جا ٿوري وقت کان پوءِ بند ٿي وئي. ١٩٢٥ع ۾ خانبهادر جان محمد پرڱڙي حيدرآباد ۾ جيڪا مسلمان ايڊيٽرن جي ڪانفرنس ڪوٺائي هئي تنهن ۾ به شريڪ ٿيو هو.

"حنفي" بزم صوفي ۽ بزم بلبل ميهڙ جي مشاعرن ۾ به سرگرمي سان حصو وٺندو هو. موجوده وقت جيتوڻيڪ سندس عمر پنجهتر سال آهي مگر اڃا به هو جوان همت ۽ جوان عزم آهي ڪڏهن ڪڏهن مشاعرن ۾ وڃي شريڪ ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ناري ۾ وڏا مشاعرا منعقد ڪرائيندو آهي. هن جي غزل تي قديم رنگ چڙهيل آهي.

---

(١) نوٽ: هي احوال سيد محمد تقي شاهه حنفي جي زباني قلمبند ڪيو ويو آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

صنم سهڻا ڪٿو نازڪ نظر آهستہ آهستہ،
وهي رت ٿي هليو آهي، جگر آهستہ آهستہ.

سندء زلفن منجهان سهڻا رخ انور ٿيو ظاهر،
ڪڪر ڪاري مان پيو نڪري قمر آهستہ آهستہ.

ڏسي منهنجي تہ قرباني اچي حيرت ۾ تون پوندين،
سچڻ ڏنهنجو هليو ويندو ڏمر آهستہ آهستہ.

خرد ڪي ڇڏ، خودي ڪي ڇڏ، وڃ سودو سئو سڦلو،
وهائج تون محبت جو وکر آهستہ آهستہ.

انهيءَ ڪافر ادائيءَ سان ڪئين ڪامل ويا ڪسجي
ابا "حنفي" ڇڏي وڃ تون پچر آهستہ آهستہ.

---

سندم اکين سندا موتي تہ توکي پائڻا پوندا.
ڪريان شڪريہ سندء تورا تہ سهي لاهڻا پوندا.

نہ جنهن ۾ عشق جون باتيون اهي دفتر اجايا ٿي،
اهي دفتر، قلم، ڪاغذ سڀئي ڦاڙڻا پوندا.

خرد آهي تہ پو عاشق وصال- يار ڪيئن ٿيندو،
چرين وانگر اهي هردم تہ ڪڙا ڦاڙڻا پوندا.

سبق اهڙو مليو آهي، خوشي تقدير ۾ ناهي،
جدائي جي تہ راتين ۾ هي گوڙها گاڙڻا پوندا.

لکيو ميثاق ۾ آهي تہ پو وس ڪين آ حنفي
حياتي جا ڏکيا ڏينهڙا گهٽائي گهارڻا پوندا.

---

(١) "بياض حنفي" قلمي سيد محمد تقي شاهہ ناري شريف ضلع دادو.

# الله بخش عقيلي "سرشار"

## [٢١ جنوري ١٩٠٧ع - ١٥ جنوري ١٩٧١ع]

حاجي الله بخش ولد حاجي حافظ محمدصديق عقيلي تخلص "سرشار" ٺٽي جي قديم خاندان جو فرد هو. سرشار جو والد سنڌ جي اوائلي انگريزي پڙهيل مسلمانن مان هو ۽ ڪراچي ۾ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ هو. سرشار به ڪراچي ۾ تولد ٿيو. ٻاراڻي درجي کان وٺي مئٽرڪ تائين تعليم سنڌ مدرسه هاءِ اسڪول ۾ حاصل ڪيائين جتان سورهن ورهين جي عمر ۾ ١٩٢٣ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين، ١٩٢٧ع ۾ بي - اي جو امتحان ڊي - جي سنڌ ڪاليج مان پاس ڪيائين. هو ڪاليج واري زماني ۾ الوحيد اخبار ۾ سب ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪندو رهيو. ١٩٢٨ع ۾ روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ ٿي گهڙيو جتان ترقي ڪري ١٩٥٨ع ۾ ڪليڪٽري جي عهدي تان رٽائر ڪيائين.

سرشار کي ننڍي هوندي کان ادب سان شوق هو، جڏهن چوٿون درجو انگريزي پڙهندو هو ته پنهنجي آڪائين جو ڪتاب "روزالنسا" جي نالي سان شايع ڪرايائين. ان کان پوءِ "دعوت اسلام" ۽ "مناسڪالحج" نالي ڪتاب لکيائين. ڪاليج واري زماني ۾ هن جا شعر سنڌ جي مختلف رسالن ۾ شايع ٿيندا هئا. پهريان تخلص فراقي هوس پوءِ مخلص جي چوڻ تي ڦيرائي سرشار ڪيائين(١).

سرشار کي موسيقي سان گهڻي دلچسپي هئي هو ورهاڱي کان اڳ "راجڪمل موزڪ ڪلب" ڪراچي جو وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيو.

ورهاڱي کان پوءِ جڏهن ڪراچيءَ جون ادبي محفلون ۽ بزم مشاعره خاموش ٿي ويا هئا تڏهن سرشار ١٩٥٠ع ۾ "محفل احباب ڪراچي" جي نالي سان ادبي جماعت جو پايو وڌو. جنهن جو صدر پاڻ هو. محفل احباب هر ماهه محفل مشاعره منعقد ڪندي هئي، جنهن ڪري ڪراچيءَ ۾ شعر و شاعري جو چاهه وڌيو ۽ ڪيترا نوان شاعر ۽ ادبي جماعتون پيدا ٿيون.

---

(١) سرشار جو احوال سندس خود نوشته سوانح مهراڻ سه ماهي ١٩٥٧ع سوانح نمبر تان ورتو ويو آهي.

١٩٥١ع ۾ ان جو الحاق جمعيت الشعراءِ سنڌ سان ڪيو ويو. سرشار محفل احباب جي شاعرن کي پاڻ سان گڏ وٺي سنڌ جي مختلف ادبي ڪانفرنسن ۽ بزم مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو.

سن ١٩٥٤ع ۾ حالان ۾ اداره روحِ ادب جو بنياد مخدوم طالب المولي رکيو ان جو جنرل سيڪريٽري سرشار کي مقرر ڪيو ويو. ١٩٥٥ع ۾ حيدرآباد ۾ بزم طالب المولي جو پايو وڌو ويو جنهن جون شاخون سنڌ ۾ قائم ڪيون ويون. سرشار کي مرڪزي بزم طالب المولي حيدرآباد جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو.

سرشار ڪيترو وقت سنڌي ادبي بورڊ، شاهه لطيف يادگار ڪميٽي ۽ رسالي يادگار لطيف جي ايڊيٽوريل بورڊ جو ميمبر رهيو.

١٩٥٦ع ۾ سرشار حيدرآباد ۾ ڊائريڪٽر آف سيٽلمينٽ، سروي ۽ لئنڊ رڪارڊس جي عهدي تي هو. هن ان زماني ۾ ڊاڪٽر سوراي کي جيڪو سنڌ گزيٽيئر لکي رهيو هو ضروري تاريخي ۽ معلوماتي مواد ڪٺي ڪرڻ ۾ گهڻي مدد ڪئي.

١٩٥٦ع ۾ مخدوم محمد زمان هن کي خلافت جي پڳ ٻڌرائي خليفو مقرر ڪيو. سرشار اصل ۾ فقير طبع جو ماڻهو هو. ان ڪان پوءِ هن جو ميلاپ فقيري ڏانهن زيادهه ٿي ويو. هن جي وفات ١٥، جنوري ١٩٧١ع ۾ ٿي. سندس وفات تي سندس پياري شاگرد ساجد سرشاري هيٺيون قطعه لکيو هو جنهن مان سندس وفات جي تاريخ معلوم ٿئي ٿي.

ڏسي رضوان جنت چيو ته اي ساجد عثماني آهه
"غلام مصطفي هن لئي"، "آهي آغوش رحمت ۾".

١٣٩٠ هه      ١٩٧١ع

سرشار نه صرف غزلگو شاعر هو پر هو شاعر پيدا ڪندڙ شاعر هو. هن ڪيترا شاعر پيدا ڪيا جيڪي پاڻ کي پنهنجي استاد جي نالي پٺيان سرشاري ڪوٺائڻ ۾ فخر وٺندا هئا. هن جي غزل جي خاص خوبي هئي رواني، سلاست ۽ اثر. هو ڏکي کان ڏکي زمين ۾ به رواني ۽ سان شعر چئي ويندو هو. هن جا خيال وڻندڙ زبان ساوٽي ۽ پختي هئي. وڏن رديفن ۽ نون قافين تي شعر لکندي مزو حاصل ڪندو هو.

## ڪلام جو نمونو (١)

دل بيتاب گستاخي نہ ڪر ڪا يار جي ويجهو،
لڏن جت نانگ ڪاريهر پيا رخسار جي ويجهو.

ڪشش ڪا حسن جي آهي جهڪي ٿي خود بخود گردن
چمان ٿو پير قاتل جا وڃي ڏاوار جي ويجهو.

مرض هي آهہ ڪهڙي شئي؟ اجل خود پيو وڃي موٽي،
مسيحا جي اچي هيڪر هاي بيمار جي ويجهو.

اشارن ۾ ٿيا جي قول سي سمجهان تہ ڇا سمجهان،
نڪي اقرار جي ويجهو، نڪي انڪار جي ويجهو.

خبر انجي بہ رک، توڙي ڪرين محلات ۾ آرام،
سمهي ٿو جي گداگر ڪو سنده ديوار جي ويجهو.

عجب ڪونهي پيئو ڦوڪي لسيءَ کي ڪير جو ڪاٽل،
وفا جو ڪو ستان نالو وٺي "سرشار" جي ويجهو.

---

نہ محفل آهہ سا محفل نہ جنهن ۾ يار هجي،
مگر هجي تہ اٿين جو هم ڪنار هجي.

نہ هار هار ٿئي، جو نہ دل جو هار هجي،
نہ تار تار ٿئي، جو نہ اڳ جو تار هجي.

نہ تير، تير ڪو تير، نظر جي مٽ آهي،
نہ تير، تير ٿئي جو نہ دل جي پار هجي.

وصال يار جي اي دل نہ آرزو ڪر تون،
ڪري سو جنهنڪي قيامت جو انتظار هجي.

---

(١) "غزليات سرشار" قلمي سنڌي ادبي بورڊ.

خمار ڏين تہ اهو ڏي خمار اي ساقي،
جو قبر مان بہ اٿان تہ بہ اچا خمار هجي.

بهار منهنجي اي سرشار دلبهار جي هٿ،
ڏيو چا باغ جهان ۾ ڪٿي بهار هجي.

—

# عبدالفتاح "عبد" عاقلي

## [٢٧، اپريل ١٩٠٧ع — ٢٤، اپريل ١٩٧٣ع]

عبدالفتاح ولد محمد عاقل سوهرو غزل جي استاد شاعرن مان ٿي گذريو آهي. سندس والد مولوي عاقل پنهنجي دور جي نالي وارن شاعرن مان هڪ هو. سندس نظر جي فيض "عبد" جي شاعري کي اوج تي رسائي ڇڏيو.

عبد ڳوٺ عاقل تعلقي لاڙڪاڻي ۾ پيدا ٿيو. جتي پرائمري تعليم حاصل ڪري مدرسه هاء اسڪول لاڙڪاڻي ۾ مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪيائين. پارسي ۽ عربي جي تعليم پنهنجي والد صاحب کان ورتائين. ننڍپڻ ۾ هو پنهنجي والد سان گڏجي بزم مشاعره لاڙڪاڻي ۾ شريڪ ٿيندو هو. مشاعرن جي ماحول جو مٿس اثر پيو ۽ هو شعر چوڻ لڳو جنهن جي اصلاح پنهنجي والد کان وٺندو رهيو.

هڪڙي ڀيري بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي مصرع طرح هئي:
"شبِ وصل چا مختصر ٿي وئي" مولوي عاقل ان تي يڪدم تضمين ڪئي:
"جا هڪ منٽ اندر گذر ٿي وئي"
عبد عرض ڪيو شبِ وصل کي اچا بہ مختصر هئڻ گهرجي، پوءِ پاڻ هيئن تضمين ڪيائين:

"جو مغرب ٿيڻ سان سحر ٿي وئي"(١).

عبد صاحب جي زندگي جو وڏو حصو خانگي ملازمت ۾ گذريو،

(١) "پيغام" ماهوار، ص ٤٠، مئي - جون ١٩٧٨ع، ميمڻ غلام مصطفيٰ مشتاق، مضمون "عبد عاقلي".

مگر ڪجهه وقت هفتيوار سنڌ زميندار سکر جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ حاجي محمود خادم جي جاري ڪيل هفتيوار اخبار ”پاڪستان“ جو پڻ ايڊيٽر رهيو.

”عبد“ بزم مشاعره لاڙڪاڻه، سنڌي سدار سوسائٽي سنڌ ۽ جمعيت الشعراء سنڌ جو سرگرم ڪارڪن هو. لاڙڪاڻي ۾ جيڪي به ادبي ڪانفرنسون ٿيون انهن جي ڪاميابي لاءِ هر وقت ڪوشش ڪندو رهيو.

”عبد“ ١٩٦٧ع کان بيمار رهندو هو جنهن ڪري ڪيس ڄامشوري جي اسپتال ۾ علاج لاءِ نيو ويو جتي وفات ڪيائين. سندس وفات تي عبدالله ”اثر“ هيٺيون تاريخي قطعه لکيو:

جناب عبد ٿيو جنت روانو،
هيو هو صاحب ايمان شاعر.

اثر جنهن دم پڇيو مون سال رحلت،
چيو هاتف ”عظيم الشان شاعر“(١).

١٩٧٣ع

## ڪلام جو نمونو(٢)

قرار لاءِ ڇڏيسي سنڌ ديار نه آهه،
عدم ڏي ويندي خدا لڳ خيال يار نه آهه.

ڏسي ڪرم نه ٿئي خاڪ قبر جي گستاخ،
شهيد ناز جي تربت تي بار بسار نه آهه.

ستم ڪرم سان، وفا سان جفا ٿئي سونهين،
پڇڻ جي لاءِ وٺي ڪڏ رقيب زار نه آهه.

ڪنهين ڪي پانهن ڪاهي تي ڪنهين سان محو ڪلام،
انهيءَ نه اچڻ کان نه اچ پر هزار بار نه آهه.

خرام ناز جي صدقو نه اچ مٿان ترڪين،
رهي ٿي چشم سدا منهنجي اشڪبار نه آهه.

---

(١) ”بياض اثر“ قلمي ملڪيت نظام الدين بلوچ، پيڙو چانڊيو، لاڙڪاڻه.
(٢) ”بياض عبد“ قلمي ملڪيت سومرو لاڙڪاڻه.

اڃي تو موت ڇڏائڻ کان هاڻ نہ اچ،
گهڙو ڏي ترسي ڪيم تنهنجو انتظار نہ آءُ.

—

فراق و وصل کان بالا نظر ڪر،
رہِ الفت ۾ شهباز سفر ڪر.

فدا هرهڪ ستم تان لک وفائون،
جفائن تي جفائون عمر ڀر ڪر.

سچو افسانہ دل آ ٻہ گهوڙها،
اچا پي تو چوي ڪجهہ مختصر ڪر.

نشيمن ۽ چمن برباد جن جا،
نہ پڇري مان ڪيڏي سي دربدر ڪر.

نہ جيڏري سنگ دل کي رحم آيو،
سڄي پو ڪنهن چيس هاڻي پٿر ڪر.

نرالي آهہ تنهنجي "عبد" الفت،
وسايو تيس بر تون شهر بر ڪر.

—

# سرور علي "سرور"

## [١٨ مارچ ١٩٠٩ع — ٢٧ فيبروري ١٩٦٩ع]

سرور علي ولد حاجي نظر محمد سلاوت تخلص "سرور" جي پيدائش ڪراچيءَ ۾ ٿي مگر سندس زندگي جو وڏو حصو حيدرآباد ۾ گذريو. سندس وڏا اڳائي سؤ سال اڳ جيسلمير مان لڏي اچي ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ مقيم ٿيا هئا. جيڪي پٿر تي ٺڪر جو ڪم ڪندا هئا. سرور جيتوڻيڪ بي- اي- ايل- ايل- بي جا امتحان پاس ڪيا هئا، ان هوندي بہ هن پنهنجو اباڻو پيشو اختيار ڪيو هو. هو بزم خليل حيدرآباد جو سرگرم رڪن هو. کيس شاعري سان ذهني لڳاءُ هو. هر وقت شاعري جي خيالن ۾ گم هوندو هو. سرور جو غزل هن جي دل جي گهراين مان اپري نڪرندو هو. هن جي

غزلن ۾ خيالن جي گهرائي بيان جي شوخي ۽ هڪ پُرڪيف تاثر آهي.

## ڪلام جو نمونو

خامشي تنهنجي مجسم ناز هڪ،
ساز بي آواز آهي راز هڪ.

ساز دل غم سان ٿئي ٿو خوش نوا،
نغمو آهي اصل ۾ آواز هڪ.

عشق جي مشڪل پسنديءَ کي ڏسي،
غم جو هو انجام ۽ آغاز هڪ.

بي عدد آهن پريشان و حزين،
درد جو آهي مگر انداز هڪ.

نغمه‌زن آهي چمن اندر چمن،
هر ڪلي آهي مڪمل ساز هڪ.

سرور محزون ٿو گهوراي اي جنون،
حلقهٔ اغيار ۾ دمساز هڪ.

---

حسن جي هرقسم جي ڳالهه ڪريو،
درد وارن سان غم جي ڳالهه ڪريو.

ڪجهه منجهيل آهي منزلن جو حساب،
عشق جي هر قدم جي ڳالهه ڪريو.

اشڪ شب مان نهي ٿو نور سحر،
فخر سان چشم نم جي ڳالهه ڪريو.

ختم ٿي ميڪشن جي بزم نشاط،
هاڻي دير و حرم جي ڳالهه ڪريو.

شمع روئي ٿي ۽ سڙي ٿو پتنگ،
ڪجهه ته انجام غم جي ڳالهه ڪريو.

روز "سرور" جو هر ستم ٿا ڪڍيو،
اڄ تہ هن جي ڪرم جي ڳالهہ ڪريو(١).

---

# شيخ عبدالله "عبد"

## [٥ مارچ ١٩١٠ع - ٢٦ نومبر ١٩٧٣ع]

شيخ عبدالله ولد عبدالواسع تخلص 'عبد' ڪراچيءَ جي ان وقت جي هڪ ننڍڙي محلي نوآباد ۾ تولد ٿيو. سندس والد جو هڪڙو ننڍو ملا اسڪول اتي هوندو هو جنهن ۾ هن ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. پنهنجي والد صاحب جي وفات کان پوءِ پاڻ ان اسڪول جو مهتمم ٿيو مگر ان سان گڏ پنهنجي تعليم جاري رکيائين. بي - اي ڪرڻ کان پوءِ بي - ٽي ڪيائين جنهن ۾ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو. سرڪاري نوڪري ۾ گهڙڻ کان پوءِ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، ٽريننگ ڪاليج فار مين جي پرنسپال جي عهدي تي فائز ٿيو، ترقي ڪري تعليم کاتي ۾ پلاننگ آفيسر ٿيو ۽ اسسٽنٽ ڊائريڪٽر جي عهدي تي پهتو ۽ رٽائر ڪيائين. نوڪري جي سموري وقت ۾ هو هڪ ڪامياب استاد ٿيو ۽ سنڌ ۾ تعليم پکيڙڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪيائين.

عبد هڪ پختو شاعر، قابل تنقيد نگار ۽ ابتدائي دور جي افسانہ لکندڙن مان هو. کيس اهو علمي شوق والد صاحب جي تربيت هيٺ حاصل ٿيو. شاعري ۾ زمان شاهہ ساقي جي صحبتن هن ۾ وڌيڪ چاهہ پيدا ڪيو ۽ ڪراچيءَ جي هڪ اردو شاعر افسر صديقي کان عروض جي تعليم حاصل ڪرڻ سان گڏ مشق سخن بہ جاري رکيائين.

هو ڪڏهن ڪڏهن پنهنجا غزل بزم مشاعرهہ لاڙڪاڻي ۾ موڪليندو هو، اڪثر هلي هن پنهنجي والد واري مدرسي ۾ ننڍڙي مشاعري جو بنياد وڌو (٢). جتي ڪيترائي نامور اديب، بلند پايہ ۽ مشهور شاعر ۽ ادبي

(١) "نئين زندگي" ماهوار ص ٣٢، ماهہ اپريل ١٩٥٤ع، ڪراچي.
(٢) "مهراڻ جا ماڪ" ص ١١٤، پاڪستان پبليڪيشن، ڪراچي، شيخ عبدالله مضمون "منهنجون يادگيريون".

ذوق رکندڙ حضرات اچي گڏ ٿيندا هئا. ٻاهران آيل شاعرن سان گڏوگڏ مقامي شاعر به چڱي تعداد ۾ شريڪ ٿيندا هئا (١).

هو بزم ادب ڪراچيءَ جي مشاعرن ۾ به شريڪ ٿيندو هو. ١٩٣٣ع ۾ سنڌي سڌار سوسائٽي جو جن بزرگن بنياد وڌو هو، هي انهن مان هڪ هو. شيخ عبدالله کي ان جو جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو هو(٢).

جڏهن ڊاڪٽر دائود پوٽه سنڌ جو ڊائريڪٽر آف ايڊيوڪيشن مقرر ٿي آيو ته هن محسوس ڪيو ته درسي ڪتابن ۾ اکرن جي مٿان اعرابن لڳائڻ سان لفظ جي صحت ۽ ٻارن لاءِ آساني ٿيندي، ١٩٣٩ع جو زمانو هو ساري ملڪ ۾ هندو مسلم ڪشيدگي زور هئي. هندو پريس ان ڳالهه کي آسمان تي کڻي کنيو ۽ سخت مخالفت ڪئي. ڊاڪٽر صاحب انهيءَ سوري هلچل جو نهايت استقلال سان مقابلو ڪيو ۽ ان مقابلي ۾ شيخ صاحب ڊاڪٽر جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو ۽ هندو پريس جي اعتراض جا مدلل جواب ڏنائين.

١٩٥٨ع کان پوءِ پاڪستان سرڪار نئين سر درسي ڪتابن لکائڻ بابت سفارشون تيار ڪرڻ لاءِ ڪميٽيون مقرر ڪيون. سنڌي ڪتابن لاءِ جيڪا ڪميٽي مقرر ڪئي وئي، شيخ عبدالله ان جو هڪ ميمبر هو. شيخ صاحب کي مختلف درسي ڪتابن لکڻ لاءِ مضمون جي بورڊ تي به مقرر ڪيو ويو جتي محمد اسماعيل عرساڻي، اياز قادري ۽ ٻين رفيقن سان گڏجي ڪتاب لکيائين (٣). سنڌ ۾ افسانن جي شروعاتي دور ۾ هن ڪجهه افسانا به لکيا جن مان اسڪول ماستريائي، اتفاق ۽ مزيدار پل پنهنجي وقت جا مقبول افسانا هئا.

”عبد“ جا حڪيم فتح محمد سيوهاڻي سان علمي، ادبي ۽ دوستاڻا گهرا تعلقات هئا. سيوهاڻي جڏهن ”اصلاح“ هفتيوار اخبار جاري ڪئي ته کيس به ادارت ۾ شامل ڪيائين.

---

(١) ”مٺي لڏو مان“ اياز قادري ص ٨٨، علي محمد ٻارو، مضمون ”لياري جو هڪ ناقابل فراموش فرزند“.

(٢) الحقيقت هفتيوار ص ٧٦، آڪٽوبر ١٩٣٣ع.

(٣) مٺي لڏو مان، ص ٧٩، محمد اسماعيل عرساڻي مضمون ”مرحوم شيخ عبدالله عبدالواسع ”عبد“.

”عبد“ کي سنڌ جي پهرين تنقيد نگارن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هن ان دور جي ادب خاص طرح شاعري تي سخت تنقيدي مضمون لکيا. هن جا تنقيدي مضمون ان وقت جي اخبارن ”الوحيد“، ”اصلاح“ وغيرهم ۾ پارڪو جي نالي سان شايع ٿيندا هئا.

عبد خوش ذوق، خوش گو ۽ خوش فڪر شاعر هو. هو غزل کان زيادهہ نظم جو شاعر هو پر هن جا غزل شوڪتِ زبان، وسعتِ خيال ۽ اندازِ بيان سبب پنهنجي حيثيت ٿا رکن. هن جي غزلن جو شروعاتي دور غمِ جانان وارو هو پر اڳتي هلي هن انهن ۾ مسلم قومي رنگ ڀريو. سندس هڪ قومي نظم ”هڪ شرط“ مخاص پنهنجي اخبار ۾ شايع ڪري هيٺيان تعريفي نظم لکيو هو جنهن جا ٻه شعر هي آهن:

مرحبا خوب چيو عبد توهي آهہ ڪلام،
مغز شعراء جهان جنهن کان معطر ٿي پون.

آهي رنگ نرالي ۾ عجب تنهنجو خيال،
جنهن تي تعميل مان ميدان سچوسر ٿي پوي(۱).

عبد سنڌي ادب ۾ پنهنجا پختا نشان ڇڏي ۱۹۷۳ع ۾ وفات ڪئي. سندس وفات جي هجري ۽ عيسوي تاريخ عبدالله اثر هنن قطعن ۾ بيان ڪئي آهي.

اي اثر عبد فاضل دوران،
سوءِ جنت سو علم پرور ويو.
فڪر تاريخ تي چيو هاتف،
طوطئي دهر نيڪ محضر ويو.

۱۳۹۳ ھ

ويؤ الله جو هڪ نيڪ ٻانهو،
ٿئي نازل ٿي ان تي حق جي رحمت.

---

(۱) مسلمان هفتيوار ص ۱، تاريخ ۱۰ نومبر ۱۹۲۷ع.

ملي وئي اي اثر هن ورد حق کي،
نومبر جي چويهن نعمت حق (۱).

۱۹۷۳ع

## ڪلام جو نمونو (۲)

هجر ۾ آهه و فغان اي دل ناشاد نه ڪر،
لطف الفت جو آهه تون فرياد نه ڪر.

مرحبا ذوق خرابي، تنهنجي برباد جو،
يا خدا عشق جي ويراني کي آباد نه ڪر.

حسرتون، درد ۽ ارمان منهنجي دل ۾ تا رهن،
هاءِ هن خانهٔ آباد کي برباد نه ڪر.

ڏس متان اي دل نادان، هو ناراض ٿئي،
هن جي اڳيان تون ڪو ذڪر قد شمشاد نه ڪر.

عشق مزدوري خسرو کان بلند آهي بلند،
عاشقن وٽ ڪا ثناخواني فرهاد نه ڪر.

يار جي جور و جفا جي هي شڪايت ڇو عبد،
ظلم سهه ظلم، مگر شڪوه بيداد نه ڪر.

—

بي پردهه اڄ جو روءِ بت سيمتن ٿيو،
وحشت ۾ چاڪ چاڪ منهنجو پيرهن ٿيو.

هڪ رنگ ٿي ڪڏهن نه رهيو منهنجي گل جو رنگ
غنچو ٿيو، گلاب ٿيو ياسمن ٿيو.

هن شوخ دلربا جي ڏسي ظلم و زور کي،
غرق آب انفعال ۾ چرخ ڪهن ٿيو.

(۱) "بياض اثر" قلمي ملڪيت نظام الدين چانڊيو لاڙڪاڻو.
(۲) "بياض عبد" قلمي ملڪيت شيخ عبدالحليم 'جوش' ڪراچي.

اي شيخ اهڙو آهيان مـــان بت پرست جو،
ادنـــي مريـــد در جـــو سنڌم برهمن ٿيو.

اي "عبد" فڪر روز قيامت جو تون نه ڪر،
داور بہ روزِ حشـر جـــو آ ذولمنن ٿـــيو.

## ضياءالدين "ضيا"

[١٥ ڊسمبر ١٩١٠ع — ١٤ سيپٽمبر ١٩٦٦ع]

رئيس ضياءالدين "ضيا" سنڌ جي مشهور شاعـر شمس‌الدين "بلبل" جو فرزند هـو. سندس ولادت ان دور جـي مشهور عالم دين، اهل‌الله ۽ مجذوب درويش غلام محمد سوڍر جي دعا سان ٿي. سندس والد جي وفات کان پوءِ سندس پرورش ۽ تربيت جو بار پڻ درويش غلام‌محمد سوڍر سنڀاليو.

ضيا تعليم لاءِ ٻہ سال لاڙڪاڻي ۾ رهيو ۽ اتان مئٽرڪ پاس ڪيائين. لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي والد جي دوستن ميان علي محمد قادري، ميان غلام‌سرور فقير ۽ حاجي محمود "خادم" جي صحبتن مان فيض حاصل ڪيائين ۽ بزم مشاعره جي محفلن کان روشناس ٿيو.

١٩٣٨ ۾ ايم.اي (فلاسافي) ۽ ايل.ايل.بي جا امتحان علي ڳڙهہ مان پاس ڪيائين، ١٩٤٣ع ۾ ڪراچيءَ ۾ مسلمانن جـو پهريون ڪاليج "سنڌ مسلم ڪاليج" قائم ٿيو، جنهن ۾ "ضيا" منطق ۽ سنڌي جو ليڪچرر مقرر ٿيو مگر اتان جلد نوڪري ڇڏي اچي دادو ۾ وڪالت شروع ڪيائين ۽ پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. ڪجهہ وقت دادو جي ٻار اڊسوسيئيشن جو صدر ٿي رهيو(١).

ضيا کي پنهنجي والـد وانگر پنهنجي ٻـولي ۽ ادب سان پيار هـو. هن پنهنجي والد جي ياد ۾ ميهڙ ۾ "بـزم بلبل" قائم ڪئي، جنهن جي ماتحت ماهـوار مشاعرا ٿيندا هـئا. انجمن آفتـاب ادب دادو جو صدر ۽ جمعيت‌الشعراء سنڌ جـو وائيس پريزيڊنٽ هـو ۽ قلندر لال شهباز ميموريل ڪاميٽي جو سرگرم رڪن هو.

(١) محبوب علي چنا، "نئين زنـدگي"، ص ٦، ماهہ ڊسمبر ١٩٦٦ع، مضمون "مرحوم ادو ضياءالدين بلبل".

هو ڪجهه وقت ”اديب سنڌ“ جو ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ آخري وقت ۾ هڪ هفتيوار اخبار ”تنظيم عوام“ پڻ جاري ڪئي هئائين (١)، ١٩٤٤ع ۾ دادو ۾ ڪوٺايل سنڌين ادبي ڪانفرنس جي صدارت ”ضيا“ ڪئي هئي(٢).

هن جي ڪوشش سان ١٩٤٨ع ۾ ميهڙ ۾ ڏاڍين ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي هئي جنهن جي استقباليه ڪميٽي جو چيئرمن پاڻ هو(٣).

”ضيا“ ١٤ سيپٽمبر ١٩٦٦ع تي دادو ۾ رحلت ڪئي. سندس وفات جو هجري سال مولوي دين محمد اديب هيٺين قطعه ۾ ڪڍيو آهي:

چو رفت از ما ضياءالدين بلبل،
به بستانِ جهان شد شوروغلغل.

به دنياي ادب غم گشت طاري،
شده ”آشفته‌تر“ قمري وصلصل(٤).

١٣٨٦هه

ضيا جي شاعري تي پنهنجي والد جي شاعري وانگر پند ۽ نصيحت جو رنگ زياده غالب هو. سندس غزلن جو به اهو انداز هو. ضيا قديم مڪتبِ فڪر جو هڪ سنجيدو نمائندو هو(٥). ضيا صاحب جي شاعري نه رڳو باغ و بهار، گل و بلبل، شمع و پرواني جي شاعري هئي پر قومي ۽ ناصحانه رنگ به هن جي ڪلام ۾ گهڻو ملي ٿو(٦).

---

(١) غلام محمد گرامي ”ويا سي وينجهار“ ص ٢٢٧، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٧ع.
(٢) اديب سنڌ، ص٣٨، ڊسمبر ١٩٤٤، مضمون ”آل سنڌ مشاعره ڪانفرنس دادو“.
(٣) محمد علي جوهر ”جمعيت‌الشعراء سنڌ“ ص ٢٩، سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس حيدرآباد، ١٩٧٣ع.
(٤) الرحيم ماهوار، ص ٨٨، نمبر٣، سال ١٩٦٦ع.
(٥) محسن ڪڪڙائي نئين زندگي، ص ١٥، نومبر ١٩٦٦ع.
(٦) محمد ابراهيم شيخ خليل، نئين زندگي، ص ٤٨، جنوري ١٩٦٧ع، مضمون ”رئيس ضياءالدين ضيا“.

## ڪلام جو نمونو

حرص و هوس جي واءُ نه دل جي وساءِ شمع،
ڪاري آ ڪاڪ ۾ نـہ گذارو سواءِ شمع.

ساقي تي، مي سبو تي نظر هئي سڀن جي ڀر،
پرواني تي ڏٺــو نه پيو ڪجهه سواءِ شمع.

وڌندي وڃي ٿي رات، ته ٻڏندي وڃي ٿي دل،
آيو نه شمع رو تـــہ، مگر تــون نپاءِ شمع.

تو ڪان ضيا ملي هـــي زماني کـــي روشني،
رهندو جگر جو داغ تي روشن بجاءِ شمع (١).

--

آهه روڻي جي نه ڀر دل جي بڪ،
آ ورايو ڪذب ڪس باطل جي بڪ.

ڪين بـرڪت آهه بسم الله جي،
ٿي لهي تڏهين نه ڪا جاهل جي بڪ.

آ نئين تهذيب هونءَ بيشڪ "ضيا".
پر رڳي آندي اٿس گدول جي بڪ (٢).

---

ڪهڙو ڪاڏو نـــہ وقت آ ڦيرو،
ڀڪري ڪسجي ٿي جي ڪپي جيرو.

آهه ڪـپـڙو اٿو اڇـــو اجـــرو،
آهه ميرو جي ڪجهه ته تـن ميرو.

چـــاءِ بسڪوٽ سان ڪپي نيرن،
ڇا جو ڏڌ جـــو وٽو مکڻ ٽيرو.

---

(١) نئين زندگي، ص ٢٥، مارچ ١٩٥٣ع.
(٢) نئين زندگي، ص ١٨، مارچ ١٩٥٤ع.

آيو مصلح ٿي جهيڙو نارڻ جو،
پاڻ ڏيندو ويو سو وڏ ڇيرو.

آهه دستور تنهن وٽ اونڌهه،
آڻي خالق "ضيا" جو ڪو ويرو(۱).

---

# انورعلي شاهه "اظهر" گيلاني

## [ ۱۱ آڪٽوبر ۱۹۱۵ع — ]

سيد انور علي شاهه ولد اصغر علي شاهه تخلص "اظهر" تعلقي گهوڙڪي لعلو واري ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. مختلف سببن جي ڪري وڏي تعليم حاصل نه ڪري سگهيو، پر پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي سان پنهنجي علم ۾ گهڻو اضافو ڪيو اٿائين.

اظهر مختلف هنڌن تي نوڪريون ڪيون آهن جن مان هز ماسٽرس وائس (رڪارڊنگ) ڪمپني ڪراچي ۽ ينگ انڊيا رڪارڊس ڪمپني بمبئي قابل ذڪر آهن. هو پنهي ڪمپنين کي گيت لکي ڏيندو هو جيڪي مختلف فنڪارن جي آواز ۾ رڪارڊ ڪيا ويندا هئا.

اظهر کي صحافت سان دلچسپي رهي آهي جنهن ڪري هن مختلف وقتن تي مختلف اخبارون ڪڍيون آهن. جن مان عالمگير هفتيوار (لاڙڪاڻو) ۽ ذوالفقار هفتيوار (گهوڙڪي) مشهور آهن. ذوالفقار ۾ مختلف مشاعرن جون وقت بوقت ڪارروايون ۽ سنڌ جي مختلف شاعرن جا غزل شايع ٿيندا رهيا آهن.

اظهر گهوڙڪي ۾ "بزم تارڪ" جو پايو وجهي ڪيترن سالن کان مشاعرا منعقد ڪري رهيو آهي. هن ڪيترا ڪتاب لکيا ۽ شايع ڪيا آهن جن مان ۱- آواز عشق، ۲- سخن بي نظير، ۳- سريلا سخن، ۴- رعد اظهر چڱي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن.

---

(۱) نئين زندگي، ص ۳۵، جون ۱۹۵۵ع.

اظهر جو بزم مشاعره لاڙڪاڻي، جمعيت الشعراء سنڌ ۽ بزم طالب المولا سان گهرو ناتو رهيو آهي.

اظهر جيتوڻيڪ نظم، ڪافيون، مسدس ۽ مخمس وغيره لکيا آهن پر هو غزل جو شاعر آهي. هن جي غزل ۾ رواني ۽ جوش آهي. هن جا غزل قديم رنگ جي عڪاسي ڪن ٿا ۽ سندس غزلن ۾ محبت ۽ عشق، فراق ۽ هجر، وصل ۽ ميلاپ جون حڪايتون ۽ شڪايتون آهن. هاڻي مجازي شاعري کان منهن موڙي اهلبيت جي شان ۾ لکندو رهي ٿو ۽ پاڻ کي "شاعرِ اهلبيت" جو لقب ڏنو اٿاڏن.

## ڪلام جو نمونو(١)

نه هڪ جهڙي رهي حالت ٿي ڪنهن جي هن زماني ۾،
قفس ۾ ڪلهه هئو جيڪو، ٿو ڏسجي آشياني ۾.

خرد جي رهبري ۾، ڪاروانِ زندگي ڀٽڪيو،
جنون کي آفرين چئجي، رکي جنهن لڄ زماني ۾.

ڪڏهن پي ناوڪِ نازِ بتان جگر ۾ خطا ٿيو آ،
اشارو ٿو اچي پورو، لڳو دل جي نشاني ۾.

سياڻپ ۾ نه سڌ پيئي، پرائي پنهنجي جي "اظهر"،
ڪري ڪوئي کي سمجهيوسين چريائي جي بهاني ۾.

---

نظر نظر سان لڙي آ، نظر کي ڇا چئجي،
قصوروار ڪئي دل، اثر کي ڇا چئجي.

هو آيو آهه عيادت لاءِ غير سان گڏ،
ڪرم ستم جي برابر، ڏمر کي ڇا چئجي.

صداءِ قيس مسلسل ڪنن ۾ گونجي ٿي،
اگر ڪو گهر ٿئي صحرا ته گهر کي ڇا چئجي.

---

(١) "ديوان اظهر" قلمي.

وڃائي وات تي ڪاغذ زبانـــي حال ڏنئي،
قصور بخت جو آ، نامه بر ڪي ڇا چئجي.

مدار هوش و خـرد تي سچو رکيو نادان،
ٻڌايو اظهر آشفته سر ڪي ڇــا چئجي.

—

# عبدالله "اثر"

## [١٤ جولاء ١٩٢٠ع—٢٦ ڊسمبر ١٩٧٦ع]

عبدالله ولد مولوي الهڏنو چانڊيو تخلص "اثر" ڳوٺ پيڙو چانڊيو (لاڙڪاڻه) ۾ تولد ٿيو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. سنڌي فائنل جو امتحان پاس ڪري ١٩٣٦ع ۾ مسلم اسڪولن ۾ ماستر ٿيو. پارسي ۽ عربي جي تعليم مـولوي محمد اسماعيل قـريشي ۽ مولوي غـلام رسول عباسي کان حاصل ڪيائين، ١٩٤٨ع ۾ ٽريننگ ڪاليج جو امتحان ڏنــي ٽريننگ ڪاليج لاڙڪاڻــي ۾ استاد ۽ اي - ڊي - آء - ايس مقرر ٿيو.

"نجفي" ۽ "شيدا" جي صحبتن ۾ کيس شعر چوڻ جو شوق پيدا ٿيو، مولوي "عاقل" کي پنهنجو استاد وڻي شعر لکڻ لڳو. حاجي محمود "خادم" ۽ سرائي "نظام الدين" ڪوپانگ جي سنگت ۾ بزم مشاعره لاڙڪاڻه ۾ باقاعدگي سان دلچسپي وٺڻ لڳو. هـو شاعري ۾ پهريـان پنهنجو تخلص "اثيم" استعمال ڪندو هو. ميان علي محمد قـادري سندس شعر کان متاثر ٿي هن کي "اثــر" تخلص استعمال ڪرڻ لاء چيو جو خوشيءَ سان قبول ڪيائين (١).

---

(١) مهراڻ سه ماهي "شاعر نمبر" ص ٣٣٥، سال ١٩٦٩ع.

نوٽ: اثر صاحب جيتوڻيڪ ورهاڱي کان پوء ٻهگهڻو وقت شاعري ڪندو رهيو پر جيئن ته سندس واسطو زياده تر قادري جي دور جي ادبي سرگرمين ۽ اديبن سان رهيو تنهن ڪري سندس ذڪر قــادري جي دور ۾ ڪيو ويو آهي.

اثر نواب شاهه عزيزن ڏانهن وڃي رهيو هو مگر اسٽيشن تي جڏهن ريل ۾ چڙهي رهيو هو ته سندس پير ترڪي ويو. کيس سخت ڌڪ لڳا، کيس ٽيڪسي ۾ واپس لاڙڪاڻي آندو ويو، پر وات تي وفات ڪيائين.

انهيءَ واقعي کي بيان ڪندي احمد خان آصف سندس وفات جي تاريخ لکي آهي، جنهن جا ڪجهه شعر پيش آهن:

اسان کي غمن گوندرن ۾ گڏي،
اثــــر جاءِ جنت ۾ وينـــو اڏي.

سندس سال رحلت جو هاتف چيو،
اي آصف "غروب اچـــه عام" ڏي(٢).

١٣٩٧هه

سندس وفات جي ٻي قطعه تاريخ لاڙڪاڻي جـي اردو شاعر رمــز شاهجهان پوري هيئن بيان ڪئي آهي:

نازش افڪار صـد رشڪِ قمر،
آخري تخليق، سڄڻن جـــو سفر.

مصرع تاريــخ بــن ڪر چها گيا،
"رمز نورِ مغفرت" تم پر اثر (٢).

عبدالله "اثر" لاڙڪاڻي جي انهن شاعرن مان هــو جن جو ڪلام پُر اثر ۽ پُرڪشش آهي. هـن ڪيترا مسدس مخمس وغيره به لکيا آهــن پر هن جي غزل جـــو رنگ علحده هو. انداز بيان ۽ خيالن جـــي گهرائي هن جي غزل جون خوبيون هيون. جيتوڻيڪ هن جي زبان تي پارسي جـي چاش زياده هئي، تڏهن به سندس غـزل ۾ شوخي هوندي هئي. هــن عربي جي مشهور قصيدن البرده ۽ بانت سعاد جو سنڌي نظم ۾ ترجمو ڪيو هو.

---

(١) "الرحيم" ماهوار، ص ١٩، ماه آگسٽ - سيپٽمبر ١٩٧٧ع.

(٢) "سڄڻن جو سفر" عبدالله اثر، ص ٢٦، انصاف پريس لاڙڪاڻو، ١٩٧٦ع.

## ڪلام جو نمونو(١)

عطا ٿيو سير گلشن جو ڪڏهن بادِ صبا وانگر،
ڪڏهن پابند رهڻو پيو چمن ۾ نقشِ پا وانگر.

ستم ان جو زماني ۾ ڪرم جو پاسدار آهي،
سيه بختي بہ سر تي ٿي اچي ظلِ هما وانگر.

سلامت ٿو رهي عاشق جي دل ۾ شوقِ پابوسي،
فلڪ جون ٿو سهي سختيون تڏهن برگِ حنا وانگر.

نہ سر جي آهہ پروا هت، نہ غم جانِ حزين جو آ،
اٽل هر فيصلو آهي، محبت ۾ قضا وانگر.

اهو اعزاز حاصل ڪين آهي بادشاهن کي،
جو بنجن بي نيازِ جامِ جم ان جي گدا وانگر.

اثر ايڏي تہ مشهوري ملي وئي عشق جي صدقي،
جو هر نا آشنا مون سان ملي ٿو آشنا وانگر.

—

بيسود زماني ۾ هر چاره گري نڪتي،
ديدارجي قابل آ هڪ دل جي دري نڪتي.

طوفان بپا ٿي ويو جذبات جي عالم ۾،
هڪ چڻنگ اٿي دل مان ۽ باهہ ٻري نڪتي.

ڏورا پوڏيان ڪنهن کي مان حال وندِيان ڪنهن سان
دل اڳ نہ هئي دانا الفت ۾ چري نڪتي.

غم درد جو هي ٿورو لاهي نٿو سگهجي،
جيڪا بہ خوشي آئي عاشق کان ڏري نڪتي.

(١) "بياض اثر" قلمي.

جيڪي مون رندا روڙيا تو داد ملي تن تي،
هر جنس محبت ۾ ڪوڙي به ڪري نڪتي.

هرڪو کي اثر تي ويو ڇڻ مست الست آهي،
جنهن وقت سر محفل شيشه مان پري نڪتي.



# ورهاڱي کان پوءِ

— جائزو

١- عبدالڪريم گدائي
٢- محمد عمر اختر هالائي
٣- عبدالحي سليم هالائي
٤- عطا محمد حامي
٥- عبدالرزاق راز
٦- محمد زمان طالب المولي
٧- مظفر حسين جوش
٨- غلام محمد گرامي
٩- شفيع محمد علوي اوج
١٠- دوست محمد ساجد سرشاري
١١- فيض الله فيض بخشاپوري
١٢- رشيد احمد رشيد لاشاري
١٣- احمد خان آصف مصرائي
١٤- شيخ مبارڪ اياز
١٥- عبداللطيف راز بلڙائي
١٦- سيد لطف علي منظور نقوي
١٧- قلندر بخش نثار بزمي
١٨- الله ورايو سليم ڳاڙهوي
١٩- علي محمد خالدي
٢٠- محمد شفيع انور هالائي
٢١- علي محمد مجروح
٢٢- محمد حسن ساز
٢٣- عبدالقيوم صائب
٢٤- سردار علي شاهه ذاڪر
٢٥- عزيزالله مجروح
٢٦- غازي الدين نشتر نائن شاهي
٢٧- مشتاق احمد نياز همايوني
٢٨- سيد احمدشاهه استاد بخاري
٢٩- شيخ عبدالحليم جوش
٣٠- شمشير الحيدري
٣١- محمد شفيع اقبال بخت
٣٢- رحيم بخش قمر
٣٣- نور نبي تنوير عباسي
٣٤- سيد نياز علي شاه محسن ڪڪڙائي
٣٥- غلام رسول آثم نائن شاهي
٣٦- ذوالفقار راشدي
٣٧- امداد علي شاهه امداد حسيني
٣٨- تاج بلوچ
٣٩- عبدالڪريم پلي
٤٠- مشتاق علي وفا نائن شاهي

# ورهاڱي کان پوءِ

آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. سنڌ جي مسلمانن هندستان جي ٻين مسلمانن وانگر پاڪستان قائم ڪرڻ جي جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. سنڌ ئي اهو صوبو هو جنهن جي اسيمبلي پاڪستان قائم ڪرڻ جو سڀ کان پهرياڻين ٺهراءُ پاس ڪيو هو. هن ملڪ جا مسلمان جيڪي ڪاهي ڏٽڙيل ۽ هندن جي پيٽ ۾ مالي، معاشي، تعليمي مطلب ته ترقي جي هر راهه ۾ پٺتي پيل هئا تن کي وڏيون اميدون هيون ته پاڪستان ٿيڻ کان پوءِ هو سک جو ساهه کڻندا، مالي ۽ معاشي طرح اڳتي وڌندا ۽ تعليم جي ميدان ۾ ترقي ڪندا تنهن ڪري جڏهن پاڪستان قائم ٿيو تڏ ن سنڌ جي مسلمانن ۾ واڌايون وري ويون، مبارڪ مبارڪ جو شور پئجي ويو. ڪيترن جوشيلن جوانن ته ان موقعي تي گيهه جا ڏيا ٻاريا ۽ گلن جي ورکا ڪئي. ورهاڱي سبب جن مسلمانن مهاجر بڻجي هن ڌرتيءَ تي پير پاتو تن کي هنن پنهنجين اکين ۾ جايون ڏنيون ۽ انهن جي دلجوئيءَ لاءِ هنن پنهنجي هڙان توڙي وڙان اهو ڪجهه ڪيو جيڪي ڪجهه هو ڪري سگهيا ٿي.

سنڌ جا مسلمان اڃا آزادي جي نشي ۾ پڏا ۽ آئنده جي ترقي جي خوابن ۾ گم هئا ته ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڇنڻ جا سانباها ٿيڻ لڳا. انهي خبر سنڌ وارن جون متيون منجهائي ڇڏيون. جيتوڻيڪ هو سياسي طرح اڳتي وڌيل نه هئا تاهم هنن کي پنهنجي وطن جي ورهاڱي جي ڳالهه قبول نه هئي. ڪراچي کي هنن سنڌ جي دل ٿي سمجهيو تنهن ڪري هنن دل کي جسم کان ڌار نٿي چاهيو مگر سڄي سنڌ جي ماڻهن جي مرضيءَ جي خلاف ١٩٤٩ع ۾ ڪراچيءَ کي سنڌ کان علحده ڪيو ويو.

ان صدمي کي اڃا ٿورو عرصو گذريو ته سڀني صوبن کي ملائي ون يونٽ بنائڻ جون رٿون رٿڻ لڳيون. سنڌ وارا اڃا ڪراچيءَ جي جدا ٿيڻ جو سور سهسائي نه سگهيا هيا ته وري هي نئون ڌمڪ مچي ويو. وڏن ڏکن ۽ ڏولائن سان سنڌ وارن ١٩٣٦ع ۾ سنڌ کي بمبئي کان

علحدهہ ڪرايو هو، هنن کي پتو هو تہ جڏهن ننڍيو صوبو وڏي صوبي جي ماتحت ٿئي ٿو تہ ننڍيو صوبو اها ترقي ڪري نٿو سگهي جيڪا هو پنهنجي سر ڪري سگهي ٿو. سنڌ وارن جي رڙين ۽ ڪوڪن جي باوجود سنڌ کي ون يونٽ ۾ شامل ڪيو ويو. ٿيو اهو جنهن جو هتان جي ماڻهن کي ڊپ هو يعني هو سياسي، سماجي، معاشي ۽ مالي طرح ڏينهون ڏينهن ڏتڙبا وياه جيئن تہ ون يونٽ سنڌ وارن جي مرضي خلاف ڌڪو دونس سان ٺاهيو ويو هيو تنهن ڪري هتان جي عوام خاص طرح پڙهيل لکيل طبقي ان کي ڪڏهن بہ ذهني طرح قبول نہ ڪيو. شاگردن ۽ اديبن ان جي خلاف پرزور تحرڪ هلايو. سنڌ جي ماڻهن کي جيڪا آزادي ملڻ سان خوشي حاصل ٿي هئي ۽ هنن مستقبل ۾ جيڪي وڏيون آسون ٿي رکيون اهي مايوسي ۾ بدلجي ويون جنهن جو اظهار سنڌ جي شاعرن هنن لفظن ۾ ڪيو:

پڌون پيا تہ خزان جو زمانو ختم ٿيو،
چمن اداس پيو ڏسجي عجب بهار آهي.

(عبدالحليم جوش)

وڏو سڀاڳ جو آزادگي ملي وئي،
وڏو نڀاڳ غلامي انهي غلام ٿئي،

(استاد بخاري)

عجب انداز سان آئي چمن ۾ حور آزادي،
جو هرهڪ گل گريبان چاڪ، دامان تارتار آيو.

(گدائي)

زبردستيءَ ڪراچيءَ کي سنڌ کان جدا ڪرڻ ۽ زوريءَ سنڌ کي ون يونٽ ۾ شامل ڪرڻ ۽ ان کان پوءِ پيدا ٿيل حالتن سنڌ وارن ۾ پنهنجي سنڌ لاءِ وڌيڪ محبت ۽ قومپرستي (نيشنلزم) جو جذبو پيدا ڪيو جنهن کي سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن وڌيڪ زور وٺايو.

وطن جي دوستيءَ ۾ وفا جا حوصلا کپن،
جي سر ڏيڻ جي سگهہ ڏين اهي ئي ولولا کپن.

(نياز همايوني)

هرڪو هوشوءَ جي وٽي وات هليو ٿي ايندو،
سنڌ جو نانءُ ڪٿي، سڀ ڪي پڪاريو يارو.
سنڌ صدين ڪان حيات آهي سدائين رهندي،
خونِ دل سان سندس سينڌ سنواريو يارو.
(تاج بلوچ)

ون يونٽ خلاف نه صرف سنڌ پر سيني ننڍن صوبن ۾ بيچيني هئي، هر ننڍي صوبي ون يونٽ جو خاتمو پئي چاهيو پر سيني صوبن ڪان سنڌ ون يونٽ خلاف اڳري هئي. نومبر ١٩٦٩ع ۾ ون يونٽ جي زنجيرن ٽٽڻ جو اعلان ٿيو ۽ پهرين جولاءِ ١٩٧٠ع تي اولهه پاڪستان جي پنهن صوبن سان گڏ سنڌ جي ڳلي مان اهو طوق لٿو، ڪراچيءَ کي سنڌ ۾ شامل ڪيو ويو ۽ سنڌ صوبي جو ساڳيو نقشو قائم ٿيو مگر ماڻهن ۾ جيڪو قوم پرستيءَ جو جذبو قائم ٿي چڪو هو سو قائم ٿي رهيو ون يونٽ ٽٽڻ ڪان پوءِ به جهڙي ملڪي حالتون رهيون آهن تن قوم پرستيءَ ۾ اضافو ئي ڪيو آهي.

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ ڪان يڪدم پوءِ جيڪو خوف ۽خطري جو احساس سنڌ وارن جي دلين ۾ پيدا ٿيو اهو هو سنڌي زبان جي بقا جو ڊپ. ورهاڱي ڪان پوءِ سنڌ جو گهڻو پڙهيل طبقو جيڪو هندن جو هئو سو وطن جا وڻ ڇڏي هندستان هليو ويو. ان جي بجاءِ وڏي تعداد ۾ اردو دان مهاجرن جا ڪٽڪ اچي سنڌ ۾ ڪڙڪيا، انهن مان ڪيترن شرارتي ماڻهن جي دلين ۾ اها خواهش ۽ سازش وڻ ٿي رهي هئي ته سيني صوبن جي ٻولين جي ٽڙين تي ننهن ڏيئي، پنهنجي ٻوليءَ جي هڪ هٽي قائم ڪجي. سنڌي ٻوليءَ کي جيڪو خطرو آڏو هيو تنهن جو احساس ۽ اظهار جمعيت الشعراءِ سنڌ طرفان ٢٢ - ٢٣، آڪٽوبر ١٩٤٩ع يعني پاڪستان جي قائم ٿيڻ ڪان ٻن سوا ٻن سالن ڪان پوءِ لاڙڪاڻي ۾ ڪوٺايل ادبي ڪانفرنس جي مشاعري جي طرح ”قوم سدا زنده رهي جنهن جي زبان زنده رهي“ ۽ ان مشاعري ۾ پڙهيل ڪلام ۽ ١٠-١١ نومبر ١٩٥١ع تي دادوءَ ۾ انجمن آفتاب ادب دادو طرفان ڪوٺايل ڪانفرنس جي مشاعري جي طرح ”وطن سان گڏ سلامت شل رهي سنڌي زبان پنهنجي“ ۽ ان مشاعري ۾ پڙهيل ڪلام مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهي ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون ان ڳالهه جون علامتون هيون ته سنڌ جا اديب ۽ شاعر سنڌي

نيشنلزم طرف رخ بدلائي رهيا هئا ۽ هنن جي دلين ۾ وطن (سنڌ) ۽ زبان (سنڌي) لاءِ پين سيني ڳالهين کان مٿي محبت پيدا ٿي رهي هئي. انهيءَ ڳالهه جو وڌيڪ اندازو بزم مشاعره لاڙڪاڻي جي ماهوار مشاعرن جي ڪن طرحن مان لڳائي سگهجي ٿو.

١- هر گهڙي بيتاب آ بزم جهان ۾ انقلاب (مشاعرو جنوري ١٩٥٠ع).

ان مشاعري ۾ پيش ڪيل آغا گل حسن "گل" ۽ محمدبخش "واصف" جي غزلن مان هڪ هڪ شعر پيش ڪجي ٿو جنهن مان ان وقت شاعرن جي احساسن جو پتو پوي ٿو.

ٿا ڪلن هر جا سياستدان سنڌين جي مٿان،
چا نه آيو ڊوڙندو تي آ، ڪرڳسان ۾ انقلاب.
(آغا "گل")

ويا اکيان سنڌي هليا، بولي به سا ناهي اکين،
چونه پو ايندو رهي، سنڌي زبان ۾ انقلاب(١).
(واصف)

٢- ليڊرن سنڌ سان ڇا ڀال ڀلايا آهن (مشاعرو مارچ ١٩٥٢ع).
٣- منهنجي وطن کي يا رب تسڪين جاودان ڏي (مشاعرو اپريل ١٩٥٢ع).

هن مشاعري ۾ اميربخش قريشي جي پيش ڪيل غزل جو مطلع آهي:

اڄ تو وطن پڪاري تنهن ڏي بس کو ڌيان ڏي،
اٿ نوجوان سنڌي همت جو امتحان ڏي (٢).
(اميربخش قريشي امير)

پاڪستان جي شروعات ۾ ٿي پاهران آيل ماڻهن جو سنڌي زبان ڏانهن ڪهڙو رويو هيو ۽ سنڌوارن کي سنڌ لاءِ ڪيتري محبت هئي جو

---

(١) اديب سنڌ ماهوار ص ٣٢، ماهه جنوري ١٩٥٠ع.
(٢) اديب سنڌ ص ٩، ماهه اپريل ١٩٥٢ع.

اندازو قادري جي دور جي هڪڙي پيڙي شاعر قادربخش بشير، جو انوقت حيات هو، جي غزل جي چند شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو:

چو ٿا چون ڪي ماڻهو آهي خسيس سنڌي ،
منهنجي تہ واسطي آ چڻ شهد شير سنڌي .

مادر مٺي جي لولي سنڌي زبان ۾ هئي ،
پينگهي ۾ سا پسند هئي پڻ دلپذير سنڌي.

عــربي ۽ پارسي جا اجزا مليا منجهس ڪي ،
معجون آ مفرح هــيءَ بــي نظير سنڌي.

ڪٽ مٽ جي گوز ڪان شل پرور پناهہ ڏيندو،
شل قبر ۾ بہ ٻــولي منڪر نڪير سنڌي.

ڪشور ڪان ڪراچي ٻولي اها ٿا ٻــولن ،
پنهنجي وطن جي ٻولي، ٻولي بشير سنڌي (۱).

۱۹۴۷ع پاڪستان جي قائم ٿيڻ جي ڳالهين سان گڏ سنڌي زبان ۽ ادب ڪي بہ گهڻو متاثر ڪيو. ورهاڱي ڪان اڳ انگريزن جي حڪومت جي ڏينهن ۾ سنڌي زبان ۽ ادب جي واڌاري ۾ هندن جي ڪوشش جو وڏو هٿ هو. هو نہ صرف آبادي جو وڏيڪ تعليم يافتہ طبقو هو پر علم ۽ صحافت، تجارت ۽ واپار تي سندن مڪمل قبضو هو، تنهن ڪري پريس ۽ ڇاپخانن جا گهڻا مالڪ اهي ئي هيا. رسالن، اخبارن ۽ ڪتابن جــي لکڻ، ڇاپائڻ ۽ وڪرو ڪرڻ ۾ هنن وڏو چاهہ ٿي ورتو، تنهنڪري سنڌي ادب ۽ زبان ڏاڍي ترقي ٿي ڪئي. جڏهن سنڌ جي هندن سنڌ ڪي الله واهي ڪئي تڏهن سنڌي ادب جي رفتار بلڪل ٻيهجي وئي؛ جنهن ۾ جــان پيدا ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ جــي شيدائن وقت بوقت ڪوششون ورتيون. پـر جيئن تہ ان وقت جي عام مسلمانن ۾ نہ تعليم هئي نہ پئسو ، تنهن ڪري اهي ڪوششون ايتريون ڪامياب ثــي نــہ سگهيون. انهن ابتدائــي شخصي ڪوششن ۾ حـــافظ شـــاهہ حسيني مـــاهـــوار ”لطـيف“ ۱۹۴۷ع، قادر بخش نظاماڻي ماهــوار ”اچ ڪلهہ“ ۱۹۴۸ع، ساقــي سجاولي ماهـوار

(۱) اديب سنڌ، ص ۳۷، ماهہ فيبروري ۱۹۵۰ع:

”اهلِ قلم“ ۱۹۵۰ع، لال محمد ”لعل“ ماهوار ”آفتاب“ ۱۹۵۰ع، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ سردار علي شاهه ”ذاڪر“ جي ماهوار ”عامراه“ ۱۹۵۰ع وساري نٿو سگهجي. اهي رسالا سنڌي ادب جا اهڙا ڏيئا هئا جن هن ڌرتيءَ تي روشني جو ڏس ڏنو ٿي؛ پر پنهنجن جي لاپرواهي ۽ بي توجهي سبب ڏوري لاٽ ڪري جلد ئي وسامي ويا.

۱۹۴۸ع ۾ پاڪستان سرڪار ان ڳالهه جي ضرورت محسوس ڪئي ته هوءَ پنهنجي ڪارگذارين ۽ ڪاررواين کي عوام تائين پهچائي، انهيءَ مقصد سان ان ”پاڪستان پبليڪيشن“ جي نالي سان هڪ ادارو قائم ڪيو. جنهن جي سهاري هيٺ اردو ”ماهِ نو“، ”اباسين“ (پشتو) ۽ ”نئين زندگي“ (سنڌي)، ماهوار رسالا شروع ڪيا. نئين زندگيءَ جو ايڊيٽر عبدالواحد سنڌي مقرر ٿيو. هن رسالي کي سرڪاري نه پر عوامي رسالو بنائي ڇڏيو؛ ۽ پنهنجي خلوص ۽ اڻ ٿڪ محنت سان ان کي وڏي ترقي وٺرائي ۽ ان ۾ علمي، ادبي، معلوماتي ۽ تحقيقي مقالا شايع ڪيا، جن سنڌ وارن کي پنهنجي قديم ۽ جديد ادب، تاريخ ۽ ثقافت سان روشناس ڪرايو ۽ نون ۽ پراڻن لکندڙن جي سرپرستي ۽ همت افزائي ڪئي.

۱۹۵۴ع ۾ جي- ايم سيد جي ڪوشش سان سنڌ گورنمينٽ سنڌي ادب جي تحفظ ۽ واڌاري لاءِ ۱۹۵۴ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جو ادارو قائم ڪيو. هن اداري سنڌي نثر توڙي نظم جي واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي. هن اداري جو هڪ ڪارنامو سندس رسالو سه ماهي ”مهراڻ“ آهي، جنهن جي پهرين ايڊيٽر محمد ابراهيم جوئي ۽ پٺي ايڊيٽر غلام محمد گرامي هن رسالي کي نه صرف ترقي پسند راهه تي گامزن ڪيو پر ان کي علمي، ادبي ۽ تحقيقي مضمونن جي کاڻ بنائي ڇڏيو.

بزم مشاعره لاڙڪاڻه ورهاڱي کان پوءِ به پنهنجا ماهوار مشاعرا جاري رکيا. هن بزم مشاعري جي اثر هيٺ سنڌ جي مختلف شهرن ۾ بزم مشاعره قائم ٿي چڪا هئا، جن مان بزم ادب دادو ورهاڱي کان پوءِ به سرگرم رهيو. ۱۹۴۷ع کان پوءِ ڪراچيءَ ۾ بزم مشاعرن تمام گهڻو زور ورتو جن ۾ بزمِ نظامي، محفلِ احباب، بزمِ ادب، بزمِ سرشار، بزم طالب المولي ۽ بزم اصغر قابلِ ذڪر آهن. انهن مشاعرن کان سواءِ بزمِ خليل حيدرآباد، بزمِ تارڪ گهوٽڪي، بزمِ ادب جيڪب آباد، بزمِ بسمل

ٽنڊو محمد خان، بزم ِ احباب خيرپور ناٿن شاهه ۽ بزم ِ اظهر گهوٽڪي ۾ پنهنجن شهرن ۾ وقت بوقت مشاعرا منعقد ٿي ڪيا ۽ سنڌي غزل کي زور ٿي وٺايو. انهن مشاعرن جو رنگ قديم هو، جن ۾ گهڻو ڪري روايتي رنگ ۾ مشاعري لاءِ طرح ڏني ويندي هئي ۽ روايتي مجازي رنگ ۾ غزل چيا ويندا هئا، ڪڏهن ڪڏهن وقت جي مسئلن کان متاثر ٿي وقت جي ترجماني ڪندڙ طرحون به ڏنيون وينديون هيون يا ڪي ترقي پسند لاڙو رکندڙ شاعر نون نظرين ۽ خيالن جو اظهار ڪندا هئا.

۱۹۴۶ع ۾ ستين ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي جي موقعي تي سنڌ جي مختلف بزمن ۽ مشاعرن جي هڪ مرڪزي جماعت ”جمعيت الشعراءِ سنڌ“ جي نالي سان قائم ڪئي وئي هئي، جنهن جو مقصد هو سنڌي زبان ۽ سنڌي شاعري (عروضي) کي ترقي وٺرائڻ. هن جمعيت جي سهاري هيٺ ورهاڱي کان پوءِ ۱۹۷۳ع تائين پندرنهن ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنسون ڪوٺايون ويون، جن ۾ سنڌي ٻولي کي درپيش مسئلن ۽ ترقي جي طريقن تي وقت بوقت سوچيو ويو ۽ جدوجهد ڪري گهڻو ڪجهه حاصل به ڪيو ويو.

۱۹۵۴ع ۾ مخدوم محمدزمان طالب المولى جي رهنمائي هيٺ حيدرآباد ۾ بزم طالب المولى جو بنياد رکيو ويو جنهن جون شاخون ساري سنڌ ۾ قائم ڪيون ويون. هن بزم سنڌ جي مختلف شهرن ۾ مشاعرا، ميڙ ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائي سنڌي شاعري ۽ موسيقي جي ترقي لاءِ گهڻو ڪم ڪيو.

۱۹۵۳ع ۾ ترقي پسند لاڙو رکندڙ اديبن جي ڪوشش سان ”سنڌي ادبي سنگت“ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي، سنگت جلد ئي پنهنجي ترقي پسند ۽ صحتمند لاڙن سبب پراڻين روايتن کان هٽي ڪري نئين ادب پيش ڪرڻ ۽ سنڌي ٻولي کي پاڪستان جي سرڪاري ۽ قومي ٻولي بنائڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ سبب اديبن، شاعرن ۽ عوام ۾ مقبول ٿي وئي ۽ ان جون شاخون سنڌ جي ضلعي شهرن کان سواءِ ڪيترن ئي ننڍن شهرن ۾ قائم ٿي ويون. سنگت جي ادبي تنقيدي نشستن نوجوان اديبن کي ادب جي پراڻي راهه تان هٽائي نئين راهه تي هلايو، پنهنجي تخليقن ۾ ڌارين ٻولين جي لفظن استعمال ڪرڻ بجاءِ پنهنجي ٻوليءَ جا لفظ استعمال ڪرڻ جي تلقين ڪئي. سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن ۾ سنڌ، سنڌي ٻولي، سنڌي ثقافت، تهذيب ۽ تاريخ سان پيار ۽

ادب ۾ نئين سماجي شعور جو پرچار سنڌي ادبي سنگت جي ڪوشش جو نتيجو آهي.

ملڪ جي سماجي ۽ سياسي حالتن جو اديبن جي دل ۽ دماغ تي گهرو اثر ٿئي ٿو. وقت تي ملڪ جي سماج ۽ سياست ۾ اهڙا حادثا پيش اچن ٿا جيڪي اديبن ۽ شاعرن جي سوچ ۽ فڪر جي وهڪري کي نئين راهه ڏي لاڙي وجن ٿا. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڪراچيءَ کي علحده ڪرڻ سنڌ کي ون يونٽ ۾ ملائڻ، سنڌي زبان جي حيثيت کي ختم ڪرڻ جي سازشن ۽ سنڌين جي انهيءَ احساس ته هنن سان اقتصادي ۽ معاشي طرح به اڪيائيءَ وارو برتاءُ ڪيو ٿو وڃي. سنڌين ۾ سنڌيت ۽ قوم پرستي جو جذبو پيدا ڪيو آهي ۽ سنڌي اديبن پنهنجن تخليقن ۾ کليو کلايو سنڌي نيشنلزم، سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي هرهڪ شئي سان محبت جو پرچار ڪيو آهي. ون يونٽ واري دور ۾ سنڌ جي شاعرن ون يونٽ کي ڊاهڻ ۽ ان جي خلاف انقلاب پيدا ڪرڻ جو آواز بلند ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ ون يونٽ جو قابو ڪوٽ ڪري پرزا پرزا ٿي پيو. جتي شاعري جي ٻين صنفن ۾ ون يونٽ خلاف ۽ انقلاب جو آواز اٿاريو ويو هو اتي غزل کي به عشق جي روايتي راهن مان ڪڍي ان کي به سياسي فڪر جو آئينه دار بنايو ويو هو. ڪجهه مثال پيش ڪجن ٿا، جن مان اُن وقت جي حالتن، شاعرن جي جذبن ۽ فڪر جو پتو پوي ٿو:

غدار ٻيا سنڌ جي سودي کي چڪائن،
صد حيف ڪو هوشوءَ جهڙو جانباز نه آهي.
(شمشيرالحيدري)

آهي انهيءَ ۾ مان جي سنڌ تان سر فدا ڪريان،
اُن کان مٿي جي مرتبو سون کي ڪِي ته چاڪريان.
(تنوير عباسي)

وارث واپس وَرندا نيٺ،
سنڌ سڳوري چڻڪي سار.
(استاد بخاري)

سنڌ افلاس جي زنجير ۾ جڪڙيل آهي،
ڪوئي آهي جو انهيءَ کي ڪري پُرزا پارو.
(تاج بلوچ)

پاڪستان قائم ٿيڻ وقت قادري جي دور جا ڪيترا استاد شاعر جهڙوڪ حاجي محمود خادم، نواز علي نياز، محمد بخش واصف، شيخ عبدالله عبد، سرشار عقيلي، غلام احمد نظامي ۽ ٻيا زنده هئا، جن مشاعرن جي محفلن کي زنده رکيو هو ۽ پنهنجي روايتي رنگ ۾ غزل سرائي پئي ڪئي. انهن استادن جي صحبتن مان فيض حاصل ڪندڙ انهن مشاعرن ۾ سرگرم حصو وٺندڙ شاعرن تي لازم هو ته اهو پراڻو رنگ چڙهي، اهڙن نوجوان شاعرن مان جن تي استاد شاعرن جي مهرباني جي نظر رهي ۽ مشاعرن مان رچي ريٽا ٿي نڪتا تن ۾ عطامحمد حامي، رشيد لاشاري، علي محمد مجروح، منظور نقوي، غلام محمد گرامي، مخدوم محمد زمان طالب المولي، سليم ڳاڙهوي ۽ ٻين جا نالا قابل ذڪر آهن. اهي سڀئي پاڻ پاڪستاني دور ۾ استاد شاعر تسليم ڪيا ويڃن ٿا ۽ ڪيترن شاعرن سندن شعر جي مهارت مان فيض حاصل ڪيو آهي، جيتوڻيڪ سندن غزل جو رنگ قادري جي دور واري غزل جهڙو سيڪو ٿو لاهي پر هنن پنهنجي غزل کي پراڻي رنگ مان ڪڍڻ جي قدر آجي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پراڻين تشبيهن، استعارن، محاورن، ترڪيبن، ڏکين لفظن کان دامن بچائڻ جو سعيو ڪيو آهي، سندن انداز بيان ۽ خيالن ۾ نواڻ آهي، پر هنن جو لاڙو زياده تر مجاز ڏانهن رهيو آهي ۽ هنن پاڪستاني دور ۾ عشقيه ۽ رومانوي شاعرن جون وٽندڙ شمعون روشن ڪيون آهن، جيئن سندن هيٺين شعرن مان معلوم ٿئي ٿو:

اسان کي سڀني منع ٿي ڪئي مگر يارو،
ٿيو ٻتن مان بفضلِ خدا، خدا حاصل.

(حامي)

رشيد ائين ڪين چئو، هو آهه سهڻو ۽ ٿي بدصورت،
سڏن ٿا حسن جنهن کي، سو فقط حسنِ نظر آهي.

(رشيد لاشاري)

مجروح سان مانديون ته هي محسوس ڪنديون،
انسان جو ٿئي شمع ٻرڻ، رانند ته ناهي.

(علي محمد مجروح)

دل پري ۽ من پريو، اکڙيون پريون، پنبڻيون پريون،
پنهن ماڻهو ٿا چون، بادل حقيقت ۾ رنو.

(سليم ڳاڙهوي)

اسان کي ڪين ڏسو پنهنجو پاڻ ڏي ٿي ڏسو،
اسين جي ڪهڙا به آهيون، اوهان جا يار آهيون.
(طالب المولي)

نظرن جو امتحان وٺ جاون جو امتحان ڏي،
توڏي جهان ڏسي ٿو، تون ڪجهه ته ڏس اسان ڏي.
(منظور نقوي)

هن دور ۾ شاعرن سنڌي غزل کي پراڻي روايتي رنگ مان ڪڍي نئين سونهن ۽ صورت بخشي ۽ ان کي مجاز کان زياده صحت مند ۽ ترقي پسند لاڙن سان روشناس ڪرايو آهي، انهن ۾ شيخ عبدالحليم ”جوش“ جو نالو سر فهرست آهي، جيتوڻيڪ ”جوش“ جو والد شيخ عبدالله ”عبد“ هڪ ڪهنه مشق استاد شاعر هو ۽ سنڌس نشست و برخواست ڪراچي جي مشاعرن ۾ ٿي. ان هوندي به هن قديم رنگ قبول نه ڪيو ۽ غزل ۾ نئين صحتمند وات ورتي ۽ غزل کي نون ترقي پسند لاڙن سان روشناس ڪرايو، اهوئي سبب آهي جو هن جي غزلن ۾ غم جانان گهٽ ۽ غم دوران زياده آهي. سنڌ ۾ اڃا ترقي پسند تحريڪ زور نه ورتو هو ته به جوش جا غزل ترقي پسندي جي علامت هئا.

هن جي غزلن جي وڏي خوبي خيالن جي گهرائي آهي، هو پهريون غزلگو شاعر آهي جنهن ورهين کان وٽي ڪم ايندڙ گل و بلبل، شمع و پروانه وغيره جي Symbols کي نئين معنيٰ بخشي ۽ انقلابي اهڃاڻ طور استعمال ڪيو. هن کي پاڪستان کان پوءِ نئين سنڌي غزل جو سرواڻ يا ابو چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. سندس هڪ غزل جا ڪجهه شعر ملاحظه ڪريو:

زندگي کي سراب ڇو سمجهان،
مان حقيقت کي خواب ڇو سمجهان.

ڪا ڇڱائي ته آهه هر ڪنهن ۾،
پوءِ ڪنهن کي خراب ڇو سمجهان.

جيستائين حجاب باقي آهه،
حسن کي بي نقاب ڇو سمجهان.

جيڪا تحرير مان پڙهي نه سگهان
پنهنجي خط جو جواب ڇو سمجهان.

نيث هيڻن جي سوپ ٿيڻي آهه،
ڏاڍ کي ڪاميابي ڇو سمجهان.

عقل وارن جي چنڊ کي اي جوش،
عشق جو ماهتاب ڇو سمجهان.

هن دور ۾ جن ٻين شاعرن سنڌي غزل کي نون صحتمند ۽ ترقي پسند لاڙن سان نوازيو آهي ۽ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان محبت جو اظهار ڪيو آهي تن ۾ عبدالڪريم گدائي، شيخ اياز، تنوير عباسي، نياز همايوني شمشيرالحيدري، استاد بخاري، تاج بلوچ، امداد حسيني ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جا نالا اچي وڃن ٿا.

هن دور ۾ شاعر جي سيني صنفن ۾ شاعرن سنڌ جي هر ڪنهن ننڍي توڙي وڏي شئي ۽ سنڌي ٻولي سان محبت جو اظهار ڪيو آهي، هن دور جي شاعرن جا غزل به اهڙن جذبن سان ڀريل آهن. هن دور جا شاعر سنڌ ۽ سنڌي ٻولي سان پنهنجي محبت جو اظهار غزل ۾ هنن لفظن ۾ ڪن ٿا.

سنڌ سان اهڙي جند اڙي جو پيا دل وارا وسري ويا،
جيئي سنڌ، سدائين جيئي، پيا سڀ نعرا وسري ويا.
(استاد بخاري)

سنڌ صدين کان حيات آهي سدائين رهندي،
خونِ دل سان سندس سينڌ سنواريو يارو.
(تاج بلوچ)

اها سنڌ ڪاشي به ڪعبو به آهه،
چوي ڇا به ڪو شيخ يا برهمن.
(شيخ اياز)

بلندي عرش جي، صحرا جــي وسعت، زينتِ گلشن،
مرڪب ٿاهجي تن جو تہ ٿئــي سنڌي زبان پنهنجي.
(عبدالحليم جوش)

جنهن زبان مونکي ڏني آهي زبان
ان زبان جا نيٺ ٿورا لاهڻا ٿيم.
(استاد بخاري)

۽ پنهنجي سنڌ جي مختلف هنڌن، ماڳن ۽ وٿن جو وسڪار ڪندي
چون ٿا:

شام شفق جي رنگينيءَ ۾، سهڻو هاڙهو هالار،
گل ڳاڙهن محبوبن جا، محبوب نظارا وسري ويا.
(استاد بخاري)

ڪارونجهر جــي ڪور مٿاران، آهہ ٽهڪيو مور،
ساڳي گونج اچي ٿي گجندي، ڳاج ڪيرٿــر ڪان.
(امداد حسيني)

پون ٿا نوان ڳنڍ ڳنڍيرو ۾
پٿن تي وري ڪر ڪنيا ڪونيٽن.
(شيخ اياز)

ڪلنگيون جني ڪي تني ڪي نہ ليکيم،
ڪٿن جون ۽ لوڏن جون ڳالهيون سون ڳاتيون.
(تنوير عباسي)

هن دور جو شاعر سماجي طرح سجاڳ آهي، هو پنهنجي سماج جي نا انصافين، هوٽن تي ڏاڍن جي ڌڪار، انسان سان انسان جي نا انصافي، سرمايدارن طرفان مزدورن جي پورهئي تي ڌاڙو ۽ وڏيرن ۽ زميندارن طرفان هارين جي پگهر جي ڪمائيءَ تي قبضي ڪان خبردار آهي. هو ڏسي ٿو تہ هڪڙا انسان آهن جي بک ۽ بيمارين ۾ ڪجهندي ۽ ڪٽڪندي گندن گهرن ۽ گهٽين ۾ پاهہ پورا ٿا ڪري ڇڏن ۽ انهن جي پيٽ ۾ پيا انسان

آهن جن کي سڀ ڪنهن قسم جا سک ۽ سهوليتون حاصل آهن، اهو تفرقو هن کي بيقرار ڪري ٿو ڇڏي تنهن ڪري هن نہ صرف انهن موضوعن تي طبع آزمائي ڪئي آهي پر هو ان سماج جي ديوارين ڊاهڻ جو بہ قائل آهي جنهن ۾ اهڙو انياءُ هجي. عبدالڪريم گدائي هن دور ۾ محبت کي پنهنجو موضوع بنائيندڙ شاعر سان هنن لفظن ۾ مخاطب آهي:

ذڪرِ خوبان کان سوا يا ذڪرِ جانان کان سواءِ،
ڇا ڪوئي موضوع نہ آهي حور و غلمان کانسواءِ.

تنهنجي منهنجي درميان هي فرق آهي همسخن،
تو کي نظري ڪجهہ نٿو رخسارِ جانان کانسواءِ.

مان غمِ دوران جو قائل، تون غمِ جانان سندو،
منهنجي دل ۾ ڪجهہ نہ آهي دردِ انسان کانسواءِ.

هن دور جا شاعر سماجي نا انصافين، مزدور ۽ هارين جي ڏتڙيل حالتن کي هنن لفظن ۾ بيان ڪن ٿا.

ڪنهن کي آهي ڪٽو تہ ڪنهن کي خرار،
فرق پروردگار ڇو آهي.
(عبدالحليم جوش)

هر عيش ۽ آرام، اميرن کي ميسر،
محروم سدا محنتي محنت جي ثمر کان.
واسينگ وڏيرن جو ٿيو ڪٽڪ تي قابض،
هاري جا ٻچا رد جوئر کان ۽ سٽر کان.
(گدائي)

هر هڪ ڏينهن هزارين تاڪيا، ڏاهي ٿي هر سل
انگ اگهاڙا، جن نہ ڏٺا سي آڏاٺا ڇو.
(استاد بخاري)

قافلا پيٽ بکين جا ڏسو نڪتا يارو،
زندگي ٿي آ وري درد جو صحرا يارو.
(تاج ٻلوچ)

دنيا تي ۽ سڪون ملي ڪنهن غريب کي،
تون پي زمين تي ٿو ڪرين آسمان جي ڳالهه.
(تنوير عباسي)

هن دور جي شاعر ڏاڍن جي ڌمڪاءَ سياسي ۽ سماجي بي انصافين خلاف هيئين صاف لفظن ۾ انقلاب جون ڳالهيون ڪيون آهن.

فقط ٿوري همت ۽ محڪم ارادو،
نظام تشدد ۾ آڻيندو ڦيرو.
(گدائي)

اي مظلوم روحو مبارڪ هجي،
اجهو چاڻ بدلي فضائي دهر.
(شمشيرالحيدري)

نئون جڳ سوني سڳهندو ڏاهي،
هي جڳ جو ٻه چڏيندو ڏاهي.
(تنوير عباسي)

مون مرڪي پنهنجو پاند ڏنو،
رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي.
(شيخ اياز)

هي دور ماديت جو آهي، اڄ انسان روحانيت جي رمزن ۽ رازن کي سمجهڻ ۽ سلجهائڻ بجاءِ پنهنجي پيٽ جي مسئلن جي پورائي جي فڪر ۾ مبتلا آهي ان ڪري هو تصوف کي صفا ترڪ ڪري چڪو آهي، هن دور جو شاعر پنهنجي ڪلام ۾ تصوف بجاءِ زندگي ۽ پيٽ جي مسئلن کي وڌيڪ جاءِ ڏي ٿو، هو خدا جو ذڪر ڪري ٿو مگر سماجي نا انصافين سبب ڪجهه شڪوه ۽ شڪايت جي انداز ۾.

ٿيو جوش ڌرتيءَ تي دوزخ جو منظر،
اڃا ساڳ هوندو خدا ڪيستائين.
(عبدالحليم جوش)

ٻڌڻ جي‌تون ٻه ٿو چڙين يا رب،
پيو آخر خدا ڪٿان آڻيان.
(استاد بخاري)

ڪير هن حال جو سبب آهي،
ڪاٿي آهي جي تنهنجو رب آهي.

نوع انسان سان اترو انڌير
پوءِ ٻه آهي خدا؟ عجب آهي،
(شيخ اياز)

شيخ اياز جڏهين مدهوشيءَ جي ڪيفيت ۾ اچي ٿو وڃي تہ خدا جو ذڪر هن انداز سان ٿو ڪري.

اسان سوال ڪيو هو خدا ٻه آهي ڇا،
اوهان جو حسن انهيءَ جو جواب آ سائين.

جاڳائجي ڪريم کي،ٻڌرائجي "اياز"،
جام شراب عرش بريں سان ڪڏهن ڪڏهن.

حور غلمان ۽ طهورا ٿو رکين،
عرش‌وارا تون ٻه ڳهٽ ناهين جناب.

شيخ اياز پنهنجي غزلن ۾ عبادت جو پنهنجو انداز اختيار ڪيو آهي.

هر حقيقت کان سٺي آهي مجاز،
هر عبادت کان چڱو آهي شراب.

اياز آهه سجدي ۾ مثل صراحي،
انهيءَ جي عبادت پيئو ۽ پياريو.

هن دور جي شاعرن جتي پنهنجي ملڪي مسئلن کي پنهنجي غزلن ۾ جاءِ ڏني آهي اتي هنن عالمي مسئلن کان به منهن نه موڙيو آهي، هنن وقت به وقت انهن تي پنهنجي شعرن ۾ خيال آرائي ڪئي آهي. سنڌ جو شاعر پنهنجي وطن ۽ ساري دنيا ۾ امن جو خواهان آهي. هن کي تشدد، جنگين ۽ ائٽمي هٿيارن کان نفرت آهي.

ناگا ساڪي ڪافي ناهه،
سڀ ڪجهه ناس ڪندو انسان
ساگي گانڌي لاءِ گولي،
ساگيو لال لهوءَ سان گيان.

(شيخ اياز)

پاريهر جي گهٽ گهٽ ۾،
توبن جو ڌڌڪو ٻي ڳاله.

رنگ شفق جو ڪڪرن ۾،
دونهون ائٽم جي ٻي ڳاله.

(تنوير عباسي)

هڪ هڪ بم تي لک لک ضايع،
مائي بابا هڪ ڀوڳ.

(استاد بخاري)

محبت انسان جو اهو جذبو آهي جنهن هر دور ۾ انسان کي پنهنجي قبضي هيٺ رکيو آهي، انسان نه اڳ، نه اڄ ۽ نه ئي سڀاڻ ان کان دامن ڇڏائي بي نياز ٿي سگهي ٿو، اڳ جي انسان تي جڏهن محبت جو غلبو ٿيندو هو ته هو دنيا کان بي نياز ٿي، صرف محبت جو شيدائي ٿي ويندو هو پر هن دور جو انسان اڳ جي انسان کان زيادهه حقيقت پسند ٿي ويو آهي. هو غمِ دوران سبب غمِ جانان کي ته وساري سگهي ٿو پر غمِ جانان سبب غمِ دوران کي وساري نٿو سگهي. هن دور جو سنڌي شاعر به محبت ۾ ايترو مدهوش نه آهي جو پنهنجي زندگيءَ جي مسئلن کي صفا وساري هر وقت آهه ۽ زاري ۾ مشغول هجي پر هو محبت سان گڏ

زندگيءَ جي تلخ حقيقتن کي به تسليم ڪري ٿو، اهوئي سبب آهي جو هن دور جي شاعر محبت جي معاملن کي نئين انداز ۾ بيان ڪيو آهي.

زندگي جي اداس راهن تي،
ڪنهنجي زلفن جوخم بهيادآيو.

(عبدالحليم جوش)

هت وفا جي اهوئي هام هڻي،
جنهن کي دنيا سان واسطو نه هجي.

(تاج بلوچ)

ڪجهه اڳتي هاي ڏسجي ڇا ٿو ملي دنيا مان،
دل تنهنجي خيالن کي پٺتي آ ڇڏي آئي.

(تنوير عباسي)

پيار ته نعمت آهي سائين،
ماري ڇڏيو پيٽ پيار.

(شمشيرالحيدري)

تنهن جي زلفن جي اوٽ ۾ ها لڪل،
وقت جا حادثا نسري نه سگهيا.

(علي محمد مجروح)

هن دور جي شاعر گل ۽ بلبل، قفس ۽ صياد، شمع ۽ پروانه، ميڪدهه ۽ ساقي وغيره جهڙن پراڻن Symbols کي پراڻي قديم عشق و محبت ۽ تصوف وارن روايتي سمباس بجاءِ نئين رنگ ۽ نئين ڍنگ ۾ بيان ڪيو آهي، اڄ جو شاعر انهن سمبلس مان نئون انقلابي ڪم وٺي ٿو ۽ انهن معرفت وقت جي سماجي ۽ سياسي حالتن جو نقشو چٽي ٿو، عبدالحليم جوش سنڌ جي سياسي ۽ اقصادي محرومين کي بيان ڪرڻ لاءِ ساقي ميڪدهه ۽ جام کان هن طرح ڪم وٺي ٿو.

اسان جو ميڪدهه ساقي به پنهنجو،
اسان ٿي پيا پڇون ڪو جام آهي.

۽ پنهنجي هڪ ٻئي شعر ۾ سياسي ڏاڍ کي برق، دور، خزان، قفس ۽ صياد ڪوٺيندي ان سان ٽڪر کائڻ جو ذڪر هيئن ڪري ٿو:

برق، دور خـــزان، قفس، صياد،
منهنجو سڀ ســان مقابلو ٿيندو.
(عبدالحليم جوش)

ٻين شاعرن مختلف سياس کي ڪهڙي طرح انقلابي جذبن، سماجي ۽ سياسي بي انصافين ۽ وقت جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ وارين حالتن کي بيان ڪرڻ جو ذريعو بنايو آهي تن جا ڪي مثال ملاحظه ڪريو.

آشيان جي ياد پڻ صياد وٽ هڪ ڏوهه آهي،
هي خطا هرهر ڪبي، هي خطا ڪرڻي جو پئي.
(استاد بخاري)

اڄي بهار ته مجروح کي به ياد ڪجو،
انهيءَ به هجر ۾ راتيون گذاريون يارو.
(علي محمد مجروح)

گلستان ٿي شايد جلائي ڇڏيندا،
وڏي ويون ٻوٽن کي ٻارڻ جون ڳالهيون.
(شمشيرالحيدري)

اڃا هي رات ٿي راهي، اڃهو صبح اي نياز آئي،
انهيءَ احساس کان غم ٻي اسان لئي خوشگوار آهي.
(نياز همايوني)

هن دور جي شاعرن محبوب جي پراڻن لقبن ۽ نالن جهڙوڪ مهه رو مهه جبين، بت، صنم، ترڪ وغيره کي ترڪ ڪري سليس ۽ سادن پنهنجن ۽ پيارن نالن سان ياد ڪيو آهي جهڙوڪ سائين، پرين، سڄڻ، پيارا وغيره.

"جوش" جنهن ۾ نه آهي همدردي،
دل ته اهڙي نه ڏارجي سائين.
(عبدالحليم جوش)

هيءَ حياتي ڪيئن گذري ها، جيئڻ ڏاڍو مشڪل ٿئي ها،
جي نه مان ها هن دنيا ۾، تو جهڙا ڪي پيارا ماڻهو.
(تنوير عباسي)

ڇا ٿيو جي خراب حال آهي،
تاج ڪي اڄ به آزماءِ پرين.
(تاج بلوچ)

مون ۾ تنهنجي ڇهڻ ڪئي پيدا،
آرزو ۽ ثبات آ مڻڙا.
(شيخ اياز)

هن دور جي شاعرن سنڌ جي لوڪ داستانن، عشقي ۽ رزمي قصن جي تلميحن جو ڀرپور استعمال ڪيو آهي انهن کي تصوف ۽ مجاز کان هٽي نئين ۽ انقلابي انداز ۾ استعمال ڪيو آهي. انهن ۾ سياسي ۽ سماجي بي انصافين جو رنگ ڀريو آهي جنهن ڪري انهن جي سونهن ۾ ڪشش ۽ اثر ۾ اضافو ٿيو آهي. هن ڪان اڳ سنڌي غزل ۾ سنڌي جي لوڪ داستانن جي تلميحن جو روايتي انداز ۾ ايترو استعمال نٿو ملي جيترو هن دور ۾ نئين انداز ۾ ملي ٿو. ڪجهه مثال ملاحظه ڪريو.

ٿر تي آ، مارن تي ناهي،
خان عمر تنهنجو ڪاتو.
(استاد بخاري)

عمر پيي اڪيچار ۽ ماريون پيي،
اڃا باز ڏاڍو ۽ ڪمزور ڳيرو.

سسئي ٿي رڙي پئي اڃا ڪوهه بر ۾،
پنهل جو اڃا ڪين ڏسجي ٿو پيرو.
(گدائي)

شاعر شعلہ نوا "تاج" اوهان سان آهي،
ڪاڪتي ڪاهہ ڪريو، هانو نہ هاريو يارو.
(تاج بلوچ)

وڏا وڻ ڪيا نڙ، پاي آئين چارڻ،
جڏا جيءَ جـاڳي پيا او جيارا.
(شيخ اياز)

هن دور ۾ ڀهريون پيرو هندو "ديو مالا" سان تلميحون سنڌي غزل ۾ استعمال ٿيون ويون آهن، شيخ اياز ئي انهيءَ روايت جي ابتدا ڪندڙ آهي ۽ هن جي غزان ۾ ئي انهن جو ڀرپور استعمال ملي ٿو.

برندا بن ۾ آيو آهيـــن ڪنهن جي لاءِ ڪـــوي،
ڪنهن جي بنسي، ڪهڙي رادا، ڪنهن کي ڳولين ٿو.

آگ بن ۾ لڳي راڌڪا ٿي رڙي،
بنسري شام جي بي سري ٿي وڃي.
(شيخ اياز)

آهَ نہ پٽ ڏٺي، نہ ڪپل وستو جو شهزادو،
ڪنور رشتن جـون زنجيرون پــيرن ۾ پاتل.
(امداد حسيني)

هن دور جي شاعرن جو زيادہ توجهہ شعر جي مضمون ڏانهن رهيو آهي ان ڪري هنن شعر جي ٻاهرين حسن بجاءِ پنهنجو سمورو ڌيان خيال ڏانهن ڏنو آهي، اهو سبب آهي جو هنن پنهنجي، غزل جي دامن تان پراڻيون ترڪيبون ۽ محاورا، اشارا ۽ ڪنايا، تشبيهون ۽ استعارا چُنڊي ۽ ڇانٽي ڇڏيا آهن، هنن سلاست ۽ سادگي کي ئي سونهن سمجهي پنهنجو بنايو آهي. هنن ڪٿي ڪٿي تشبيهن جو سهڻو استعمال ڪيو آهي پر اهي گهڻو ڪري ايراني ۽ اوپري ماحول بجاءِ پنهنجي ئي ماحول مان ورتل آهن تنهن ڪري انهن ۾ اثر جو جادو وڌيڪ آهي.

تنهنجا ڳل هي مکڻ سندا چاٽا،
وقت جي گرمين ۾ ويندا ڳري.

منهنجي لڙکن جي اونهي پاڻيءَ ۾
تنهنجي صورت ڪنول جان آئي تري.

(تنوير عباسي)

دل ۾ پاريم وري حسرتن جا ڏيا،
هو قتل شهر جنهن کي وساريو اٿم.

(عبدالحليم جوش)

ايئن اڄ ارمان ٿا منهنجي دل ويران ۾
جيئن پکيئڙا شام آيا صبح جو اڏري ويا.

(علي محمد مجروح)

تنهنجي پر ۾ آهيان بيٺو،
ديوار سهاري جئن پاڇو.

(امداد حسيني)

شاعر جي تخليق جو قدر ۽ قيمت ان وقت وڌيڪ ٿو ٿئي جڏهن ان تخليق کي خاص طبقي سان گڏ عوام به سمجهي ٿو سگهي ۽ ان مان لطف اندوز ٿي ٿو سگهي. ان ڪري لازم آهي ته شعر کي اهڙي زبان ۾ لکيو وڃي جيڪا عوام به سمجهي سگهي، هن دور کان اڳ مختلف دورن ۾ غزل کي ڏارين ٻولين خاص طرح عربي ۽ پارسي جي لفظن سان سينگاريو ويندو هو ۽ اهڙي زبان کي غزل جي زبان تصور ڪيو ويندو هو، اهوئي سبب آهي جو سنڌي غزل پنهنجي سموري سونهن، زيب ۽ زينت جي باوجود عوام جي دلين ۾ جاءِ نه جوڙي سگهيو. اڄ سڄاڻ شاعر جو ڪلام خاص طبقي بجاءِ عوام جي لاءِ آهي. هن کي محبت کان سواءِ ٻيون به سياسي ۽ سماجي بي انصافين، ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جون نه صرف ڳالهيون ڪرڻيون آهن پر اهي عوام جي دلين ۽ دماغن ۾ به ويهارڻيون آهن، ان ڪري هن پنهنجي غزل جي زبان کي نهايت سادو ۽ عام فهم بنايو آهي، ان ۾ هن پارسي ۽

عربي جي ڏکين لفظن استعمال ڪرڻ کان پاسو ڪيو آهي، جنهن ڪري سندس ٻولي سولي، سلوڻي ۽ صاف ٿي پئي آهي.

سانجهيءَ ڌاڻي سنڌو ۾ ٿي رنگ پريو درياهه روان،
سج ڪي سير ڏني ڪنهن يا هي لبڙن جي لالاڻ ڏنم.
(سائم ڳاڙهوي)

جـــيءَ آڏين اڄ به اي فاقا، مگر،
نيڪ ناهي تو پڏي جا روز ٽڪ.
(استاد بخاري)

هوندئن ته ڪيئي ستارا ٿا چمڪن،
هڪ وهانءُ ئي آڻي ٿـــو پربات.
(تنوير عباسي)

هرطرح سان ڪنگ ڪانگيرا ڪيو خوش ٿيو گهمن،
بلبلين جـــي لاءِ آهـــي قيدخانو بـــاغ ۾.
(حامي)

نه گل ٽڙيا ۽ نه مکڙين جي منهن تي سرهائي،
الائي پاڻ ڪي چـــو باغبان پـــڏائي ٿو.
(عبدالحليم جوش)

هن دور جي ڪن شاعرن پنهنجي غزلن ڪي پارسي ۽ عربـــي لفظن کان صاف ڪرڻ جو خيال ته رکيو آهي مگر هندي لفظن جو گهڻو استعمال ڪيو آهي، جنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ تي وري به ڪنهن ٻي ڌاري ٻوليءَ جو ڏبو ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ شاعر ۽ عوام جي وچ ۾ لاڳاپي جو ناتـــو ٽٽي وڃي ٿو. سنڌيءَ ۾ هندي لفظن استعمال ڪرڻ واري تحريڪ جـــو اڳواڻ شيخ اياز آهي، جنهن جي غزل جا ڪجهه هندي آميز شعر هي آهن:

او رکوالا، ڪونين ڇو ٿو هيءَ جيون جي رک،
آئي اڳنيءَ جهڙي آشا، ڪنهن کي ڳولين ٿو.

—

هو ته مونکي چتا تي وٺي ٿي ويا،
مونهن پرسي پو ڪاٿهه شمشان ۾.

---

هي گهر تي گهنگهور گهٽا،
در تي مڌ جا مٽ سويل.

ٿوري عرصي ڪان سنڌي شاعري ۾ انگريزي لفظن ڪي عام جام استعمال جو هڪ سلسلو شروع ٿيو آهي، جنهن جو باني امداد حسيني آهي، سندس غزلن جا ڪجهه انگريزي لفظن وارا شعر ملاحظه ڪريو:

وقت ٽرئفڪ جيان ٿي لنگهيو،
سنگنلز جيان مان هئس بيٺو.

گهر پسار، آفيس ۽ بس،
جيون آ ڏچو ئي ڏچو.

آفيس امداد اوير آيو،
موڊ بگڙجي ويو صاحب جو.

غزل ۽ ڪافي ٻئي شاعري جون اهم ۽ پسنديده صنفون آهن. ڪافي ڪي پنهنجو ترنم، موسيقيت ۽ سونهن آهي. غزل جا پنهنجا لوازمات آهن ۽ ڪافيءَ جا پنهنجا. غزل ۾ محبوب به مرد آهي ۽ عاشق به مرد آهي، پر ڪافيءَ ۾ مرد معشوق آهي ۽ عاشق عورت آهي، ان ڪري ٻنهي صنفن جي نه صرف اندازِ بيان، پر محبوب سان خطاب ڪرڻ ۽ محبوب جي نالن ۽ لقبن ۾ به فرق آهي، ان ڪانسواءِ غزل ۽ عروض جي پابندي جي سختي آهي، ڪٿي به ڪو شعر فن ڪان ڪريو ته اهو معيوب ليکيو ويندو پر ڪافي ۾ عروض جي آزادي آهي، ان ڪي چند وديا يا موسيقي جي ماترائن مطابق بيان ڪيو وڃي ٿو جي ڪٿي ان جا الفاظ موسيقي جي ماترائن تي پورا نٿا اچن ته انهن ۾ ”او الا“، ڀاوڙي ڀلو“ يا ڪي ٻيا لفظ يا جملا استعمال ڪري پورائو ڪيو ويندو آهي، پر غزل جي لوازمات مطابق ائين نٿو ڪري سگهجي. شيخ اياز پهريون شاعر آهي جنهن غزل ۾ ڪافي جي رنگ ڀرڻ جي ڪئي آهي، جنهن جي ڪن ٻين شاعرن بلڪل ٿوري حد تائين پيروي ڪئي آهي مگر اهڙي تجربي غزل جي سونهن ۽ شوخي کي

ڪوجهو ڪري ڇڏيو آهي. شيخ ايــاز جــي اهڙي رنگ جا مثال ملاحظہ ڪريو :

ڪي ڏينهن هيا جو نيهن هيا، جو ڪنهن جي سونهن ورونهہ هئي،
نہ رهي، نہ رهي، نہ رهي، او الا، گـذري بہ وئي گذري بہ وئي.

—

چنڊ جي سونهن ڏٺو ساهہ انهيءَ دم سائين ،
تنهنجي منهن مان ني جڏهن باک ڦٽي او سهڻا .

—

مان تہ پڙي هان تنهنجي ٻول،
ناتو تون نہ ڍلــو ڪر ٻول.

—

جيجل، ڪهڙي ٻيجل آندي هـيءَ تنبي جي تان،
سر جي سٽ ڏئي ٿو آڇي هرڪو دهرا دان .

—

ملن ٿي نتا اڄ تہ پيرا پنهونءَ جا،
ڪٿي آهہ هو ڪيچ، اي منهنجي آيل.

—

ڇا چوان آ ڪير ميهمان اي اديون ،
آ اڱڻ ۾ چنـڊ مون سان اي اديون.

هن دور جي سنڌي غزل جي مطالعي ڪرڻ ڪانپوءِ ان نتيجي تـي پهچي ٿو تہ اڄ جو سنڌي شاعر غزل ۾ پنهنجي لاءِ نيون وانون ۽ راهون پيدا ڪري چڪو آهي، هو مجاز ۽ تصوف بجاءِ ماديت جــو قائل آهــي، هو هن ملڪ ۾ سماجي تفرقي جي خاتمي جو خواهان آهي، هن کي پنهنجي سنڌي ٻولي ۽ سنڌ سان محبت آهي، هو سنڌ کي سائـو ۽ سنڌي ٻـوليءَ کي سرهو ڏسڻ ٿو چاهي .

—

# عبدالڪريم "گدائي"

## [ ۱ جنوري ۱۹۰۱ع — ]

عبدالڪريم والد بجار خان لاشاري تخلص "گدائي" ڪريم آباد تعلقي ڳڙهي ۾ پيدا ٿيو مگر سندس زندگي جو وڏو عرصو جيڪب آباد ۾ گذريو. سندس والد گدائي جي پيدائش کانپوءِ ڳڙهي ۾ اچي رهيو جتي گدائي پرائمري تعليم حاصل ڪئي ان کانپوءِ جيڪب آباد جي انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿيڻ بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ميونسپل هاءِ اسڪول سکر ۾ داخل ٿيو، جتي سال ۱۹۱۸ع ۾ ڪانگريس ۽ خلافت تحريڪ کان متاثر ٿي مئٽرڪ ڪلاس مان تعليم ترڪ ڪري انهن تحريڪن ۾ شريڪ ٿي ويو(۱). ۱۹۲۰ع ۾ هن ڳڙهي مان ورنيڪيولر فائينل جو امتحان پاس ڪيو.

گدائي زندگيءَ ۾ ڪيتريون نوڪريون ڪيون. جهڏوڪ پوسٽل کاتي ۾ ڪلارڪي، بهادر خان کوسي جي فرزندن جي ٽيوٽري، ڳڙهي خيرو سب ڊويزن ۾ ڪلارڪي وغيره. پر آزاد طبع سبب ڪٿي به ٽڪي نه سگهيو. ۱۹۳۲ع ۾ نوڪري ڇڏي تحريڪ آزادي ۾ شامل ٿي ڳڙهي جي ڪانگريس ڪميٽي جو سيڪريٽري مقرر ٿي ويو ۽ انگريزن خلاف جوشيلا نظم لکيائين. ان بعد وري نوڪري نه ڪيائين ۽ پنهنجي پيٽ گذر لاءِ مختلف ڪم ڪندو رهيو.

گدائي جي شاعري جي شروعات ۱۹۲۲ع کان لطف الله بدوي جي صحبت هيٺ ٿي جيڪو ان زماني ۾ هڪ نوجوان شاعر هو ۽ بهادرپور ضلع جيڪب آباد جي پرائمري اسڪول ۾ هيڊ ماستر هو. هن جو شروعاتي ڪلام هفتيوار "پيغام"، "صداقت" شڪارپور، "ماهوار سنڌو" ۽ روزانه "الوحيد" ۾ شايع ٿيندو هو. انهن ڏينهن ۾ هو بزم مشاعره لاڙڪاڻه ۽ بزم ادب ميرپور تعلقي ڳڙهي ۾ پنهنجي دوست ۽ همعصر قادربخش بشير سان شرڪت

---

(۱) عبدالڪريم گدائي "ساڻيهه جا سور"، ص الف: پيش لفظ، شايع ڪندڙ ضلع ترقياتي ايسوسيئيشن جيڪب آباد ۱۹۶۵ع.

نوٽ. گدائي جيتوڻيڪ قادري جي دور جو شاعر آهي مگر سندس شاعري جو شعاع ورهاڱي کانپوءِ نڪتو ۽ هن جي جديد شاعري نئين سنڌي شاعري کي گهڻو متاثر ڪيو تنهن ڪري هن جو ذڪر هن دور ۾ ڪيو ويو آهي.

ڪندو رهيو ۽ سندس شعر پختو ٿيندو ويو(۱). پر گدائي جي شاعري جو دور ورهاڱي کانپوءِ شروع ٿئي ٿو جڏهن هو ۱۹۵۲ع ۾ سنڌ هاري پارٽي ۾ شريڪ ٿي عوام جي امنگن جو ترجمان بڻجي ويو.

گدائي جو صحافت ۾ به چڱو حصو رهيو آهي، هو جيڪب آباد جي ڪيترين هفتيوار اخبارن صبح سنڌ، فرنٽيئر گزيٽ، مجاهد، انقلاب، امروز ۽ ستاره سنڌ جو ايڊيٽر ٿي رهيو.

گدائي جي شاعري جا هيٺيان ڪتاب سندس زندگي ۾ ڇپجي شايع ٿي چڪا هئا: ساڻيهه جا سور (۱۹۶۵ع)، پيماني تي پيمانو (آگسٽ ۱۹۷۴ع) ۽ پکڙا ۽ پنهوار (فيبروري ۱۹۷۵ع).

گدائي سنڌ جي ترقي پسند شاعرن ۾ اهم مقام رکي ٿو. جيتوڻيڪ هن غزل ٿورا چيا آهن، پر هن جي غزلن ۾ به هن جي شاعري جي ٻين صنفن وانگر سنڌ جي ترتيءَ جي پکڙن ۽ پنهوارن جو پيار سمايل آهي؛ سندس غزل خارجي ۽ اندروني تاثراتن ۽ احساسن جا مرڪب آهن، انهن ۾ سونهن به آهي، شوخي به آهي ۽ اثر به آهي.

## ڪلام جو نمونو(۱)

هڪ دفعو تو جا ڪئي بار دگر پي ٿيندي،
ڪا عنايت جي نظر رشڪ قمر پي ٿيندي.

انتظار آهه قيامت جو روح گهٽجي ٿو،
ڪجهه خبر ناهه ته هي رات گذر پي ٿيندي.

جن کي آهي نه ميسر هتي مانيءَ جو گيهه،
اهل دولت کي انهن جي ڪا خبر پي ٿيندي.

ڇو ڪجي فڪر جي اڄ آهه اونداهيرو ڇانيل،
رات کان پوءِ يقين آهه سحر پي ٿيندي.

---

(۱) محمد مراد ڪلهوڙو "عبدالڪريم گدائي جي شاعري" (قلمي)، ص ۶، ايم-اي لاءِ لکيل مونو ۱۹۶۳ع، سنڌيالاجي.

(۱) عبدالڪريم گدائي "پکڙا ۽ پنهوار" ص ۲۳-۱۷، ڇاپائيندڙ ضلع ترقياتي ايسوسيئشن جيڪب آباد، ۱۹۷۵ع.

سالها سال جا چٽنگ ڏکي ٿي دل ۾،
جي پري پيئي تہ ڪنهن وقت شرر پي ٿيندي.

چا ڪندا مون ڪي "گدائي" هي زماني جا ستم،
زندگي آهہ تہ بهرطور، بسر پي ٿيندي.

—

حيات زار ڏسو، حسن سوگوار ڏسو،
عجيب رنگ ۾ آئي، نئين بهار ڏسو.

عجيب نظم گلستان، عجيب موسم گل،
روش روش تي وڇايل لهوجي ڌار ڏسو.

—

# محمدعمر "اختر" هالائي

## [۱۹۱۷ - ۲۷ فيبروري ۱۹۵۹ع]

خليفو محمدعمر ولد خليفو حاجي عبدالرحمان "متقي" ميمڻ جو مشغلو طب ۽ حڪمت هو، پنهنجي شفاخاني جو نالو "چشمہ ڪوثر" رکيو هئائين، جيڪو شفاخاني سان گڏ بزم مشاعرہ پڻ هو جتي هالا جا شاعر پاڻ ۾ گڏجي داد سخن وٺندا هئا ۽ ڏيندا هئا. هو بزم طالب المولي هالا جي خاص رڪنن مان هو.

اختر صاحب کي صحافت سان دلچسپي هئي ان ڪري هالن مان هڪ هفتيوار اخبار "تعمير" نالي سان ڪڍي هئائين جنهن جو نالو پوءِ ڦيرائي "الڪوثر" رکيو هئائين. هو چاليهن ورهين جي ننڍي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو. سندس مزار جي سيرانديءَ سندس خواهش موجب، سندس ئي لکيل هيٺيون شعر پٿر تي آڪارائي نصب ڪيو ويو آهي (۱).

---

(۱) "نئين زندگي" ماهوار ڪراچي، ص ۵۰، فيبروري ۱۹۶۸ع، عبدالرحمان قريشي "اختر هالائي هڪ خوشگوار وساريل شاعر".

واٽ ويندڙ پٽ اکيون هيڏي نهار،
ناهه بي معنيٰ ڪا هيءَ منهنجي مزار.

مان به زنده هوس تو وانگر ڪڏهن،
منهنجي محفل ۾ به هئا ڪي دوست يار.

موت ڪاڙهو ڪڍ به همراهه ڪونه ٿيو،
آهي دنيا بيوفا نا پائيدار.

مغفرت ٿي نيڪ عملن سان ٿئي،
ڪم نه ايندا پل هجن ڪي لک هزار.

ڪر هتان حاصل تون عبرت جو سبق،
اڄ پڙهي منهنجي قبر تي ڪل به چار.

---

اختر جو مقام هالن جي غزل گو شاعرن ۾ بلند آهي، هن جي غزلن ۾ استادانه رنگ، پختگي، برجستگي، شيريني ۽ رنگيني آهي.

## ڪلام جو نمونو

خوب چاڻن ٿا هي سهڻا سيمتن چوري ڪري،
هڪ نظر ۾ گوهر دل ٿا وجن چوري ڪري.

هي نزاڪت، هي تبسم جي ادا هي حسن و ناز،
منهنجي سهڻي ڪان سکيو آهي گلن چوري ڪري.

ڇا به دنيا چئي مگر ان جو قسم سرهاڻ آهه،
آندي زلف يار مان مشڪ ختن چوري ڪري.

بوالهوس آيا شهيد عشق جي مدفن تي رات،
ويا محبت جي جنازي تان ڪفن چوري ڪري.

بزم شعرا ۾ سڏائي پاڻ کي اهل سخن،
ڪيئين غزل ٿا پنهنجي ناليءَ پيش ڪن چوري ڪري.

رفتہ رفتہ بي تڪلف ٿي رقيب۔ روسياھ،
ويا صنم خانہ مان اختر سن۔ ظن چوري ڪري(۱).

---

سويـن پيرا هـي صبح و شـام آيو،
نہ اڄ وانگر ڪڏهن ناڪام آيو.

ڪيان پيو دردِ دل محسوس شايد،
صنم کي ياد منهنجو نام آيو.

مليون اڄ اوچتو ديدن سان ديدون،
نگاهن ۾ ڏئي هڪ پيغام آيو.

انهيءَ ميخوار جي قسمت تي صد حيف،
جو ميخانہ مان تشنہ ڪام آيو.

ستمگر بس نہ ڪر پنهنجي ستم ڪان،
اچا مس مس اٿم آرام آيو.

نہ اختر آيو ڪو بهر۔ عيادت،
اگر آيو تہ سودا خام آيو (۲).

---

# عبدالحي "سليم" هالائي

## [۱۲، نومبر ۱۹۱۸ع — ]

قاضي عبدالحي ولد حاجي سليم الدين ابڙو نوان هالا ۾ تولد ٿيو. ميٽرڪ پاس ڪرڻ کان پوءِ نوڪري ۾ گڙيو ۽ نوڪري سان گڏ تعليم بہ حاصل ڪندو رهيو ۽ ايم - اي تائين ڊگريون حاصل ڪيائين.

(۱) يارمحمد ٿانوري "مسلم" لاهوتي لڏي ويا، ص ۱۵، مڪتبہ فروغ ادب، ڪنڌن اسٽريٽ ڪراچي، ۱۹۶۴ع.
(۲) "فردوس" ماهنامہ شاعر نمبر ص ۳۴، ماهہ آگسٽ ۱۹۵۴ع.

هن مختلف جاين تي نوڪري ڪئي آهي، جن ۾ پوسٽل ڊپارٽمينٽ، سنڌ اطلاعات کاتو، ڳوٺ سڌار ۽ سروري اسلاميه ڪاليج جا نالا قابل ذڪر آهن، ۱۹۵۹ع ۾ ڪيس پاڪستان سرڪار طرفان انڊيانا يونيورسٽي آمريڪا ۾ اعليٰ تعليم لاءِ موڪليو ويو هو. هن وقت نوڪري کان رٽايــر ٿي حڪمت جو ڪم ڪري رهيو آهي.

سليم جو سنڌي غزل سان گهرو تعلق رهيو آهي. هو هالا شهر جي سمورين بزمن جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. هن ماهنامه اطلاعات سنڌ، ڳوٺ سڌار ۽ فردوس جي ايڊيٽر جي حيثيت سان سنڌي ادب جــي وڏي خدمت ڪئي آهي.

سندس شايع ٿيل ڪتابـن ۾ "تذڪره شعراءِ هالا" (۱۹۴۴) ۽ "شڪوه سنڌ" (نظم) مشهور ڪتاب آهن.

سليم جو ڪلام قديم رنگ جي نئين تصوير آهي. سندس غــزل ۾ حسن و جمال جي قصيده آرائي، وفــا جون حڪايتون ۽ جفا جـون شڪايتون، گل جي بي نيازي ۽ بلبل جي آه و زاري، خزان ۽ بهار، صياد ۽ گلچين جا قصا آهن مگر سندس انداز بيان پرڪشش ۽ پـر اثر آهي.

## ڪلام جو نمونو

فلڪ منهنجي طفيل آهي، مهر ڪامل به مان آهيان،
مان جنهن منزل کي ڳوليان ٿو، اها منزل به مان آهيان.

مان آهيان بحر الفت، آب هستي، عشق جو طوفان،
قدم جنهن جا چمن لهرون، اهو ساحل به مان آهيان.

مسلمان آهيان پر منهنجي سهڻن سان به دل آهــي،
ڪٿي ڇنجي بتن جي قرب جو قائل به مان آهيان.

ڏنم سهڻن کي پنهنجي زندگي، مهر و وفا ڪارڻ،
محبت جو سخي ۽ سونهن جو سائل به مان آهيان.

گلا منهنجي سان اڄ ڏاڍي ٿي پهڪي محفل ياران،
اگر محفل ۾ ناهيان، رونق محفل به مان آهيان.

جهان ۾ پنهنجي موملن، پنهنجو راڻو، هرڪو ڀاڻ آهي،
مان خود محبوب پنهنجو عاشق بيدل به مان آهيان.

—

آهن اسير مست خزان ۽ بهار ۾،
ليڪن غريب محو غمِ روزگار ۾.

ابرِ بهار، موسمِ گل، بادهء شراب،
هلچل مچائي آهه دلِ بادهء‌خوار ۾.

سعيو ڪري نه پيتي اٿم مي اي محتسب،
آ خود بخود پچي پئي توبهه بهار ۾.

سجدو ڪيو ڳان به سندس نقش پا مٿان،
جلوه نما ٿيو هو جڏهن لال زار ۾.

مدت کان بعد يار ڪيو منهنجي دل تي هٿ
آيو قرار نيٺ دلِ بيقرار ۾ (۱)

—

# عطا محمد "حامي"

## [۱، جنوري ۱۹۱۹ع - ]

ڊاڪٽر عطامحمد ولد قائم خان سوهو تخلص "حامي" جو ڳوٺ سوهو تناصرهم تعلقي ڪوٽ ڏيجي خيرپور ميرس آهي. سندس وڏا مير سهراب خان جي خاص مقربن مان هئا تنهن ڪري هن وقت تائين سندن وڏي عزت ۽ آبرو آهي.

حامي ڳوٺ ۾ پرائمري ۽ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ انگريزي تعليم حاصل ڪئي. طالب علمي واري زماني ۾ سيد غلام علي "مخمور" کان علم

(۱) "نئين زندگي" ماهوار، ص ۲۱، ماهه سيپٽمبر ۱۹۵۳ع، ڪراچي.

عروض جي تعليم حاصل ڪيائين ۽ اديب سنڌ لاڙڪاڻي ۾ شايع ٿيڻ لاءِ شعر موڪلڻ لڳو، جيڪي حاجي محمود اصلاح ڪري ان ۾ شايع ڪندو هو. ان وقت سندس تخلص "عطا" هئو.

ناز هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ پاس ڪري پي - ڊبليو - ڊي ۾ نوڪري ڪيائين مگر اها ڇڏي ايس - ايم - ڪاليج ڪراچي ۾ اچي داخلا ورتائين. ڪاليج واري زماني ۾ غلام احمد "نظامي" جي شعر و شاعري ۾ شاگردي قبول ڪيائين ۽ پنهنجو تخلص پنهنجي استاد جي چوڻ تي "حامي" رکيائين. انٽر جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ خيرپور واپس ويو ۽ لقمان جي سيڪنڊري اسڪول ۾ انگريزي ماستر ٿيو پر جلد ئي آغا تاج محمد جي مهرباني سان ٽريننگ ڪاليج خيرپور جو وائيس پرنسپال مقرر ٿيو.

۱۹۴۸ع ۾ حامي ۽ رشيد لاشاري "بزم ناز" خيرپور جو بنياد وڌو جنهن جو صدر ماستر ڏتي بخش مشتاق ۽ سيڪريٽري رشيد لاشاري هو. بزم ناز جي سهاري هيٺ عطا محمد حامي جي ڪوشش سان ۱۹۵۷ع ۾ خيرپور ۾ سترهين ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن ۾ سنڌ جي گهڻن عالمن ۽ شاعرن شرڪت ڪئي. بزم ناز جي مشاعرن جون ڪارروايون هفتيوار الحقيقت لاڙڪاڻه ۾ شايع ٿينديون هيون.

حامي ۱۹۵۱ع ۾ سنڌ يونيورسٽي مان سنڌيءَ ۾ ايم - اي پاس ڪري سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾ سنڌي ادب جو ليڪچرر مقرر ٿيو مگر اتان نوڪري ڇڏي خيرپور جي اسيمبلي لاءِ اليڪشن اڙيو ۽ ايم - ايل - اي ٿيو، هي ان اسيمبلي جو واحد ميمبر هو جو اڪيلي سر مخالفت ۾ هو. ون يونٽ ٿيڻ ڪري وري هو نوڪري ۾ گهڙيو ۽ ممتاز گورنمينٽ ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر ٿيو. جتان ۱۹۷۸ع ۾ رٽائر ٿي پنهنجي زميندار سنڀالي رهيو آهي. حامي خيرپور جو پهريون شخص آهي جنهن ۱۹۷۹ع ۾ ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي آهي. سندس علمي ۽ ادبي خدمت ڪري ڏسي ڏيس سنڌي ادبي بورڊ جو ميمبر نامزد ڪيو ويو آهي.

حامي کي موجوده دور ۾ استاد شاعر تسليم ڪيو ٿو وڃي، سندس طبع ۾ رواني آهي، هو هر سنگلاخ زمين ۾ آسانيءَ سان شعر لکي سگهي ٿو. سندس غزلن ۾ رنگيني، برجستگي، پختگي ۽ اثر هوندو آهي. ٻولي جي صحت ۽ عروض جي پابندي سندس غزل جون خاص خوبيون آهن. سندس

خيالن ۾ صبح جي هير جهڙي فرحت ۽ مسرت سمايل هوندي آهي. انهن ۾ فلسفي جي گهرائي پڻ نظر ايندي آهي.

## ڪلام جو نمونو

اچي ٿو سدا دل کي يارن جو ڏوڪو،
هي ڪشتي ٿي ڪائي ڪنارن جو ڏوڪو.

ڏين ٿا وڏن اعتبارن جو ڏوڪو،
نظر ڪئن اچي ناز وارن جو ڏوڪو.

گلن پنهنجي دامن ۾ ڪنڊا ڇپايا،
خزان ڪان وڌ آيو بهارن جو ڏوڪو.

هنيا ڪجهه ڪکر پر سحر ڪين آئي،
هي چانڊاڻ ٿي چمن تارن جو ڏوڪو.

گهٽا منهنجا منڙا اٿئي دل جا ڪارا،
مٿان ڪاٿين ڪٽ قربدارن جو ڏوڪو.

رسايو جنون نيٺ منزل تي "حامي"،
خرد ٿي ڏنو رهگذارن جو ڏوڪو (۱).

—

جا بجا جاچي ڏٺم تو جهڙو جاني ڪين آهه،
ثاني يوسف گهٽا پر تنهنجو ثاني ڪين آهه.

حسن جي خيرات سڀ سهڻا وٺن ٿا تو وٽان،
ڪير آهي ڏيهه ۾ جو تنهنجو ڏاني ڪين آهه.

حال ڏس حالت نه پڇ اي حال محرم رحم ڪر،
گفتگو کان گهٽ هي منهنجي بي زباني ڪين آهه.

(۱) "نئين زندگي" ماهوار ص ۵۸، ماهه آڪٽوبر ۱۹۶۱ع.

تنهنجي منهنجي حسن ۾ ۽ عشق ۾ هي آ فرق،
حسن فاني ٿي سگهي ٿو، عشق فاني ڪين آهه.

اي محبت، اي دل، انسانيت، تو کان سواءِ،
آدمي ۽ آدميت جي نشاني ڪين آهه.

حال آهر جي مليا الفاظ سي حامي لکيا،
ورنه پنهنجي دل جي پوري ترجماني ڪين آهه.(۱)

—

# عبدالرزاق "راز"

[۲۹ جنوري ۱۹۱۹ع— ]

عبدالرزاق ولد عبدالرئوف شيخ تخلص "راز" پراڻي سکر جي قديم رهاڪن مان آهي. سندس ڏاڏو ماستر حبيب الله "آزاد" پراڻي سکر جي معزز بزرگن مان هو. کيس شعر و شاعري سان گهڻو چاهه هو ۽ بزم مشاعره لاڙڪاڻي سان سندس گهرا ناتا هئا.

راز جي ابتدائي تعليم پراڻي سکر ۾ ٿي، مئٽرڪ پنجاب يونيورسٽي مان پاس ڪيائين. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڇهه سال ڊي - جي سنڌ ڪاليج ۾ گذاريائين، جتي ڊاڪٽر گربخشاڻي جي اڳواڻي هيٺ "سنڌي ادبي سرڪل" قائم ڪيو ويو. جنهن جو سيڪريٽري راز کي چونڊيو ويو. ڊي- جي سنڌ ڪاليج جي ان ادبي سرڪل سنڌ ۾ جديد ۽ ترقي پسند ادب جو بنياد رکيو.

راز ۱۹۴۷ع ۾ تعليم کان فارغ ٿي "روزانه "الوحيد" ڪراچي ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. سندس ڪوشش سان "الوحيد" جو هفتيوار ادبي پرچو جاري ٿيو جنهن جو ايڊيٽر هن کي مقرر ڪيو ويو. هو نوڪري جي سلسلي ۾ سکر ميونسپالٽي جو چيف آفيسر، ميونسپل هاءِ اسڪول پراڻو سکر جو هيڊ ماستر، اسلاميه ڪاليج سکر ۾ پروفيسر ۽ موسوي ڪاليج روهڙي جي

---

(۱) "نئين زندگي" ماهوار، ص ٦٩، ماهه مارچ ۱۹٦۲ع.

پرنسپال جي عهدي تي رهيو آهي. هن وقت نوڪري تان رٽائر ڪري سمورو وقت سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ صرف ڪري رهيو آهي.

ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سنڌي ڪتاب شايع ٿيڻ بند ٿي ويا هئا تڏهن هن حبيب پبليڪيشن جي نالي سان هڪ ادارو مقبول صديقي جي مدد سان قائم ڪيو جنهن ڪيترا نثر ۽ نظم جا سٺا ڪتاب شايع ڪيا.

راز بزم مشاعرن جي ماحول کان پري رهيو آهي، پر ترقي پسند تحريڪ ۽ جماعتن جي اوسر ۾ سندس وڏو حصو آهي. هو سنڌي ادبي سنگت سنڌ ۽ سنڌي ادبي سنگت سکر جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. سندس نثر ۽ نظم ۾ ڪيترا ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن مان هيٺيان ڪتاب ڪافي مقبول آهن:

١- سارنگ (شاعري ١٩٥٤ع)، ٢- ڏاڪ بنگلو (افسانا ١٩٥٥ع)، ٣- فاتحِ سنڌ (ڊرامو ١٩٥٥ع)، ٤- ڀيڻي منجهه پاتال (شاعري ١٩٦٢ع)، ٥- تنقيد ۽ تجزيو (تنقيد ١٩٦٦ع)، ٦- سڄڻ سفر هليا (شاعري ١٩٦٧ع)، ٧- سانگي ڪي سارِيام (خاڪا ١٩٧٢ع)، ٨- غزل (شاعري ١٩٧٢ع)، ۽ ٩- سنڌي غزل جو تنقيدي جائزو (تنقيد ١٩٧٩ع).

راز پختو شاعر، نقاد ۽ ڪهاڻيڪار آهي. شروع کان وٺي هن جو واسطو ترقي پسند جماعتن سان رهيو آهي. هو جديد سنڌي ادب جي باني مان هڪ آهي. هو نظم، آزاد نظم ۽ غزل رواني سان چوندو آهي. سنڌ ۾ جديد آزاد نظم جو پايو وجهندڙن مان هڪ آهي. هن غزل ۾ پراڻين راهن کان هٽي جديد رنگ ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. هن جي غزلن ۾ جتي جماليات جي شيريني نظر اچي ٿي اتي زندگي جي تلخين جو عڪس پڻ آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

سور کي ساهه سان تو سانڍي رکان،
ڪجهه نه آ تنهنجي هڪ امانت آ.

ڪنهن کي فرقت ڏ ڪنهن کي وصل نصيب،
پنهنجي پنهنجي عجيب قسمت آ.

---

(١) شيخ راز "غزل"، ڇاپائيندڙ پاڪستان رائيٽرس گلڊ، سکر، ١٩٧٣ع.

دل گهرين دوستن جي محفل ۾،
جيڪو دم گذري سو غنيمت آ.

—

رهبر به گهڻا راهه جا رهزن به هزارين،
ڏسجي ته وري ڪير ٿو منزل تي پڄائي.

اغيار به خاموش ۽ احباب به خاموش،
محفل جو ذرا رنگ ڪوئي مونکي ٻڌائي.

هي ناز ۽ انداز تنهنجي جادوگري آ،
هر روز ڪوئي باهه ٿو سيني ۾ دکائي.

سختين جي ڪري ڪونه ڪيون ڪنهن جي شڪايت،
دل اهڙي عجب آهي جو هر سور کي کائي.

گل ڪان جي ڇڏائي ته ڪنڊن ۾ آ گرفتار،
گلشن ۾ رهي ڪيترو دامن ڪي بچائي.

اڄ گيت وري راز گهڻا ياد ڪيا سي،
ڪنهن تار کي ڇيڙي ڪوئي هي شعر ته ڳائي.

—

گهٽائي عشق جا شهڪار ڏسجو،
شڪسته دل جا ڪي آثار ڏسجو.

ڪي مقتل گاهه ڏي منصور هلندا،
اچا ڪي طالبِ ديدار ڏسجو.

نه طوفان کي ڏسي گهبرايو ناحق،
اچا قدرت جا ڪي اسرار ڏسجو.

—

# محمد زمان "طالب المولیٰ"

[٦ آڪٽوبر ١٩١٩ــ ]

مخدوم محمد زمان ولد غلام محمد صديقي سهروردي هالن جي حضرت مخدوم نوح جي اولاد مان سورهون سجاده نشين آهي. سندس تعليم ۽ تربيت سندس والد ماجد ڪئي، ١٩۴٥ع ۾ پيءُ جي جاءِ تي سجاده نشين ٿيو.

مخدوم صاحب هڪ ئي وقت پير، شاعر ۽ سياستدان آهي، سندس سرپرستي هيٺ ڪيترا رسالا ۽ اخبارون شايع ٿيون، جن ۾ هفتوار "الزمان" ۽ "پاسبان" هالا، ماهوار "فردوس" هالا، ماهوار "طالب المولیٰ" دادو، ماهوار "شاعر" حيدرآباد ۽ ماهوار "روح ادب" حيدرآباد جا نالا قابل ذڪر آهن.

مخدوم صاحب جمعيت الشعراءِ سنڌ جو صدر ۽ "بزم طالب المولیٰ" سنڌ جو سرپرست رهيو آهي. ڪيتري وقت تائين "سنڌي ادبي بورڊ جو صدر ۽ لطيف يادگار ڪميٽي جو ميمبر رهيو آهي.

مخدوم صاحب سنڌ اسيمبلي ۽ قومي اسيمبلي جو ميمبر پڻ رهيو آهي.

شاعري ۾ سندس هيٺيان تخلص رهيا آهن: بوس، فراقي، زمان شاهه، طالب. مگر ١٩۴١ع کان طالب المولیٰ تخلص اختيار ڪيو اٿائين.

مخدوم صاحب جا هن وقت تائين ٻارهن ڪن ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن، جن مان هي ڪتاب مشهور آهن- بهار طالب، رباعيات طالب، مثنوي عقل و عشق، ڪافي، بياض طالب المولیٰ، يادرفتگان ۽ ٻيو ۾ چڙيون.

مخدوم طالب المولیٰ جو غزل تصنع ۽ تڪلف کان آجو آهي. سندس ٻولي سادي، خيال سادا پر وڻندڙ آهن. سندس غزلن تي سندس ڪافي جو رنگ چڙهيل آهي.

## ڪلام جو نمونو

اسين مڪين سر رهگذر يار آهيون،
اسين فدائي نگاهه شرار يار آهيون.

ڏکي جي ڏار ڪيو دلربا تہ چا ٿي پيو،
سنڌڙي در سان هر وقت هڪنار آهيون.

اندر ۾ درد و غم و رنج بيشمار آهن،
اڪيلا آهيون مگر پاڻ ۾ هزار آهيون.

اسان کي ڪين ڏسو پنهنجو پاڻ ڏي ئي ڏسو،
اسين جي ڪهڙا به آهيون، اوهان جا يار آهيون.

خطا معاف، ڪناره ڪشي غلط آهي،
اچي جي ويجهو ڏسو، ڏاڍا قربدار آهيون.

نشست آهي سر راهه "طالب المولى"
ڪنهن جي ڪاڻ سدا وقف انتظار آهيون(١).

—

ڪڙي ادا ڪا چئجي دلربا نه آهي،
هڪ هڪ نگاهه ان جي ڇا معجزانه آهي.

مون وصل جي صدا ڪئي، هو هجر ڏئي هلي ويو،
جيڏي سزا ڏني وئي، تيڏي خطا نه آهي.

بي هر صنف ۽ خوبي دنيا جي آهه ان ۾،
ڪڙي وفا ئي ڪانهي پيو ڇا ڀلا نه آهي.

سيني جي زور تي ئي ڪشتي تڪيان پيو پنهنجي،
آهي خدا ته سائي، پر نا خدا نه آهي.

تشخيص ئي غلط ٿي، بيمار عشق جي نه ته،
ڪهڙي دوا سا هوندي جنهن کان شفا نه آهي.

مولا ٿو چائي طالب، جنهن سان ڪيم محبت،
ان کان پري به هوندي، ڪا دل جدا نه آهي(٢).

—

(١) "نئين زندگي"، ص ٣٨، ماهه سيپٽمبر ١٩٦٣ع.
(٢) "نئين زندگي" ص ٤٩، ماهه ڊسمبر ١٩٦٩ع.

# مظفر "جوش"

## [ ۲۲ ڊسمبر ۱۹۱۹ع — ]

مظفر حسين ولد حاجي محمد حسين تخلص "جوش" سنڌمدرةالاسلام جي معمار خانبهادر حسن‌علي آفندي جو پوٽو آهي. سندس ولادت خيرپور ميرس ۾ ٿي جتي سندس والد معتمد خاص ۽ منصف جي عهدي تي هو. هن سنڌ جي مختلف اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪئي مگر مئٽرڪ پاس ڪري نه سگهيو. ٻي وڏي جنگ ۾ رائل انڊين نيوي ۾ ڀرتي ٿيو جتان ۱۹۴۶ع ۾ موٽي آيو جنهن کان پوءِ مختلف هنڌن تي نوڪري ڪيائين. موجوده وقت ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ اسڪرپٽ رائيٽر آهي.

جوش جو تعلق بزم‌مشاعره خليل ۽ جمعيت‌الشعراءِ سنڌ سان رهيو آهي. هو غزل جو شاعر آهي، سندس غزل معياري هوندوآهي. جنهن جون بندشون ۽ ترڪيبون دلاويز هونديون آهن.

### ڪلام جو نمونو

جهانِ عشق ۾ ديوانه وار آياسين،
اوهان جي راهه ۾ مثلِ غبار آياسين.

اسان کي پنهنجي‌وفائن‌جو ڪو صلو نه‌مليو،
اگرچه دل ۾ کڻي تنهنجو پيار آياسين.

اسان‌جا اشڪ ته افسوس‌گل ٻڻي نه‌سگهيا،
اوهان جي بزم ۾ گو اشڪبار آياسين.

نه انتها ۾ خوشي ۽ نه ابتدا ۾ سڪون،
وياسين گريه ڪنان سوگوار آياسين.

اسين لنگهياسين ته آيو قدم قدم تي نکار،
وگرنه عرصي‌کان ويران هئي راهِ دارو رسن.

اوهان‌جي چشم مان ڳوڙها ڪريا ته‌ٿيا انجم،
اسان جا شعر زمانــي ۾ لڙڪ ٿا سڏجن.

نه تابِ عرضِ تمنا نه ضبطِ جوشِ جنون،
اسان جا اهڙي ڪشاڪش ۾ ڏينهن ٿاگذرن.

# غلام محمد گرامي

## [ ۳۰ ڊسمبر ۱۹۲۰ع — ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۷۶ع ]

غلام محمد ولد جاڙو خان بلوچ، تخلص ”گرامي“ جا وڏا ديري غازي خان مان لڏي اچي سنڌ ۾ رهيا هئا. هن عربي ۽ پارسي جي تعليم ميهڙ ۾ حاصل ڪئي، ۱۹۴۳ع ۾ جامع عربيه تحريڪ ۾ حيدرآباد ۾ آيو جنهن ڪانپوءِ ۱۹۵۴ع تائين ٽريننگ ڪاليج فار مين ۾ فارسي جو استاد مقرر ٿيو.

”گرامي“ ڪي ڪيترن ماهوار رسالن جي ايڊيٽر هئڻ جو شرف حاصل ٿيو جن مان ”آفتاب“ ڪراچي، ”عرفان لطيف“ حيدرآباد، ”پاسبان“ هالا، ”الزمان“ هالا، ”ترجمان“ ميرپورخاص ۽ ”شاعر“ حيدرآباد جا نالا قابل ذڪر آهن. پر هن ۱۹۵۵ع کان وٺي آخري وقت تائين سنڌي ادبي بورڊ جي سه ماهي رسالي ”مهراڻ“ جي ايڊيٽر جي حيثيت سان جيڪا سنڌي ادب جي خدمت ڪئي سا سدا ياد رهندي.

گرامي جا نانا بزم بابل ميهڙ، بزم آفتاب ادب دادو، بزم مشاعره لاڙڪاڻو، بزم طالب المولي سنڌ ۽ جمعيت الشعراءِ سنڌ سان گهرا رهيا. هو جمعيت الشعراءِ سنڌ ۽ بزم طالب المولي سنڌ جي عهدن تي پڻ رهيو.

گرامي ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ ترتيب ڏنا آهن جن ۾ ”ڪلام بلبل“ ۽ ”ديوان بلبل“ خاص اهميت رکن ٿا.

گرامي جيتوڻيڪ شاعري جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي پر هو بنيادي طرح غزل جو شاعر هو. پارسي ديوانن جي ڪثير مطالعي ۽ بزم مشاعرن سان گهري ناتي سبب سندس غزلن تي پراڻو رنگ ڇانيل هو ۽ سندس ٻولي پارسي آميز گلقند هئي جا ڪڏهن ڪڏهن مشڪل به ٿي ويندي هئي. ڪيترن غزلن ۾ هن نوان ۽ وڻندڙ خيال پڻ پيش ڪيا آهن. غزل ۾ سندس درجو استادن وارو هو.

احمد خان ”آصف“ ۽ ”ساجد“ سرشاري گرامي جي وفات جو مادهء تاريخ هنن قطعن ۾ بيان ڪيو آهن:

آصف هو مومن موحد گرامي،
هو رجلِ غلام محمد گرامي. (آصف)(۱).

ادب جو هو جامهِ فضيلت گرامي، ۱۳۹۶ع
اديبن جو خورشيد طلعت گرامي. ۱۹۷۶ع
(ساجد سرشاري)(۲)

## ڪلام جو نمونو

راهزن راهبر، راهه پيچيده تر، هر قدم پُر خطر،
زندگي مختصر، چڱ سفر در سفر، گامزن تيز تر.

ساقيءِ با هنر، تنهنجي ميخاني در، آيا اهلِ خبر،
آڻ ڪو ساغر تہ پر، جنهن ۾ هيو موجزن، منهنجو خونِ جگر.

بيخبر ساربان، لڙجي ويو ڪاروان، پڌ تہ شور و فغان،
آيو دور خزان، ويڄي ويا پال و بر، ڪنهن ڪي ڪنهن ڪي خبر.

حزن، رنج و الم، شور ماتم ۽ غم، ڪين همدم نہ دم،
ساقيءِ محتشم، ابنِ آدم جي لئي، ڪجهہ تہ ٿي چاره گر.

هيڏا دار و رسن، قيد ۾ فڪر و فن، زندگي بي ڪفن،
پنهنجو تن ۽ نہ من، تابڪي بي دهن، نند ۾ ديده ور.

تنهنجو مشڪڻ کلڻ، تنهنجو ريجهڻ رسڻ، تنهنجو لوڏڻ سڏڻ،
توتان صدقي ٿيان، تنهنجي حسنِ ادا، تنهنجو حسن نظر.

—

نواءِ دل ڪي سوز ڏي دل و جگر فگار ڪر،
وڌاءِ داغ دل سندا، جهان ڪي لالہ زار ڪر.

---

(۱) "الرحيم" (حيدرآباد) ماهوار، ص ۳۵، ماهہ نومبر ڊسمبر ۱۹۷۶ع.
(۲) "بياض ساجد" قلمي ملڪيت ساجد سرشاري ڪراچي.

فروغ گل بہ بي ثبات، جام گل بہ بي فروغ،
تنين تي پنهنجي شاعريءَ کي ڪين بي وقار ڪر.

خزان ڏسي اي نغمہ خوان، ڪجي نہ نالہ و فغان،
خزان کي رنگ نوبهار ڏي ۽ نوبهار ڪر.

جمالِ حسن کي ڏسي، جلال زندگي نہ ڇڏ،
ڪمالِ بندگي ڏي وڌ، خودي نہ داغدار ڪر.

خوديءَ ۾ ٿيو خدا نهان،خدا ۾ ٿي خودي عيان،
خودي کي آشڪار ڪر، خدا کي آشڪار ڪر.

تو سچ چوان لڳي نہ سچ "گرامي" مڙ ڪين ڪچ،
گهرشناس جي مٿان، دل و نظر نثار ڪر.

---

## شفيع محمد "اوج" علوي

**[١٤، آڪٽوبر ١٩٢١ع - ١، نومبر ١٩٧٢ع]**

شفيع محمد ولد درمحمد علوي تخلص "اوج" شڪارپور جي مشهور علوي خاندان مان هو. هن خاندان ۾ ڪيترائي شاعر ٿي گذريا آهن تنهن ڪري ائين ٿي چئي سگهجي ٿو تہ شاعري هن کي ورثي ۾ ملي. شاعري ۾ سندس استاد محمد اشرف "اشرف" علوي ۽ مير صفي الله "فدا" علوي هئا. سندس شروعاتي ڪلام هفتيوار "الحقيقت" لاڙڪاڻہ ۽ سنڌ زميندار سکر ۾ شايع ٿيندو هو، جيڪي ان وقت جون برک اخبارون هيون.

اوج ١٩٤٠ع ۾ شڪارپور ۾ سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي جي شاخ ۽ ڪراچي ۾ شيوا ڪنج هال ۾ سنڌي ادبي مجلس برپا ڪئي هئي جن جي ماتحت مشاعرا منعقد ڪيا ويندا هئا. هو ڪجهہ سالن تائين مشاعري کان ڪنارہ ڪش رهڻ کان پوءِ الله بخش عقيلي جي ڪوٽ تي محفل احباب ڪراچي جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو ۽ نئين سر شاعري شروع

ڪيائين ۽ ڪجهہ وقت تائين ڪمس محفلِ احباب جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. ڪراچيءَ ۾ جڏهن عبدالعزيز بيدل، محمدخان سارنگ، ساجد سرشاريءَ بزمِ محرابِ ادب جو بنياد رکيو تہ اوج پڻ ان جي باني ميمبرن مان هو. هو رائيٽرس گلڊ جو سرگرم ڪارڪن هو.

اوج سچي زندگي سنڌ اطلاعات ۽ پوءِ اولهہ پاڪستان اطلاعات کاتي سان وابستہ رهيو سندس وفات جامشورو اسپتال حيدرآباد ۾ ٿي جتي هو ڪجهہ ڏينهن کان زيرِ علاج هو.

## ڪلام جو نمونو

ستم ٿو سهان روز چرخِ ڪهن کان،
گهٽو آهيان نالان رنج و محن کان.

اي برقِ تپان ڇو جلائين ٿي گلشن،
خطا ڪهڙي سرزد ٿي اهل چمن کان.

برن کان پلائي ڪڏهن ڪانہ ٿيندي،
ٿيندي تہ ٿيندي ڇگائي چگن کان.

زماني جي تلقيد کان ڪر ڪنارو،
نيارو ٿي رهہ تون زمين و زمن کان.
سندہ اوج ڪي پيا ڪي شاعر نہ رسندا،
گهٽي هي بلمدي ٿي زاغ ۽ زغن کان(١).

—

بياد ڪنهن جي رهي چشم اشڪبار اڃا،
نگاهہِ ناز کان ڪنهن جي ٿي دلفگار اڃا.

سگهو اچي تون گلستان ۾ جلوه‌آرا ٿي،
بهار آهي چمن ڪسي نہ سازگار اڃا.

---

(١) ”نئين زندگي“ ماهوار ص ٢٦، ماهہ آگسٽ ١٩٥٥ع، ڪراچي.

گهٽائي اهلِ وفا پائمال ٿــي ويندا،
رهيو جي جڳ تي حسينن جو اقتدار اڃا.

مرڻ کان پوءِ به هي داغ دل تي ڪم آيو،
جلي ٿو شمع فروزان ٿي بر مزار اڃا.

فلڪ تي ڇانئي گهٽا ۽ فضا به مستانه،
ڇو ميڪدهه ۾ نه آيو آ بادهه‌خوار اڃا.

---

## دوست محمد "ساجد" سرشاري

[١٥، اپريل ١٩٢٢ع - ]

دوست‌محمد ولد ولي‌محمد سمون تخلص "ساجد" جهوڪ شريف جي بزرگن جو مريد ۽ معتقد آهي. سندس طبع فقيرانه ۽ صوفيانه آهي تنهن ڪري هر ڪو کيس صوفي ڪري سڏيندو آهي. هن کي سنڌي ادب ۽ شاعري سان عشق آهي انهيءَ عشق سبب هو ڪراچيءَ جي بزمِ‌مشاعرن جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. محفلِ احباب مهراب، ادب بزم نظامي بزمِ طالب‌المولي ۽ بزمِ اسير جي ترقي ۽ واڌاري ۾ هن جون خدمتون واکاڻ جوڳيون آهن. محمد جمن هالي سان گڏجي هن بزم طالب‌المولي جي سهاري هيٺ ڪيترا سال ماهوار مشاعرا منعقد ڪري سنڌي غزل جــي سرپرستي ڪئي آهي. "ساجد" جو ناتو جمعيت‌الشعرا سنڌ ۽ سنڌي ادبي سنگت (ڪراچي) سان به گهرو رهيو آهي. عقيلي "سرشار" سندس شاعري ۾ استاد هو تنهن ڪري هو پاڻ کي سرشاري سڏائيندو آهي.

ساجد سنڌ گورنمينٽ پريس (ڪراچي) ۾ ڪم ڪندو آهي.

ساجد جي شاعري تي قديم رنگ غالب آهي. سندس ٻولي وڻندڙ ۽ صاف خيالن تي مجاز کان زيادهه تصوف جو رنگ آهــي. سندس غزلن ۾ اخلاق ۽ انسانيت جا آدرش آهن. سندس غزلن پڙهڻ ســان هڪ روحاني سرور حاصل ٿئي ٿو.

## ڪلام جو نمونو(۱)

زلف دراز تنهنجي جنهن جي آهي دل وٺي
تنهن بادهء ڪش کي ساقي ڏي مي جي پري وٺي.

بيماري اڳ جا هئي سا وڌي اڄ نکي گهٽي
تنهنجي فراق ۾ ٿي رهي دل سدا ڦٽي.

هي بهترين خريد ٿي، هي بهترين فروخت
عاشق جي دل سچ جي نگهه سان مٽي سٽي.

ڪن کي ته جان من تون سر راهه ٿو ملين
۽ ڪي ته موٽي ويا تنهنجي گهر جي گهمي گهٽي.

ساجد اهو ٿي سمجهندو منهنجي حديث عشق
جنهن عمر عشق يار ۾ هوندي سڄي ڪٽي.

---

عشق ڇا هي مبادلو آهي،
دل سان دل جو معاملو آهي.

منهنجو الفت ۾ مشغلو آهي،
ڪين ڪنهن سان مجادلو آهي.

پنهنجي پيرن تي پيهه اي همدم،
ڪوبه ڪنهنجو نه پرجهلو آهي.

ڪلهه هو جيڪو اميرو مسڪين،
اڄ به سا گهو ۾ مفاصلو آهي.

عاقلان جهان جي پيش نظر،
امن عالم جو مسئلو آهي.

هاڻ ساجد کي پيو ويو وسري،
وقت ڪيڏو نه چلولو آهي.

---

(۱) "بياض ساجد" قلمي ملڪيت دوست محمد "ساجد" ڪراچي.

# فيض الله "فيض" بخشاپوري

## [ ۱۹۲۲ع — ]

فيض الله ولد مصري خان ڊومبڪي بلوچ تخلص "فيض" جو ڳوٺ بخشاپور ضلع جيڪب آباد ۾ آهي. کيس ننڍپڻ کان وٺي شاعري جو شوق هو مگر سردار مير تاج محمد ڊومبڪي جي صحبت جي اثر هيٺ باقاعدہ شعر لکڻ لڳو.

فيض نہ صرف جيڪب آباد ضلعي جي مختلف بزم مشاعرن ۾ سرگرمي سان بهرو وٺندو رهيو آهي پر سنڌ جي مختلف بزم مشاعرن ۾ پڻ شريڪ ٿيندو رهيو آهي. هن ۱۹۵٦ع ۾ جيڪب آباد مان هڪ علمي، ادبي ۽ سياسي هفتيوار اخبار جاري ڪئي جنهن جو ايڊيٽر هو پاڻ هو. سندس ڪلام جا هيٺيان مجموعا شايع ٿي چڪا آهن.

فيض مشهور غزل گو شاعرن مان هڪ آهي. خاص طرح مشڪل پسندي ڪري سندس شهرت زيادہ آهي. فيض جي ڪلام جو استادانہ رنگ آهي سندس ڪلام ۽ ٻولي تي پارسي شاعري جو گهرو اثر آهي، پر سندس ڪلام ۾ تخيل جو پرواز ۽ فڪر جي گهرائي آهي.

### ڪلام جو نمونو

خيالِ ڪاڪلِ پيچان ۾ پيچ و تاب هجي،
شبِ فراق ۾ تا سحر اضطراب هجي.

خطاب غير ڏي روءِ سخن هجي مون ڏي،
صنم حجاب جي پردي ۾ بي حجاب هجي.

مران ٿو رشڪ کان قاصدسان، هر ڪلام نہ ٿي،
بضبط خط ۾ لکي ڏيس جو جواب هجي.

جمال تنهنجي گهڻا خوبرو خراب ڪيا،
نہ تون ٿي هجين ها، نہ ڪو خراب هجي.

نديم صحبتِ رنگين تسي دوجهان قربان،
شراب ناب هجي، يار پر شباب هجي.

برنگِ فيض ڪوئي، بادھ مست عشق رهي،
جگر ڪباب هجي، خونِ دل خراب هجي (۱).

—

دلِ وحشي نہ آهي دلربا جي پيار جي قابل،
نہ چشمِ ناز سا آهي رخِ انوار جي قابل.

ڪيان ڇو ڪعبہ و مندر ۾ آخر مان جبين سائي،
جبينِ شوق آهي منهنجي ياھ يار جي قابل.

رهڻ ڏي داستان دل ڪي ٿئين متان رسوا،
نہ آهي رازِ دل اي رازدان اظهار جي قابل.

طبع پرخار ڪان گهريم، لبِ گل رنگ جو بوسو،
ڇيو هن جوش ۾ پرجي، آهين سنگسار جي قابل.

مقيدِ بي قضا هن ڪي ڪيئہ ڇو دام گيسو ۾،
نہ آهي مرغِ دل اي گلشن رخ چار جي قابل.

قرار ايندو ڪٿي، شهر خموشان ۾ نہ دفنايو
هي لاش "فيض" آهي ڪوچئہ دلدار جي قابل(۲).

—

(۱) فيض بخشاپوري "خمخانہ فيض" ص ۳۸، سنڌ زميندار پريس سکر، ۱۹۶۷ع.
(۲) فيض بخشاپوري. "شعلئہ عشق"، ص ۶۱، اتحاد پرنٽنگ پريس جيڪب آباد، ۱۹۵۸ع.

# رشيد احمد "رشيد" لاشاري

## [ ٨ اپريل ١٩٢٢ع—٢٠ سيپٽمبر ١٩٧٠ع]

رشيد احمد ولد زرڪ خان لاشاري تخلص "رشيد" جي ولادت ڳوٺ ملڪزار، تحصيل نصيرآباد، ضلع سبي بلوچستان ۾ ٿي. هو مير گهرام لاشاري جي ماسي مير حده لاشاري جي اولاد مان هو. اوائلي تعليم چار درجا اردو ۾ حاصل ڪيائين پر والد جي وفات کان پوءِ پنهنجن چاچن وٽ ڪنڌڪوٽ ۾ رهڻ لڳو جتان ١٩٣٦ع ۾ سنڌي ورنيڪيولر فائينل جو امتحان پاس ڪيائين.

١٩٣٧ع کان ١٩٤٠ع تائين فقيري اختيار ڪري حضرت سلطان باهو جي اولاد صاحبزاده فيض سلطان جي صحبت ۾ پنجاب، بلوچستان ۽ افغانستان جي وادين ۾ سفر ڪندو رهيو(١)، ١٩٤١ع ۾ مدرسه اشرف العلوم شڪارپور ۾ ڪنز ۽ ڪافيه تائين پارسي نصاب ۽ عربي علوم حاصل ڪيائين.

رشيد جي طبع سيمابي هئي، هن جي پيرن کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪين ايندو هو تنهن ڪري هن گهڻيون نوڪريون ڪيون ۽ جلدي جلدي نوڪريون بدلائيندو رهيو. جنهن ڪري مختلف اسڪولن ۽ شهرن ۾ پرائمري ماستر ٿي رهيو. ١٩٤٨ع ۾ ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد جا امتحان پاس ڪري ڪامياب ٿيو جتي جلدئي استاد مقرر ٿيو. هن ان زماني ۾ پنجاب يونيورسٽي مان اديب فاضل ۽ اورينٽل ڪاليج حيدرآباد مان اديب عالم ۽ سنڌيونيورسٽي مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو. هن جي لياقت ڏسي هن کي اورينٽل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌي ادب ۾ ليڪچرر مقرر ڪيو ويو. هن ڊاڪٽر بلوچ جي زير نگراني تيار ٿيندڙ سنڌي لغت ۾ ڪم ڪيو، ١٩٥٦ع ۾ حيدرآباد کي ڇڏي ڪراچي هليو آيو جتي سنڌي فلمن جي ڪهاڻين، ڊائلاگن ۽ گيتن لکڻ جو ڪم ڪيائين. سندس فلمي گيت سنڌ ۾ نهايت مقبول ٿيا.

رشيد ڪراچيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ماهوار نئين زندگي جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ عبدالله هارون ڪاليج لياري ۾ ليڪچرر ٿي ڪم ڪيو مگر هو اتي به رهي نه سگهيو.

---

(١) "مهراڻ جا ماڻڪ، ص ١٢٦، پاڪستان پبليڪيشن، ڪراچي.

رشيد کي دم جي تڪليف هئي جا ساري زندگي کيس تنگ ڪندي رهي. بيماري ۽ تڪليف ده حالتن ۾ رهي به هن گهڻو ڪجهه لکيو ۽ سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڪيو. سندس شايع ٿيل ڪتابن مان ڪي هي آهن: ١- شاهه جي رسالي جون مختلف شرحون، ٢- لطيف باغ جو سير (نظم) ۱۹۵۴ع)، ٣- ڪليات گدا (ترتيب ١٩٥٧ع)، ۴- سچل جو سرائڪي ڪلام (ترتيب ١٩٥٨ع)، ٥- مثنوي نل دمينتي (١٩٥٩ع)، ٦- بلهي شاهه جون ڪافيون (١٩٦٢ع)، ٧- حضرت سلطان باهو (١٩٦۴ع)، ٨- سچل جو اردو ڪلام (ترتيب ١٩٦٥ع) ٩- شڪنتلا (ناٽڪ).

رشيد جي ساري زندگي ناسازگار حالات ۽ ڪشمڪش ۾ رهي، هو پنهنجي دور ۾ حيات ۾ اختلافن ۽ دشمنين جو آماجگاهه رهيو. طبع جي تيزي ۽ جذباتي هئڻ ڪري ڪيئي اختلافي معرڪا اهڙا پيدا ٿيا جن ۾ رشيد سڀ کان پيش پيش رهيو(١)

رشيد پنهنجي دور جو قادرالڪلام شاعر هو. ڪيترين زبانون ڄاڻندو هو ۽ انهن ۾ بي انتها رواني سان ڪلام چئي سگهندو هو. هن کي في البديه شعر چوڻ تي ڪمال حاصل هو. هن شاعري جي هر صنف ۾ آساني سان گهڻو ڪجهه لکيو. سندس ڪلام فن ۾ پختو لفظن ۽ محاورن ۾ چست، دلپذير ۽ دلنشين هو. هن زندگيءَ جون گهڻيون تلخيون ڏٺيون هيون، تنهن ڪري سندس ڪلام ۾ سندس ناڪامين ۽ محرومين جي محزون تصوير پڻ سمايل آهي.

رشيد جي وفات جي هجري ۽ عيسوي تاريخون، عبدالله اثر هڪ قطعي ۾ هن ريت ڪڍيون آهن:

"اثر" هجرت جو سن هاتف ٻڌايو "دم قدم بخشش"

١٣٩٠هه

مسيحي "رحمت داور به لاشاري رشيداحمد" (٢).

١٩٧٠ع

---

(١) "شاعر نمبر" غلام محمد گرامي، ص ٦٦، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٩ع، مضمون "رشيد لاشاري".

(٢) محمد رحيم شيخ "رشيد احمد لاشاري جون ادبي خدمتون" ص ١٥، سنڌيالاجي، ١٩٧١ع، ايم-اي لاءِ مونوگراف (قلمي).

## ڪلام جو نمونو

پل ڏسي ڪو منهنجو آجڙيل آشيانو باغ ۾،
ڪک ۽ پن ڪان پڇي منهنجو فسانو باغ ۾.

مان ٿيس پيدا چمن ۾، پر ڳان تي حق نه آهه،
آهه ڇا مون لاءِ خالي، قيد خانو باغ ۾.

پر وڍيا ڳهوريا، نه اي صياد، وڍ منهنجي زبان،
ڪير ڳائيندو پوءِ منهنجو ترانو باغ ۾.

باغبان گلشن تي سمجهي ٿو فقط پنهنجن جو حق،
مان وسائڻ ٿو گهران سارو زمانو باغ ۾.

هن، خزان ڪان اڳ قفس مون لاءِ هو ٺاهي رکيو،
گهربو هو صياد ڪي خالي بهانو باغ ۾.

خار يا غنچو هجين، بلبل هجين يا گل "رشيد"،
جو هجين بلڪل بجا پر هج يگانو باغ ۾(۱).

—

بندگيءَ ۾ ئي نه ذات آهي،
مون ڪي ڪنهن سان نه شڪايت آهي.

راحت دل ڇو ڪريان تو ڪان طلب،
درد تنهنجو ئي غنيمت آهي.

ڇو پيان جام خوشي منهنجي لاءِ،
دل سندو خون ئي شربت آهي.

ڪا غرض دل ڪي تي ڇيڙي ورنه،
ڪنهن جي ڪنهن سان عداوت آهي.

---

(۱) "نئين زندگي" ص ۳۹، ماهه جولاءِ ۱۹۵۷ع.

گل‌بدن آڻ کي اميد جا گل،
منهنجي دل ياس جي تربت آهي.

آهه دنيا سان ٿي عقبيٰ اي "رشيد"،
مون کي دنيا سان نه رغبت آهي(۱).

—

# احمد خان "آصف" مصراڻي

[ ۸ جولاء ۱۹۲۲ع— ]

احمد خان ولد محمد اسماعيل مصراڻي تخلص "آصف" سنڌ جي کهنه مشق غزل‌گو شاعرن مان آهي. سندس ڳوٺ منو پير، تعلقو خيرپور ناٿن شاهه ضلع دادو ۾ آهي. ۱۹۳۶ع ۾ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪيائين ۽ ۱۹۳۹ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. سڄي زندگي ٻارن ۽ ٻهراڙين ۾ تعليم جي روشني پکيڙيندي گذاري اٿائين.

سندس شاعري جي شروعات ۱۹۳۷ع کان حافظ محمد احسن چنا ۽ جمع خان "غريب" جي شاگردي سان ٿي. حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻي واري کان به گهڻو فيض حاصل ڪيو اٿس. سندس ڪلام پهريان اديبِ سنڌ ۾ شايع ٿيندو هو. مختلف بزم مشاعرن ۽ ادبي انجمن سان وابسته رهيو آهي جهڙوڪ انجمن آفتاب ادب دادو، جمعيت‌الشعراء، سنڌي سڌار سوسائٽي ڪڪڙ، بزم طالب ۽ بزم طالب‌المولىٰ خيرپور ناٿن شاهه. ڪجهه وقت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان لوڪ ادب اسڪيم ۾ پڻ ڪم ڪيو اٿائين.

آصف جا ڪيترا علمي، ادبي ۽ تاريخي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن جن مان ڪي هي آهن:

ارمغانِ آصف (شاعري ۱۹۴۸ع)، گلزار چنبيلي (ٻه ڀاڱا، ڇپيو ۱۹۵۶ع)، ادبي رهاڻ (علم و ادب)، روميءَ جون رهاڻيون (شاعري).

آصف سنڌ جي انهن ٿورن شاعرن مان آهي جن کي قطعه تاريخ لکڻ ۾ مهارت حاصل آهي. هن سنڌي ۽ فارسي ۾ ڪيترين سئون قطعه تاريخون

(۱) "نئين زندگي" ص ۴۲، ماهه مئي ۱۹۶۱ع.

لکيون آهن. سنڌس غزل تي پارسي شاعري جو رنگ غالب آهي. سنڌس ڪلام ۾ برهه جي ڳالهين ۽ هجر جي راتين جو زياده ذڪر آهي. سنڌس غزل جي ٻولي ۾ ٻڻ پارسي ۽ عربي لفظن جي آميزش زياده آهي.

## ڪلام جو نمونو

محبت جون ڪهاڻيون ياد رهنديون،
ڪهاڻيون قرب هاڻيون ياد رهنديون.

وصال و هجر تيا معيار الفت،
رسا ۽ رهاڻيون ياد رهنديون.

ڇڏيا جن عشق ۾ سڀ شوق شاهي،
آهي راڻا ۽ راڻيون ياد رهنديون.

نرالئون نيهن جون ڳالهيون اي "آصف"
نيون ٽوٽي پراڻيون ياد رهنديون.

—

دل تي غمن جو گهيرو سولي ته ڳالهه ناهي،
ٻارن جي وچ ۾ گهيرو، سولي ته ڳالهه ناهي.

شرمياڙين اکين کي، خوني ڪجل ٻنابو،
آدو ڇڙبن کي ڇيرو، سولي ته ڳالهه ناهي.

شيرين دهن، شڪر لب، جي گفتگو سان پيٽڻ،
ماکي، مکڻ جو نيرو، سولي ته ڳالهه ناهي.

توسون ۽ ملڪ لهندا آهن صدين پڄاڻ،
اوندهه مان ٿئي سويرو، سولي ته ڳالهه ناهي.

اٿو لٿو اڄهو اي "آصف" ملي سين آهي،
اهڙو وري ڪو ويرو، سولي ته ڳالهه ناهي.

—

# شيخ مبارڪ "اياز"

[ ۲۳ مارچ ۱۹۲۳ع— ]

مبارڪ ولد غلام حسين شيخ تخلص "اياز" شڪارپور ۾ تولد ٿيو. ابتدائي تعليم شڪارپور ۾ ورتائين. مئٽرڪ شڪارپور هاءِ اسڪول مان ۽ بي- اي ۽ ايم-اي، ڊي-جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان پاس ڪيائين. ۱۹۵۰ع ۾ ايل-ايل-بي ڪري ڪراچيءَ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. پوءِ سمورو وقت سکر ۾ وڪالت ڪندو رهيو. ۱۹۷۶ع ۾ جناب ذوالفقار علي ڀٽي جي ترغيب تي سنڌ يونيورسٽي جو وائس چانسلر ٿيو. مگر ڀٽي صاحب جي طاقت مان هٽڻ کان پوءِ به وقت جي فوجي حڪومت سان تعاون برقرار رکي وائس چانسلر قائم رهيو جيستائين جنوري ۱۹۸۰ ۾ ڪيس رٽائر ڪيو ويو.

شيخ اياز سنڌ جو اهو شاعر آهي جنهن کي پنهنجي شاعرن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ مقبوليت حاصل ٿي آهي. هو پُرگو شاعر آهي ۽ هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي اٿائين. بنيادي طرح وائي، ڪافي، گيتن ۽ بيتن جو شاعر آهي. پر غزل جي زمين ۾ به وک وڌائي اٿائين ۽ ان ۾ ڪافي جي رنگ جي ملاوٽ ڪري ڪي تجربا به ڪيا اٿائين.

هنجا پراڻا غزل جيڪي "ڀونر ڀري آڪاس" ۾ شايع ٿيل آهن تن جو رنگ جيتوڻيڪ ڪي قدر پراڻو آهي مگر انهن جي هوا ۽ وٿندڙ، پُر اثر ۽ دلڪش آهي. اياز پنهنجي غزلن جي اها ڪشش پنهنجي پوئين مجموعن "ڪلهي پاتم ڪينرو" ۽ "ڪي جو ٻيجل ٻوليو" ۽ "ڪپر ٿو ڪُن ڪري" ۾ قائم رکي نه سگهيو آهي، ان جو سبب اهو ٿو معلوم ٿئي ته شيخ صاحب پنهنجي خيالن کي ڏٺ ٻوليءَ جو محتاج بنائي ڇڏيو آهي. هن جي غزلن ۾ جتي مي ۽ مينا، حسن ۽ عشق جي جذبن جو اظهار آهي اتي پنهنجي ڌرتي ۽ ڌرتيءَ جي مارن جي پچار پڻ آهي.

اياز جون هيٺيون تصنيفون شايع ٿي چڪيون آهن: ۱- سفيد وحشي، (ڪهاڻيون ۱۹۴۶ع)، ۲- پنهل کان پوءِ (ڪهاڻيون ۱۹۵۴ع)، ۳- ڀونر ڀري آڪاش (شاعري ۱۹۶۲ع)، ۴- ڪلهي پاتم ڪينرو (شاعري ۱۹۶۳ع) ۵- جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي (خط ۱۹۶۳ع)، ۶- شاهه جي رسالي جو اردو منظوم ترجمو (۱۹۶۳ع)، ۷- جل جل مشعل جل (شاعري ۱۹۶۷ع)،

٨- هي گيت آڇايل مورن جا (شاعري ١٩٦٨ع)، ٩- رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي (شاعري ١٩٦٨ع)، ١٠- ڪي جو ٻيجل ٻوليو (شاعري ١٩٧٠ع)، ١١- ڪپر ٿو ڪن ڪري (شاعري ١٩٧٢ع) ١٢- وڄون وسڻ آيون (شاعري ١٩٧٣ع).

## ڪلام جو نمونو

ڇا ڇوان آ ڪير مهمان اي اديون،
آ اڱڻ ۾ چنڊ سون سان اي اديون.

رات ۾ منهنجي ڪٽولي تي مٿان،
چنڊ گهوريو تي عجب مان اي اديون.

نيهن آيو مينهن وانگر، هاءِ هاءِ،
ٿيو ٿڙي دل جو گلستان اي اديون.

حاصلِ صد زندگي، آهي اگرچ،
بي وفا آ عمر انسان اي اديون.

هي سڪوتِ شام ۽ هي ڪونجڙيون،
هي اڪيلو روحِ انسان اي اديون.

سنڌ جو هي شاعرِ يڪتا "اياز"،
آهه ڪنهن جي لئه غزلخوان اي اديون(١).

—

ڪوئي انتي جو امڪان،
سڏ پڙاڏو ٿئي حيران.

ترقي ٿي تهذيب اچا،
ڪڏو وحشي آ انسان.

ساڪيا پاپيءَ جا پنجوڙ،
ساڳو زر جو آ زندان.

---

(١) شيخ اياز "پونر پري آڪاس"، ص ٢٣٣، پاڪستان رائيٽرس گلڊ، ڪراچي ١٩٦٢ع.

ساڳيو ڏاڍي جو ڏهڪاءُ،
هيٺو اڄ جهڙو حيران.

جاري ساڳي جنگ جدل،
عاري ساڳيو امن امان.

ميخاني ۾ پيو نه پتو،
ٻاهر رات هيو طوفان(۱).

—

# عبداللطيف ”راز“ بلڙائي

[۱۲ ڊسمبر ۱۹۲۳ع-- ]

عبداللطيف ولد عبدالستار ڪوريجو تخلص ”راز“ جي ولادت ڳوٺ درويش ضلع ٺٽي ۾ ٿي. پر سندس حياتيءَ جو گهڻو وقت ٽنڊي محمدخان ۾ گذريو. سندس نوڪري پوليس ڊپارٽمينٽ ۾ هئي، جتي ترقي ڪري اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر پوليس ٿيو.

شعر شاعري ۾ ”بسمل“ ٽڪڙائي ۽ مخدوم محمد زمان طالب المولا جي شاگردي اختيار ڪيائين.

کيس شاعري سان نهايت گهڻي محبت هئي، بزم خليل حيدرآباد جي مشاعرن ۽ سنڌ جي مختلف ادبي ڪانفرنسن ۾ شوق سان شريڪ ٿيندو هو. بزم طالب المولى جو سرگرم ڪارڪن هو ۽ ٽنڊي محمد خان ۾ بزم بسمل جو بنياد وڌو هئائين جنهن جي ماتحت طرحي مشاعرا منعقد ٿيندا هئا.

هن جا هيٺيان ناول ۽ افسانن جا ڪتاب شايع ٿيل آهن: گناهه (ناول ۱۹۵۲ع)، شرابي (ناول ۱۹۵۲ع)، بک ۽ بيڪاري (افسانا ۱۹۵۲ع)، گلبدن (افسانا). افسوس جو سندس نظم جو ڪو به ڪتاب هن وقت تائين شايع ٿي نه سگهيو آهي.

---

(۱) شيخ اياز ”ڪلهي پاتم ڪينرو“، ص ٦٤، اداره ادب نو، حيدرآباد سنڌ ۱۹٦۳ع.

راز غزل جو شاعر هو، سندس شاعري جو رنگ قديم هو. سندس غزل جي زبان رنگين، انداز بيان دلڪش ۽ وڻندڙ هو.

## ڪلام جو نمونو

ورد آهي برزبان آه و فغان تو ڪان سواءِ،
مثل دشمن آهه ٿيو سارو جهان تو ڪان سواءِ.

آن ستمگر ڪي خدا را ايترو چئجان وڃي،
مهربان سيڪو ڏسان نامهربان تو ڪان سواءِ.

ڇو وساريو آهه تو وعدو وفا جو جان من،
ڪيئن گذاريندو حياتي ناتوان تو ڪان سواءِ.

ڇو ڏئين ٿو "راز" کي تون ايترو رنج و الم،
جنهن جو نا ڪيون ٿيو هن آب روان تو ڪان سواءِ(۱).

---

اڄ جهوري سڄڻ تنهنجي وڇوڙي جي اچا تائين،
نه پهچي ٿو سگهاز ڪنهن پر پرين تنهنجي نشان تائين.

حقيقت سڀ کلي پوندي، ڪري ڏس آزمائش تون،
عدوءَ جي عشق جي دعوا اٿئي بس امتحان تائين.

ڪيو مشهور مون توکي، نه ڪر برباد مون کي تون،
سندءِ شهرت ٿي وابسته سندم نام و نشان تائين.

عبادت آدمي ڪرڻي ٿي طريقا ٿها جدا آهن،
وڃي زاهد تو مسجد ۾، اسين ڪوءِ بتان تائين(۲).

---

(۱) مسرور ڪيفي (مرتب) "آيات جنون" مڪتبه فروغ ادب ڪراچي، ۱۹۶۱ع.
(۲) "نئين زندگي" ماهوار، ص ۳۲، ماهه مئي ۱۹۵۱ع، ڪراچي.

# سيد لطف‌علي "منظور" نقوي

## [۱۷ مئي ۱۹۲۴ع - ]

سيد لطف‌علي شاهه ولد سيد حسين‌علي شاهه نقوي جو شجرو حضرت مخدوم جهانيان جهان‌گشت سان ملي ٿو. سندس ولادت ٽنڊي جهانيان ۾ ٿي. مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ حڪيم عبدالڪريم عباسي وٽ طب پڙهيو. ان کان پوءِ طب جي تعليم لاءِ دهليءَ ويو جتان "ڪامل الاطباء" جي سند حاصل ڪيائين. کيس فنونِ لطيفه سان دلچسپي رهي آهي، مصوري، موسيقي ۽ شاعري جو سنئو ڄاڻندڙ آهي، سندس خاندان ۾ ڪيترا شاعر ٿي گذريا تنهن ڪري شاعري کيس ورثي ۾ ملي آهي. "منظور" شاعري جي گهڻو ڪري سڀني صنفن ۾ طبع‌آزمائي ڪئي آهي، مگر کيس غزل ۾ ئي بلند درجو حاصل ٿيو آهي. غزل سندس دل جي گهراين مان نڪتل اهو آواز آهي جيڪو ٻين دلين کي متاثر ڪري ڇڏيندو آهي، سندس غزل ۾ قديم رنگ سان گڏ جديد رنگ جو ميلاپ آهي، جنهن ڪري سندس غزل پڙهڻ ۽ ٻڌڻ ۾ مزو هوندو آهي. گهڻو ڪري "منظور" پنهنجو ڪلام پر لطف ترنم سان پڙهندو آهي.

"منظور" گهڻي سال کان ريڊيو پاڪستان سان وابسته آهي جتي ريڊيو ٻڌندڙن لاءِ هرڪنهن قسم جو ادب لکيو اٿائين. هو بزم خليل حيدرآباد جي خاص رڪنن مان هڪ آهي.

### ڪلام جو نمونو

آخر شبِ فراق جي تارن کي ڇا ڪريان،
توکان سوا حسين نظارن کي ڇا ڪريان.

هي رنگ گل جو عڪس جلائي ٿو زخمِ دل،
مان هن چمن جي دوست شرارن کي ڇا ڪريان.

باقي سرور آهه اڃا تنهنجي بزم جو،
مان بادهءِ صفا جي خمارن کي ڇا ڪريان.

غم تنهنجو آهه تنهنجي حياتي جو ماحصل
بيگانه خوشي ٿي قرارن کي ڇا ڪريان.

منظور هاڻ آهه طلاطم جو انتظار
ڪشتيءَ کي ڇا ڪريان ۽ ڪنارن کي ڇا ڪريان.

---

هي عڪس، حقيقت عڪس اگر آهي ته حقيقت ڇا هوندي،
جاون ڏي ڏسو جلون ڏي ڏسي، سوچيو ته قيامت ڇا هوندي.

بيگانه قسمت کي آخر قسمت سان شڪايت ڇا هوندي،
جنهن دل جو سهارو تون نه هجين تنهن دل جي حقيقت ڇا هوندي.

زندان جي فضا کان ڪجهه پڇجي زنجير کان ڪجهه معلوم هجي،
جو هوش ۾ دامن چاڪ ڪري تنهن مست جي وحشت ڇا هوندي.

آهن جي تسلسل مان سمجهو هر آهه سان دل ڇڪجي ٿي اچي،
تسڪين جي صورت هي آهي تڪليف جي صورت ڇا هوندي.

منظور ستم پرور سان پلا هن غم جي شڪايت ڇا معنيٰ،
جنهن دل ۾ خدا جو ڊپ ناهي تنهن دل ۾ مروت ڇا هوندي.

---

## قلندربخش ”نثار“ بزمي

**[۱۳، جون ۱۹۲۴ع -  ]**

قلندربخش ولد محمدحسن جوڻيجو تخلص ”بزمي“ نثار بزمي جي نالي سان مشهور آهي. سنڌس ڳوٺ مرزاپور نزديڪ الهڏاڏاسي ريلوي اسٽيشن ضلع سکر ۾ آهي. ڪجهه وقت پرائمري ماسٽري ۽ ٽپيداري ڪرڻ کان پوءِ نوڪري ڇڏي تجارت ڪري رهيو آهي.

نثار بزمي هڪ سٺو ڳائڻو ۽ موسيقار رهيو آهي. هن کي راڳ ۾ هڪ طرف سيد منورعلي شاهه معصومي ۽ الهڏني جهڙن استاد ڳائيندڙن ۽ ٻئي طرف عمر دل فقير، فقير ايسرداس فقيرغلام علي مسرور ۽ صوفي سانوڻ مل

جهڙن صوفين جي سنگت ۽ صحبت حاصل ٿي آهي، جنهن هن کي موسيقي جي فن ۾ مهارت بخشي آهي.

نثار بزمي مشاعرن کان پري رهي پنهنجن دوستن ۽ احبابن جي خاص ٽولي ۾ شاعري ڪندو رهيو آهي. هن شاعري سان گڏ ڪيترا ڊراما پڻ لکيا آهن جن ۾ بيداري ۽ غريبن جي آهه ڪافي پسند ڪيا ويا آهن. شاعري ۾ ”سنڌڙي“ نالي سان سندس ڪلام جو مجموعو ۱۹۷۱ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي.

نثار بزمي جي ڪلام ۾ وڏي رواني ۽ سلاست آهي. هن جي ٻولي سولي، صاف ۽ وڻندڙ آهي. سندس غزلن ۾ موسيقيت جو گهرو اثر آهي سندس خيال وڻندڙ ۽ پرڪشش آهن.

## ڪلام جو نمونو

زندگي آ آجاڙ بن وانگر،
دل جي احساس جي ٽڪن وانگر،

دل جي ناڪام حسرتن جو قسم،
مان آهيان لاش جي ڪفن وانگر.

هي ٻه احسان آهي ڪرمن جو،
مان رلان سرءُ جي پنن وانگر.

پنهنجي قسمت سنوارجي نه سگهي،
يار جي زلف پرشڪن وانگر.

منهنجي اکين جا جام ٿا ڇاڪن،
اڏرندي ڪانگ جي پرن وانگر.

ڇو ٿيو آ مِن تون ميان ”بزمي“،
ڇوڙي يار جي لٽن وانگر.

—

نقاب شب ۾ جمال سحر تلاش ڪجي،
اچو تبسم گلهاءِ تر تلاش ڪجي.

ذره ذره ۾ ڪو ڳوليون فروغ ماه و نجوم،
رداءِ خاڪ ۾ لعل و گهر تلاش ڪجي.

نياز و ناز جا تازا ڪريون ڪي افسانا،
بہ ذوق عجز ڪوئي سنگ در تلاش ڪجي.

چمن اداس آ، گل سرنگون، فضا خاموش،
اچو طلاطم برق و شرر تلاش ڪجي (۱).

--

# الهورايو "سليم" ڳاڙهوي

## [۱۵، مارچ ۱۹۲۵ع - ]

الهورايو ولد حاجي الهڏنو مهر تخلص "سليم" ڳوٺ ڳاڙهي تعلقي خيرپور جو رهاڪو آهي. کيس شاعري جو شوق ننڍپڻ کان هو، اسڪولي زماني ۾ استاد سندس ڪافيون پڙهي حيران ٿي ويندا هئا. هن عروضي شاعري جي ميدان ۾ ۱۹۴۷ع کان پير پاتو ۽ لاڙڪاڻي جي مشهور عروضي شاعر حاجي محمود خادم جي شاگردن جي صف ۾ شامل ٿيو. سندس شروعاتي ڪلام اديب سنڌ جي زينت بڻيو.

سليم ڪي پنهنجي زميني داري ۽ ڪجين جا باغ آهن جنهن ڪري سندس وقت سڪيو گذري ٿو. هو اڪيلائي پسند ۽ گوشه نشين رهندو آهي ڪڏهن بہ ڪنهن بزم مشاعره يا ادبي اجلاس ۾ شريڪ نہ ٿيو آهي البت سندس ڪلام هر مشاعره ۽ ڪانفرنس ۾ پهچي ويندو آهي.

سليم نهايت پرگو شاعر آهي، سندس ڪلام ۾ سنڌوءَ جهڙي رواني ۽ تيزي آهي. هن هر صنف تي لکيو آهي. جيتوڻيڪ هو پنهنجي غزلن کي جديد رنگ ۾ رنگي رهيو آهي پر سندس ڪلام تي قديم رنگ جي چٽسالي

---

(۱) مسرور ڪيفي (مرتب) آيات جنون ص ۱۰۲، مڪتبہ فروغ ادب ڪراچي، ۱۹۶۱ع.

نمايان آهي. سندس انداز بيان شيرين ۽ پوائي سادي هوندي آهي ۽ هن جي غزلن ۾ جماليات جي سهڻي ترجماني هوندي آهي.

## ڪلام جو نمونو

ضبط جو بند پيچ چاهيان ٿو،
تنهنجي محفل ۾ اچڻ چاهيان ٿو.

دل جي نڪرن ڪي رڪي تو آڏو،
تنهنجو احساس ڏسڻ چاهيان ٿو.

چاهه منهنجو به عجب چاهه آهي،
توکي ئي توکي ڏسڻ چاهيان ٿو.

اي غم، دوست رهين تو دل سان،
تنهنجا احسان مڃڻ چاهيان ٿو.

ڪنهن جي آمد جون اميدون آهن،
راهه ۾ نيڻ رکڻ چاهيان ٿو.

روبرو چشم، غزال آهه سليم،
هڪ غزل پيو به لکڻ چاهيان ٿو.

—

تصور ۾ جڏهن توکي ڏسان ٿو،
خطا پنهنجي پرين ترڪان پچان ٿو.

محبت ۽ مروت گم ٿي ويئي،
ترقيءَ جو زمانو آ مڃان ٿو.

ملن ٿا ڪن ڪان گل ۽ ڪن ڪان پٿر،
جهلي جهولي اتم سڀ ڪجهه وٺان ٿو(۱).

—

(۱) "بياض سليم" گهاڙهوي، ڳوٺ گهاڙهي خيرپور.

# علي محمد خالدي

## [١٠، جون ١٩٢٥ع - ٣٠، آگسٽ ١٩٧٣ع]

علي محمد ولد نهال خان لشاري تخلص ”خالدي“ هڪ غريب هاري جو فرزند هو. پنهنجي محنت ۽ علم حاصل ڪرڻ جي شوق هن کي وڏي منزل تي پهچايو.

هن پرائمري ۽ انگريزي تعليم ٺٽي ۾ حاصل ڪئي پر مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسہ مان پاس ڪيو. هو انهن شاگردن مان هڪ هئو جن سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي جي شروع ٿيڻ سان ان ۾ داخلا ورتي هئي. خالدي بي - اي ١٩٤٩ع ۾ ۽ ايل - ايل - بي ١٩٥١ع ۾ پاس ڪئي.

تعليم وارن ڏينهن ۾ هو سنڌ سول سپلاءِ ۾ ڪم ڪندو هو، ايل - ايل - بي پاس ڪرڻ کان پوءِ پهريان ٺٽي (١٩٥٢ع) ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. وڪالت دوران علمي شوق سبب ١٩٦٤ع ۾ ايم- اي سنڌي ۾ پڻ پاس ڪيائين. هو ٺٽي ۾ اسسٽنٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر ۽ ڊسٽرڪٽ پبلڪ پراسيڪيوٽر تي رهيو، وفات کان اڳ کيس سنڌ جو اسپيشل پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ڪيو ويو هو.

خالدي ١٩٤٢ع کان شاعري شروع ڪئي. ڪراچيءَ ۾ کيس غلام احمد نظامي جهڙي شاعر جي استادي حاصل ٿي جنهن کيس شاعري جي فن کان چڱو واقف ڪيو. ان وقت نظامي صاحب جا ٻيا به شاگرد اميرعلي شاهه ”جامي“ معصومي ۽ عطامحمد ”حامي“، نظامي صاحب جي شعر و شاعري جي صحبتن کان مستفيض ٿيندا هئا. هنن ٽنهي اڳتي هلي شاعري ۾ چڱو نالو ڪڍيو.

خالدي بنيادي طرح نظم جو شاعر هو هن ڪيترائي سٺا نظم لکيا جن ۾ ڪينجهر، ڪارونجهر، مڪلي ۽ گنجي ٽڪر وارا نظم ڪافي مقبول آهن. سندس تصنيفن ۾ نسيم سحر (شاعري) مڪليءَ جا پراسرار داستان ۽ خاموش گواهه نهايت دلچسپ آهن. ”ڪليات خالدي“ قلمي صورت ۾ آهي.

خالدي ٺٽي جي شاعري جو اهو ڏيو هو جيڪو زمان شاهه جي شمع جيان گل ٿيڻ کان پوءِ روشن ٿيو هو. سندس غزلن ۾ رواني ۽ فني خوبيون

هيون. جيتوڻيڪ هن جي غزل جو رنگ قديم شاعرن کان متاثر هو پر هن ان ۾ ڪيترا نوان خيال بيان ڪيا هئا. جتي هن ليلا مجنون ۽ شيرين خسرو جو ذڪر ڪيو هو اتي سسئي پنهون ۽ مومل مينڌري کي به نه وساريو هو.

## ڪلام جو نمونو (۱)

بداحن پيئون تقديرون، ڪڏهن ڪيڙيون، ڪڏهن کهڙيون،
ٿين ٿيون نقش تحريرون، ڪڏهن کهڙيون، ڪڏهن کهڙيون.

سسئيءَ کي هٿ ڪرڻ جي لاءِ، آري کي اچي ڪرٿيون،
پيون اختيار تدبيرون، ڪڏهن ڪهڙيون، ڪڏهن کهڙيون.

ڪڏهن ڏک جون، ڪڏهن سک جون، ڪڏهن رنج و مسرت جون،
ڏني ٿو عشق جاگيرون، ڪڏهن کهڙيون ڪڏهن کهڙيون.

دمادم خالدي وحدت سنديون مستيون "اناالحق" جون،
هنيم مستيءَ ۾ تڪبيرون، ڪڏهن کهڙيون، ڪڏهن کهڙيون.

---

اميرن کان لقب القاب امرانه به وسري ويا،
محبت ۾ ڪرڻ لٽ تات شاهانه به وسري ويا.

جنون و وحشت ودبوانگي نهنجي ڏسي مون کان،
يڪايڪ قيس و وامق جهڙا ديوانه به وسري ويا.

سر محفل ٿي پنهنجو پاڻ ائين قربان ڏيکاريم،
جو شمع انجمن کان پنهنجا پروانه به وسري ويا.

محبت عقل و دانش سان اهڙو ڪم ڪري ورتو،
حڪيمن کان جو سڀ نڪتا حڪيمانه به وسري ويا.

مٽايو "مان" ۽ "تون" جو مسئلو ائين نينهن جي ناتي،
حريفن کان جو منصوبا حريفانه به وسري ويا.

---

(۱) "ڪليات خالدي" قلمي ملڪيت شمس الدين خالدي، حيدرآباد.

چيٽون خالدي اهڙيون فقيرن عشق جون ڪاڏيون،
جو تن کان آستانا ئي فقيرانه ٻه وسري ويا.

—

# محمد شفيع "انور" هالائي

## [ ١١ ڊسمبر ١٩٢٥ع — ]

محمد شفيع ولد احمد خان ابڙو تخلص "انور" هالائي مهين عيسي هالائي جي اولاد مان آهي. انجمن علم و ادب هالا جي ادبي سرگرمين ۽ اديب سنڌ لاڙڪاڻه جي مطالعي کيس شعر چوڻ جو چاهه ڏياريو. سندس شروعاتي ڪلام اديب سنڌ ۾ شايع ٿيو. شاعري ۾ اختر هالائي جو شاگرد آهي.

انور نوڪري جي سلسلي ۾ روينيو کاتي ۾ تپيدار هو، جتان نوڪري ڇڏي ڪجهه وقت روزانه هلال پاڪستان ڪراچي ۾ ڪم ڪندو رهيو. موجوده وقت ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيندڙ رسالي "گل ڦل" کي ڪاميابي سان شايع ڪري رهيو آهي.

انور هالائي ڪيترين ادبي جماعتن ۾ سرگرم حصو وٺندو رهيو آهي، هو انجمن علم و ادب هالا جو سيڪريٽري رهي چڪو آهي ۽ سياسي ادبي سنگت هالا جي خاص رڪنن مان آهي.

ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سنڌي رسالا گهڻو ڪري بند ٿي ويا هئا، ان وقت ماهوار رسالو فردوس جاري ڪري سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪئي. هن رسالي ڪيترا نوان اديب ۽ شاعر پيدا ڪيا. هن رسالي ۾ بزم فردوس جي نالي سان طرحي مشاعرا شايع ڪيا ويا جن سنڌي غزل جي اوسر ۾ وڏو ڪم ڪيو.

انور هالائي جو هڪ سماجي ناول "آواره" ١٩٥٣ع ۾ شايع ٿيو جيڪو پنهنجي وقت جو پسنديده ناول آهي.

انور جي غزل ۾ لطيف جذبن ۽ دلي امنگن جي اپٽار آهي، هو حسن ۽ عشق جو شاعر آهي تنهن ڪري سندس غزل حسن جي ساڪن ۽ عشق

جي آهن سان پريل آهي. هن جي غزلن ۾ ڪي نهايت وڻندڙ ۽ نيون تشبيهون ملن ٿيون جن هن جي غزل جي حسن ۾ اضافو ڪيو آهي.

## ڪلام جو نمونو

هاءِ حياتي، درد جي ٻجاءِ غم جا بادل ڏک جا پاڇا،
تن من جي مون بازي لڳائي، آشا وچڙي آئي نراشا.

گلشن گلشن، صحرا صحرا، ڀٽڪي ڀٽڪي چين نه پاتم ،
وچڙيل پن جئن واءُ ۾ ونجي، نيٺ ٿئي تو خاڪ جا ذرڙا.

پيار اجايو ساهه سڪائي، لوساڻي تو جسم جواني ،
ڦٿڪي ڦٿڪي سور سهايم، آف نه چيم جئن دکڙا آيا.

ونءُ جي گل جان پاڻ وڃائي، پيار جو نالو روشن ڪريان،
ڪٿن ٻلهم پئي آس اندر جي، نيٺ نٽي پيا دل جا ڏاڳا.

دشمن بڻجي پنهنجا آيا، جوت جي آگني آهه آجهائي،
مون لئه آهي رات انڌاري، ڪٿ ٿا چمڪن چنڊ ستارا.

تنهنجي خاطر انور آخر پوڇاري آ تنهنجو بڻيو ،
چپ چپ آهين، ڪين ڪچين ٿو، ڪا ته سخا ڪر دل جا داتا.

—

هن جي آئي موت آسان ٿي ويو ،
نيٺ منهنجو پورو ارمان ٿي ويو .

چشم ساقي جو ڏنم هي معجزو ،
صحن مسجد بزم رندان ٿي ويو.

مون لڪايو پر جنون عشق ۾ ،
دردِ دل جو راز عريان ٿي ويو .

جو بنايم ڪالو ڪانو گڏ ڪري،
آشيانو نذر طوفان ٿي ويو.

موج ۾ مستيءَ ۾ آيا مي پرست،
جوش ۾ انور به قربان ٿي ويو(۱).

—

# علي محمد "مجروح"

[ --۱۹۳۶ع ]

علي محمد ولد خيرمحمد پنهور تخلص "مجروح" موجوده دور جي ناميارن غزل‌گو شاعرن مان آهي. هو ڪراچيءَ جي دريا آباد محلي ۾ رهندو آهي جتي سندس ڏاڏو روزگار جي تلاش ۾ ٻهڙ مان اچي مقيم ٿيو هو. مجروح زندگيءَ جا گهڻا لاها چاڙها ڏٺا آهن ۽ مختلف ادارن ۾ ڪم ڪيو آهي. ڪجهه وقت لاءِ ڪراچي مان نڪرندڙ روزاني اخبار "نئين سنڌ" ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر هو. اخبار جي بند ٿيڻ کان پوءِ ڇهه سال حيدرآباد ۾ انفرميشن کاتي ۾ ملازمت ڪرڻ کان پوءِ هن وقت سنڌ انڊسٽريل ٽريڊنگ اسٽيٽس ۾ ملازم آهي.

مجروح زماني جي گردش ڪري اعليٰ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو آهي مگر سندس مطالعو ڪافي ۽ سندس طبع حساس آهي جنهن شاعريءَ کي چمڪايو آهي. مجروح خوش‌الحان آهي پنهنجو ڪلام ترنم سان پڙهندو آهي ۽ پنهنجي آواز سان محفل ۾ جان پيدا ڪري ڇڏيندو آهي. سندس واسطو ڪراچي جي سڀني بزم مشاعرن جهڙوڪ بزمِ نظامي، محفلِ احباب، بزمِ طالب‌المولي وغيره سان رهيو آهي ۽ انهن مان ڪن جو عهديدار پڻ رهيو آهي. بزم مشاعرن ۾ چاهه سان دلچسپي وٺڻ ڪري هن جي غزلن ۾ وڌيڪ پختگي ۽ شوخي پيدا ٿي وئي آهي.

ورهاڱي کان پوءِ جن شاعرن سنڌي غزل جي حسن کي وڌيڪ دلفريب بنايو آهي مجروح انهن مان هڪ آهي. مجروح جي ڪلام ۾ غمِ هجران ۽ غمِ دوران جو عڪس نمايان آهي. وقت جي جفائن جو ذڪر هن نهايت پُرسوز انداز ۾ ڪيو آهي. مجروح جي غزل جو اسلوب وڻندڙ آهي، هن جي غزل ۾ ڪافي شوخي آهي.

---

(۱) "بياض انور" قلمي ملڪيت انور هالائي هالا.

### ڪلام جو نمونو(۱)

ستم جيڪي دل تي ٿيا دوستو،
اسان ڪان تہ وسري ويا دوستو.

هي واعظ، هي ناصح، هي شيخ حرم،
سڀيئي پرسجي پيا دوستو.

اگر قصر سلطان ۾ ڪو بت پڇو،
اشارا اسان ڏي ٿيا دوستو.

سڏيو پل حوادث جي طوفان کي،
اچا ڪي پرڻ تا ڏيا دوستو.

سر دار پهچي نہ بويان ڏسو،
وسيلا وچڙجي ويا دوستو.

زماني سان اکيون ملائي هلو،
زمانا بدلجن پيا دوستو.

---

هي روز جيئڻ، روز مرڻ، راند تہ ڪانهي،
اي منهنجا سڄڻ، پيار ڪرڻ راند تہ ڪانهي.

دل خون ٿئي ٿي تہ وچي رات ڪٽي ٿي،
هن درد جي ڏونگر جو ڏرڻ راند تہ ڪانهي.

هر لفظ تنهنجي سونهن منهنجو ساهہ گهري ٿو،
شعرن ۾ اهو رنگ پرڻ راند تہ ڪانهي.

هي عشق جي عظمت بہ تہ ڪنهن ڪنهن کي ملي ٿي،
سوريءَ تي چڙهڻ، مرڪي مرڻ راند تہ ڪانهي.

هر لحظي نئون زخم، نئون درد، نئون داغ،
انعام وفائن جو وٺڻ راند تہ ڪانهي.

مجروح سان ملندين تہ هي محسوس ڪندين تون،
انسان جو تي شمع، پرڻ راند تہ ڪانهي.

---

(۱) "بياض مجروح" قلمي ملڪيت علي محمد مجروح، ڪراچي.

# محمد حسن "ساز"

## [۲ جولاء ۱۹۲۶ع—                    ]

محمد حسن ولد عبدالله برفت تخلص "ساز" نوآباد (ڪراچي) جي مشهور شاعرن مان آهي. سندس وڏا اصل لس ٻيلي جا رهاڪو هئا جتان روزگار جي سانگي ڪراچي آيا ۽ هتي جا ئي ٿي ويا.

"ساز" جي پرائمري تعليم شيخ عبدالله جي مدرسي ۾ ٿي جتي شاعرن جون ڪچهريون ٿينديون هيون. شيخ عبدالله ۽ شيخ عبدالحليم جي صحبت "ساز" جي طبيعت ۾ شاعري جو شوق پيدا ڪيو جنهن ڪي ڪراچيءَ جي مشاعرن سوڌيو ۽ سنواريو.

"ساز" پنهنجي دور جو سٺو غزلگو شاعر آهي. سندس غزلن ۾ شوخي ۽ رواني آهي. هن جي غزلن ۾ مزاح سان گڏ ڪيترا فلسفيانه خيال سمايل هوندا آهن جنهن ڪري سندس غزلن ۾ گهرائي ۽ اونهائي آهي.

### ڪلام جو نمونو(۱)

هو جڏهن ياد ٿو اچي يارو،
ونڪي تنهائي ٿي سڏي يارو.

مان به زنده رهي سگهان ٿو پر،
ڪو نئون حوصلو ملي يارو.

وقت ڏيئي وڃي ٿو هرڪنهن کي،
شرط هي آهي ڪو وٺي يارو.

پنهنجي دنيا ڪندا وڃو روشن،
ڏينهن سان رات ٿي هلي يارو.

عشق جي انتها ٿئي ڇا ٿي،
ڪو اچي ساز کان پڇي يارو.

—

(۱) "بياض ساز" قلمي ملڪيت محمد حسن ساز ڪراچي.

جي ويو اختيار ڇا ٿيندو،
آدمي جو وقار ڇا ٿيندو.

علم حاصل ڪندي ڪندي آخر،
ختم ٿيندي ڇمار ڇا ٿيندو.

عمر پر جي رهيو فقط مونکي،
وقت جو انتظار ڇا ٿيندو.

تنهنجي حالت اگر اهائي رهي،
اي دل، اشڪبار ڇا ٿيندو.

صبح تائين رهيون نہ ساز اگر،
حالتون سازگار ڇا ٿيندو.

—

عاشقيءَ سان جي رابطو ٿيندو،
خاڪ پو دل تي ضابطو ٿيندو.

راهِ حق تي تون پهرين هل پوءِ ڏس،
تو ئي هڪڙي سان قافلو ٿيندو.

موت سنهنجي موت تي هن چيو ڪنهن کي،
هاڻ ڪنهن سان مقابلو ٿيندو.

—

## عبدالقيوم "صائب"

[ ٢٧ جولاء ١٩٢٧ع– ]

عبدالقيوم ولد نبي بخش پيرزادو حيدرآباد جي قديم خاندان مان آهي. سندس وڏا ٺٽپرن واري دور کان وٺي حيدرآباد ۾ مقيم آهن. سندس ابتدائي تعليم لطيفي مدرسي ۾ ٿي. پوءِ نورمحمد هاءِ اسڪول، سنڌ ڪاليج، سنڌ يونيورسٽي ۽ حيدرآباد لا ڪاليج مان تعليم حاصل ڪيائين. ڪجهه وقت ڪاليج ۾ ليڪچرر ٿي رهيو. هن وقت وڪالت جي پيشي ۾ مشغول آهي.

”صائب“ جو ناتو سنڌ جي ڪيترن بزمن خاص طرح بزم خليل حيدرآباد سان گهرو رهيو آهي. هن محمد عبدالله ”بسمل“، محمد بخش ”واصف“، ڊاڪٽر محمد ابراهيم ”خليل“ جي صحبتن مان گهڻو فيض حاصل ڪيو جنهن ڪري ڪيس عروض تي عبور حاصل آهي.

سندس هي ڪتاب شايع ٿيل آهن ١- پاڪستان جي تاريخ، ٢- سلطان محمود غزنوي، ٣- فتوحات بابر، ۴- حافظ شيرازي جي پنجاهه غزلن جو ترجمو ۽ سمجهاڻي، ۵- نظام الملڪ طوسي جي سياست نامي جي چند بابن جو ترجمو، ٦- سرسارنگ، ٧- سر مومل راڻو، ٨- اسلامي سياست، ٩- ڪوماڻو ڪنول (ناول).

”صائب“ پرگو شاعر آهي، هن شاعري جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس غزل قديم ۽ جديد رنگ جو ميلاپ آهي. سندس ٻولي وڻندڙ، محاورا، ترڪيبون ۽ بندشون چست هونديون آهن. هو ڏکي ۾ ڏکي خيال کي به دلپذير انداز ۾ بيان ڪندو آهي. استاد شاعرن جي صحبت هن کي علم عروض جو پابند بڻائي ڇڏيو آهي، جنهن ڪري سندس گهڻو ڪلام پختو هوندو آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

جواني، حسن، رعنائي ڪڏهن موٽي نه هٿ آئي،
هٽي وٺ نينهن جا نعرا، ڪري وٺ يار ارڏائي.

سدا سهڻن جي هنجن ۾ گذاري جن ڏنو آهي،
اٿو ويهو ۾ تن جي ڪا سمايل آهه سهڻائي.

سبق تهذيب ۽ شائستگيءَ جو اي سکڻ وارا،
اوهان جي يار سان ناهي رهي شايد شناسائي.

اوهان آيا نه ياد آئي، نياپو ڀي نه ڪو آيو،
توهان ناهيو نه اي سائين، اچي ناڻي ٿي تنهائي.

بت مغرور جي آڏو اچي بيٺو خليل آهي،
نه هين ۾ آهه گهٽتائي، نه هُن ۾ آهه گهٽتائي.

---

(١) ”جهڙا گل گلاب جا“ (قلمي) ملڪيت عبدالقيوم ’صائب‘ حيدرآباد.

سڪن يوسف صفت لئہ ديدہ يعقوب پيون پر،
اگهيان پي آھہ اي "صائب" زماني جي زليخائي۔

—

جن ظالم ڪيو آھہ بغاوت جي وٺي اوٽ ،
تن آھہ لٽيو گهر ڪي حڪومت جي وٺي اوٽ۔

تھذيب و تمدن ۾ سيادت تا بگاڙين ،
تھذيب و تمدن ۾ سيادت جي وٺي اوٽ .

هر ڪوڙ ڪي سچ صدق جو چوغو تا ڍڪائين،
تا پوڪ ٻٽائين صداقت جي وٺي اوٽ۔

تيمور يا نادر ڪو هجي يا ڪ مدد خان ،
سؤ سور ڏنا سيني سياست جي وٺي اوٽ .

هر فوج ظفر موج جا پرزا تہ سدائين ،
هيٺن تي هلان ڪن تا شجاعت جي وٺي اوٽ.

"صائب" تہ ڏٺو آھہ تہ هر دؤر جو بدنسل،
پيڙي ٿو شريفن ڪي شرافت جي وٺي اوٽ .

—

# سردار علي شاھہ "ذاڪر"

## [ ۱ جنوري ۱۹۲۸— ]

سيد سردار علي شاھہ ولد جعفر شاھہ بخاري تخلص "ذاڪر" ڳوٺ پيرڙي، تعلقو گهوٽڪي ضلع سکر جو ويٺل آ ي۔ ميٽرڪ نواب شاھہ هاء اسڪول ۾ بي۔ اي (آنرس) سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچي مان پاس ڪيائين۔

سردار علي شاھہ جي سڄي زندگي صحافت ۾ صحرا نوردي ڪندي گذري آھي۔

هو شروع ۾ روزانہ "الوحيد" ۽ "ڪاروان" سان وابستہ هو.

۱۹۵۷ع کان روزانہ مهراڻ (ڪراچي - حيدرآباد) جو چيف ايڊيٽر ٿي ڪم ڪندو رهيو آهي.

سردار علي شاهہ هڪ ناميارو صحافي هجڻ سان گڏ هڪ سٺو شاعر پڻ آهي. سندس غزل فن جي خيال کان پختو ۽ شاعريءَ جي خيال کان پاڪيزه ۽ بامقصد آهي. سندس غزلن ۾ وڻندڙ شوخي آهي ۽ لطافت آهي. هن جي غزلن جا قافيا گهڻو ڪري ٺيٺ سنڌي ۽ رديف شوخ هوندا آهن.

## ڪلام جو نمونو

حسن زيرِ بام پهنجا زلف سينگاري تہ پوءِ،
ناز پنهنجي کي نوان انداز سيکاري تہ پوءِ.

تون چوين ٿو ڪين آهي تنهنجي نيڻن جو قصور،
تير پنبڻين جا وجهن مسڪين کي ماري تہ پوءِ.

ننگ ۽ ناموس، عقل و هوش، ايمان سڀ عزيز،
مست نيڻن جا مگر ڏاڍيل کو ڏاري تہ پوءِ.

وصل جو وعدو وٺڻ وارا، تحمل ٿو کپي،
وعدهءِ فردا بہ ڪنهن ڏل سان چڏي ڏاري تہ پوءِ.

هن جو ذوقِ رخ نمائي، منهنجو شوقِ ديدني،
ڪجهہ پڙهي هن تي مگر ڪو شوم شوڪاري تہ پوءِ.

---

هوش هوندو تہ حوصلو ويندو،
زندگي ڪين ۾ ڪٽي تہ ڪٽي.

ورهہ ورثي مثال آ جنهن ۾،
پاڻ کي وڻ جيئن وڍي تہ ڪٽي.

چڏ ڪٽي شيخ زنگ ذاڪر سان،
پاڳ هن جا پلا ڪٽي تہ ڪٽي.

---

ڪنهن جي نيڻن ڪي ڏٺو ڪن، ڪاڪ تي آيري ڪنول،
هيت تہ مومل ماڳ تي، هٿ راڄ ۾ راڻو نہ ڪو.

ڪا نياري نيت هئي، جنهن راو ڪسي راضي ڪيو،
مام ڪا ٻي هئي، مهاڻي جو هيو ماڻو نہ ڪو.

پل هجن ڪي ملڪ جا مالڪ ۽ دولت جا ڌڻي،
واٽ مون ووڙي ڏٺي، وڌ نينهن کان ناڻو نہ ڪو.

—

# عزيزالله "مجروح"

## [١٩٢٨ع — ٨ آگسٽ ١٩٦٢ع]

عزيزالله ابڙو تخلص "مجروح" ڳڙهي ياسين ضلع شڪارپور جي ويجهو هڪ ننڍڙي ڳوٺ جادو ڪلهوڙو جو رهندڙ هو. ڪيس سنڌي سان گڏ عربي ۽ پارسي جي بہ ٺوري ڄاڻ هئي. شعر نهايت رواني ۽ سان چوندو هو. بزم مشاعره لاڙڪاڻي سان سندس گهڻي وابستگي هئي. سندس ڪلام اديب سنڌ لاڙڪاڻي ۾ ڇپبو هئو. سندس قطعات جيڪي سندس وفات کان پوء "پيغام" (ڪراچي) رسالي ۾ شايع ٿيا آهن، مان معلوم ٿو ٿئي تہ هو جمع خان غريب جو شاگرد هو.

مجروح تي آڌي رات ماهہ مولودالنبي ربيع الاول ١٣٨٢هہ جي ستين تاريخ ننڊ جي حالت ۾ ڪنهن بہ ڦائر ڪيا جن مان هڪ سندس دل تي لڳو ۽ بروقت دم ڏنائين(١). عزيزالله اڃا ڪل چوٽيہن ورهين جو هو جو شهيد ٿي ويو. سندس وفات تي منصور احمد "منصور" ڳڙهي ياسين واري هڪ مرثيہ چيو جنهن جا ڪجهہ شعر هي آهن:

سج لٿو ظلمات ٿي، اڌ رات جو سو وقت هو،
ننڊ اندر آهي ٿيو مجروح گولي جو نشان.
جو ٿيو پيدا جهان ۾ نيٺ هالاڪو ڪري،
"ڪل شيءُ هالڪ" قرآن ۾ آيو بيان.

---

(١) پيغام ماهوار ڪراچي، ص ٥٢، ماهہ جنوري ١٩٧٨ع.

سال رحلت جي ڪئي منصور هاتف کان پڇا،
دمبدم آيس صـــدا هـــي عالم بالا منجهان.

ڇهو چٽي تاريخ ان جي تون قدوم پاڪ سان،

١٧٣
”خاص جنت ۾ مليو مجروح کي سهڻو مڪان“(١).

٧٣+١٧٨٩=١٩٦٢ع

سندس هيٺيون تصنيفون شايع ٿيل آهن:

١- نالهاء دل (ديوان مجروح ١٩٥٥ع) ۽ ٢- قطعات مجروح (شاعري ١٩٧٨ع).

مجروح جو غزل قديم رنگ ۾ ٻڌل آهي. سندس شاعري تي روايتي غزل جي ڳاڪاري آهي. سندس قلم ۾ رواني ۽ فصاحت آهي. ٻولي سادي ۽ عام فهم ۽ سهڻين ترڪيبن سان سينگاريل آهي.

## ڪلام جو نمونو(٢)

برباد محبت سان تڪرار جو ڇا باعث،
بي جرم خطا رنجش ۽ خار جو ڇا باعث.

سيکاري سڄڻ توکي ڪنهن وعده‌فراموشي،
اقرار ڪري ۽ پو انڪار جو ڇا باعث.

آرام جي بدلي ۾، ڇو رنج و الم ورتئي،
اي دل ڏي خبر ههڙي واپار جو ڇا باعث.

مونکي ته پسند آهي هي برهه جي بيماري،
عادي تي ويو آهيان، آزار جو ڇا باعث.

ابرو جو اشارو ٿي، آ قتل جي لئه ڪافي،
خنجر جي ڪٽڻ جو ۽ تلوار جو ڇا باعث.

(١) ”نئين زندگي“ ماهوار ڪراچي، ص ٤١، ماهه نومبر ١٩٦٢ع
(٢) عزيزالله مجروح ”نالهائي دل“، ص ٣١ ۽ ٣٥، حبيب پبليڪيشن، حبيب پرنٽنگ پريس سکر، ١٩٥٥ع.

مولوي محمد اسماعيل:

جستم از غيب سال تاريخش،
يعفرا ﷲ لہ اين رسيد ندا (١).

حفيظ هوشيارپوري:

روح لطف الله بدوي درا رهم،
دوستان در فکر تاريخ وفات.

بهر تاريخ وفات او حفيظ،
گفت لطف الله بدوي نيک ذات (٢).

١٩٦٨ع

لطف الله بدوي کي شاعري جو شوق ورثي ۾ مليو هو. هک وڏي شاعر جون سموريون خوبيون سندس ڪلام ۾ موجود آهن. هن جي شاعري ۾ قديم ۽ جديد رنگن جو ميل آهي، هو بنيادي طرح نظم جو شاعر هو پر غزل جي گلزار جي بہ آبياري ڪئي اٿس. سندس غزلن ۾ رواني ۽ خيالن جي گهرائي آهي. هن نثر ۽ نظم ۾ گهڻو لکيو آهي. سندس ڇاپيل ڪتابن مان ڪي هي آهن: ١- تذڪره لطفي (ٻئي ڀاڱا)، ٢- دودو چنيسر (ڊرامو) ١٩٥٧ع، ٣- ڪليات خادم ١٩٥٨ع ، ٤- ڪنڊڙيءَ وارن جو ڪلام، ٥- ديوان صنعت ( پارسي ) ١٩٦٨ع. سندس ٣٢ قلمي ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب قابل ذڪر آهن: ١- سنڌ ۾ تصوف ۽ صوفيانہ شاعري، ٢- سنڌ جي تاريخ انگريزن جو دور، ٣- ڪليات مسڪين، ٤- رسالو نانڪ يوسف، ٥- ڪليات بيدل. سمورو ڪلام ديوان لطف ۽ رسالو لطف الله بدوي ، انهن سنڌي قلمي مسودن کان سواءِ ڪجهہ پارسي ۽ اردو قلمي مسوده پڻ سندس پوين وٽ آهن.

## ڪلام جو نمونو(٣)

بهار آندي هئي صحن چمن ۾ رنگ و رعنائي،
قفس ۾ پر نہ بلبل کي، پئي انجي خبر ڪائي.

(١) ”احسان بدوي“ قلمي ، نرگس غلام احمد بدوي ، ص ١٠، (مونو) سنڌيالاجي، ١٩٧٥ع.
(٢) نقوش (سہ ماهي- اردو) لاهور، ١٩٧٣ع.
(٣) ”مهراڻ“ سہ ماهي، شاعر نمبر، ص ٣١٥، سال ١٩٦٩ع.

## ڪلام جو نمونو(۱)

زخم سان زخم ڇٽائڻ تا گهرو،
باهه سان باهه وسائڻ تا گهرو.

منهنجي ڳوڙهن کي رواجي نه ڇئو،
ملهه گوهر جو وڃائڻ تا گهرو.

بي اصولي کي ڇئو وينا اصـــول،
لعل، شيشي کي بنائڻ تا گهرو.

بي وفائـن سان وفـاداري ڪري،
سون چانديءَ تي مٽائڻ تا گهرو.

مون کي محبوب جي سجدي کان جهلي،
ڪيڏو گمراهه بنائـڻ تـا گهرو.

گرچه "نشتر" تـو وفادار رهي،
پو پلا ڇو نه نباهڻ تـا گهرو.

---

هونئن ته ڪجهه پي ڪين آهيون او مٺا،
جي توهان کي تـا لهون، لک تـا لهون.

اختيار آ تـــو کي جهڪي پـي ڪرين،
ڪافرن سان گڏ آتون، جي ڪجهه ڪچون.

ڪجهه تـه دنيا کي به ڏيکاريون سچڻ،
هڪ دفعو پرچون فقط، پــو پل رسون.

مست نظرن کي اچـــا ڪجهه روڪجو،
دل جگر پئي سامهون گـــڏ تـا رکون.

---

(۱) "بياض نشتر" ساڪيت نشتر ناٿن شاهي.

چوڇڙيون ڏي ڪين ، آڙهه ۾ آچــــل،
موت عــزت جـو مرڻ خـــود تا گهرون.

خوش نصيبي هن ڪان وڌ بي ڪهڙي آهه،
تنهنجي قـــدمن ۾ جيئون ۽ پيا مـــرون.

—

# مشتاق احمد "نياز" همايوني

[ اپريل ۱۹۳۰ع-- ]

مشتاق احمد جو جنم تعلقي شڪارپور جي ڳوٺ همايـون ۾ ٿيو. ابتدائي سنڌي ۽ پارسي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ طب ڏانهن توجهه ڏنائين. سنڌي هوندي کان ئي شاعري ۽ آزاديءَ جي تحريڪن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. عبدالڪريم "گدائي" ۽ قادربخش "بشير" جي صحبتن کيس عوامي شاعري ڏانهن لاءِ آتاريو، ۱۹۴۷ع ۾ ڪراچيءَ مان هفتيوار "شهباز" نالي اخبار ڪڍيائين جيڪا ٿوري وقت کان پوءِ بند ٿي وئي.

"نياز" جمعيت‌الشعراءِ سنڌ، سنڌي ادبي سنگت ۽ رائيٽرس گلڊ سنڌ جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. ڪجهه وقت تائين هـو رائيٽرس گلڊ سنڌ جو سيڪريٽري پـڻ هـو. هـن وقت مرڪزي اردو بـورڊ حيدرآباد سان وابسته آهي.

سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيا آهن: ١- فرهنگ جعفري (١٩٦١ع)، ٢- ڌرتيءَ جا گل منهنجا گيت (نظم ) ٣- تاريخ طب.

نياز غزل کان زياده نظم جو شاعر آهي، هن ٿورا پر سٺا غزل لکيا آهن. هن جي شاعري ۾ انقلابي ۽ قومي رنگ زياده سمايل آهـي ، جيڪو هن جي غزلن تي به ڇانيل آهي.

## ڪلام جو نمونو

موت جي آس جاڻ آئي، زندگي جي ڇانو تي،
منگ ڏر ڪائي ڪلي، او يار، جڳ جي هانوَ تي.

جنهن کي گل آڇيم، انهيءَ ڪنڊا وراڻي ۾ ڏنا،
او الا، مان ڪيئن هلايان، پاڻ سهڻي ڏانءَ تي.

تنهنجي نگري ۾ او داتا، منهنجي منشا ٿي رلي،
پيار جي پن تو منگان، ڏي ڪجهه خدا جي نانءَ تي.

چل نه ڪنهن جي دل، چنل گل جان وڃي ڪوماڻجي،
ائين ٿئي تو چڻ چڙهي ڪمڻ، چاڪٽي ڪنهن ٿانءَ تي.

ڪنهن رهايو ڪين ڪنهن سان هن بري پنڀور ۾،
تون رهائيندين وري ڪنهن سان کهڙي پانءَ تي،

خودغرض يارن کان ٽيٽي ناهي نيڪي اي "نياز"،
پروسو رکڻو اجايو آهي جهڙ جي ڇانءَ تي (١).

—

او راڳي، او ويراڳي، آت ڳاءِ، آهو ڳڻ وارو راڳ،
جنهن سان جاڳي روح جو راءُ، ڪاڪ رسي ڪوهيارو راڳ.

منهنجي ڌرتي منهنجو گلشن، ڌرتيءَ جا گل منهنجا گيت،
آءٌ تو ڳايان ڳائيندس پيو، جنم جنم هي پيارو راڳ.

جيسين باک بهاري ناهي، جيسين صبح سوايو ناهه،
تيسين ڪٽيي ڳائيندي پئي، ڳائيندي ڪيڏارو راڳ.

منهنجا گيت رکاڻ پريل ها، تنهنجي سور سواد ڏنو،
تنهنجي سار جو آئي ٿي پيو، ماڻيءَ جو مانارو راڳ.

هيل نياز نه مينهن وٺا، نڪي پنهنجي پاس ماڪ پئي،
جيڪس سورن سانت هئي، ياڪين هيو سونهارو راڳ(٢).

—

(١) "نئين زندگي"، ماهوار، ص ٢٧، ماهه نومبر ١٩٥٦ع.
(٢) "مهراڻ" ٽه ماهي، شاعر نمبر، ص ١٥٠، پرچو ١-٢، سال ١٩٦٩ع.

# سيد احمد شاهه "استاد بخاري"

## [١٦ جنوري ١٩٣٠ع— ]

سيد احمد شاهه ولد سيد حاجن شاهه تخلص "استاد" جو جنم ڳوٺ غلام چانڊيو، ضلعي دادو ۾ ٿيو. سندس وڏا اڳ مان لڏي اچي دادو ۾ مقيم ٿيا هئا. استاد ١٩٤٤ع ۾ سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪيو ۽ ١٩٤٧ع ۾ سنڌي ماستري جي نوڪري ڪيائين. ڪيس تعليم حاصل ڪرڻ سان چاهه هو ان ڪري خانگي طرح امتحان پاس ڪندو ويو تان جو ١٩٦٥ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم - اي جو امتحان پاس ڪيائين. ١٩٦٧ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ سنڌي ادب ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو هن وقت هو ڊگري ڪاليج دادو ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي.

استاد جي شاعري ١٩٤٠ع ۾ انجمن آفتاب ادب دادو جي مشاعرن ۾ حصي وٺڻ سان شروع ٿي. هو انجمن آفتاب ادب دادو، بزم طالب المولي ۽ سنڌي ادبي سنگت جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهي. سنڌي ادبي سنگت جي ميڙن سندس شاعري جي انداز ۾ انقلابي تبديلي پيدا ڪئي ۽ ترقي پسند شاعري ڏانهن مائل ٿيو. سندس ڪلام جو مجموعو "گيت اسانجا جيت اسانجي" نالي سان ١٩٧١ع ۾ شايع ٿيو آهي.

استاد بخاري پرگو شاعر آهي. هن ڪيترا نظم، آزاد نظم، گيت، قطعا، غزل وغيره لکيا آهن. جيتوڻيڪ سندس شروعاتي غزلن جو رنگ قديم آهي، مگر سندس جديد غزلن ۾ خيالن جي نواڻ، وطن دوستي ۽ ترقي پسند لاڙن جو عڪس آهي. استاد جي غزلن جي ٻولي صاف ۽ عام فهم آهي ۽ سندس انداز بيان پر اثر آهي.

### ڪلام جو نمونو (١)

گهٽي گهٽي ۾ گناهن جو قتل عام ٿئي،
انهيءَ جو ٻوءِ پاسي نام انقلاب ٿئي.

ڪسي پيان تہ چون رند، هي حلال نہ ٿيو،
ڳري وٺان تہ نظر منهنجي ۾ حرام ٿئي.

---

(١) استاد بخاري "گيت اسان جا جيت اسانجي" ص ٦٥ ۽ ٧٠، ڪيرٿر پبليڪيشن دادو، ١٩٧١ع.

اڃا به ڪاٺ جي ڪرسي جي پٺي هاي پوڄا،
اڃا پيو لاٽ، مناٿن جو احترام ٿئي.

خدا اوهان جي اسيري اوهان کي بخش ڪري،
اسان گهرون ٿا غريبي جو اختتام ٿئي.

وڏو سياڳ جو آزادگي ملي ويئي،
وڏو نياڳ غلامي نٿي غلام ٿئي.

چوي ٿي دل ته جزا ۽ سزا هٿي ڏسجي،
وڏي قيام کان اڳ ۾ به ڪا قيام ٿئي.

—

طبيعت بي وفا ڪٿان آڻيون،
نئين دل، دلربا ڪٿان آڻيون.

اسان ڪوشش ڪئي ڪٿي قسمت،
دوا آئي، شفا ڪٿان آڻيون.

چون ٿا "خوش رهو" خوشي‌يارو،
نه جي هوندي پلا ڪٿان آڻيون.

پڌڻ جي تون به ڇڏين يا رب،
پيو آخر خدا ڪٿان آڻيون.

بجا آداب سڀ مگر ساقي،
بنا پيتي نشا ڪٿان آڻيون.

دليون "استاد" جا نه تڙپائي،
آها آهه ۽ نوا ڪٿان آڻيون.

—

# شيخ عبدالحليم "جوش"

## [١ مارچ ١٩٣٢ع - ]

شيخ عبدالحليم سنڌ جي مشهور شاعر ۽ نقاد شيخ عبدالله "عبد" جو فرزند آهي. هن ڪراچيءَ جي نوآباد محلي ۾ اک کولي جتي سندس والد جي اسڪول ۾ مشاعرا ٿيندا هئا. ڪيس ننڍي هوندي کان پنهنجي والد ۽ ٻين سنڌ جي چوٽيءَ جي شاعرن جي صحبت حاصل ٿي جنهن سندس طبع ۾ شاعري لاءِ چاهه پيدا ڪيو.

جوش ١٩٤٧ع ۾ ميرپورخاص مان مئٽرڪ پاس ڪئي، ١٩٤٨ع ۾ سنڌ مسلم سائنس ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. ١٩٤٩ع ۾ تعليم سان گڏ لياري هاءِ اسڪول ۾ استاد ٿي ڪم ڪيائين جتان نوڪري ڇڏي انفارميشن ڊپارٽمينٽ ۾ داخل ٿيو جتي ترقي ڪري هينئر ڊائريڪٽر انفارميشن جي عهدي تي پهتو آهي.

شيخ عبدالحليم پنهنجي شاعري جي شروعات "بزم نظامي" ۽ "محفل احباب" جي مشاعرن سان ڪئي جتي غزل جو ماحول هو تنهن ڪري "جوش" به غزل ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لڳو. سندس مضمونن ۽ تنقيدنگاري جي ابتدا هفتيوار "ناخدا" ڪراچيءَ کان ٿي. اڄ هو سنڌي ادب جو مڃيل نقاد ليکيو وڃي ٿو.

جوش نه صرف ڪراچيءَ جي بزم مشاعرن جي جان ليکيو ويندو هو پر ترقي پسند جماعت سنڌي ادبي سنگت جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو پڻ ميمبر رهيو آهي.

جوش بنيادي طرح غزل جو شاعر آهي. سندس والد جي رهبري سندس شاعري کي سوڌي ۽ سنواري ڇڏيو آهي. اڄ سنڌ جي ٿالهي وارن غزل گو شاعرن مان هڪ آهي. هن سنڌي غزل ۾ نه فقط نوان تجربا ڪيا آهن پر سنڌي غزل کي خيالن جا نوان گل ۽ رمزيت ۽ اشاريت جي خوشبو عطا ڪئي آهي جنهن ڪري سندس ڪلام ۾ شوخي ۽ لطافت پيدا ٿي وئي آهي. هن جي ڪلام ۾ زندگيءَ جي گهرائين جي فلسفيانه عڪاسي ۽ سماج جي پيچيده مسئلن جي ترجماني سمايل آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

ستم ڪيستائين، جفا ڪيستائين،
اسان کان به تيندي وفا ڪيستائين.

اسين دار کي پنهنجي منزل ٿا سمجهون،
هلي تو ڏسون رهنما ڪيستائين.

ڳان کي ڏسان مکڙين ڏي نهاريان،
چمن جا اهي چهچٽا ڪيستائين.

هاڻ سان ٿي وڌبو وڌڻ سان ٿي رسبو،
اهي پنڌ ۽ پيچرا ڪيستائين.

ڪٿي جام پيو حادثن کي پڪاريان،
وڏي ٿا وڃن حوصلا ڪيستائين.

ٿيو جوش ڌرتي تي دوزخ جو منظر،
ايــا ماڻ رهندو خدا ڪيستائين.

—

درد کي لا دوا ڪري ته ڏسان،
عشق جي انتها ڪري ته ڏسان.

چو هلان رهنما جي مرضي تي،
پاڻ کي رهنما ڪري ته ڏسان.

تنهنجي بخشش جي مون ٻڌي تعريف،
مان به ڪائي خطا ڪري ته ڏسان.

زندگي ۽ سڪون جـــي ڳولا،
تجربو ٿيندو، ها ڪ ي ته ڏسان.

(١) ”بياض جوش“ قلمي ملڪيت شيخ عبدالرحيم، جوش ڪراچي

منهنجا ساٿي سمهي پيا شايد،
ڪا نوا ڪا صدا ڪري ته ڏسان.

ميڪدي ۾ يا دير ۾ هوندو،
"جوش" جي ڪا پڇا ڪري ته ڏسان.

—

## شمشيرالحيدري

[١٥، سيپٽمبر ١٩٣٢ع - ]

شمشيرعلي ولد امام ڏنو خواجه تخلص "شمشير" شمشيرالحيدري جي نالي سان مشهور آهي. سندس جنم ضلع بدين جي ڪڍڻ ڳوٺ ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم بدين مان ورتائين پوءِ سنڌ مدرسه ڪراچي ۾ پڙهڻ لاءِ آيو مگر گهرو حالتن ڪان مجبور ٿي واپس وطن هليو ويو. ڪجهه وقت پي ڊبليو - ڊي ۾ ملازمت ڪيائين ۽ بدين ڪو آپريٽو بئنڪ جو مينيجر ٿي رهيو. شمشير ١٩٦٣ع ۾ سنڌيءَ ۾ ايم - اي ڪئي ۽ آزاد نظم تي هڪ تحقيقي مقالو لکيو.

شمشيرالحيدري سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد جو سرگرم رڪن هيو، اياز قادري جي سنڌي ادبي سنگت تان استعيفا ڪان پوءِ هو سنڌس جاءِ تي سيڪريٽري مقرر ٿيو.

شمشيرالحيدري جي زندگيءَ جو وڏو حصو صحافت سان وابسته رهيو آهي. پهريان هو هلال پاڪستان (حيدرآباد) ۾ اسسٽنٽ ايڊيٽر ٿي رهيو، ١٩٥٦ع ۾ سه ماهي مهراڻ جو اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ ١٩٦٨ع ڪان نئين زندگي پاڪستان پبلڪيشن جو ايڊيٽر مقرر ٿيو جتان هو شپنگ ڪارپوريشن ۾ هليو ويو.

شمشير ٻين صنفن جي ڀيٽ ۾ غزل تي گهڻ طبع آزمائي ڪئي آهي، هو غزل ۾ جديد لاڙن ۽ قدرن پيش ڪندڙن مان هڪ آهي. سندس غزل ۾ غم هجران گهٽ غم دوران زياده آهي. هن پنهنجي زندگي ۽ سماج جي ڏکين ڪي تلخ انداز ۾ بيان ڪيو آهي. سندس ڪلام جو مجموعو "لاٽ" جي نالي سان ١٩٦١ع ۾ شايع ٿيو آهي.

## ڪلام جو نمونو(١)

اڄ منهنجي اڳڻ منهنجا محبوب اچن شايد،
ورهين جي وڇوڙن جا سڀ سور لهن شايد.

هڪ وار ته دل کولي، هر ڳالهه چٽي چڙبي،
انصاف جي اکين مان ڳوڙها به ڳڙن شايد.

خالي به ڪريو جلدي، انصاف جي مسند کي،
مظلوم اچي پهتا، حقدار هجن شايد.

سوريءَ تي سڏڻ وارا، هڪ ڳالهه ته سوچي ڇڏ،
مقتل ۾ اچڻ وارا منصور هجن شايد.

بلبل جي بيانن تي برهم نه تيڻ گهرجي،
آئندهه بهاري جا پيغام هجن شايد.

"شمشير" کي سڏ ڪريو، "شمشير" ڪٿي آهي،
محفل کي مچائيندو ان جو ئي سخن شايد.

—

اسين حال هيٺا اوهان جي خدائي - وڏي ڳالهه آهي،
هلي پئي اچا زندگيءَ جي لڙائي - وڏي ڳالهه آهي.

انڌيرن ۾ پاڄي پئي روشنائي - وڏي ڳالهه آهي،
اچا وقت کي پيئي ڳولي سچائي - وڏي ڳالهه آهي.

اوهين حسن تي پنهنجي نظرن جا پهرا - اچا تيز ڪريو،
ڪريون پيا اسان عشق جي رهنمائي - وڏي ڳالهه آهي.

زماني جا منصور ۽ خوب مشهور آهيون اسين،
اسان سورين تي نه گردن جهڪائي - وڏي ڳالهه آهي.

نگاهون ڪٿي داد جي لاءِ مرڪڻ جي ڪهڙي ضرورت،
اوهين آهيو سهڻا، اوهان جي اهائي - وڏي ڳالهه آهي.

—

(١) "لاٽ" شمشيرالحيدري، ص ٣٤، ۽ ٤٢ ادارهه ادب نو حيدرآباد، ١٩٦٠ع.

# محمد شعبان "بخت"

## [ ١ جنوري ١٩٣٣ع— ]

محمد شعبان ولد رسول بخش منگسي تخلص "بخت" ڪشمور شهر ضلع جيڪب آباد ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڪشمور ۾ حاصل ڪيائين، ۽ مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسه ڪراچي مان ١٩٥١ع ۾ پاس ڪيائين، وڌيڪ تعليم لاءِ سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾ داخل ٿيو پر مالي تڪاليف سبب تعليم ڇڏي پهريان پاٽ ۾ اسسٽنٽ ٽيچر مقرر ٿيو. پوءِ اها نوڪري ڇڏي ١٩٥٨ع ۾ ولیج ايڊ پبلسٽي سيڪشن سان وابسته ٿيو.

شعبان بخت ڪيترن ماهوار ادبي رسالن ۽ هفتيوار اخبار جي اسسٽنٽ ايڊيٽر جي حيثيت سان سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪئي آهي، جن ۾ هفتيوار "ڪوثر" هالا، ماهنامه "فردوس" هالا، ماهوار "ڪوٽ سڌار" ۽ ماهوار "نئين زندگي" جا نالا قابل ذڪر آهن.

"بخت" شروع ۾ "خاڪ" تخلص سان شاعري ڪندو هو پر پوءِ ان تخلص کي منحوس سمجهي ترڪ ڪري "بخت" سڏائڻ لڳو. هن عبدالخالق "مجروح" ۽ رشيد احمد لاشاري جي صحبتن کان متاثر ٿي شاعري شروع ڪئي. شاگردي واري زماني ۾ بزم نظامي ۽ محفل احباب جي مشاعرن ۾ شريڪ ٿيندو هو جتي عقيلي "سرشار" جي شاگردي اختيار ڪيائين.

بخت سنڌ جي پرگو شاعرن مان هڪ آهي. شاعري جي هر صنف ۾ آسانيءَ سان طبع آزمائي ڪري سگهي ٿو ۽ سندس شاعري ۾ جديد ۽ قديم رنگ جو عجيب ميل آهي. سندس غزلن ۾ گهڻي رواني ۽ سلاست آهي. سندس خيال وڏا ۽ پيارا آهن جن ۾ غم دوران جو زياده ذڪر هوندو آهي.

### ڪلام جو نمونو(١)

اهڙو ڪو ڪهل ڪري، خط ئي اماڻي ڪونهي،
۽ ڪو هن شوخ جو، احوال ئي آڻي ڪونهي.

---

(١) "بياض بخت" قلمي ملڪيت شعبان بخت، ڪراچي.

پيار جو پيالو به ملي تو ته غنيمت آهي،
آهي جو ڪجهه به، سو اڄ آهي، سڀاڻي ڪونهي.

تون ئي تون آهين محض تو ڪانسوا ڪو به نه آ،
غير دل ۾ منهنجي الله تو چاڻي، ڪونهي.

قتل ڪر قتل، وٺي جيئن ڪٺي قاتل نظرون،
موت جو خوف ڪڏهن هو، مگر هاڻي، ڪونهي.

گهول ان کي ڪنهن جي قدمن ۾ يا قدمن جي قريب،
هڪ وڏي عرصي کان، دل پنهنجي ٺڪاڻي، ڪونهي.

بخت قدرت جي ڪرشمن جي ڪا قيمت ئي نه سوچ،
آهي جي حسن املهه، ڏيهن به ناڻي، ڪونهي.

—

ڪڏهن ائين به ٿئي تو جو اعتبار ڪندي،
پيرائي سور ۾ صدما تو ماڻهو پيار ڪندي.

خلاصو حال ۾ ساڻس ڪجي ته ڪهڙي طرح،
قيام ٿيڙا، گهڻن کي، وڏس قطار ڪندي.

سچائي يا نه سچائي، وري ملي يا نه ملي،
ويا ٿي ڪارا اڇا، جنهن جو انتظار ڪندي.

تنين ئي نيڻ ٿا، ڪجهه اهڙا ڪن جا پوءِ ڏاوا،
جو ڏاپچن ٿا دل ۾ جگر شڪار ڪندي.

ڳجهن ڪنن ۾ ئي ڪڙجيو، ٻڌيو لڙهيو ٿا وڃن،
غريب لوڪ، اميرن جا پيڙا پار ڪندي.

اسان ته ”بخت“ وچوڙي جا وڏ لڪايون هلون،
ملي به چا تو گريبان کي تار تار ڪندي.

—

# رحيم بخش ”قمر“

[ ۱۹۳۳ع— ]

مولوي رحيم بخش ولد محمد عيسيٰ ذات لاکو تخلص ”قمر“ پختہ شاعرن مان آهي. سندس پيدائش عمر راهو تعلقي مورو ضلعي نواب شاهہ ۾ ٿي. ننڍپڻ ۾ ئي سندس والدين گذاري ويا جنهن ڪري هو يتيم ٿي پيو. سندس شروعاتي تعليم مدرسه انوارالعلوم شڪارپور ۾ مولوي محمد هاشم وٽ ٿي جتي هن عربي صرف و نحو جي تعليم حاصل ڪئي.

هن ڪيترا مذهبي، علمي ۽ ادبي ڪتاب نظم توڙي نثر ۾ تصنيف ڪيا آهن. جن مان هيٺيان ڪتاب شاعري جا آهن.

دربار مدينه(۱۹٦۷ع)، دربار ڪربلا، جواهرالقمر، سچ آيو سهنج ٿيا، تند وڃي طاب جي، ڳاڙيندين ڳوڙها، ديوان قمر، چنڊ تنهنجي ذات، گهايا گهٽا گهوٽ.

قمر جي شاعري ۾ نهايت گهڻي رواني آهي، اهو ئي سبب آهي جو هن ڪيترا نظم جا ڪتاب لکيا آهن. هن شاعري جي هر صنف تي دل کولي طبع آزمائي ڪئي آهي. سندس اسلوب ۽ انداز بيان ۾ حسن ۽ زيبائش آهي. فڪر سان گڏ سوز ۽ ساز سندس غزلن کي رنگين بنائي ڇڏيو آهي. جيتوڻيڪ قمر کي عربي ۽ پارسي زبانن ۾ مهارت حاصل آهي، پر سندس شاعريءَ جي زبان صاف سٿري آهي.

### ڪلام جو نمونو(۱)

اندر منهنجو تو ريءَ اڌڙ ٿئي سڄڻ،
۽ منهنجي بدن تي پيڙ ٿئي سڄڻ.

ٿيو چنڊ چوڏهينءَ جو توتي نثار آهي،
پرون پونر ڪان وڏ پاڙ ٿئي سڄڻ.

اٿي ياد ڳوڙها مون ڳاڙي ڇپو هو،
اڃان رات آ ڇـو تڪڙ ٿئي سڄڻ.

---

(۱) ”مهراڻ“ سه ماهي، نمبر پهريون، ۱۹۷٦ع.

اڪنڊا آ، تنهنجي نہ اڄ ڪان نہ ڪلهہ ڪان،
ازل ڪان مونکي جيءَ ۾ جڙ ٿئي سڄڻ.

سسي سرفروشن جــــي نيزي مٿي آ،
رکيو تن جا ڌرتيءَ تي ڌڙ ٿئي سڄڻ.

ڏٺي سور مون ڪي وڻن سو ڪڙي تون،
"قمر" تي وڏا تنهنجا وڙ ٿئي سڄڻ.

—

اڄ رات رنا نيڻ مٺا، اک نہ لڳي ڙي،
ڳوڙها ٿا ڳڙن توکان سوا، اک نہ لڳي ڙي.

سڏڪا هي سٽي منهنجا ستارن بہ رنــو آ،
پريات پيا ماڪ ڦڙا، اک نہ لڳي ڙي.

هڪ تنهنجي جهڄڻ ۾ تي، ٿئي رات جهجهيري،
پيو راهہ ڏسي نيڻ ٽڪا، اک نہ لڳي ڙي.

دنيا ڪي زماني ڪي ڏيان ڏوهہ مان ڪهڙو،
تقدير ڪيو توکان جدا، اک نہ لڳي ڙي.

پي زهر هي فرقت جو مري جي بہ ڏٺو سين،
محبوب مٺا ماہ لقا، اک نہ لڳي ڙي.

ڪتين جــو قمر جهڳٽو لاريب لٿو آ،
نيڙو بہ هنئر چڻ لٿا، اک نہ لڳي ڙي (۱).

—

(۱) "مهراڻ" ٽه ماهي، نمبر ۲، سال ۱۹۷۵ع.

# نور نبي "تنوير" عباسي

[ ١٧ ڊسمبر ١٩٣٤ع– ]

نور نبي ولد گل حسن عباسي تخلص "تنوير" جو جنم خيرپور ضلعي جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ سوڀي ديري ۾ ٿيو. جتان پرائمري تعليم حاصل ڪري مئٽرڪ اين- جي- وي هاءِ اسڪول ڪراچي مان ڪيائين. ١٩٦٠ع ۾ لياقت ميڊيڪل ڪاليج حيدرآباد مان ايم- بي- بي- ايس پاس ڪري خيرپور ۾ ڊاڪٽري ڪري رهيو آهي.

"تنوير" کي ننڍپڻ کان شاعري سان چاهه هئو. گهڻو ڪري ڪراچي جي بزم مشاعرن ۽ بزم خليل حيدرآباد جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو رهيو جنهن سندس طبع ۾ شاعري لاءِ وڌيڪ جوش ۽ شوق پيدا ڪيو. پهريان تخلص "معصوم" اختيار ڪيائين پر پوءِ ان کي بدلائي "تنوير" ڪيائين. شعر ۾ ابتدائي اصلاح سرور علي "سرور" حيدرآبادي کان ورتائين(١) تنوير جو ناتو ادبي سنگت سنڌ سان گهرو رهيو آهي. هو ڪيترن سالن تائين سنڌ سنگت جو جنرل سيڪريٽري ۽ پاڪستان رائيٽرس گلڊ حيدرآباد ريجن جو جائنٽ سيڪريٽري ٿي رهيو آهي.

تنوير عباسي سنڌ جي مقبول شاعرن مان آهي. سندس ڪلام جو نئين نسل ۽ نئين ڏهيءَ جي شاعريءَ تي وڏو اثر آهي. تنوير جديد سنڌي شاعري جي ابن مان هڪ آهي. هن سنڌي شاعريءَ ۾ جديد لاڙن ۽ ترقي پسند خيالن جون شمعون روشن ڪيون آهن. هن کي شاعريءَ جي ٻين صنفن وانگر غزل تي به دسترس آهي. هن جي غزل جي ٻولي صاف ۽ ڌارين لفظن کان پاڪ هوندي آهي. جنهن ڪري سندس غزل ۾ مٺاج ۽ دلڪشي آهي. سندس خيالن ۾ پرهه ويل ٽڙيل ٽانگر جي گلن جهڙي تواڻ ۽ دلفريبي آهي.

## ڪلام جو نمونو

يا ته هڪ ٻاهم لڳائي ڇڏجي،
يا ته هيءَ چڻنگ وسائي ڇڏجي.

سنڌ تي مينهن وسائڻ وارا،
ٽر ۾ ڪا ٻوند وسائي ڇڏجي.

(١) "مهراڻ جا ماڻڪ"، ص٢١٥، پاڪستان پبليڪيشن، ڪراچي.

جيڪو دردن ڪان پڇي ڳولي اجهو،
تنهن کي سيني ۾ سمائي ڇڏجي.

زندگي گهارجي مرڪي مرڪي،
زهــر ۾ ڪنهن ملائــي ڇڏجي.

ڪنهن اکيان ڪنڌ جهڪڻ ڪين ڏجي،
بهتر آ سر ئــي وڃائــي ڇڏجي.

جيڪڏهن روح وڃي ٿي ماندو،
گيت تنوير جو ڳائي ڇڏجي (۱).

—

نينهن وارن جو انهيءَ ساڻ ڪو رستو ناهي،
ڇڪ چواي ۾ نه آهي جنهن کي سو پنهنجو ناهي.

هيءَ سچي وات جتي پير جو ڪو کڙڪو ناهي،
سپ چون ٿا ته انهيءَ جو ڪو ڇيڙو ناهي.

تنهنجي چائنٺ تي رسڻ لاءِ سڏون ڪير ڪري،
دار جي دور کان شيدائي جو گذريو ناهي.

هڪڙي پيڙي ۾ سڀني بانڌ ڪيا ويا آهيون،
ڏــوڙي هر ڪوئي آهي قيد اڪيلو ناهي.

قطرو دريـا نه ٿيو جيڪو سو قطرو کهڙو،
جيڪي پڙڪي نه پيو ٿيو اهـو شعلو ناهي.

عشق ۾ تنهنجي هي تنوير کي چا ٿي ويو آ،
جهڙو هوندو هو هاڻــي رهيو اهڙو ناهي (۲).

—

(۱) تنوير عباسي ”رڳون ٿيون رباب“ ص ۷۰، سنڌي ڪتاب گهر ڪراچي، سال ۱۹۵۸ع.
(۲) تنوير عباسي ”شعر“، ص ۴۰۱، سنڌو ڪتاب گهر سکر، اپريل ۱۹۷۰ع.

# سيد نيازعلي شاهه "محسن" ڪڪڙائي

## [۴ جولاءِ ۱۹۳۷ع– ]

سيد نياز علي شاهه ولد سيد احمد شاهه تخلص "محسن" ڪڪڙ ضلع دادو جو وينل آهي ۽ "محسن" ڪڪڙائي جي نالي سان مشهور آهي. چوڏهن پندرهن ورهين جي عمر کان شعر لکڻ شروع ڪيو اٿس. شعر ۾ سندس استاد حافظ "احسن" ۽ "آصف" مصرائي آهن، مگر سندس شاعري جو رنگ پنهنجي استادن جي ڪلام کان مختلف آهي. هن وقت ڪڪڙ جي هاءِ اسڪول ۾ ماستر آهي.

محسن "بزم طالب" خيرپور ناٿن شاهه جو ڪافي وقت تائين سيڪريٽري رهي مشاعرا منعقد ڪندو رهيو هو اهڙي ريت سنڌي غزل جي اوسر لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي.

سندس مجموعه ڪلام "آمنگون" جي نالي سان شايع ٿيل آهي. "محسن" جا غزل پختا ۽ دلڪش آهن انهن ۾ جديد ۽ قديم رنگ جو سهڻو ميلاپ آهي. سندس خيالن ۾ نواڻ ۽ سرمستي آهي، جي ڪا پراڻي ڳالهه بيان ڪري ٿو ته ان ڪي انداز نئون ٿو ڏئي.

### ڪلام جو نمونو

تنهنجي خيالن جي ڇايا،
منهنجي لاءِ وڏي مايا.

هڪڙو نوراني چهرو،
منهنجي پلٽي ويو ڪايا.

مون کان ڪيل نتي پيهي،
ڳوڙها آيا ڪي آيا.

ڦولر جي خوشبو دل کي،
ڪيڏا گهرا گهاو رسايا.

مون ته تي لکيا ماڻهن لئه،
ماڻهن منهنجا گيت جلايا.

شهرن جي ويرانن تي،
"محسن" ويهي اوڇڪ وهايا.

---

ائين به نه آهه ته تو کان سوا نٿي گذري،
گذاريون ٿا، ڏکي يا سکي، پئي گذري.

اهو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي سائين،
ته هڪ ئي طرز تي هر ڪنهن جي، زندگي گذري،

اسين ته پنهنجي ئي تن ۾ روان دوان آهيون،
اسان کي جو به چوڻ ڪو گهري، چئي گذري.

ڪنداسين پيار ڪنداسين ۽ پيار جي صدقي،
جي ڪوئي حرف اچي ٿو ته پل اچي گذري.

فضول آهه ته چڱا چڱا اسان مٿي گذري،
اهو پڇو ته فقيرن تي ڇا نٿي گذري.

ڪٿي وري به نه ونجي وڃي، سڙي نه پوي،
ديار حسن سان "محسن" بچي بچي گذري(۱).

---

## غلام رسول "آثم" ناٿن شاهي

[ ۱۹۳۷ع — ]

غلام رسول ولد الله بخش سولنگي تخلص "آثم" ڳوٺ ڪاٽڙي خيرپور ناٿن شاهه ۾ رهائش سبب "آثم" ناٿن شاهي جي ناتي سان مشهور آهي.

"آثم" جي شاعري جي شروعات محسن ڪڪڙائي جي صحبتن سان ٿي. سندس ڪوششن سان خيرپورناٿن شاهه جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ "بزم

(۱) "بياض محسن ڪڪڙائي" قلمي ملڪيت نياز علي شاهه ڪڪڙ (دادو).

طالب المولي" قائم ٿي جيڪا پوءِ "بزم طالب" جي نالي سان مشهور ٿي. "آثم" بزم جي سيڪريٽري جي حيثيت سان شعر و ادب جي ترقي لاءِ گهڻو ڪم ڪيو. "آثم" ۽ "محسن" جي ڪوشش سان خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ سنڌي لئبريري پڻ قائم ٿي.

"آثم" جي ڪلام جو مجموعو "ڪتين ڪر موڙيا" جي نالي سان قلمي صورت ۾ تيار آهي.

آثم هڪ جدت پسند نوجوان شاعر آهي. هن شاعري جي مختلف صنفن ۾ نوان نوان تجربا ڪيا آهن. سندس غزلن جي ٻولي سادي ۽ خيال وڻندڙ ۽ پيارا آهن.

## ڪلام جو نمونو(١)

جيءَ ۾ جايون جوڙي ويو هين،
نازن سان نهوڙي ويو هين.

ساهن منجهه سري ويو هين،
مرڪي ڪنڌ مروڙي ويو هين.

رڳ رڳ ۾ تو رت جان ٻوڙين،
نينهن نديءَ ۾ ٻوڙي ويو هين.

چوٽ چڙهي وٺ ويڙهيءَ وانگر،
وارو وار وڪوڙي ويو هين.

سر جي سٽن وري به اچي هڻ،
منهن جو منڪتا موڙي ويو هين.

چاهي نيٺ پلا چو آثم،
سڳ سمورا ٽوڙي ويو هين.

—

ميڪدي جو عجب آ دستور،
وچ ۾ سالم ۽ اچ ۾ چڪنا چور.

(١) "بياض آثم" قلمي ملڪيت آثم ناٿن شاهي، خيرپور ناٿن شاهه.

تير ڏيڏي نظر جو ڇا لڳندو؟
سامهون وار ڪر تڪي ڀرپور.

ناهه "آثم" سان تنهنجو مشڪل آهه،
تون به مغرور هو به ڪجهه مغرور.

---

توڪان مرعوب ڪٿ ٿيا آهيون،
احتراماً جهڪي پيا آهيون.

قدر چاڙون ٿا زندگانيءَ جو،
ڪوڙ ڀيرا مري جيا آهيون.

آهيون صرف غزل ڪڏهن "آثم"،
۽ ڪڏهن چند مرثيا آهيون.

---

# "ذوالفقار" راشدي

## [۱۰، مارچ ۱۹۳۸ع - ]

ذوالفقار ولد سيد امام شاهه راشدي ۱۰، مارچ ۱۹۳۸ع تي پير ڳوٺ تعلقي رتيديري ضلع لاڙڪاڻه ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو عبدالحي شاهه وڏو عالم هو. ۱۹۴۹ع کان شعر لکڻ شروع ڪيائين. هن کي انقلابي ادب ۽ تحريڪن سان گهڻو چاهه رهيو آهي، انهيءَ چاهه هيٺ ۱۹۵۲-۵۴ع ۾ هفتيوار "هاري" اخبار جو ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. ۱۹۶۰ع ۾ "مذهب ۽ انسانيت" نالي هفتيوار ترقي پسند رسالو جاري ڪيائين جو ٿوري وقت کان پوءِ بند ڪرڻو پيس. ذوالفقار جو ترقي پسند ادبي جماعتن سان گهڻو ناتو رهيو آهي ۽ هن ڪافي ترقي پسند نثر توڙي نظم لکيو آهي. سندس غزل ۾ جديد رنگ نمايان آهي. هن جي غزل جي زبان شستہ ۽ صاف آهي. هن دور ۾ سندس فن سنڌي شاعري لاءِ فخر جي قابل به آهي ۽ قابلِ ستائش اضافو به آهي (۱).

---

(۱) "مهراڻ" سه ماهي "شاعر نمبر" ص ۵۲۳، سال ۱۹۶۹ع.

## ڪلام جو نمونو (۱)

گذاريون پريشان خيالات وانگر،
يا ويران، ويران محلات وانگر.

اکين مان نمون ٿا، گلن تي ڳڙڙُونڻا،
سدائين ٿڌي بوند برسات وانگر.

جتي لفظ پابند، آواز قيدي،
بهشتِ برين سو حوالات وانگر.

هتي آهيون پابند، قيدي ۽ بيوس،
سڏيو ابن ماحول حالات وانگر.

اجها پاٽ ڪاري وڃڻ واري آهي،
هي آثار اوير ۾ پرڀات وانگر.

ڪوئي جانعالم اسانجو به هوندو،
اچي ڪوٽ ڊاهي، طلسمات وانگر.

---

ڪونڌر هرڪنهن ڪنڌ ڪپايو، ڪنڌ نوايو ناهي،
سر نوڙائي گارو پائي، سو ته گداگر آهي.

ڪاغذ جو ايمان ڪري ۽ قامن کي چيپائي،
ذهنن جي تذليل ڪري سو ڪافر چڙهندو ڦاهي.

لوڀي آهي چنيسر جنهن کي، عزت ڪانهي پياري،
پيٽ ۽ پون جو وڪرو جاڙن، ڪن ڪيو ڪنهن ڏاهي.

---

(۱) ”بياض ذوالفقار“ قلمي ملڪيت ذوالفقار راشدي، نئون ديرو، لاڙڪاڻو.

پاڻيءَ وانگر هاريو ويو پر خون سفيد نـــہ ٿيندو،
ريٽو آهـي رت رڱن ۾، جيڪو سـري ۾ سـاهي.

—

خيال برف جون سرون، چپون چپون ڳريون ڳريون،
نگاهہ هيٺ، هوش قيد، خواب سڀ ذريون ذريون.

ڪڇون تہ ڏوهہ عشق ۾، روئي ڏيون تہ عيب آ،
چئون تہ ڇا چئون ڀلا، ڪريون تہ نيٺ ڇا ڪريون.

—

# امدادعلي شاهہ ”امداد“ حسيني

[۲، مارچ ۱۹۴۰ع - ]

سيد امدادعلي شاهہ ولد سيد فضل‌شـاهـہ حسيني ٽنڊو ڄـي مشهور بزرگ ۽ شاعر اسدالله شاهہ ”فدا“ جو پوٽو آهي. پـرائمري تعليم ٽنڊو، مئٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۽ ايم - اي سنڌ يونيورسٽي مـان پاس ڪئي اٿائين. ڪجهہ وقت سنڌيالاجي سان وابسطہ رهيو هن وقت سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ جي عهدي تي ڪم ڪري رهيو آهي.

امداد حسيني ڪي شاعري ورثي ۾ ملـي آهي مگر ”امـداد“ جي شاعري جـي ابتدا گرامي صاحب جي حوصلہ افزائي ۽ تربيت ۽ اصلاح سان شروع ٿي (۱). امداد شروعاتي دور ۾ بزم‌طالب‌المولىٰ سان وابستہ رهيو اڳتي هلي ان جو سيڪريٽري ٿيو مگر سندس شاعري جـي سنـڌي ادبي سنگت جي ميڙن وڏيڪ سنواريو ۽ هـن سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد جـي سيڪريٽري جي حيثيت سان سنڌيءَ ۾ ترقي پسند ادب لاءِ گهڻو ڪـم ڪيو. هو ۾ سال سہ ماهي مهراڻ جي ايڊيٽر جي حيثيت سان پڻ سنڌي ادب جي اوسر لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو.

---

(۱) ”مهراڻ“ سہ ماهي حيدرآباد، ص ۱۵۱۶، نمبر ۲-۱، سال ۱۹۶۹ع.

"امداد" حسيني سنڌ جي انهن ٿورن شاعرن مان هڪ آهي جنهن کي وڏي مقبوليت ۽ شهرت حاصل ٿي آهي. جن شاعرن سنڌي شاعري کي ترقي پسند گس تي گامزن ۽ جديد لاڙن جي راهن کان واقف ڪيو آهي انهن ۾ سندس نالو پڻ شامل آهي. امداد شاعري جي هر صنف ۾ طبع آزمائي ڪئي آهي. هن جا غزل روايتي پيچرن ۽ ورن وڪڙن کان پري آهن. سندس غزلن ۾ تازگي، شگفتگي ۽ ڪشش آهي. سندس غزل ۾ غم جانان گهٽ ۽ غم دوران زيادهہ آهي. سندس غزل زيادهہ تر مسلسل غزل آهن، جي نظم وارو رنگ اختيار ڪري ٿا وڃن. سندس ڪلام جو مجموعو "امداد آهي رول" جي نالي سان ١٩٧٦ع ۾ شايع ٿيو آهي.

## ڪلام جو نمونو

اسان روئي روئي ڪلايو ٿي جن کي،
اڪيلا جي ٿيندا ته روئندا ته هوندا.

اسان جن کي چاهيو، اسان جنکي پوڄيو،
ڏين سان سڄي رات جلندا ته هوندا.

جتان پاڻ وڇڙيا هئاسين، اتان اڄ،
ڪٿين هٿ ڏئي هٿ ۾ هلندا ته هوندا.

جتان مون سياسين پياسا ٿي پياسا،
اتي دور تي دور هلندا ته هوندا (١).

ــ

خامشي کي گيت، تنهائي چئو چنگ و رباب،
تشنگي جي زهر کي اي ميڪشو سمجهو شراب.

رات جا قاتل انڌيرا شهر جا رستا طويل،
آهه آهيان، منهنجو پاڇو ۽ دل نا ڪامياب.

(١) "امداد آهي رول" امداد حسيني ص ١٣، سنڌ اڪيڊمي صدر حيدرآباد سنڌ، سال، ١٩٧٦ع.

چند چانديءَ جي سڪن تي پيا وڪامن عام جام،
چمڪندڙ چهرن جا مصحف ، رڪندڙ اکين جا خواب.

مرمرين ٻانهون سيهہ گيسو تبسم جا گلاب
ڪيئن ٿا ٻانيو دوستو امداد ديواني جا خواب(۱).

--

هي مينهن منهنجي اکين سان پيچي تہ ڏيکاري،
سنڌ ۾ پلاند تي ڪنهن ڏينهن وسي تہ ڏيکاري.

گلاب جو بہ کلڻ آهہ پنهنجي جاءِ تي خوب،
کلي ٿو منهنجو سڄڻ جيئن کلي تہ ڏيکاري.

اهو اسان تي ٿي چڙيو تہ ڪيئن ٿا پرچايون،
بطورِ شوق اوهان سان رسي تہ ڏيکاري.

دلِ غريب کي واعظ ٿو روز روز پيچي،
اچي ڪنهن رند جو ساغر پيچي تہ ڏيکاري.

سڏائي صاحبِ فن جيڪو پاڻ کي "امداد"
اچي ۽ هڙو غزل هيئن لکي تہ ڏيکاري(۲).

--

## تاج بلوچ

[ ۲۵ مئي ۱۹۴۰ع ]

تاج بلوچ تخلص "تاج" جو جنم ڪوٽ سردار محمد خان تعلقي پنو عاقل ضلع سکر ۾ ٿيو. پني عاقل مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ ڪراچيءَ ويو جتي ايس- ايم ڪاليج مان بي-اي پاس ڪرڻ بعد سرڪاري نوڪري ۾ گهڙيو.

(۱) "مهراڻ" ٽہ ماهي ص ۱۴۸، نمبر ۱، سال ۱۹۶۳ع.
(۲) "مهراڻ" ٽہ ماهي حيدرآباد، ص ۳۲، نمبر ۳، سال ۱۹۶۳ع.

شاگردي واري زماني ۾ هڪ طرف نوآباد ۾ ٿيندڙ بزم مشاعرن ۾ سرگرم حصو ۽ ٻئي طرف سنڌي ادبي سنگت جي ميڙن ۾ دلچسپي وٺندو رهيو. هو ''محفلِ احباب'' ۽ بزم طالب المولى (ڪراچي) جو عهديدار به رهيو. موجوده وقت ۾ سنڌي ادبي سنگت ڪراچي جو سيڪريٽري آهي.

تاج ڪيتري وقت تائين ڪراچيءَ مان نڪرندڙ رسالي ''سوجهري'' جو ايڊيٽر ٿي رهيو. سوجهري تي سرڪاري طرح بندش پوڻ ڪان پوءِ ڪجهه وقت تائين ''برسات'' جو ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. تاج جي ايڊيٽري هيٺ ''سوجهري'' جديد ادب جي ترقي ۾ اهم ڪم ڪيو ۽ نئين نهي جو پسنديده رسالو ٿي پيو. تاج اڄ ڪاله ريڊيو ۽ ٽي - وي جي لاءِ پسنديده ادب تخليق ڪري رهيو آهي.

تاج جهڙي طرح ڊشنگ طبيعت جو مالڪ آهي اهڙو ئي آهي سندس ڪلام. تاج جي غزل ۾ جديد ۽ قديم خيالن جي چٽسالي آهي. جيتوڻيڪ هو جماليات ۽ خمريات جو شاعر لڳيو ويندو آهي. ان هوندي به سندس ڪلام ۾ بغاوت جي باهه ڌيمي ڌمڻ ۾ ايندي آهي. سندس غزلن ۾ سندس نظمن وانگر پنهنجي ڌرتيءَ سان پيار جو عڪس سمايل آهي.

### ڪلام جو نمونو(۱)

جوت جلي پروانا جاڳيا،
نياز پريا نذرانا جاڳيا.

جندڙي منهنجي زهر تي پئي،
ماضيءَ جا افسانا جاڳيا.

خوشين جي خاموش آبستي،
دردن جا ويرانا جاڳيا.

پرزا پرزا ٿيون زنجيرون،
رت بدلي ديوانا جاڳيا.

ياد ڪري مخمور نگاهون،
ڪر موڙي پيمانا جاڳيا.

---

(۱) تاج بلوچ، ''درد جو صحرا'' سنڌو اشاعت گهر ڪراچي، ۱۹۷۰ع.

ڪڪرن ڪارونڀار ڏسندي،
مستيءَ جا ميخانا جاڳيا.

”تاج“ ڪري ويو ايڏا سجدا،
بت جاڳيا بت خانا جاڳيا.

—

ڪا سڻي طنز ڪو حسين الزام،
ان سوا زندگي ڪڙي آهي.

جام ڏي، ساز ڪڻ ڪو ڇيڙ غزل،
منهنجي گردش ۾ دل اڙي آهي.

دل جو آباد شهر توکان سواءِ،
ڄڻ ته واريءَ جي ڪا دڙي آهي.

تلخيءِ وقت جو خوف اٿم،
منهنجي ساغر ۾ وهه ڳڙي آهي.

—

# عبدالڪريم پلي ”ڪريم“

## [۲۱، آگسٽ ۱۹۴۰ع - ]

عبدالڪريم ولد عطامحمد پلي، ڳوٺ عطامحمد پلي تعلقه عمرڪوٽ جي زميندار گهراڻي مان آهي. سندس وڏا پنهنجي تر ۾ وڏي اثر رسوخوارا آهن. عبدالڪريم پنهنجي شوق مان اديب فاضل ۽ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو آهي، ڪيس ننڍپڻ کان شاعري جو شوق هو، جنهن کي هن پنهنجي محنت سان ڪافي ترقي وٺرائي آهي.

ڪريم جيتوڻيڪ ڪافي جو شاعر آهي مگر سندس غزلن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي ته هو هڪ چڱو غزلگو شاعر به آهي. سندس

غزلن ۾ جماليات جي ترجماني، جذبات جون نيرنگيون ۽ مشاهدي جي حقيقت آفريني آهي، جنهن ڪري سندس غزلن ۾ ڪشش ۽ اثر هوندو آهي.

## ڪلام جو نمونو

خير هجي شل طوفانن جو،
عزم نه گهٽبو ديوانن جو.

پاڇي ناهه ڇڏي ڪا پنهنجن،
ذڪر ڪجي ڇا بيگانن جو.

رفته رفته بڻجي ويئي،
داڙي مدفن ارمانن جو.

هن بستيءَ جي حال تي اکڙ،
گذري شبهه تو ويرانن جو.

جور جفا کان وڌ ڇا ڏيندو،
بدلو ڪوئي احسانن جو.

دار سدا نه"ڪريم" جهان ۾،
محرم آ ڪو ديوانن جو.

—

دير سان ڀي سهي مگر ٿيندي،
جستجو نيٺ بارور ٿيندي.

بخت ورو وراڻيندو،
زندگاني حسين تر ٿيندي.

زور آهي اڄا نه ظلمت جو،
ڪيرجاڻي ڪڏهن سحر ٿيندي.

کنهن کي شڪ هو ته ايترو جلدي،
بدگمان ڪنهنجي مٺن نظر ٿيندي.

موت جيسين اچي اچي تيسين،
يا خدا عمر ڪيئن بسر ٿيندي.

ڪو سبب ٿي ڪريم ڪو نهي ڪو
آهه ڇالاءِ بي اثر ٿيندي (١).

—

# مشتاق علي "وفا" ناٿن شاهي

## [١٥، مئي ١٩٣٩ع - ]

مشتاق علي ولد خيرات علي قريشي تخلص "وفا" سنڌ جي سٺن غزلگو شاعرن مان هڪ آهي. سندس وڏا امرتسر ضلعي جي شهر بنڊيالا جا رهندڙ هئا، ملڪ جي ورهاڱي سبب اچي خيرپور ناٿن شاهه ۾ مقيم ٿيا. "وفا" جي پيدائش به بنڊيالا ۾ ٿي، پر سندس تعليم خيرپور ناٿن شاهه جي سنڌي اسڪول ۾ ٿي جتي کيس "محسن" ڪڪڙائي جي استادي حاصل ٿي. "وفا" کي ننڍي هوندي کان ئي گيت ۽ سنگيت سان دلچسپي هئي جنهن کي "محسن" جي رهنمائي ۽ "بزم طالب المولي" خيرپورناٿن شاهه جي مشاعرن وڌيڪ چمڪايو. هو اڄڪلهه ڪورنگي ڪالوني (ڪراچي) جي جانورن جي اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

"وفا" جو سڄو وقت سنڌ جي ڳوٺن ۾ گذاريندي گذريو آهي تنهن ڪري هن جي ٻولي صاف، سهٽي ۽ سلوڻي آهي. هڪ پيدائشي سٺو شاعر آهي. سندس غزلن ۾ نهايت دلفريبي آهي. هن جي خيالن ۾ نواڻ، انداز بيان ۾ شوخي، تشبيهن ۾ جدت ۽ غزلن ۾ اهڙو اثر آهي جيڪو ٿورن شاعرن کي نصيب ٿئي ٿو.

---

(١) "روح رهاڻ" ماهوار، ص ١٠، ماهه جنوري ١٩٦٦ع، حيدرآباد.

# ڏسڻي

## الف

هت هزارين خدا زماني جا،
ڪنهن کي ڪنهن کي خدا چوي ڪوئي.

سڀڪو ٿــي غم ۾ غلطان آ،
ڪنهن کي غم آشنا چوي ڪوئي.

ڪو به ناهي "وفا" ٻڌڻ وارو،
ڪنهن کي ڪمِن سچ پلا چوي ڪوئي.



# ڀارت ۾ سنڌي غزل

جائزو

ڀارت جا غزل گو شاعر

١- ليکراج 'عزيز'

٢- پرسرام 'ضيا'

٣- هرو.ل 'خادم'

٤- پرڀو 'وفا'

٥- هري 'دلگير'

٦- 'سڳن' آهو جا

٧- نارايڻ 'شيام'

٨- ارجن 'شاد'

٩- ايم - ڪمل

١٠- کيمچند پريم

١١- گوردڻ محبوباڻي 'ڀارتي'

١٢- ارجن 'حاسد'

١٣- 'موتي' پرڪاش

١٤- ڪرشن 'راهي'

١٥- لڪشمڻ 'ڪومل'

١٦- واسديو 'نرمل'

# ڀارت ۾ سنڌي غزل

۱۹۴۷ع ۾ هندستان جو ورهاڱو ٿيو، ڀارت ۽ پاڪستان ٺهيا. بينگال جو ورهاڱو ٿيو، پنجاب جو ورهاڱو ٿيو، سنڌ جو صوبو جيئن هيو تيئن رهيو پر ملڪ جي حالتن اهڙو ڦيرو کاڌو جو سنڌ ۾ رهندڙ سنڌين جو ورهاڱو ٿي ويو. سنڌ جا مسلمان ۽ سنڌ جا هندو هڪ ٻئي کان وڇڙي ويا، سنڌ جا مسلمان پنهنجي ڌرتيءَ تي رهيا پر سنڌ جا هندو وقت جي حالتن سبب مجبور ٿي ولر ڪري اباڻا اجها ڇڏي ڀارت هليا ويا.

ورهاڱي کان اڳ سنڌي ادب تي سنڌي هندو ڇانيل هئا. هنن جو وڏو طبقو پڙهيل لکيل هو تنهن ڪري رسالا، اخبارون، مئگزنون، ڪتاب وغيره سڀ سندن ڪوشش سان وڏي تعداد ۾ ڇپبا ۽ وڪامندا هئا. هنن نظم کان زياده نثر ۾ مسلمانن کان گهڻو اڳڀرائي وڪ وڌائي هئي، هنن مان ڪيترن شعر جي جهوليءَ کي به املهه ماڻڪن سان ڀريو هو.

ورهاڱي کان پوءِ سنڌ مان لڏي ويل سنڌي جي هٿ ڳوٺن ۽ شهرن ۾ گڏ رهندا هئا ڇڙوڇڙ ٿي ويا، گهڻي ڀاڱي گجرات، مهاراشٽر، مڌيه پرديس، اجمير، دهلي ۽ ڀارت جي ڪن ٻين صوبن جي وڏن شهرن ۾ وڃي وسيا آهن. اهڙي طرح ڀارت ۾ سنڌين ۽ سنڌي ٻوليءَ جو ورهاڱو ٿي ويو آهي ۽ سنڌي ڀارت جي مختلف صوبن ۾ ٿورائي وارن جي زبان ٿي وئي آهي.

سنڌي جڏهن پنهنجي ڌرتيءَ تان آڪڙي نئين زمين تي پهتا ته هنن جي اڳيان ڪيترن مشڪلاتن ۽ مصيبتن اچي منهن ڪڍيو. هو سنڌ ۾ ڏاڍا سکيا ۽ ساوا هئا پر اوپري ڌرتيءَ تي جتي ڪين وطن جي وڇوڙي جو ڏک هو اتي نئين ماحول ۾ پيرن ڄمائڻ جو به اونو هو. اونداهين ڪئمپن، ڀڳل ڀڙڪن، ڦاٽل تنبن، طوفاني برساتين، پاڻيءَ جي نلن تي عورتن ۽ راشن جي دڪانن تي مردن جي قطارن، رهڻي ڪرڻي جي ڦريل ڍول، ٻوليءَ جي ڏکئي مسئلي هنن کي ڏاڍو حيران ۽ پريشان ڪري ڇڏيو هو. ان وقت هنن جي اڳيان مکيه به مسئلا هئا پاڻ کي ۽ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ کي زندهه رکڻ. ڀارت ۾ لڏي اچڻ شرط سنڌي ساهتڪارن ئي سڀ کان

اول ”جذب تي وجو“، هند ۽ هنديت“ جي وعظن ۽ نعرن جو ورود ڪري پنهنجي ٻولي، لپي، ساهت ۽ سنسڪرتي (تهذيب) کي زنده رکڻ لاءِ ڪوشش ڪئي (١). هنن سمجهيو پئي ته جيڪڏهن هنن جي ٻولي ختم ٿي وئي ته پوءِ هو پاڻ به ختم ٿي ويندا، هو مرهٽا، گجراتي، بنگالي وغيره ته هوندا پر سنڌي نه هوندا. ڊاڪٽر ستيش روهڙا انهن ڪوششن جو احوال هيئن ڀڏائي ٿو، ”جي عمر ۾ متي چڙهيا هئا انهن جي دل اندر دهڪو هو باقي جوانن جو جوش ۽ جولان ته ڏسڻ وٽان هو، جتي ڪٿي جماعتون ٺاهيائون، منڊل برپا ڪيائون، سڀائون ۽ سميلن (ڪانفرنسون) ڪوٺيائون، ڀهراڻا ڪڍيائون، ڇيڇون وڌائون، ميلا لڳايائون مطلب اهو ٿي ته ماءُ سنڌيءَ کي سلامت رکڻ لاءِ ڇا ڇا نه ڪيائون“ (٢).

اديبن جي پهرين پيڙهي، جيڪا پنهنجي زمين کان دور ٿي هئي، تنهن وطن جي وڇوڙي جو اهڙو گهرو درد محسوس ڪيو جو دل اندر سانڍيل سڪ جو هڪ زوردار وهڪرو هنن جي قلم مان نڪتو ۽ سڪ جي ڪنهن نه ڪنهن پهلوءَ کي گهري درد سان پيش ڪيائون (٣). هري دلگير وطن کان وڇڙڻ تي پنهنجي ڏک جو اظهار ڪندي چوي ٿو:

ديس دلبر کي ڇڏي هاءِ هي پرديس پئن،
کهڙي دلبي تي لڳي دل کي مان ڏاري ويئس.

ديس جي ڌوڙ رکيم سر تي جڏهين ڏار ٿيم،
دل کي ڪيڏو به ڏيم لڙڪ به هاري ويئس.

—

(١) اي - جي - اتم ” ساهت ۽ ساهتڪار “ ص ٨٥ ڊسمبر ١٩٧٤ع نئين دنيا پبليڪيشن اي - هرآباد مينشن، سيتلا ديوي روڊ، مهيم بمبئي - ١٦.

(٢) ستيش روهڙا ڊاڪٽر ”سنڌي ٻوليءَ جي آتم ڪٿا“ ص ٥٧ سال ١٩٧١ع آشا پرنٽرس هاٿي ڀاٽا اجمير.

(٣) ڪيرت ٻاٻاڻي ”ڪونج“ (ماهوار) مضمون ”سنڌي ساهت ۽ سنڌي زندگي“ ص - ٢٤ مارچ - اپريل ١٩٨٠ع گريٽ ويسٽرن بلڊنگ شهيد ڀڳت سنگهه روڊ بمبئي.

سرس سڪ مان اي هوا ڏج وڃي ساٿين کي سلام،
دور بيشڪ ٿو رهان پر نه وساري ويٺس (١).

—

۽ ليکراج عزيز چيو:

منهنجو پڇو ٿا سنڌ جي املاڪ تي ڪليم،
املاڪ منهنجي سنڌ تي، حق سنڌ تي ٿئم.

—

ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ سنڌي ادب جي مشعل کي ترقي‌پسند اديبن روشن ڪيو جنهن تي حساس دل رکندڙ نوجوان شاعر ۽ اديب ڦٽڪڻ جيان قطارون ڪري اچي ڪٺا ٿيا. هنن جي دل ۾ به وطن جي ياد هئي، مذهبي ڪٽرپڻي لاءِ ڌڪار هئي جنهن سبب هو وطن کان وڇڙيا هئا، وقت جي تڪليف ڏيندڙ حالتن جو احساس هو، پنهنجي عزيز دوستن جي جدائي جو غم هو. سندن جذبن جي شدت جو اندازو هيٺين شعر مان لڳائي سگهجي ٿو:

وطن تان جان به گهوري پوءِ به ٿوري،
سنڌين جان نه گهوري، وطن گهوري آئيا.

(ڪرشن راهي)

انهن ترقي‌پسند اديبن جن ڀارت ۾ ڀڙيان سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب کي سلامت رکڻ ۽ ترقي وٺرائڻ لاءِ جدوجهد ڪئي تن ۾ آتم، گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، سگڻ آهوجا، ٻهاري ڇاٻڙيا، لڇمڻ راجپال ڪرشن راهي، ايشور آنچل، گوبند پنجابي ۽ موتي پرڪاش جا نالا ذڪر لائق آهن، هنن هڪ طرف سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت جي ٻين صوبائي ٻولين وانگر سرڪاري ٻولي تسليم ڪرائڻ لاءِ هلچل هلائي ۽ ٻي طرف گهڻو لکيائون. هنن پنهنجين لکڻين ۾ پنهنجي زندگي ۽ سماج جي مسئلن ۽ ادب

(١) ”هري دلگير“، ”هلچل“ ص ٨٠، سال ١٩٥٨ع، سنڌي سيا ويسٽرن ريلوي بمبئي.

برائي زندگي کي اهميت ڏني ۽ پين اديبن کي پڻ پنهنجن ويچارن سان متاثر ڪيو ۽ نه صرف نوجوان اديبن کي پاڻ سان ڪنو ڪري اڳتي وڌيا پر هنن بزرگ ليڪن جهڙوڪ منگهارام ملڪاڻي، لعل چند امر ڏنو مل، ايل - ايچ آڏواڻي، رام پنجواڻي، تيرٿ بسنت ۽ شاعرن ۾ ليکراج عزيز پرسرام ضيا، هرومل سدارنگاڻي، هري دلگير، پريو وفا ۽ نارائڻ شيام جو ساٿ ۽ حاصل ڪيو.

ڀارت ۾ پهچڻ کان پوءِ جلد ئي سنڌين سنڌ ۾ نڪرندڙ روزانه اخبارن جهڙوڪ هندوستان، سنسار سماچار وغيره جاري ڪيون ۽ هندواسي هفتيوار پرچو شروع ڪيو. انهن اخبارن ادب کان زيادهه سماجي ۽ سياسي مسئلن ۾ پاڻ سلهايو. ادب جي دنيا ۾ اتم جي ”نئين دنيا“، جڳت آڏواڻي جي ”ڪهاڻي“، بهاري ڇاٻڙيا جي ”بينا“،نيجو ڀارواڻي جي ”نرگس“، شاڪر چاولا جي ”سهڻي“، گوپيچند آڏواڻي جي ”ساهت ڌارا“، هريڪانت جي ”آڪاڻي“ ۽ هري موٽواڻي جي ”ڪونج“ وڏي خدمت ڪئي آهي. ٻين رسالن جهڙوڪ سنڌو، هلچل، جهجل، رم جهم،رچنا، سنڌو ڌارا، سورٺ، الڪا، لهرون، پشپ، سرهاڻ، مومل، ڪينر، جهوليلعل، سنڌي ٽائيمس ۽ سنگيتا جيڪي مختلف ادارن طرفان ڇپجن ٿا پڻ وقت به وقت سنڌي زبان ۽ ادب جي واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو آهي.

ڀارت جي قومي ٻولي هندي عربي کان مختلف يعني ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي آهي، تنهن ڪري ڀارت ۾ ڪن ڪانگريسي اڳواڻن سنڌين کي چيو ته اسين سنڌ ڇڏي هندي هندوستان آيا آهيون ۽ اسان کي هاڻي سنڌ ۽ سنڌ وارن سان ڪو واسطو نه رهيو آهي تنهن ڪري اسان کي سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي لپي ڇڏي ديوناگري لپي اختيار ڪرڻ گهرجي. ڊاڪٽر ارجن سڪايل ديوناگري لپي لاءِ هلايل تحرڪ جو بيان ڏيئي ڪري ٿو ”اوچتو ئي اوچتو راڄنيتيءَ ۾ هارايل ۽ ويران ٿيل ڪي ٻه چار پيدا ڪانگريسي اڳواڻ جهڙوڪ چوئٿرام واليچا، گوبند رام پنجابي، پرسرام ڀهلراماڻي ۽ گهنشيام شوداساڻي جن جو ٻولي ۽ ادب سان دور جو رشتو نه رهيو هو، اڳيون مهتي اٿيا، هي صاحب سنڌ ۾ ليجسليٽو اسيمبليءَ جا ميمبر هئا پر هتي سنڌي جاتيءَ جي صحيح اڳواڻي ڪرڻ ۾ بري طرح ناڪامياب ٿيا هئا ۽ پاسيرا ويٺا هئا، جيئن پراڻو اوج مان شان ۽ مکيڻ جو لقب قائم رهندو اچين“(١).

---

(١) ارجن سڪايل ڊاڪٽر ”سنڌي ڀاشا جي پڪار“ ص ٢١، سنڌي ڪتاب گهر اي - ٨٣٦ هيراپوري گانڌي روڊ، سنڌونگر - ٥ ضلع ٿاڻا.

ديوناگري لپي تحريڪ جو صدر مشهور ڪانگريسي ليڊر ڄئرام داس دولترام هو. ۱۹۴۹ع ۾ سنڌي زبان لاءِ ديوناگري لپي اختيار ڪرڻ لاءِ پهرين ميٽنگ ڪوٺائي وئي. مشهور اديبن لعل سنگهه اجواڻي، آسانندمامتورا، منگهارام ملڪاڻي ۽ ڪي ٻيا جي ڪل ڏيهه ڄڻا هئا. سنڌي زبان لاءِ ديوناگري لپي اختيار ڪرڻ واري ڳالهه قبول ڪئي پر گوبند مالهي وونگ ۾ غيرجانبدار رهيو. شاعرن ۾ هوندراج دکايل ۽ ڪيئلداس فاني به ان تحريڪ جي مخالفت ڪئي. اتم، ڪيرت ٻاٻاڻي سڳن آهوجا، موهن ڪلپنا،موتي پرڪاش، پرسرام ضيا، ليکراج عزيز، رام پنجواڻي، سندري اتمچنداڻي، پوپٽي هيرانندداڻي، موتي پرڪاش، ٽيڪچند مست، موهن گيهاڻي، واسديو نرمل، ڪرشن راهي، ارجن سڪايل ارجن شاد وغيره عربي لپي قائم رکڻ لاءِ وڏ ۾ وڏ هلچل هلائي. ڀارت سرڪار ۱۹۵۰ع ۾ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپيءَ سان گڏ عربي لپي به منظور ڪئي اهڙي طرح ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين ۾ لپيءَ جي مسئلي تي ورهاڱو ٿي ويو. جنهن ڪري ٻنهي لپين ۾ تعليم ڏني ويندي آهي ڪتاب، رسالا، اخبارون ڇاپيا ۽ ڪانفرنسون ۽ سيمينار ٿيندا آهن. سنڌي هندن ۾ ان ڪلچرل ورهاڱي جي سرپرستي انهن ساڳين ماڻهن ڪئي جن ڪانٿن سنڌ ڇڏرائي هئي.

ورهاڱي کان پوءِ ۴۸ - ۱۹۴۷ع ۾ جڏهن لڏ پلاڻ شروع ٿي تڏهن سنڌين جو وڏو تعداد بمبئي ڏانهن هليو ويو سال ڏيڍ اندر ٿي هنن پنهنجي ٻوليءَ کي سلامت رکڻ لاءِ ٻه ٽي مکيه ادبي جماعتون قائم ڪيون جن ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ کي نئون جنم ڏنو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي زور وٺرايو. شروع شروع ۾ ڪجهه اديب جهڙوڪ گوبند مالهي، گوبند پنجابي، اتم، ڪيرت ٻاٻاڻي. سڳن آهوجا، ليڇمڻ راجپال، ڪرشن راهي، موتي پرڪاش، ارجن شاد، ڪشور ڀوجا ۽ ليکو تلسياڻي ڪنهن هوٽل ۾ چانهه جي ڪوپ تي گڏ ٿيندا هئا ۽ پنهنجون تخليقون پڙهندا هئا ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت ۾ سلامت رکڻ ۽ وڌائڻ لاءِ سوچيندا هئا. جلد ئي هنن بزرگ اديبن جو جهڙوڪ منگهارام ملڪاڻي ۽ ليکراج عزيز جو ساٿ حاصل ڪيو ۽ جنوري ۱۹۴۹ع ۾ ”سنڌي ساهت منڊل“ برپا ڪيو (۱) سنڌي ٻولي جي هلچل جو سهرو هن منڊل تي آهي، هي منڊل ۱۹۴۹ع کان وٺي

(۱) منگهارام ملڪاڻي ”ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ساهت جو جائزو“ ص - ۱۳، ڇاپائيندڙ اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا، بمبئي ۱۹۸۰ع.

١٩٦٢ع تائين زور رهيو ۽ سڀ سال منگهارام ملڪاڻي ان جو صدر رهيو، باقي سيڪريٽري بدلجندا رهيا جيئن گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، آتم، موتي پرڪاش، ڪرشن راهي، آنند گولاڻي، لوڪ ناٿ جيٽلي ۽ موهن ڪلپنا. ١٩٦٣ع ۾ منگهارام ملڪاڻي بمبئي ڇڏي ڪلڪتي هليو ويو تنهن ڪري ١٩٦٤ع ۾ ليکراج عزيز کي صدر ۽ موهن ڪلپنا کي سيڪريٽري چونڊيو ويو، ١٩٦٤ع ۾ سگن آهوجا ان جو صدر ۽ گنو سامتاڻي سيڪريٽري ٿيا.

سنڌي ساهت منڊل جي سهاري هفتيوار ادبي ڪلاس شروع ڪيا ويا جنهن ۾ اديب ۽ شاعر پنهنجون تخليقون اچي پڙهندا هئا جن تي تنقيد ۽ تبصرو ٿيندو هو. شاهه، سچل، سامي، ۽ سنڌ جي ٻين بزرگن جون ورسيون ملهايون ۽ ڪانفرنسون ڪوٺايون ويندون هيون. هن منڊل سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ "ساهت سگنڌ" نالي هڪ رسالو پڻ جاري ڪيو هو. هي منڊل سنڌي ٻوليءَ کي ڀارت جي هڪ سرڪاري ٻولي تسليم ڪرائڻ لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو نيٺ ١٠ اپريل ١٩٦٧ع تي ڪيس پنهنجي مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ٿي. شري جئرامداس دولترام پنهنجو شخصي اثر هلايو جدا جدا ساهتڪ سنستائن پنهنجون پنهنجون ڪوششون ڪيون ۽ ائين ئي گهڻن پورهيتن ڪان پوءِ ڀارت ۾ سنڌي ٻولي تسليم ٿي (١).

ڀارت جا اديب ۽ شاعر وقت به وقت سنڌي زبان جي واڌاري لاءِ ادبي سميلن (ڪانفرنسون) ڪوٺائيندا رهيا آهن، اهڙن سميلن ۾ ڀارت ۾ رهندڙ سنڌي اديب سنڌي زبان جي مسئلن ۽ واڌاري لاءِ سوچ ويچار ڪندا آهن ۽ ڪي عملي پروگرام رٿيندا آهن.

سنڌي ساهت منڊل جي سهاري بمبئي ۾ ١٩٥٢، ١٩٥٣ ۽ ١٩٥٤ع تي سنڌي اديبن جا سميلن ٿيا جنجي صدارت لالچند امرڏنومل، منگهارام ملڪاڻي ۽ رام پنجواڻي ڪئي.

١٩٥٦ع ۾ دهليءَ ۾ ايشيائي ليکڪن جو سميلن ٿيو جنهن ۾ الهاس نگر ۽ دهليءَ مان منگهارام ملڪاڻي جي سرواڻي هيٺ پرسرام ضيا، نارائڻ شيام، حشو ڪيولراماڻي، رام پنجواڻي، آتم، سندري، موتي پرڪاش، جيوت

---

(١) نارائڻ ڀارتي "سنڌ ۽ سنڌي ٻولي" ص ٧٦ سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن اشوڪ پريس الماس نگر ٣ آگسٽ ١٩٦٧ع.

جوت، ارجن، شاد، موتي لعل جوتواڻي، ڪي - اين راموواڻي ۽ موهن ڪلپنا شريڪ ٿيا.

ايشيائي اديبن جي سميلن ۾ سنڌين جي ڀرپور شرڪت کان متاثر ٿي دهليءَ ۾ تازو برپا ڪيل "سنڌو سماج" جي صدر شري حشمت ڪيولراماڻي ١٩٥٧ع ۾ دهلي ۾ سنڌين جو پهريون سميلن سڏايو. ٻيو سميلن ١٩٥٨ع ۾ بمبئيءَ ۾ ۽ ٽيون سميلن ١٩٥٩ع ۾ ناگپور ۾ ٿيو جتي نئين آل انڊيا سنستا جو نالو "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا" رکيو ويو. ١٩٦٠ع ۾ گانڌيڌام ۾ سميلن ٿيو جنهن ۾ انجو آئين بحال ڪيو ويو.

هن سڀا ۾ عربي ۽ ديوناگري لپي جا طرفدار گڏ هئا مگر ١٩٧٠ع ۾ الهاس نگر ۾ سنڌي ڪنوينشن جي موقعي تي موهن ڪلپنا رٿ ڏني ته عربي لپي ئي سنڌي جي صحيح لپي آهي ۽ ديوناگري لپي جي طرفدارن کي سڀا مان ٻاهر ڪڍيو وڃي جا رٿ وڏي گهڻائيءَ سان بحال ٿي ۽ فيصلو ٿيو ته سڀا صرف سنڌي يعني عربي لپيءَ جو اصول قبولي ٿي تنهن ڪري ١٩٧٠ع ۾ الور ۾ ٿيل سميلن ۽ ان کان پوءِ اکل ڀارت سنڌي ساهت سڀا جي ڪانفرنسن ۾ صرف سنڌي لپيءَ جا حامي اچي شريڪ ٿيندا آهن.

اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا جي اهڙي فيصلي جي جواب ۾ ديوناگري لپي جي طرفدارن جيٺرامداس دولترام جي گروپ سندس صدارت ۾ بلديو گاجرا ايڊيٽر ڀارتواسي ويڪلي جي سيڪريٽريشپ ۾ دهليءَ ۾ ساڳي سال ١٩٧٠ع ۾ ديوناگري سميلن ڪوٺايو. تاريخ ١، سيپٽمبر ١٩٧١ع تي "سرو ڀارت ڪلا وڪاس سڀا" قائم ڪئي وئي جنهن سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري لپي اپنائڻ لاءِ يوجنائون تيار ڪيون ۽ تحرڪ هلايو (١). جيٺرامداس ١٩٧٩ع ۾ مري ويو جنهن ڪري ديوناگري لپي جي تحريڪ گهڻو زور وٺي نه سگهي.

بمبئي کان ٿورو پرڀرو سنڌونگر جنهن کي هاڻي الهاس نگر ڪوٺيو وڃي ٿو سنڌين جي ٻهرين وڏي بستي آهي، جنهن ۾ اٽڪل ٽي لک سنڌي

(١) گوبندرام سلامتراءِ رائسنگهاڻي "سائل" رمجهم (سووينر) مضمون "سنڌي ٻولي، لپي، وديا ۽ ساهت" ص ٣٢، نئشنل فرينڊس ڪلب ٻراگڙهه، ڀوپال ١٩٧٩-٨٠ع.

رهن ٿا هي نگر جڏهن زندگيءَ جي سمورين راحتن کان خالي هو ۽ منجهس شرنارٿين جا اجها هئا تڏهن سنڌي ٻولي ۽ ادب سان محبت رکندڙ ڪن جوانن جهڙوڪ ايشور آنچل، نارائڻ پارتي ۽ موهن ڪلپنا گڏجي اتي ”سنڌي ساهت سڀا“ قائم ڪئي جلد ئي اتي رهندڙ ٻيا اديب گنوسامتاڻي، سڳن آهوجا، لعل پشپ، هاسو داڇيا، ڦتن پرسواڻي، ايم سڳن، هرچند اجهل، سروج ٿارواڻي، ٿيمت ڪمل ۽ ويڙهو شامل ٿي ويا. سڀا هر سال پرسرام ضيا ڪي پنهنجو صدر چونڊيو، سندس وفات کان پوءِ اهو درجو چوهڙمل هندوجا کي مليو اڳتي هلي سڀا جو ڪم گوبند ڀاٽيا ۽ ديال آشا سنڀاليو. هن سڀا نه صرف ادبي ڪلاس شروع ڪيا پر سنڌي ٻوليءَ جي تحفظ ۽ واڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه ڪم ڪيو آهي.

اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا جي سهاري هيٺ ڀارت ۾ هن وقت تائين مختلف شهرن ۾ سنڌي ٻولي ۽ ادب جي سلامتي ۽ واڌاري لاءِ چوڏهن سميلن ٿي چڪا آهن جن جو مختصر بيان هن ريت آهي:

پهريون سميان سال ١٩٥٧ع ۾ دهليءَ ۾ ٿيو، سميلن جو افتتاح (مهورت) ڊاڪٽر راڌا ڪرشن ڪيو، صدر پروفيسر لعلسنگهه اجواڻي ۽ ڪنوينر حشمت ڪيولراماڻي هو ۽ سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ٻيو سميان سال ١٩٥٨ع ۾ بمبئي ۾ ٿيو. افتتاح همايون ڪبير ڪيو صدر ڄئرامداس دولترام ۽ جنرل سيڪريٽري آتم جهمٽمل واڌواڻي هو. ڇهه سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ٽيون سميان سال ١٩٥٩ع ۾ ناگپور ۾ ٿيو، افتتاح ڀڳوان دين ڪيو صدر نارائڻداس ملڪاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري اي - جي اتم هو. اٺ سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

چوٿون سميان سال ١٩٦٠ع ۾ گانڌيڌام ۾ ٿيو. افتتاح ڪاڪا ڪالڪر ڪيو، صدر منگهارام ملڪاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري اي - جي آتم هو. ارڙهن سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

پنجون سميلن سال ١٩٦١ع ۾ ڀوپال ۾ ٿيو، افتتاح شنڪر ديال شرما ڪيو، صدر لعل سنگهه اجوالي ۽ جنرل سيڪريٽري اي - جي آتم هو. هڪ هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ڇهون سميلن سال ١٩٦٣ع ۾ جئپور ۾ ٿيو، افتتاح موهن لعل سکاڙيا ڪيو، صدر رام پنجواڻي ۽ جنرل سيڪريٽري اي - جي اتم هو. ٻه سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ستون سميلن سال ١٩٦٤ع ۾ لکنو ۾ ٿيو، افتتاح سچيتا ڪرپلاڻي ڪيو، صدر پوڄراج ناگراڻي ۽ جنرل سيڪريٽري گوبند مالهي هو. ٻه هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

اٺون سميلن سال ١٩٦٦ع ۾ بنگلور ۾ ٿيو، افتتاح وي - وي گري ڪيو، صدر پوڄراج ناگراڻي ۽ جنرل سيڪريٽري گوبند مالهي هو، پاويهه سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

نائون سميلن سال ١٩٧٠ع ۾ الور ۾ ٿيو، افتتاح رگهونات ريڊي ڪيو، صدر پوڄراج ناگراڻي ۽ جنرل سيڪريٽري اي - جي آتم هو. اٺ سو ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ڏهون سميلن سال ١٩٧٢ع بمبئي ۾ ٿيو، افتتاح راماراءِ ادڪ ڪيو، صدر ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري موتي پرڪاش هو. ٻه هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

يارهون سميلن سال ١٩٧٤ع ۾ دهلي ۾ ٿيو، افتتاح اندر ڪمار گجرال ڪيو، صدر ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري پوپٽي هيراننداڻي هئي. ٻه هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ٻارهون سميلن سال ١٩٧٦ع ۾ گانڌيڌام ۾ ٿيو، افتتاح هري دلگير ڪيو، صدر ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري پوپٽي هيرانندا ڻي هئي. چار هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

تيرهون سميلن سال ١٩٧٨ع ۾ الهاس نگر ۾ ٿيو، افتتاح حشو آڏواڻي ڪيو، صدر ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري موهن ڪلپنا هو. ساڍا چار هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

چوڏهون سميان سال ١٩٨٠ع ۾ ٻاليتانا ۾ ٿيو، افتتاح ڀڳوان داس ڪيو، صدر ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ جنرل سيڪريٽري موهن ڪلپنا هو. هڪ هزار ڊيليگيٽ شريڪ ٿيا.

ڀارت ۾ سنڌين جي همت ۽ پنهنجي ٻوليءَ کي زندهه رکڻ جي ڪي ارادي جو چڱو نتيجو نڪتو آهي جو مهاراشٽر، گجرات ۽ راجستان جي صوبائي حڪومتن سنڌي ٻوليءَ جي سرپرستي ڪندي ساهتيه اڪيڊميون قائم ڪيون آهن ۽ انهن کي مالي امداد ڏينديون رهن ٿيون، جيئن اهي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي اوسر لاءِ چڱو ڪم ڪري سگهن.

گجرات سرڪار سال ١٩٧٩ع ۾ سنڌي اڪيڊمي قائم ڪئي آهي ۽ سنڌي ادب جي واڌاري لاءِ ڪن چونڊ ڪتابن جي ڇپائي ڪندي رهي آهي. گجرات سرڪار آديپور (ڪڇ) ۾ ٢٢ ۽ ٢٣ فيبروري ١٩٨١ع ۾ آل انڊيا سيمينار سڏايو هو جنهن جو ڪنوينر هري دلگير هو.

راجستان سرڪار سال ١٩٨١ع ۾ سنڌي اڪيڊمي قائم ڪئي آهي. هن اڪيڊمي کي مدد طور هڪ لک روپيه مان ٿا. هن "رهاڻ" نالي هڪ ڏو رسالو ڪڍيو آهي. هيءَ اڪيڊمي سال ۾ هڪ ورڪ شاپ سڏائيندي آهي جنهن ۾ ڀارت جي مختلف هنڌن تان اديب اچي ڪٺا ٿيندا آهن ۽ سنڌي ادب ۽ زبان جي اڳيان جيڪي مسئلا هوندا آهن ان تي سوچ ويچار ڪندا آهن.

مهاراشٽر سرڪار سنڌي اڪيڊمي جو اصول ١٩٧٩ع ۾ قبول ڪيو آهي، جلد ئي اڪيڊمي قائم ٿي ويندي.

ڀارت جي مرڪزي سرڪار سنڌي ٻولي جي واڌاري لاءِ سال ١٩٧٥ع ۾ هڪ ڪروڙ روپيه منظور ڪيا آهن. جنهن مان ڪي بهترين ڪتاب شايع ڪيا ويا آهن ۽ هڪ جامع پروگرام ڪتابن لکرائڻ جو تيار ڪيو ويو آهي. نئشنل بوڪ ٽرسٽ جو مرڪزي دارو آهي، جي طرفان به ڪن چونڊ سنڌي ڪتابن جو ترجمو ڪري انگريزيءَ ۾ ڇپايو ويندو آهي. آٽرس گلڊ آف انڊيا چونڊ سنڌي ڪهاڻين جو انگريزي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيو آهي.

مرڪزي سرڪار طرفان ۱۹۸۰ع ۾ رام پنجواڻيءَ کي سنڌس ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ پدم شري جو لقب ڏنو آهي. هن کان اڳ پدم ڀوشڻ جو اچا به وڏو لقب "انار داتا" ۽ "گونگي ڇهر" جي ليکڪ پروفيسر نارائڻداس ملڪاڻيءَ کي ڏنو ويو هو جو ڏهه سال انڊين پارليامينٽ جو ميمبر پڻ رهيو هو.

ڀارت جي قومي ادبي اداري ساهت اڪيڊمي ۱۹۵۷ع ۾ سنڌي ٻولي کي تسليم ڪيو هو. ساهت اڪيڊمي طرفان هن وقت تائين جن سنڌي اديبن ۽ سنڌي شاهڪارن تي انعام مليا آهن انهن جو وچور هن ريت آهي:

| سال | ليکڪ | ڪتاب | صنف |
| --- | --- | --- | --- |
| ۱۹۵۹ | تيرٿ بسنت | ڪنور | بايوگرافي |
| ۱۹۶۳ | رام پنجواڻي | انوکا آزمودا | ڪهاڻيون |
| ۱۹۶۴ | ايڪراج عزيز | صراحي | شاعري |
| ۱۹۶۹ | منگهارام ملڪاڻي | سنڌي نثر جي تاريخ | تحقيق |
| ۱۹۷۰ | ڪلياڻ آڏواڻي | شاهه جو رسالو | ترتيب |
| ۱۹۷۱ | نارائڻ شيام | واريءَ ڀريو پلاند | شاعري |
| ۱۹۷۲ | ڪرشن راهي | ڪماچ | شاعري |
| ۱۹۷۳ | گنوسامتاڻي | آپراجتا | ڪهاڻيون |
| ۱۹۷۴ | گوبند مالهي | پيار جي پياس | ناول |
| ۱۹۷۵ | لعل پشپ | هن جي آتم جو موت | ناول |
| ۱۹۷۶ | اچمڻ ڪومل | جيءَ جهروڪو | شاعري |
| ۱۹۷۸ | هري دلگير | پل پل جو پرلاءُ | شاعري |
| ۱۹۷۹ | هرومل سدارنگاڻي | چيخ | شاعري |
| ۱۹۸۰ | ڪرشن کٽواڻي | ياد هڪ پيار جي | ناول |
| ۱۹۸۱ | پريو وفا | سرخ گلاب | شاعري |

ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين کي خاص طرح وڏي ڄمار وارن کي سنڌي زبان سان پيار نه پر چريائپ جي حد تائين عشق آهي، هو پنهنجي جيجل ٻوليءَ کي نه صرف زنده پر وڌندو ويجهندو ڏسڻ چاهين ٿا ۽ ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هرممڪن ڪوشش ڪري رهيا آهن، پر هنن جو پنهنجو ڪو پرڳڻو ڪا زمين ڪين آهي تنهن ڪري

ڪڏهن ڪڏهن هو مايوسي جو شڪار ٿي وڃن ٿا جيئن موهن ڪلپنا جي هنن لفظن مان ظاهر آهي، "ٻوليءَ کي ڳوٺ پيدا ڪندا آهن ۽ هندستان ۾ سنڌي ڳوٺ ڪين آهن، ٻوليءَ جو واهپو روزمره جي زندگيءَ سان ٿيندو آهي، مگر ترقي لاءِ ان جو دفتر ۽ ٽپال ۾، ڪورٽ ۽ واپار ۾ هجڻ لازمي آهي، اسين سنڌ ڇڏي جلاوطن ٿي وياسين، هتي اسان جي پيرن هيٺان زمين نه آهي، تاريخ جو پورو وهڪرو سنڌي زبان ۽ ادب جي خلاف آهي" (١).

موهن ڪلپنا جي ڀيٽ ۾ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي سنڌي ٻوليءَ جي ڀارت ۾ آئيندي بابت وڌيڪ پر اميد آهي هو چوي ٿو، "ڀارت ۾ سنڌيءَ کي پنهنجو الڳ ڪو به علائقو ڪونهي. سنڌي ڳالهائيندڙ جدا جدا شهرن ۽ ڳوٺن ۾ ٽڙيل پکڙيل آهن جنهن ڪري سنڌي ٻولي، ادب توڙي تعليم جي ڪيتر ۾ سياويڪ طرح ڪيترين مشڪلاتون آهن. انهن جي باوجود سنڌي اديب ۽ اڳواڻ پنهنجي ٻوليءَ، ادب ۽ سنڌيت کي قائم رکڻ لاءِ ۽ انهيءَ جي واڌاري لاءِ جفاڪشي ڪري رهيا آهن. انهيءَ کي ڏسي چئي سگهجي ٿو ته ڀارت ۾ سنڌي ادب جو آئندو بلڪل اونداهو نه آهي. اهو وقت جلد ايندو جڏهن ڀارت جي ٻين ادبي ٻولين جيان سنڌي به هر ڪيتر ۾ ترقي جي راهه تي اڳتي وڌندي ويندي" (٢).

ڀارت ۾ شروعاتي گهٽ ۽ ٻوسٽ کان پوءِ سنڌي شعر جي خشڪ ٿي ويل زمين تي ميگهه ۽ ملهار ٿيو، ٻهريان هاڪيون بوندون پيون پوءِ ڀيٽ پيٽان ٿي وٺي ۽ چوطرف واهوندا وريا، سنڌي شعر جي زمين سائي ۽ سرهي ٿي وئي ۽ ڪيترائي ذهان سهڻا رنگ به رنگي گل ٽڙي پيا جن گهڻن جي دلين کي موهي رکيو. شاعري جذبن جي تصوير آهي، جڏهن جذبن ۾ آنڌ مانڌ پيدا ٿئي تڏهن شاعر ڪجهه ڪڇڻ کان ماٺ ڪٿي ٿو ڪري سگهي. سنڌ مان جيڪي شاعر ڀارت لڏي ويا هئا تن ۾ ليکراج عزيز، پرسرام "ضيا"، ڊاڪٽر هرومل سدارنگاڻي "خادم"، ٻريو "وفا"، نارائڻ "شيام"، هري دلگير ۽ کي ٻيا سنڌ ۾ به شاعري ڪندا هئا ۽ انهن مان کي

(١) موهن ڪلپنا "ڪونج" ماهوار مضمون "آرٽ، ڀارت ۽ ڪلاڪار" ص ٣٢، بمبئي جنوري - فيبروري ١٩٦٩ع.
(٢) مرليڌر جيٽلي ڊاڪٽر "سنگيتا" ماهوار مضمون "ڀارت ۾ سنڌي ٻولي" ص ١٦ ڊسمبر ١٩٨٠ع ويئل مندر ٻنيان مانڊوي ٻڙودا.

استاد شاعر تسليم ڪيا ويندا هئا. وقت جي حالتن جو انهن شاعرن تي گهرو اثر هو خاص طرح پنهنجي وطن کان وڇڙڻ، پنهنجي جنم ڀومي، جتي هنن جي زندگيءَ جون گهڙيون گذريون هيون، جي جدائي جا چاڪ هنن جي اندر ۾ چڪي رهيا هئا. پنهنجي ابائي زمين کان سواءِ انسان ويڳاڻو آهي. سنڌي هندن اهو ڪجهه وڃايو هو جيڪو ڪنهن انسان جي روح جو حصو آهي، تنهنڪري هنن انهيءَ پيڙا کي شعر جو جامو پهرائي پيش ڪيو. اهڙيءَ طرح ڀارت ۾ سنڌي شاعري جو سلو ڦٽو. جيئن لڏي ويل شاعرن مان گهڻا غزلگو شاعر هئا تنهن ڪري هنن سنڌ جي ڌرتي سان پنهنجي محبت جو اظهار ٻين صنفن کان وڌيڪ غزل جي زمين ۾ ئي ڪيو.

دیس پنهنجو ڇڏي پرديس وسائي دنيا،
روح جي جن سان رچي، ماڳ مٽائي ويٺا.

هن دورنگيءَ جي عجب دور جدايون آنديون،
پنهنجا پنهنجن کان اڏا دور اڏائي ويٺا.

سي رهاڻيون ڪٿي، ديدار ڪٿي، پيار ڪٿي،
ڪن، اکيون، دل ٺيٺي دلدار سڪائي ويٺا.

جنجي لئي پنهنجا پراوا مون ڪيا ترڪ عزيز
سيئي سورن جا ڏيئي سات سڪائي ويٺا.

ليکراج ”عزيز“ (۱).

—

سرحد جي پار منهنجي نظر ڪـــي اڏڻ ڏيو،
اصلي وطن جي پيي تہ زمين کي ڏسڻ ڏيو.

هن روح جي ڪڙيءَ کي نہ ورثي کان ڪانجو،
ڦٿڪي رهي آ قوم انهيءَ کـــي جيڻ ڏيو.

(۱) ليکراج عزيز ”آبشار“ ص ۵۱، جام پرنٽنگ پريس آرٿر روڊ بمبئي ۱۹۵۳ع.

سنڌوءَ جي ڌار، ڌار رهي ڪين ٿي سگهي،
ساري نديءَ جي آب کي جهرجهر وهڻ ڏيو.

هر فرد جي نراڙ تي هر قوم جو نشان،
سنڌين ۾ مونکي سنڌ جي صورت پسڻ ڏيو.
(ارجن شاد) (١).

سنڌو ۽ سنڌڙيءَ جو ويڻي خيال آيو،
اي اک ماءِ نه دل سان، ڳوڙها نه هيٺن پئين ها.

---

گنگا جمنا امرت امرت،
ليڪن ٿيچ ته سنڌو آهي.
(نارائڻ شيام).

جتي هنن کي پنهنجي وطن کان وڇڙڻ جو صدمو هو اتي هنن کي نئين ڌرتي، نئين ماحول ۾ پنهنجي ٻوليءَ کي زنده رکڻ جو به اونو هو. هنن کي پنهنجي ٻوليءَ سان محبت هئي هنن پنهنجي نئين نسل ۾ به پنهنجي ٻوليءَ سان محبت جو احساس پيدا ڪرڻ ٿي چاهيو، تنهن ڪري هنن پنهنجي ٻوليءَ سان محبت ۽ پنهنجي ٻوليءَ جي ساراهه جو اظهار ڪيو.

جنهن ۾ ماءُ ڏني مون کي لولي،
اها زنده رکندس سنڌي ٻولي.

---

هستي جي گم ٿڻ جو نه پيدا گمان ٿئي،
منهنجي ڪنن ۾ شاهه جي ٻولي پرڻ ڏيو.
(ارجن شاد)

---

(١) ارجن شاد ”تپسيا جون روشنيون“ ص ٦٠، پارت جيون پرنٽنگ پريس، بمبئي ١٩٧٤ع.

الا، ائن نہ ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي،
تہ هئي سنڌ ۽ سنڌ وارن جي ٻولي.
(نارائڻ شيام)

”نرمل“ گهڻيون ئي سهڻيون ٻوليون جهان ۾ آهن،
ڪجهہ اور آهہ ليڪن، سنڌي زبان سهڻا.
(واسديو نرمل) (١).

اڄ جو شاعر هڪ اهڙي دور ۾ رهي ٿو، جو حقيقت ۾ مادهہ پرستي جو دور آهي، هن دور جو شاعر نہ صوفي آهي نہ ولي آهي نہ ڪانئي ڪرامت جو صاحب نہ غيب جي اسرارن جو ڄاڻو، هو بہ عام رواجي انسانن جهڙو انسان آهي مگر هن کي قدرت جي طرفان وڏيڪ حساس دل عطا ٿيل آهي، جيڪا نہ صرف پنهنجي پيڙا کي پر ٻين جي ڏک کي بہ محسوس ڪري ٿي ۽ سماج جي ناانصافين ۽ اوڻاين خلاف آواز اٿاري ٿي.

١٩٤٧ع ۾ آزادي ملڻ ۽ هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ اسان جي ملڪ ۾ ڪليل هوا جنهن ۾ سهنجو ساهہ کڻي سگهجي بجاءِ گهٽ ۽ ٻوسات رهيو آهي، جمهوريت کي دم پٽڻ ئي نہ ڏنو ويو آهي، بار بار مارشل لا لڳائي جمهوريت کي جهوريو ويو آهي.

خاص طرح سنڌ وارن کي پاڪستان قائم ٿيڻ کان وٺي محرومي جو احساس رهيو آهي ڪراچيءَ جو سنڌ کان جدا ٿيڻ، ون يونٽ قائم ٿيڻ ۽ ٻوليءَ جا جهڳڙا اهڙا واقعا آهن جن سنڌ جي شاعريءَ جو رخ وطن پرستي ۽ قوم پرستي ڏانهن موڙي ڇڏيو آهي، جنهن ۾ ڏڌ ۽ ڏمر خلاف سخت احتجاج ۽ آواز ملي ٿو. ان جي ڀيٽ ۾ ڀارت جي سنڌي شاعرن آزاد ماحول، ڪليل فضا ۽ جمهوري قدرن ۽ روايتن ۾ ساهہ کنيون آهي. تنهن ڪري هنن جي ڪلام ۾ سنڌ جي شاعرن واري قوم پرستيءَ بجاءِ زندگي جي ٻين مسئلن جي عڪاسي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. ڀارت جي سنڌي شاعر جي خيالن ۾ وسعت ۽ ڪشادگي آهي. هو انساني زندگيءَ جي غم ۽ خوشي،

(١) ”واسديو نرمل“ ”منهنجا سر تنهنجا گيت“ ص ٦٥ ڊايمپ پريس الهاس نگر ١٩٧٨ع.

بک ۽ بي روزگاري، سرمائيداري ۽ غريبي، روزمره جي پين مسئلن انساني عظمت ۽ زندگيءَ جي نون قدرن، انجي مجبورين، محرومين، ناڪامين ۽ حاصلات کي پنهنجي ڪلام ۾ وڏيڪ جاءِ ڏني ٿو ۽ سماجي اوڻاين خلاف آواز اٿاري ٿو. هو پنهنجن اهڙن جذبن کي شاعريءَ جي پين صنفن سان گڏ غزل ۾ به جاءِ ڏي ٿو. تنهن ڪري ڀارت جو سنڌي غزل پراڻي روايتي پيچري کي ڦٽي ڪري نئين راهه تي هلڻ لڳو آهي، جنهن ۾ غم، جانان گهٽ پر غم، دوران زيادهه آهي، ڀارت جي سنڌي غزل ۾ خيالن ۾ وسعت ۽ اهڙي نواڻ پيدا ٿي وئي آهي جهڙي سنڌي غزل اڳ ڪڏهن به ڏٺي نه هئي، نارائڻ شيام جي هن غزل مان پتو پوي ٿو ته ڀارت جي سنڌي غزل پنهنجي زمين ۾ خيالن جي ڪهڙي نواڻ آندي آهي:

اڄ ته سڄي رات وهاڻي
پر ڪنهن پوکي ۽ ڪنهن ماڻي.

سرخ افق جا ڏئي صبح جو،
رات جي اک اوجاڳي هاڻي.

حال پڇيو پنهنجن ۽ پراون،
دل جو دک نه سگهيو ڪو ڄاڻي.

آياسين ته سڀون ڏسي سوڍڻ،
پر جي هوندو گهرو پاڻي.

منهن نئينءَ جو واءُ وريو جيئن،
گذريل رت جي ڏوڙ اڏاڻي.

پل تي بيهي ڪنهن نه ڏٺو پٽي،
گهوري گهوري وهندڙ پاڻي.

دهاڙي هيڏي ساري بستي،
شيام تڏهن پڻ دل وڪاڻي.

(نارائڻ شيام)

۽ هينيان شاعر ٻڌائن ٿا تہ ڀارت جو شاعر غمِ دوران جو ذڪر ڪيئن ڪري ٿو:

ڪنهن مشيت جان زندگاني آ،
هي نئين جڳ جي مهرباني آ.

(ايم - ڪمل)

مان مري پڻ ڪڏهن مران ئي نٿو،
ڪٿي مون اڄ بہ خودڪشي آهي.

(ارجن حاسد)

گذاري جي ڪشاڪش ۾ الا ايڏو پتوڙيو هين،
جو پنهنجي جان مان آخر اسين بيزار ٿي پياسين.

(موتي پرڪاش)

فقط ٻڪ جي ڪري ايندو نہ ڪوئي انقلاب آهي،
لٽڻ جو ناهہ جي جذبو، مرڻ سان ڪجهہ نہ ٿيڻو آ.

(ڪرشن راهي)

ڀارت جو شاعر طبقاتي نا انصافين کان واقف آهي، هو وڏن شهرن جو رهواسي آهي جتي هن ڪي ڪارخانيدارن ۽ مزدورن جي ڪشمڪش جا نظارا هر روز ڏسڻ ۾ اچن ۽ وڏن شهرن ۾، وڏن ماڻهن جي، وڏن بنگلن جي ڦٽپاٿين تي، پيٽ ٻڪيا ۽ انگ اگهاڙا انسان ڏسي هن جي دل ۾ پنهنجي پرماريت واري سماج خلاف ڌڪار ۽ بغاوت پيدا ٿئي ٿي ۽ هو شعوري طرح پنهنجي شعر ۾ طبقاتي نظام خلاف آواز اٿاري ٿو:

سرڪار پنهنجي ساڻ بغاوت ٿي ڏوهہ پر،
جي ڏينهن رات ٻڪ ۾ تجي پاهہ ڇا ڪجي.

محنت جو ڦل جي هن نہ تہ ٻئي جي جنم ۾ ملي،
جنهن ۾ پر ڇمي نہ جي ويساهہ ڇا ڪجي.

(ارجن شاد)

روز جيان روز ٿو سج ايري،
روز ماڻهوءَ کي ورائي ڇڪتاڻ.

(ارجن حاسد)

هڪل پنهنجي نہ گهٽ باروت جي ٿي ڪاڻ ڪان آهي،
ستم جي هر عمارت جي ٿياسون جڙ پٽڻ وارا.

(ليکراج عزيز)

پيڙي انسان کي انسان، هي اوندهہ تہ ڏسو،
ڪنهن طرح شمع مساوات جڳائين تہ مڃانءَ.

(نارائڻ شيام)

غزل عشقي شاعري جو پيو نالو آهي، ان هوندي بہ غزل جي ريشمي چولي ۾ سماجي، سياسي، معاشي، اقتصادي حالتن ڪان متاثر ٿيل جذبن جا جواهر جڙيا وڃن ٿا، پر ان جو تاجي پيٺو وري بہ عشق ئي رهيو آهي. ان ۾ شڪ ڪونهي تہ ڀارت جي سنڌي شاعرن غزل ۾ اهڙي نواڻ پيدا ڪئي آهي جو اهو چڻ عشق ۽ محبت جي گس ۽ گهڙن جو واقف ئي نہ آهي پر جيئن تہ شاعر محبت کان پنهنجو دامن بچائي نٿو سگهي تنهن ڪري هو وري بہ مجبور ٿي غزل ۾ پنهنجي عشق ۽ محبت جي اظهار ۾ اردو ۽ پارسي شاعري واري روايتي ۽ بناوتي راهہ ڇڏي لفظن جي ظاهري ٺاهہ ٺوهہ کان پاسو ڪري سولن سادن لفظن ۾ نهايت سادگيءَ سان پنهنجي محبت جي اظهار کي هڪ نئين ۽ وڻندڙ انداز ۾ بيان ڪيو آهي:

آمهون سامهون دري دريءَ جي آ،
پنهنجو رستو تہ پيو ڪو ڪونهي.

(ارجن حاسد)

واپس ڪيئہ ڪتاب جو، ان ۾ هي پنکڙيون،
ڪڏو لکيون ٿي "شيام" رکو هوندءَ سپاو ۾.

(نارائڻ شيام)

تنهنجي آهٽ پڌم صبوح سمي،
پيئي پيئي ٿي رات ٿــي ويئي.
(هري دلگير)

هن کي پڌائي هلڪو ڪريان مان ته پنهنجو غم،
هوءَ پنهنجو غم اچي جي پڌائي تــه ڇا ڪريان.
(ڪرشن راهي)

تنهنجي مرڪڻ مــان ٿيو اهــو احساس،
حــال دل اوپــري ســان اوريــوسين.
( ايم - ڪمل)

تو الائي ڇا سوچي مــرڪــي ڏنــو،
دل اچــا پيئي ڪــري دعا تــوکي.
(سگن آهوجا)

سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظن جو املهه خزانو آهي، لغت جي خيال کان هوءَ هڪ شاهوڪار ۽ وسيع ٻولي آهي. ٻوليءَ جي شاهوڪاري ۽ وسعت جو مدار گهڻن ۾ واهڻن تي آهي جتي ڪمي، ڪاسبي، وڻج واپار وارا، هاري ناري وغيره نوان اصطلاح ۽ محاورا گهڙين ۽ مروج ڪن ٿا. ڀارت ۾ رهندڙ سنڌين کي نه آهي پنهنجي زمين نه آهن وسيون ۽ واهڻ تنهن ڪري هنن جي ٻوليءَ ۾ ٺيٺ سنڌي وسعت پيدا ٿي نه ٿي سگهي، نئين نسل کي ٺيٺ سنڌي پهاڪا، اصطلاح ۽ محاورا سمجهه ۾ ٿي نٿا اچــن. ڀارت جي سنڌي، ٻهرن جي سنڌي وچي رهي آهي. سنــڌ ۾ سنڌي هندن جو سنڌي مسلمانن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ رات ڏينهن گڏ اٿڻ ويهڻ، ڀائيچاري ۽ پاڙيبندي ڪري ۽ مسلمانن جي ادب جنهن ۾ عربي، پارسي جــي لفظن جي گهڻائي هئي جي پڙهڻ سبب عربي ۽ پارسي لفظن سان واسطو وڌيل هو ۽ هو پنهنجي نثر توڙي نظم ۾ عربي ۽ پارسي لفظ رواني‌ءَ سان استعمال ڪندا هئا پر ڀارت ۾ سنڌن سنڌ وارو ماحول ڪونه رهيو آهي تنهن ڪري سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ عربي ۽ پارسي لفظ وڃن ٿا ڏينهون ڏينهن گهٽبا ڪي پراڻا شاعر جن جي گهڻي عمر سنڌ ۾ ٿي گذري هئي تن جي غزلن ۾ اچا

ٻه ڪجهه عربي ۽ پارسي جو پراڻو رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، جن ۾ ليکراج عزيز جو نالو سر- فهرست آهي. ڊاڪٽر هرومل سدا رنگاڻي، هري دلگير، پريو وفا، نارائڻ شيام ۽ ڪن ٻين شاعرن جي غزلن ۾ ٻه ٻوليءَ جو اهو هلڪو رنگ ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

آرزن جو تو رڪـــان حــشر لڪائي دل ۾،
جو نه اظهار جي ڏني تو ڪا اجــازت بيداد.
(ليکراج عزيز) (١).

زلفن جي تار تار ۾ بي ٿاب دل ڏسو،
اچ بينو عشق حسن اکيان بي پناهه آ.
(پريو وفا) (٢).

جي جئون ٿا ته نوان ايندا پيــالا ۽ شـراب،
نوان ميخانا ۽ ميخوار نـــوان ٿــي پوندا.
(هري دلگير) (٣).

ڀارت جي سنڌي ادب جي مطالعي مان اها ڳالهه صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿي ته جهڙي طرح سنڌ ۾ اردوءَ جي ويجهي اچڻ ڪري سنڌي ادب تي اردو ۽ اردوءَ معرفت پارسي ۽ عربي لفظن جو اثر وڌي رهيو آهي اهڙي طرح ڀارت ۾ سنڌي ٻولي ٻين ٻولين جي اثر هيٺ اچي پنهنجو روپ تيزيءَ سان بدلائي رهي آهي. جيڪي ٻوليون ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ تي وڌيڪ اثر انداز ٿي رهيون آهن سي آهن اردو ۽ هندي، هنديءَ جو سنڌيءَ تي گهڻو اثر آهي ڇاڪاڻ ته اها گهڻن صوبن ۾ لازمي طور پڙهائي وڃي ٿي ان کان سواءِ مختلف صوبن جا ماڻهو ان ڪي پاڻ ۾ لاڳاپي جي ٻولي طور استعمال ڪن ٿا. هنديءَ جتي سنڌي ادب جي ٻين صنفن تي اثر وڌو آهي اتي غزل جو دامن به ان جي اثر کان آجو نه رهيو آهي، پر غزل تي وري به اردو جو اثر غالب آهي. لڇمڻ ڪومل چوي ٿو" هاڻوڪي سنڌي شاعرن مان ڪن

(١) "ليکراج عزيز" "صراحي" ص ٤٨، جام پرنٽنگ پريس آرٿر روڊ بمبئي ١٩٦٣ع.
(٢) پريو وفا "پرواز" ص ١٣٨، سندر پرنٽنگ پريس اجمير ١٩٦٢ع.
(٣) هري دلگير "موج ڪئي مهراڻ" ص ٧٠، سنڌي ساهتيه سنگت آديپور ڪڇ ١٩٦٦ع.

تي اڙدوءَ جو گهاٽو اثر آهي ته ڪن تي هنديءَ جو. جن تي اڙدوءَ جو اثر آهي سي گهڻي ڀاڱي غزل لکن ٿا" (١). جيتوڻيڪ ڀارت ۾ سنڌي ٻوليءَ تي ڌاريا اثر وڌي رهيا آهن پر ڪيترن شاعرن پنهنجي ڪلام ۾ پنهنجي ماتر ڀومي واري سڳنڌ ۽ سرهاڻ قائم رکي آهي، انهن جي ٻوليءَ ۾ سنڌوءَ تان پرهه ويل لڳندڙ ٿڌاڻ ۽ مينهن اچڻ کان پوءِ ڪچي جي پنل ڀاڄ واري ٻوٽن جي سرهاڻ آهي.

ماڪ بوندن کي ڏسي، پرهه ۾ سوچيم دلگير،
ڪنهنجي اکڙين جي آ آلاڻ پکڙجي ويئي.
(هري دلگير)

جنهن کي تنهنجي چپن چميو نه ڪڏهن،
تـن چپـن تـي نـي شـاعري آهي.
(نارائڻ شيام)

ٻور وانگر نـي ڇڻـي ويندا سين،
پوءِ به ڪو ميوو ٻڻي ويندا سين.
ڏيري ڏيري ائين دکندي دکندي،
نيٺ پنيٺ ڪو ٻڻي ويندا سين.
(واسديو نرمل)

ڀارت جي سنڌي غزلگو شاعرن ۾ هيئت جي نقطئه نگاهه کان غزلجون اهي سڀ ڳالهيون موجود آهن جي غزل ۾ هئڻ گهرجن پراڻن شاعرن خاص طرح انهن جن سنڌ ۾ مشاعرن ۾ تربيت حاصل ڪئي هئي، يا استاد شاعرن جي صحبت مان فيض حاصل ڪيو هو، جا غزل معيار کان بهتر ۽ بحر ۽ وزن جي تارازي تي پورا آهن، پر نوجوان غزل چوندڙ شاعر بحرن ۽ وزنن جي طرف ايترو ڌيان نٿا ڏين جيترو هنن کي ڏيڻ گهرجي، هنن وٽ خيال کي وڏي اهميت آهي تنهن ڪري عروضي اوڻاين کي درگذر ڪري ٿا ڇڏين. ڪجهه شاعرن وٽ سنڌي لفظن جي تلفظ جون غلطيون به ڏسڻ

(١) لڇمڻ ڪومل "ساهت سڳنڌ" مضمون "ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ساهت جو جائزو" ص ٣٣، سنڌي ساهت منڊل بمبئي ١٩٦٦ع.

۾ به اچن ٿيون جنهن جو سبب پنهنجي ڌرتيءَ ۽ ماحول کان وڇـڙي ۽ ڇڙوڇڙ ٿي وڃڻ آهي.

ڀارت جي سنڌي غزل پارسي ۽ اردو شاعري واريون رتيل، ورجايل ۽ ڏپ کيل ورجهسن، محاورن، تشبيهن ۽ استعارن جي مير کي غزل جي جسم تان ڌوئي صاف ڪري ڇڏيو آهي، تنهن ڪري ڀارت جو سنڌي غزل انهيءَ ڪنول وانگر صاف ۽ شفاف ڏسڻ ۾ ٿو اچي جنهن جي منهن ڪـي پرهه جي ماڪ ڌوئي اڇو اجرو ڪري ڇڏيو هجي، اهو ئي سبب آهي جو انان جي ٻوليءَ ۾ جتي رس آهي اتي نيون نمون تشبيهون ۽ استـعارا به ملن ٿا جن سنڌي شاعريءَ کي سينڌ ۾ سندور پري ڇڏيو آهي، جيئن هنـن شعرن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو:

نالي ماتر مان، پوءِ ساڳيو تڙپڻ ۽ روئڻ زار و زار،
هاءِ هي بيوڪس جيون ائن آ جئن سڪل ٽڻ تي بکيو ٻار.
(ايم - ڪمل)

چنيون لـڳل رنگين ڪيڏيون آن تي آس جـون،
هيءَ دل آهـــي ڪين ـ ڪا گـودڙي فقير جي.
(نارائڻ شيام)

زماني جـــي گـــردش ۾ تنهنجو خـــيال،
انڌاري ۾ آ روشني ڪجهه نه ڪجهه.
(هري دلگير)

تنهنجيون ڳالهيون به سڀ ائين "حاسد"،
جئن هجـــي ٻار چـــاولو ڪـــوئـــي.
(ارجن حاسد)

ڀارت جي شاعرن روايتي غزل کان هڪ وک وڌائي نـئون غزل لکڻ شروع ڪيو آهي. نئين غزل ٿوري ئي وقت ۾ نـه صـرف ڀـارت ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتي آهي پر ان جو پڙاڏو هت سنڌ ۾ به گونجڻ لڳو آهي.

نئون غزل ڇا آهي؟ هيئت جي خيال کان نئين غزل ۽ پراڻي غزل ۾ ڪو به فرق ڪونهي آهي، وزن بحر، رديف ۽ قافين ۽ فني لوازمن جي پابندي نئين غزل لاءِ به اهڙي ضروري آهي جهڙي پراڻي غزل لاءِ، فرق صرف فڪر ۽ سوچ جو آهي. هن وقت تائين غزل عشقي، صوفيانه، اخلاقي ۽ ڪنهن حد تائين سياسي نعري بازي جو آئينه دار رهيو آهي پر نئين غزل ۾ هر انهيءَ خيال جو اظهار ڪيو ٿو وڃي جيڪو شاعر جي دل ۾ اڀري ٿو. هن مادي ۽ مشيني دور ۾ انسان جي زندگي پڻ هڪ مشين مثل ٿي وئي آهي، ان ڪري پراڻا قدر ڏينهون ڏينهن گهٽبا وڃن ۽ اڄ جو انسان خوف، بي يقيني، اڪيلائي، اجنبيت، محروميت ۽ ٻين اهڙن احساسن جي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي، اهي ئي احساس ۽ جذبا نئين غزل جو روح آهن. غزل ۾ جي دلڪشي فن جي ذريعي قائم رکي ويندي هئي، سهڻيون ترڪيبون ۽ محاورا، تشبيهون ۽ استعارا، معامله بندي ۽ محاڪات سان ئي غزل جي چٽسالي ڪئي ويندي هئي پر نئين غزل ۾ انهن روايتي فني ڳالهين بجاءِ روزمره جي زندگي، سماجي ۽ سياسي زندگي ۽ خارجي اثرن جو عڪس وڌيڪ ڇانيل آهي.

نئين غزل ۾ انسان تي پيل دٻاو اڀرن ٿا. انهن جي شعري رد عمل ۾ نوان اشارا، نيون علامتون وجود ۾ اچن ٿيون. طنزي انداز بيان، غصي ۽ بي چارگي جو انوکي ڍنگ سان اظهار اهو تخليقي عمل، غزل ۾ نئين فضا کي جنمائي ٿو. فضا جا ذهن کي جهنجهوڙي ٿي ۽ دل کي ڇهاءُ دماغ وسيلي رسي ٿو(۱).

غزل ۽ نئين غزل جي ڀيٽ ڪري ڏسبي ته معلوم ٿيندو ته هڪ جو ڪم تفريح ۽ ذهني عياشي آهي ۽ ٻئي جو ڪم ذهني پريشانين جي ترجماني آهي.

ٽي وي ٽاور ڀهي پيو آهه،
شهرجو وقت وڏي پيو آهه.

ڳوڙ جي ڀتين سان شاڪ اچي ٿو،
تارن جو ڳنڍ ٽٽي پيو آهه.

---

(۱) ايم ڪمل "رچنا" ٽماهي، مضمون، "نئي غزل تي" ص ۳۹، سنڌي جوت اُسوسيئيشن بندي اسٽريٽ ڪاڪتو، جولاءِ - سيپٽمبر ۱۹۷۹ع.

منهنجي چهري تي ڏارون ناهن،
تنهنجو چشمو ڀڄي پيو آهه.

ڳاڙي ايٽ آ، اڄ ٻه ٻيو،
ساري سمي ڪري سمي پيو آهه.

صحيح ماڻهو صحيح جاءِ تي اڄ،
ڪنهن پلايو ڪٿن پلي پيو آ.

ڪالهه جو ماڻهو جهڪيل جهڪيل هو،
اڄ جو ماڻهو ننڍي پيو آهه.

سوچيو، ڪير ٻڏو ڪير ترپو،
ڊيم جو بند ٽٽي پيو آهه.

(امر ڪمل)

—

# ليکراج "عزيز"

## [١٩ ڊسمبر ١٨٩٧ع—١٩ آگسٽ ١٩٧١ع]

ليکراج ڪشنچند ميرچنداڻي تخلص "عزيز" جا وڏا زميندار هئا. هن جو جنم حيدرآباد ۾ ٿيو ۽ اتي ئي تعليم حاصل ڪيائين. ٿيون انگريزي پڙهندو هو ته هن کي شاعري سان چاهه پيدا ٿيو، جنهن ڪري هن فارسي ۽ عربي جي تعليم مولوي امام بخش ۽ عبدالحي کان حاصل ڪئي.

عزيز ننڍي لاءِ ميرچنداڻي گهٽيءَ ۾ رهندو هو. جنهن جي ويجهو نانهين جو پڙ ۽ ٺورو پرپرو واڍن جو پڙ هو. نانهين ۽ واڍن جي پڙن جي مسجدن ۾ شعر و سخن جو چرچو جاري هو. مرحوم قاسم، مرحوم فاضل شاهه، مرحوم عاجز، مرحوم حافظ سيد صاحب، ديوان شاعر ۽ ٻيا گهڻا شاعر اتي مقيم هئا(١). عزيز جيتوڻيڪ ننڍو هو پر شعر جي شوق سبب سندن مجلسن ۾ وڃي شريڪ ٿيندو هو.

---

(١) "نئين دنيا، ص ١٢، سيپٽمبر ١٩٧١ع.

عزيز اين-ايچ اڪيڊمي هاءِ اسڪول حيدرآباد مان مئٽرڪ پاس ڪري بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وڃي داخل ٿيو. بمبئي ۾ هن کي عشق جي چوٽ لڳي ۽ عشق ۾ ناڪاميابي سبب تعليم ڇڏي حيدرآباد ۾ پيءُ جي جواهرات واري دڪان تي ويٺو ۽ مرندي دم تائين شادي نه ڪيائين.

عزيز حيدرآباد جي مشاعرن خاص طرح سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي جي مشاعرن ۾ وڏي چاهه سان شريڪ ٿيندو هو. هڪ مشاعري ۾ جنهن جي صدارت مرزا قليچ بيگ ڪئي هئي، سندس غزل ٻڌي مرزا قليچ بيگ چيو هو، ”جي عزيز مشق ڪندو آيو ته هڪ ڏينهن سندس جهڙو شاعر سنڌ ۾ ڳولهيو مشڪل لڀندو“(۱).

هڪڙي ساليانی مشاعري ۾ جنهن جي مصرع طرح هئي:

”تنهنجو ارمان پيو پرده نشين، پرده نشين نڪتو“

عزيز شريڪ هو. ٻين شاعرن کان پوءِ عزيز هي مطلع جهونگاريو:

نه نڪتو دل مان اڄ تائين وڏو ئي شرمگين نڪتو،
تنهنجو ارمان پيو پرده نشين، پرده نشين نڪتو.

سندس مطلع پڙهڻ سان مشاعري ۾ بهار ڇانئجي ويو.

ورهاڱي کان پوءِ عزيز پهريان احمدآباد پوءِ بمبئي ۾ اچي رهيو هو جتي هن کي ڪي-سي ڪاليج ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو. هن زندگي جا پويان ڏينهن سنڌ کي ساريندي آتي ئي پورا ڪيا.

سندس وفات تي واسديو ”نرمل“ هڪ مرثيو لکيو هو جنهن جا ڪجهه اشعار هي آهن:

مالهيءَ جان پنهنجو وارو جماڻي ويو عزيز،
گلشن سڄو اداس بڻائي ويو عزيز.

ڇا نظم با ڪمال ۽ ڇا نثر بسي نظير،
هر ڏس ۾ پنهنجو ڌاڪو جمائي ويو عزيز.

---

(۱) ”نئين دنيا“، ص ۱۲، سيپٽمبر ۱۹۷۱ع.

"نرمل"، هو بي مثال ڪا لفظن جي ڪاڻ هو،
هيرا انهيءَ منجهان ڪي لڌائي ويو عزيز(١).

عزيز نه فقط شاعر هو پر هڪ سٺو ناٽڪ نويس، مضمون نگار ۽ نقاد هو. هن جا ٽي ناٽڪ "ڪمار اجيت سنگهه"، "مسٽر مجنون" ۽ "غريبان مار" پنهنجي وقت جا مقبول ناٽڪ هئا. غريبان مار جي ادبي لياقت سڃاڻي سرڪاري (سنڌي ادبي) صلاحڪار بورڊ (سنڌ) وٽان عزيز صاحب کي انعام مليو هو(٢).

عزيز جي شايع ٿيل ڪتابن مان ڪن جا نالا هي آهن:

١- ڪليات عزيز (١٩٣٨ع نظم)
٢- ادبي آئينو (١٩٤١ع مضمون، سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ طرفان ان ڪتاب تي انعام ڏنو ويو هو).
٣- مصر جي راڻي (مثنوي).
٤- صراحي (ساهتيه اڪاڊميءَ جو انعام حاصل ڪيل).
٥- آبشار.
٦- پيغام عزيز.
٧- گل و خار (ڀارت جي سنڌي شاعرن جي ڪلام جو تنقيدي جائزو ورتل آهي).

عزيز انهن شخصن مان هڪ هو جن ڀارت ۾ عربي سنڌي لپي قائم رکڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪئي هئي.

عزيز هڪ استاد شاعر هو. هن جو شعر فني لحاظ کان پختو ۽ ٻوليءَ جي لحاظ کان پارسي آميز هو. جيئن ته هن کي پارسي شعر جو وسيع مطالعو هو ان ڪري هن جي شاعري ۾ پارسي لفظن جي آميزش ۽ خيالن جو اثر هو. ايل. ايڇ اجواڻي چوي ٿو، "هن کي پارسي ۽ عربي ساڳي وقت سنسڪرت لفظن جي ڄاڻ هئي. هن جي ڏينهن ۾ اهڙو ميل مشڪل هو(٣).

---

(١) "نئين دنيا" ماهوار، ص ١، سيپٽمبر ١٩٧١ع.
(٢) منگهارام ملڪاڻي "سنڌي نثر جي تاريخ" ص ١٨٨، ڪونج پبليڪيشن، اپولو اسٽريٽ، بمبئي ١.
(٣) ايل. ايڇ اجواڻي "هسٽري آف سنڌي لٽريچر" ص ١٥٩، ساهتيه اڪيڊمي، نيو دهلي، ١٩٧٠ع.

سنڌ جا هندو سنڌس اهو قدر نہ ڪري سگهيا جيڪو هن کي ڪرڻ گهرجي هو. عزيز جي پيٽ ۾ هندو ڪشنچند بيوس کي وڏي عزت جي نگاهہ سان ڏسندا هئا.

عزيز جو غزل نازڪ خيالي ۽ معني آفريني جو آئينہ دار آهي. هن جي ڪلام ۾ رواني، فصاحت، بلاغت سڀ موجود آهن. هو پنهنجن غزلن کي جتي حسن تخيل سان بلنديءَ بخشي ٿو اتي آنهن ۾ تشبيهن ۽ استعارن سان سونهن ۽ سوڀيا پيدا ڪري ٿو. هڪ معمولي خيال ۾ بہ شوخي ۽ اثر پيدا ڪري ڇڏي ٿو. نہ فقط قدرتي شعر ۾ سندس قوت متخيلہ قابل تحسين آهي، پر غزل توڙي ڪنهن بہ موضوع تي شعر بي بها لکي ٿو. منجهس رواني ۽ جدت جهجهي آهي(١).

## ڪلام جو نمونو

ڪهڙا حسين نہ زير زمين خاڪ تي پيا،
ڪهڙا نہ گل نشانہ افلاڪ تي پيا.

جوش جنون جو شور رسيو اڄ عروج تي،
چرچا اسان جا تا سر افلاڪ تي پيا.

دامانِ صبر دست زليخا کان ويو هليو،
هٿ جڏهن شوق وصل کان بيباڪ تي پيا.

منهنجي روئڻ تي آهہ ٿيو خندان گل جيان،
ڳوڙها بہ منهنجا هن جي ڪري ماڪ تي پيا.

داغِ گناهہ آبِ ندامت ڌوئي ڇڏيو،
ڌوهي وهائي پنهنجون هنجون پاڪ تي پيا.

طوفان غم جي آهہ طلاطم ڪيو عزيز،
لڙڪن ۾ دل جگر وهي خاشاڪ تي پيا(٢).

---

(١) ميران محمد شاهہ ”گلزار خيال“ ص ٣٧، نيشنل اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد، ١٩٣٥ع.
(٢) ليکراج عزيز ”ڪليات عزيز“ ص ٦، نيشنل پرنٽنگ ورڪس حيدرآباد، ١٩٣٨ع.

دم سيني ۾، دل پهلو ۾ ۽ روح بدن ۾،
آهن هي ڏکيا تنهنجا سدائين تہ ڏکن ۾.

لوڪن کان لڪايم تي اڳي، هاڻ ڪيان ڇا،
هڪ هڪ ٿي ڪايو درد ٻڌجي داغ بدن ۾.

اڪثرين ڪيو رسوا، ڇا ڪيو دل نہ پريشان،
پنهنجن هي ڪيو، آس رکون ڪهڙي ٻين ۾.

ويندي سان وچمن مونکي تو ٻهچمن ڪري دوست،
وئين ڪهڙي ڪٽي شي جو پيس رنج و محن ۾.

مولي تون ڏکج، ڇتني ڪلهن تي ڪڇيو ٻيوس،
ڏکجيو تہ و اچان شرم گناهن کان ڪفن ۾.

ناهي ڪي گريبان ۾ عزيز ان ۾ اٿئي سڀ،
ديوانا، هينئر ويهہ جهلي پاند هٿن ۾ (١).

---

# پرسرام "ضيا"

## [١١، جولاءِ ١٩١١ع - ٢٨، آڪٽوبر ١٩٥٨ع]

پرسرام هيرانند سچانندائي تخلص ضيا جو ڳوٺ ٽنڊو باگو هو پر هن جو گهڻو وقت نوابشاهہ ۽ ڪراچي ۾ گذريو. هن جو جنم غريب گهر ۾ ٿيو ۽ آخر تائين غربت هن جي پٺ نہ ڇڏي. غربت سبب هن جي تعليم ٻن ٽن درجن سنڌيءَ کان مٿي تي نہ سگهي. هو مختلف پريسن ۾ ڪمپازيٽر تي ڪم ڪندو رهيو. ان ڪري ننڍپڻ کان وٺي شاعريءَ سان شوق هو. پهريان تخلص پرسو ۽ پوءِ رنجور اختيار ڪيائين. جڏهن مرادعلي "ڪاظم" جي شاگردي اختيار ڪيائين تہ هن سندس تخلص بدلائي "ضيا" رکيو. ان ڏينهن کان "ضيا" جي ڪلام جي روشني سنڌ ۾ پکڙجڻ شروع ٿي.

---

(١) نارائڻ شيام، "غزل" ترتيب، ص ١٤، اشوڪ پبليڪيشن دهلي، ١٩٦٠ع.

هو سنڌ جي مشهور هز ماسٽرس وائس، ”ٽون“ ۽ ٻين گراموفون ڪمپنين جو گيتڪار هو، سندس گيت ان وقت ڪيترن مشهور ڳائيندڙن جهڙوڪ ماسٽر چندر، مولي ٻائي ۽ ٻين رڪارڊ ڪرايا هئا.

١٩٤٣ع ۾ ”ضيا“ جي شعرن جو مجموعو ”تصوير احساس“ شايع ٿيو جنهن تي سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ سنڌ طرفان هن کي انعام مليو“ (١). هن نوابشاهه ۾ بزم ادب جو پايو وڌو هو جنهن جي سهاري هيٺ هن ١٩٤٧ع ۾ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي هئي جنهن جو سيڪريٽري پاڻ هو.

ورهاڱي کان پوءِ ”ضيا“ سنڌو نگر بمبئي ۾ وڃي مقيم ٿيو. ان وقت سنڌو نگر جي حالتن هن جي طبع ۽ شاعري ۾ ڦيرو آندو، ڇاڪاڻ ته هو عشق و محبت جو نه پر عوام جو شاعر بڻجي پيو. هن ”سپاهي“ ۽ ”سوٽائي“ جي تخلص سان طنز ۽ مزاح واري لهجي ۾ سماج جي اوڻاين تي ڀرپور تنقيد ڪئي جنهن هن کي جنتا ۾ مقبول ڪري ڇڏيو. ١٩٥٤ع ۾ هن کي سنڌونگر جي سنڌي ساهتيه سڀا جو پريزيڊنٽ چونڊيو ويو (٢)، ١٩٥٥ع ۾ منعقد ٿيل ايشيائي ليکڪن جي سميلن ۾ هو سنڌي سفارت جو بزرگ فرد هو (٣).

”ضيا“ جي وفات کان پوءِ سندس هڪ شاگرد ديال ”آشا“ سندس منتخب ڪلام ”آلاپ ضيا“ جي نالي سان ”ضيا ساهت مالها“ طرفان الهاس نگر (ڀارت) ۾ شايع ڪرايو.

”ضيا“ هڪ وڻندڙ شاعر ۽ سٺو غزلگو هو. هن جو غزل هن جي جي اندر جي آهه هو جنهن ۾ اندروني جذبن جي عڪاسي سمايل آهي. هن جي غزل ۾ جابجا غربت ۽ قسمت جي ستمظريفي جا نهايت ڏک ڀريا

(١) ”نئين دنيا“ ماهوار بمبئي ص ١٤، ماهه ڊسمبر ١٩٥٨ع مضمون ”جي جيءَ کي جيارين“ منگهارام ملڪاڻي پروفيسر.
(٢) ”سنڌي شاعري جا پنجاهه سال“ هرچند اجهل، ص ١٠، ڪاپنا ڪتاب گهر، الهاس نگر، ٤، ١٩٧١ع.
(٣) ”نئين دنيا“ ماهوار بمبئي ص ١٥، ماهه ڊسمبر ١٩٥٨ع منگهارام ملڪاڻي پروفيسر مضمون ”جي جيءَ کي جيارين“.

احساس ملن ٿا. هن جي غزل جي ٻولي وڻندڙ ۽ انداز بيان شوخ آهي. سندس ڪيترن غزلن جا شعر اهڙا آهن جو بي ساخته زبان تي واهه واهه اچي وڃي ٿي ۽ پڙهندڙ مست ٿي وڃي ٿو.

## ڪلام جو نمونو

مان به هڪ تنهنجي خريدارن مان هوس،
تو ڪي جن طالبيو طلبگارن مان هوس.

جيڪي تنهنجي دل تان ويا وسري صفا،
مان به تن وسري ويل يارن مان هوس.

جن ڪي زر هو، تن ڪري سودو ڇڏيو،
واه، مان ٻي ڇو نه زردارن مان هوس.

درد جي جيڪي دوا طالبي سڻا،
مان به تن بدبخت بيمارن مان هوس.

جيڪي هڪڙي جام کان محروم ٿيا،
مان انهن محروم ميخوارن مان هوس.

ٻي خطا هوندي به جي بخشيا نه ويا،
اي "ضيا" مان تن گنهگارن مان هوس (۱).

--

شاهه خوبان حسن جي صدقي گدا کان منهن نه موڙ،
مان طلبگار وفا آهيان، وفا کان منهن نه موڙ.

خنجر ابرو سان بسمل جي ڪرڻ چاهين تہ ڪر،
پر خدا جي واسطي مشق جفا کان منهن نه موڙ.

همنشين جي سچ پڇين ٿو، حسن آ شان خدا،
تنهن ڪري بهر خدا، شان خدا کان منهن نه موڙ.

(۱) "سي لاهوتي لڏي ويا" يارمحمد ڏانوري ص ۳۱، مڪتبه فروغ ادب، ڪنڊن اسٽريٽ، ڪراچي - ۲۰

حسن تي جي عشق کي آهه ڪرڻو ڪامياب،
هوڪري بيشڪ جفا پر تون وفا کان منهن نه موڙ.

جي محبت ڏوهه آهي، ڏوهه اهڙو ڪر مدام،
دل لڳائڻ جي خطا آهي، خطا کان منهن نه موڙ.

وقت ايندو جو "ضيا" جي لاءِ هٿ هٿندين پيو،
تنهن ڪري منهن کي مٽڻ وارا 'ضيا' کان منهن نه موڙ (۲).

---

# هرومل "خادم"

## [۱۹۱۳ع - ]

هرومل ايسرداس سدارنگاڻي تخلص "خادم" ورهاڱي کان اڳ جي مشهور هندو شاعرن مان آهي. سندس وڏا شهدادپور جا هئا، سندس جنم ۽ ابتدائي تعليم اتي ٿي. مئٽرڪ نووديالیه هاءِ اسڪول حيدرآباد، بي - اي، ڏيارام گدومل ڪاليج حيدرآباد، ايم - اي، اسماعيل ڪاليج بمبئي، پي - ايچ ڊي، ڏيارام جيٺمل ڪاليج ڪراچي ۽ ڊي - لٽ جي ڊگري تهران يونيورسٽي ايران مان حاصل ڪئي اٿائين.

خادم ڪجهه وقت تائين نئشنل ڪاليج حيدرآباد ۾ سنڌي جو ليڪچرار هو، ۱۹۵۹ع کان ڊي - جي سنڌ ڪاليج ۾ فارسي جو ليڪچرار ۽ هيڊ آف دي ڊپارٽمينٽ رهيو. ۱۹۴۸ع ۾ پارٽ لسڏي وڃڻ کان پوءِ دهلي ڪاليج ۾ سنڌي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ان سان گڏ پارسي به پڙهائيندو هئو. ۱۹۵۳ع کان ۱۹۵۶ع تائين تهران يونيورسٽي جي اسڪالرشپ تي تهران ويو جتان ڊي - لٽ جي ڊگري ورتائين، جتان واپس اچڻ تي کيس آل انڊيا ريڊيو جي پارسي سروس جو سپروائيزر مقرر ڪيو ويو.

---

(۱) "آلاپ ضيا"، ديال آشا ص ۳۳، يگنتر پرنٽري، فورٽ بمبئي - ۱.

"خادم" جي شاعري جي شروعات سورهن ورهين جي عمر کان ٿي. ١٩٣١ع کان مشاعرن ۾ ڀرو وٺڻ لڳو. خاص طور "مسلم ادبي سوسائٽي" جي مشاعرن ۾ جي حيدرآباد ۾ مومڻن جي پاڙي ۾ ٿيندا هئا. مشاعرن خادم ۾ غزل چوڻ جو چاهه پيدا ڪيو. اچا پاڻ بي - اي جو شاگرد هو ته ١٩٣٥ع ۾ سندس شاهه تي لکيل نظم ۽ ٻي رباعيون بمبئي يونيورسٽي طرفان سنڌي شاگردن لاءِ مقرر ڪيل نصاب ۾ شامل ڪيون ويون. اهو ڪتاب ميران محمد شاهه "گلزار خيال" جي ٻالي سان ترتيب ڏنو هو. هن وقت به سندس آزاد نظم جو ڪتاب "چيخ" بمبئي يونيورسٽي ۾ بي - اي جي نصاب ۾ شامل آهي.

خادم ڪيترا سال سنڌي صلاحڪار بورڊ (سنڌي ادبي بورڊ) جو ميمبر ۽ "مهراڻ" سه ماهي جي شروعاتي ايڊيٽوريل بورڊ جو هڪ ممبر هو. هو دهلي ۽ پنجاب يونيورسٽين جي سنڌي بورڊن جو پڻ ڪيتري وقت تائين ميمبر رهيو آهي. ساهتيه اڪيڊمي جي سنڌي بورڊ جو ايڪويهن سالن تائين ميمبر، ڏهه سال ڪنوينئر ۽ ڏهه سال ايگزيڪيوٽو بورڊ ۽ جنرل ڪائونسل جو عهدو به ماڻيو اٿاڻن.

خادم جا مختلف زبانن ۾ ڪيترا ڪتاب شايع ٿيل آهن:

انگريزي: ١- برشن پوئٽس آف سنڌ، پي - ايڇ- ڊي لاءِ لکيل مقالو - سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي.

پارسي: ٢- فارسي گويان هند و سند، شايع ڪندهٔ بنيادِ فرهنگِ ايران، تهران

سنڌي: (نظم) ١- رنگين رباعيون، ٢- روح ڏنو ريلو، ٣- پرهه جي باک، ٤- چيخ.

(نثر) ١- ڪک ۽ ڪانا (مضمون).

ترجما، ١- بابرنامو، ٢- امرا و جان ادا، ٣- گرو گوبند سنگهه.

خادم رباعي جو شاعر آهي پر هن پارسي شاعري جي اثر هيٺ غزل به چيو آهي. جيئن ته هو پارسي ادب جو عالم آهي تنهن ڪري هن جي شاعري تي پارسي جو گهڻو اثر آهي. پنهنجي شاعري لاءِ پاڻ چوي ٿو "شاگردي واري زماني کان فارسي ٻولي ۽ ساهت سان گهڻي ڏيت ويٺ هئڻ سبب سهاويڪ ڪيترن هنڌن تي بندش توڙي ويچارڌارا ۾ ان جو اثر

نمايان نظر ايندو" (١). هن جي زبان رنگين ۽ خيالن ۾ نزاڪت ۽ پختائي آهي. سندس غزل جو رنگ قديم رنگ کان گهڻو متاثر آهي.

## ڪلام جو نمونو(٢)

بلند تر هجيئي بلاغت منا
لطافت، نزاڪت، ملاحت منا.

رقيبن کي راحت مونکي رنج ڏين،
اها آهه ڪهڙي عدالت منا.

جڙيو ٿل رهي پنهنجو ناتو سدا،
نه جي دوستي، رک عداوت منا.

گهڻي درد اهڙو ڏيايو گلو،
چپن تي نه آئي شڪايت منا.

'مون سمجهيو' 'مون سمجهيو' ڪري ڪين نار،
ڪڏهن منهنجي ٻڌ حڪايت منا.

نه ٻي جو مگر آهه خادم سندهه،
ٻڌين ڪنن تو تنهنجي ملامت منا.

—

جام ساقي، پري پيار اٿ لب،
بيخوديءَ جو چڙهي خمار اٿ لب.

منهنجي دل ۾ متس نظر تنهنجي،
تير اٿ اب، سندو شڪار اٿ لب.

---

(١) سدارنگاڻي "خادم"، "روح ڏنو ريلو" ص ٢، امر پارٽ پريس، هاٿي پاڻا، اجمير ١٩٦٣ع.

(٢) سدا رنگاڻي "خادم"، "روح ڏنو ريلو"، ص ٦٥ ۽ ٦٩، امر پارٽ پريس هاٿي پاڻا، اجمير، ١٩٦٣ع.

عشق ساري خودي دوئي ڀسيئي،
اهڙو سلندو پيو به سار اڻ لڀ.

هر دو عالم جو سود هت ٿو ملي،
آهه دنيا سنڌي بزار اڻ لڀ.

دل جو دل سان ٿو دک سلي خادم،
آهه اڄ جڳ ۾ غمگسار اڻ لڀ.

---

# پريو "وفا"

[ ١٩ سيپٽمبر ١٩١٥ع — ]

پريو پٽ جوتو مل ذات ڇڳاڻي تخلص "وفا" جو جنم ١٩ سيپٽمبر ١٩١٥ع تي لاڙڪاڻي ضلعي جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ پنجو ديري ۾ ٿيو، جيڪو نئين ديري (شاهنواز پٽو) اسٽيشن کان ٿن ميلن تي هندو ڪامورن جو مکيه شهر هو. سندس وڏا نه فقط عامل هئا پر وڏا صوفي به هئا. سندن تعلق ڪنڊڙيءَ وارن بزرگن سان هو. "وفا" جو پيءُ ديوان جوتو مل پنهنجي وقت ۾ لاڙڪاڻي جو مشهور وڪيل هو ۽ ڪنڊڙيءَ وارن صوفين جو خليفو هو(١).

"وفا" مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ۽ بي-اي، ڊي-جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان ١٩٣٧ع ۾ پاس ڪئي. ايم-اي ڪرڻ لاءِ بمبئي يونيورسٽي جي اسڪول آف ايڪانامڪس ۽ سوشيالاجي ۾ نرم رکيائين پر پيءُ جي وفات سبب تعليم کي اڌ ۾ ڇڏي وطن واپس وريو.

"وفا" ننڍي لاڪر ئي شاعري ۽ سنگيت جي فضا ۾ رهيو، جنهن هن جي من ۾ شاعريءَ جو شوق پيدا ڪيو. روحل فقير جو پڙپوٽو سائين غلام علي سال ۾ ٻه ٽي پيرا اچي وٽن مهمان ٿيندو هو، هو جڏهن به وٽن ايندو هو ته هر روز رات جو راڳ جون چونڪيون لڳنديون هيون،

---

(١) علي محمد راشدي پير "اهي ڏينهن اهي شينهن"، ص. ٣٩، جلد پهريون، ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٦٦ع.

اهڙي طرح وفا جڏهن پنهنجي والد سان گڏجي کنبڙيءَ جي فقيرن جي درگاه تي ويندو هو ته راڳ جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هو. صوفيانه سنگت جي محفلن کان متاثر ٿي "وفا" ٽيرهن ورهين جي عمر ۾ شاعري شروع ڪئي. سندس پاراٽا شعر ٻالڪن جي ٻاري طرفان شايع ٿيندڙ رسالي "گلستان" ۾ شايع ٿيندا هئا.

"وفا" شاعري ۾ پنهنجو استاد نواز علي "نياز" ۽ "بيوس" کي ورتو. "نياز" هن کي عروض جي فن کان واقف ڪيو ۽ غزل جي واديءَ ڏانهن گامزن ڪيو. "وفا" پنهنجي جوانيءَ جي وقت کان لاڙڪاڻي جي بزم مشاعري جو مکيه شاعر ليکيو ويندو هو(۱). "وفا" جي جواني جي زماني وارو شعر مقامي اخبارون جهڙوڪ الحقيقت، خيرخواه وغيره ۽ سنڌو رسالي ۾ شايع ٿيندو هو.

"وفا" ورهاڱي کان پوءِ ڀارت هليو ويو ۽ هن وقت بمبئي ۾ رهي ٿو. سندس شعرن جا ٻه مجموعا ڀارت ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

۱- "جهنڪار" ۱۹۵۲ع دهلي مان. ۲- "پرواز" ۱۹۶۲ع اجمير مان.

"وفا" سنڌ جي پراڻن غزلگو شاعرن مان آهي. هن جيتوڻيڪ سخن جي مختلف صنفن ۾ طبع آزمائي ڪئي، پر هن جي طبع جو پوپٽ غزل جي گل تي وڌيڪ موج ۽ مستيءَ ۾ آڏامي ٿو. وفا جو غزل فن ۾ پختو ۽ فڪر ۾ عمدو آهي. سنڌي شعر جي اڳين دؤر سان به تعلقات اٿس ته نئين دؤر جي نواڻ ۽ تمنائن جي اثر هيٺ به آهي. گهڻن ورهين کان شعر جي ميدان ۾ پئي طبع آزمائي ڪئي اٿس، هينئر شهسوار جي روپ ۾ ظاهر ٿي رهيو آهي(۲). نارائڻ شيام وفا جي شاعري لاءِ چوي ٿو، "وفا جي شاعري هڪ پاڀوه پري شاعري آهي جنهن ۾ مٺاس، نرمي ۽ صداقت سان گڏ جذبات جي گهرائي، احساس جي تازگي، خيال جي شگفتگي ۽ معنويت جو دلڪش ميل آهي، سڀ رنگ آهن پر انداز وانگر هڪ وجود" (۳).

(۱) پريو چڳاڻي 'وفا'، "پرواز"، "تعارف" هر دلگير، بڪ پيج، سندر پرنٽنگ پريس، اجمير ۱۹۵۲ع.

(۲) پريو چڳاڻي 'وفا'، "جهنڪار" پيش لفظ، لالسنگهه اجواڻي، ص ۵، سندر پرنٽنگ پريس، اجمير ۱۹۵۲ع.

(۳) "پرواز" مهاڳ، نارائڻ شيام، ص ٦، سندر پرنٽنگ پريس، اجمير، ۱۹۵۲ع.

## ڪلام جو نمونو(۱)

دل ٿي خود قاتل کي همٿائڻ لڳي،
چوٽ خنجر جي کلي کائڻ لڳي.

آرسيءَ ۾ پاڻ کي پائڻ لڳي،
جيئن ڏٺائين مونکي شرمائڻ لڳي.

هن ڏسي مونکي دري ۾ ٿي چڙهي،
پر وٺين سان ويهي واجهائڻ لڳي.

هن جي گل کي گل جي مون نسبت ڏني،
پنهنجي رخ جا رنگ بدلائڻ لڳي.

هن جي ڪومل جسم کي جڏهن ٿي چهيم،
شرم ۾ ونئي وانگي شرمائڻ لڳي.

حسن آيو ويس ڌاري عشق جو،
دل ڏسي اسرار گهٻرائڻ لڳي.

ڪاهه وفا سان ٿي ڪئي دنيا مذاق،
گيت پر آن جا ٿي اڄ ڳائڻ لڳي.

---

تنهنجي رخ تي ٿا لڳن زلف اڏين،
جيئن انگور منهن ۾ لڙڪن.

تون هلين ٿي ته هلن ٿا طوفان،
تون ٿي مرڪين ته ٿيون بجليون ڪڙڪن.

منهنجي سامهون تي اچين تون شايد،
ٿي ٻڌائي مون کي دل جي ڌڙڪن.

جي دبي دل ۾ رکيا ها جذبا،
شعلا ٻڻجي ٿا هينئر سي ڀڙڪن.

---

(۱) "پرواز" ص ۱۱۵، ۱۲۶.

هـــاڻ موجن جـــو سهارو وٺبو،
هاڻ ڪشتي ۾ تا ڪن گڙ گڙ ڪن.

مون کي شڪ آ تہ جدا ٿي نہ وڃون،
اوچتو ڇو تـــا ڏيئا ڦڙ ڦڙ ڪن.

مهربان تون تہ منکي ڇا جو خوف،
پل ”وفا“ ساڻو پيا ٻڙ ٻڙ ڪن.

—

# هري ”دلگير“

[١٥، جون ١٩١٦ع - ]

هري گرڏنومل درياڻي تخلص ”دلگير“ جو جنم لاڙڪاڻي ۾ ٿيو. هن ابتدائي ۽ ثانوي تعليم لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪئي. ڊي - جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان انٽر سائنس پاس ڪري، ايف - اي - ڊي انجنيئرنگ ڪاليج مان انجنيري جي ڊگري حاصل ڪري پي - ڊبليو - ڊي ۾ نوڪري ڪيائين، ورهاڱي کان اڳ هو سنڌ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر هو.

دلگير جو واسطو صوفي خاندان سان هو، سندس وڏا ڪنڊڙيءَ وارن بزرگن جا مريد هئا. ڪنڊڙيءَ وارا بزرگ هر سال وٽن پيرو ڪندا هئا، جنهن ڪري وٽن سر ۽ سنگيت جـون وڏيون محفلون مچنديـون هيون. ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سنڌ جي هندن ۾ لڏ پلاڻ شروع ٿي تڏهن مرشد کين ڀارت وڃڻ جي اجازت نہ ڏني تنهن ڪري هي ڪٽنب ورهاڱي کان پوءِ گهڻا ورهيہ هتي رهيو پيو هو آخر مرشد جي اجازت ملڻ کـــان پوءِ ١٩٥٨ع ۾ ڀارت هليو ويو.

دلگير ٽيرهن ورهين جي عمر ۾ شاعري شروع ڪئي. ننڍي عمر ۾ هو هر روز پنهنجي سمجهہ آهر ڪيترا شعر لکندو هو. ان زماني ۾ بزم مشاعرهہ لاڙڪاڻي جو سڄي سنڌ ۾ ذڪر هو. هري شاعري جي فن ۾ عروض جي علم حاصل ڪرڻ لاءِ نوازعلي ”نياز“ جي رهنمائي ورتي ۽ هن سان گڏجي بزم مشاعرهہ ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو ۽ جيستائين سنڌ ۾ رهيو اوستائين نہ صرف

مشاعرن جي طرحن تي شعر لکندو هو پر مشاعرن ۾ شريڪ به ٿيندو هو. هري، ”نياز“ سان گڏ ڪشنچند ”بيوس“ کان به گهڻو فيض حاصل ڪيو، جنهن سندس طبيعت جو لاڙو جديد شاعري ڏانهن سوڙي ڇڏيو. دلگير ڪاليج واري زماني ۾ پختو ۽ سنو شعر چوڻ لڳو. ان وقت ميٺارام هاسٽل ۾ جيڪي ترقي پسند شاعر جون ادبي ڪچهريون ٿينديون هيون ان ۾ به پنهنجا شعر پڙهندو هو. دلگير جي جواني وارو ڪلام لاڙڪاڻي جي هفتيوار اخبارن ۽ مشهور رسالي ”سنڌو“ ۾ شايع ٿيندو هو جيڪو اڳتي هلي سنڌ جي هر رسالي جو سينگار بڻيو.

دلگير پهرين ادبي ڪانفرنس (ساهتيه سميلن) جيڪا ڪراچي ۾ ۱۹۴۱ع ۾ ٿي هئي تنهنجو جنرل سيڪريٽري هو ۽ لاڙڪاڻي جي ادبي ڪانفرنس کي ڪامياب بنائڻ ۾ هن هر وقت مالي توڙي رومالي مدد ڪئي. ڪيترين ادبي ڪانفرنسن جي مشاعرن جون طرحون هن جون ڏنل هيون، جيئن:

۱- مورتي تنهن جي کي من مندر ۾ استاپن ڪندس.
پهرين ادبي ڪانفرنس - ڪراچي، ۱۹۴۱ع

۲- پنهنجي پريت کي وري گلشن بنائيندا هاو.
سترهين ادبي ڪانفرنس خيرپور، ۱۹۵۷ع

۳- بهار آهي چمن کي نه سازگار اڃا.
چوڏهين ادبي ڪانفرنس ڪراچي، ۱۹۵۴ع

هري هن وقت آديپور (ڪڇ) ۾ رهي ٿو. جتي هو انجنيئرنگ ڪاليج ۾ پروفيسر ۽ پرنسپال هو، جنهن تان ۱۹۷۹ع ۾ رٽائر ٿيو آهي. هو ڀارت جي ڪيترن سنڌي ادبي ادارن جو عهديدار آهي ۽ پنهنجو وقت سنڌي ادب جي خدمتن ۾ صرف ڪري رهيو آهي. هن سال ڀارتيه ساهتيه ايڪيڊمي طرفان ۱۹۷۹ع جو انعام مليو آهي.

هري جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن:

۱- هريچندر جيون ڪوتا (نظم ۱۹۴۱ع)
۲- ڪوڏ (نظم ڀارت لاءِ ۱۹۴۲ع سنڌي ادبي صلاحڪار بورڊ سنڌ طرفان انعام حاصل ڪيل).

٣- ماڪ ڦڙا (نظم نارائڻ شيام سان گڏ)

٤- موج ڪئي مهراڻ (نظم ١٩٦٦ع).

٥- پل پل جو پڙلاءُ (نظم ١٩٧٧ع).

دلگير سنڌ ۽ ڀارت جي مقبول ترين شاعرن مان هڪ آهي. هن هرڪنهن قسم جي شاعري ۾ مقبوليت حاصل ڪئي آهي. هريءَ جي غزل ۾ سنڌوءَ واري رواني ۽ اندلت جي رنگن وانگر خيالن جي گوناگوني آهي. هن سنڌي غزل ۾ خيالن جا نوان گل ٽيڙي ان کي نئين تازگي، سونهن ۽ ڪشش بخشي آهي، ڪڏهن ڪڏهن هن جا غزل مسلسل غزل ڏيو پون جنهن ڪري هن جي ڪن غزلن تي نظمن جو گمان ٿڻ لڳي ٿو. هن جي ٻولي وڻندڙ ۽ سليس آهي. هن جو انداز بيان پيارو ۽ وڻندڙ آهي. هو انهن پهرين شاعرن مان آهي، جن غزل کي روايتي خيالن کان نون ۽ جديد خيالن ۽ لاڙن سان آشنا ڪيو.

## انتخاب ڪلام

وقت کهڙي تي بهار آيو هلي، ڏس ته سهي،
بند بلبل تي ويس گهر ۾ جلي، ڏس ته سهي.

هر جڳهه قيد ۽ هر موڙ تي ڦاسي ٿو ڏسان،
ڇا انهيءَ کي ٿا سڏن تنهنجي ڳلي، ڏس ته سهي.

هيٺ شبنم ۾ وجهن عڪس ستارا ٿا مٿان،
عرش جو فرش سان ويو روح رلي، ڏس ته سهي.

زندگي سڀ کان نئين سڀ کان پراڻي آهي،
پر پرولي نه سندس ڪنهن به سلي، ڏس ته سهي.

رات پريات هٿان تـوئـي تـي پيـغام مـڪا،
روبرو هاڻي وڃي ڪيئن ٿو الي، ڏس ته سهي.

جام کان پيچ ته شراب آيو ڇڻن تائين ڪئن،
مون جهليو مانس، مگر مي نه جهلي، ڏس ته سهي.

وات تنهنجي ٿو تڪيان، ٻاري ڏيا اکڙين ۾،
ختم ٿي عمر نه مون آس ٻڌي، ڏس ته سهي.

تنهنجو دلگير غريب آيو ڪٺي تيچ تحفو،
هار لڙڪن جو، قبولج نه پلي، ڏس ته سهي(١).

—

ڦٽي ٿي اجا زندگي ڪجهه نه ڪجهه،
زماني ۾ آ دلڪشي ڪجهه نه ڪجهه.

ورهايون جي ٻنهنجي خوشي ڪجهه نه ڪجهه،
ته بيشڪ سا ويندي وڌي ڪجهه نه ڪجهه.

ڪو ساٿي، ڪو سائين، سڄڻ ڪو اٿم،
مڙن سان اٿم دوستي ڪجهه نه ڪجهه.

سرا ر برو ڪو ته ٿيڻو نه آهه،
منجهس بات هوندي چڱي ڪجهه نه ڪجهه.

ٻڌڻ جي گهرن تا سي ٻڌندا ضرور،
ڪري بات ٿي خامشي ڪجهه نه ڪجهه.

ڏئي ساز دل، گيت چاهيم ٻڌڻ،
ته ڪرڻي پئي شاعري ڪجهه نه ڪجهه.

جڏنهن نانهه "دلگير" سان دلربا،
ته هر چيز ۾ آ ڪمي ڪجهه نه ڪجهه(٢).

—

(١) "موج ڪئي مهراڻ" هري دلگير ص ٧١، اجنتا پرنٽرس اجمير، ١٩٦٦ع.
(٢) "پل پل جو پرلاءُ" هري دلگير ص ٧٩، انقلاب پرنٽنگ پريس، الهاسنگر، ١٩٧٧ع.

# ”سڳن“ آهوجا

## [ ۱، ڊسمبر ۱۹۲۱ع — ۱۰، فيبروري ۱۹۶۶ع ]

سڳن آهوجا جو جنم شڪارپور ۾ ٿيو. هن‌جا وڏا ڪاٽ مڏيءَ وارا ۽ سکر ماڻهو هئا. سندس شادي ٻه ننڍي عمر ۾ ڪرائي وئي. هيمون‌ڪالاڻيءَ سان هن جي دوستي سکر ۾ ٿي. پرائمري ۽ هاءِ اسڪول جي تعليم پنهنجي شهر ۾ پوري ڪري ۱۹۳۷ع ۾ وڌيڪ تعليم لاءِ ڪراچي آيو، جتي ڊي-جي سنڌ ڪاليج ۾ داخلا ورتائين ۽ ميٺا رام هاسٽل ۾ رهڻ لڳو. هن ۱۹۴۱ع ۾ بي-اي پاس ڪئي. هو شاگردي واري زماني ۾ سنڌي ادب ۽ زبان جو ايترو چاڙهو هو جو هن‌ڪي شاگرد ۽ دوست ”گهومو لئبرري“ ڪري سڏيندا هئا. ورهاڱي کان اڳ سنڌ جي جن نوجوانن ترقي پسند تحريڪ شروع ڪئي هئي هي انهن مان هڪ هو. ان وقت هن‌جون تخليقون ”سنڌو“ ۾ شايع ٿينديون هيون.

ورهاڱي بعد هن جي وڃڻ سنڌو نگر ۾ خانگي بسون هلايون، مگر ان ڪاروبار ۾ انهن‌ڪي لکن روپين جو نقصان ٿيو، جنهن ڪري‌سڳن‌آهوجا جي ڪٽنب جي مالي حالت خراب ٿي وئي. سڳن پنهنجي پيرن تي بيهڻ لاءِ گهڻيون ڪوششون ڪيون، مگر غربت هن جي پٺ نہ ڇڏي. هن ڪٽمنٽن جي ڀڃي واپار جو دڪان کوليو، ويسٽ اينڊ هوٽل ۾ نوڪري ڪئي، ڪاڏي ۽ والچ انڊسٽري ۾ نوڪري ڪئي، ڪيترو وقت ماستر ۽ ڪجهه مهينا ليڪچرار رهيو. هن تي ۱۹۶۴ع ۾ اڏرنگ ۽ رت جي داٻ جو حملو ٿيو، جنهن مان هو صحتمند ٿي نہ سگهيو ۽ ۱۹۶۶ع ۾ وفات ڪيائين. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن:

۱- بي آگ جلن تا پروانا (ڪهاڻيون)
۲- ارمان (نظم)
۳- پياري چيز (ناول).

سڳن ڪي ليکڪن جو ليک ڪونيو ويندو هو. هو مارڪسوادي اديب هو. هن پنهنجي سماج جي گندي زندگي ۾ خوبصورتي ۽ سونهن جا خواب ڏٺا ٿي. هن جي تمنا هئي تہ انساني زندگي ۾ انقلاب اچي ۽ غريبن جون جهوپڙيون ڪرڪٽي اميرن جي محلن کان مٿي ٿي وڃن. هو هڪ

سنڌو نقاد ۽ ادب جي خوبصورتي ۽ ڪمزوري جو ڄاڻو هو، هن زندگيءَ جي سمنڊ جي ڪناري تان ڪوڏ نه پر انجي اونهائيءَ مان فڪر ۽ فلسفي جا موتي ميڙيا هئا، جن ڪي جرڪائي شاعري جي هار ۾ پوتو هئائين. موهن ڪلپنا سندس شاعري لاءِ چوي ٿو "جتي فڪر ۽ گهرائي جو واسطو آهي اتي اڃا تائين اهڙو سنڌي شاعر ظاهر نه ٿيو آهي جو سڳن کان گوءِ کٽي سگهي" (١).

## ڪلام جو نمونو(٢)

پيار کان جيڪي پيار گهرن ٿا،
پيار نه، سودي بازي ڪن ٿا.

شمع جي چپ کي جي نه چمن ٿا،
سي ٿي جان تا جاڳندا رهن ٿا.

پنهنجي ڏاهپ سڀ ڄاڻن ٿا،
ڪي چپ آهن، ڪي ٻهڪن ٿا.

يار سوين تنهن يار تان گهوريان،
جنهن جي غمن سان غم مٽجن ٿا.

پنهنجي ڏس کي ڪيئن سمجهايان،
سهڻا ماڻهو سهڻا لڳن ٿا.

ڇو نه تون اڳنديڻ پيارو پيارو،
تنهنجا ڪنهن سان روش ملن ٿا.

—

منهنجي تن من جي صحت پاڻ لکايو آهي،
ڪوئي سمجهي يا نه، مون عشق ڪمايو آهي.

---

(١) موهن ڪلپنا "فنڪار ۽ فيلسوف"، ص ١٥، سنڌي ڏائياس پبليڪيشن، اشوڪ پريس الهاس نگر، ١٩٧٤ع.
(٢) سڳن آهوجا "ارمان" ص ٥٠ ۽ ٥٢، نئين دنيا پبليڪيشن، بمبئي.

تنهنجي هن ڏاڻ کان اڳ ۾ نه هيم عشق جي ڄاڻ،
تو مون انسان کي، انسان بنايو آهي.

منهنجي جذبن تي به فرشتن کي رشڪ آيو آهه،
منهنجي چاهت کي تو ائين عرش رسايو آهي.

تو کي چاهي سڄي دنيا کي مون کي چاهڻو پيو،
پاڻ ۾ هڪڙي تو عالم کي سمايو آهي.

تو کي پاتو مون، مون کي جڳ جي ڪروڙن پاتو،
پڻ دلين جو ائين لايو سجايو آهي.

—

## نارائڻ "شيام"

[١٥، جولائي ١٩٢٢ع— ]

نارائڻ ناگواڻي تخلص "شيام" جو جنم ڳوٺ کاهي قاسم تعلقو نوشهرو فيروز ضلع نواب شاهه ۾ ٿيو. هن پرائيمري تعليم نوشهري ۽ انگريزي تعليم نواب شاهه ۾ حاصل ڪئي، ١٩٤٥ع ۾ ڊي-جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي-اي (آنرس) جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڪاليج واري زماني ۾ "سنڌي ادبي سرڪل" جو خاص رڪن هو ۽ سنڌ ۽ ڀارت ۾ ترقي‌پسند شاعري کي مقبول ڪرائڻ ۾ سندس ڪوشش وڏو ڪم ڪيو آهي.

شيام کي ننڍي عمر کان شاعري سان چاهه رهيو آهي. جڏهن هو پرائمري اسڪول ۾ هوندو هو ته هڪ ڏينهن سندس ڪلاس ماستر شاگردن کان پڇيو ته وٽن ڪو ڪافين جو ڪتاب آهي، ڪنهن شاگرد ماستر کان پڇيو ته سائين، اهو ڪتاب ڪاڏي ڪندءُ؟ ماستر چيو ته، "انهن ڪافين جي طرز تي ڪافيون لکندس." شيام جي دل تي انجو گهرو اثر ٿيو ۽ هن به پين جي ڪافين جي طرز تي ڪافيون لکڻ شروع ڪيون. اڳتي‌هلي هن قومي تحريڪن کان متاثر ٿي انهن ۾ قومي رنگ ڀري سنڌي شاعري کي نئين راهه تي هلائڻ شروع ڪيو.

"شيام" جي شاعري ۾ پهريون استاد سندس والد هو، پوءِ هن ڪشنچند "عزيز"، حاجي محمود خادم لاڙڪاڻوي، مولوي محمد عاقل "عاقل" ۽ خاص طرح پرسرام "ضيا" ۽ هرو مل سدارنگاڻي "خادم" جي صحبتن مان عروض ۽ فن بابت گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو.

ورهاڱي کان اڳ شيام گورنمينٽ مدرسه هاءِ اسڪول نواب شاهه ۾ ڪم ڪندو هو. موجوده وقت ١٩٤٨ع کان پوسٽ ۽ ٽيليگراف آڊٽ آفيس دهلي ۾ ملازم آهي ۽ دهليءَ ۾ ئي رهي ٿو، ١٩٧٧ع کان ساهتيه اڪيڊمي جو ميمبر مقرر ٿيو آهي.

شيام جا هينيان ست نظم جا ڪتاب هن وقت تائين شايع ٿي چڪا آهن. ڪيس "واري پريو پلاند" تي ساهتيه اڪيڊمي طرفان انعام مليل آهي:

١- ماڪ ڦڙا (هري دلگير سان گڏ) } ڪهاڻي پبليڪيشن بمبئي
٢- پنکڙيون ۽ روپ مايا
٣- رنگ رتي لهر
٤- روشن ڇانورو

٥- ماڪ ڀنا رابيل } اجنتا پبليڪيشن اجمير
٦- واريءَ ڀريو پلاند
٧- آڇيندي لڇ مران

شيام سنڌيءَ جو شهزادو شاعر آهي. هن شاعري جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ هر صنف ۾ پاڻ کي اوچو ۽ اڳرو ثابت ڪيو اٿس (١). شيام ڀارت جو اهو شاعر آهي جنهن کي نه صرف ڀارت ۾ سڀ کان وڌيڪ بلڪ سنڌ جي نوجوان ۽ ترقي پسند شاعرن ۾ به تمام گهڻي مقبوليت حاصل آهي. شيام غزل جا پراڻا پيچرا ڇڏي پنهنجي غزل کي نون خيالن اُمنگن، جذبن ۽ انقلابي راهن کان آشنا ڪيو آهي. هو باشعور ۽ جدت طراز شاعر آهي. هن جي ٻولي وڻندڙ ۽ خيال دل ۾ گهر ڪندڙ آهي. شيام سنڌي ساهتيه ڪ گلشن جي اها ڪوئل آهي جنهن پنهنجي ڪنٺ سان نه، هردي

(١) "ڪونج" ماهوار بمبئي "شيام نمبر" ص٤٨، ماه آڪٽوبر- نومبر ١٩٦٦ع، مقالو "شيام جي شخصيت ۽ شاعري" هري دلگير.

سان سرشتيءَ، سماج، ۽ انسانيت جي سندرتا ۽ مڌرتا نروار ڪئي آهي(۱).

## ڪلام جو نمونو(۱)

صرف غم ئي حيات ۾ آهن،
۽ نه آهي خوشي، ائين ناهي.

رات آهي آماس جي، ليڪن،
ناهه ڪا روشني ائين ناهي.

منهنجي ٻيڙي تہ تي ڪپر ٻيڙي،
ناخدا گهٽ ڪئي ائين ناهي.

شوق، منزل گهٽن ڪي هو، پر ڪو
هاڻو همراه تي ائين ناهي.

مان ڏکن سهي تہ پيچو غم ڪان ڇٽي،
ڪا اڳيان هئي خوشي ائين ناهي.

تنهنجي جهوري تہ هئي لڱل جيءَ ڪي
پر نہ هئي ڪابہ ٻي ائين ناهي.

زندگي ”شيام“ غم ڪان پائي نجات،
سرس سرهي رهي ائين ناهي (۲).

—

ڪيڏو سورن جو سامان،
سک جوهونہ ڪوئي امڪان.

سيتل ڇايا ڪنهن جي ياد،
رڻ جو پنڌ ٿيو آسان.

(۱) ”ڪونج“ ماهوار بمبئي ”شيام نمبر“ ص ۱۲۵، ماه آڪٽوبر- نومبر ۱۹۶۶ع
مقالو ”شيام جي شخصيت ۽ شاعري“ گوبند مالهي.
(۲) ”ڪونج“ ماهوار بمبئي ”شيام نمبر“ ص ۱۰، ماه آڪٽوبر-نومبر ۱۹۶۶ع.

تنهنجو صدين جو وشواس،
تنهن ۾ منهنجو هاڻ گمان.

ڦونو پاڻيءَ جو هو ڪالهه،
اڄ ته اٿاهه سمنڊ انسان.

سر ٽڪرائي ساحل ساڻ،
ماڻو ٿي ويو هر طوفان.

موتيءَ جو هر رهندو نشان،
پر ڪو سپ جو نانءُ نشان.

جاڳيو آهين تيءَ سجاڳ،
ڪيئن سپنن جو احسان.

صبح ڪ شام جي آهه شفق،
شيام اٿيئي ڏِس جو ڏيان(۱).

---

## ارجن ”شاد“

### [۱۷، ڊسمبر ۱۹۳۴ع - ]

ڊاڪٽر ارجن پٽ گوبند رام ميرچنداڻي جو اصل وطن لاڙڪاڻو آهي، جتان ورهاڱي کان پوءِ لڏي بمبئي ۾ اچي رهيو آهي جتي هو سنڌين طرفان قائم ڪيل جئه هند ڪاليج ۾ سنڌي ادب جو پروفيسر ۽ هيڊ آف دي ڊپارٽمينٽ آهي. هن کي ”سنڌي غزل“ جي موضوع تي ٿيسز پيش ڪرڻ ڪري بمبئي يونيورسٽي طرفان پي - ايچ - ڊي جي ڊگري ڏني وئي آهي.

ارجن ”شاد“ ساهتيه اڪيڊمي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر آهي ان جي پاران شايع ٿيندڙ ”انسائيڪلوپيڊيا“ لاءِ معلوماتي مواد پڻ لکندو آهي.

(۱) نارائڻ ”شيام“، ”آڇيندي لڄ مران“ ص ۴۶، اجنتا پبليڪيشن اجمير، ۱۹۷۲ع.

ارجن ڀارت جي مقبول سنڌي شاعرن مان هڪ آهي. سندس هيٺيان ڪتاب هن وقت تائين شايع ٿي چڪا آهن.

۱ آءٌ گهٽين جو ڳائيندڙ (نظم)
۲ ڏاهيون ڏک ڏسن (آپيرا)
۳ ڀيوس ۽ نئون دور (تنقيدي مقالو)
۴ ٽپسيا جون روشنيون (نئون نظم)
۵ ۱۹۶۸ع ۾ سندس ڪتاب ”وولگا جي ڪناري“ لاءِ نهرو امن انعام مليو هو (۱).

شاد اڄ ڪلهه نئين ڪويتا يا نظم طرف گهڻو مائل آهي پر هو غزل جو به پختو ۽ عمدو شاعر آهي. هو هڪ حساس طبيعت شاعر آهي. ان جي حساس طبيعت جتي زندگيءَ جي امرت جا پر پيالا پيش ڪري ٿي اتي زندگيءَ جي وهم جون وٿيون به آڇي ٿي. ڇاڪاڻ تہ زندگي صرف گلن جي سيج آهي، تنهن ڪري هن جي غزل ۾ گل به آهن تہ ڪنڊا به آهن، هن جي غزل تي خارجي تاثر ڪافي آهي. شاد جا خيال پرڪشش ۽ ٻولي وڻندڙ آهي.

## ڪلام جو نمونو (۲)

سرحد جي پار منهنجي نظر ڪـي اڏڻ ڏيـو،
اصلي وطن جي ڀي زمين ڪـي ڏسـڻ ڏيو.

هن روح جي ڪڙيءَ ڪي نہ ورثي ڪانڪانجو،
ڦٽڪي رهي آهي قوم انهيءَ ڪي جيڻ ڏيو.

هستيءَ جي گم ٿيڻ جو نہ پيدا گمان ٿئي،
منهنجي ڪنن ۾ شاهہ جي ٻولي ٻـرڻ ڏيو.

---

(۱) ارجن ”سڪايل“، ”سنڌي ساهتڪارن جو آلبم“ جڳديش پرنٽرس سنڌونگر ۳، بمبئي.
(۲) ”نـارائڻ شيام“، ”غزل“، ص ۵۲ ۽ ۴۴، اشـوڪ پبلڪيشن، دهلي ۶، ۱۹۶۰ع.

سنڌوءَ جي ڌارا ڌار رهي ڪانہ ٿي سگهي،
ساري نديءَ جي آب کي جهرجهر وڻ ڏيو.

هڪڙي بهار، هڪڙي خزان، غم خوشي بہ هڪ،
هڪڙي ئي زندگيءَ کي نہ ٽڪرا ٽيڻ ڏيو.

احسان قديم شمع جا ساقيءَ جي حسن تي،
محفل ۾ پورو ذڪر اسان جو ٿيڻ ڏيو.

—

آءُ ڍوليا تہ ڪريون پيار هليا ويندا سين،
ڪيسين هئن رهبو پلا ڌار هليا ويندا سين.

ڪجهہ خطا منهنجي تہ ڪجهہ تنهنجي بہ هوندي ڍوليا،
ٿيندا پورا نہ هي تڪرار هليا ويندا سين.

جا گهڙي گذري، لڳي ڪين ڪري شال موٽي
زندگي آهہ گهڙيون چار هليا ويندا سين.

بس فقط پنهنجو جڳ آهہ يا ٻئي جو بہ خيال،
ڪر ٻين جو بہ ويچار، هليا ويندا سين.

هو حسين چهرا ۽ هي دل ۾ هي الفت جو اثر،
چا ڇڏي سهڻو هي سنسار هليا ويندا سين.

موت آهي تہ جڳ ٿئي ٿو زيادهہ ظاهر،
شاد جيون جي ڪريون سار، هليا ويندا سين.

—

# ايم - ڪمل

[٨، آگسٽ ١٩٢٥ع - ]

مولچند منگهارام ملڪاڻي اصل ڪنڊياري ضلع نوابشاهه جو رهندڙ آهي. سندس جنم ڪراچي ۾ ٿيو. انٽر سائنس ڊي - جي سائنس ڪاليج مان پاس ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ پنهنجي عزيزن سان گڏجي هندستان هليو ويو، جتي رياوي ۾ نوڪري ڪيائين. هن وقت سينٽرل ريلوي بمبئي ۾ ملازم آهي. سندس رهائش الهاس نگر ۾ آهي. هو سنڌي ۽ اردو ٻنهي زبانن ۾ شاعري ڪندو آهي، سنڌي شاعريءَ ۾ سندس استاد ليکراج ڪشنچند هو. جنهن جي شاعري ۽ فن کان گهڻو متاثر آهي، اردو شاعري ۾ مير تقي "مير" جي بزرگي جو قائل آهي. سندس نظم جا هي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. ننڊ سڄاڳ، جهريل جيءُ ۽ ڳرندڙ برف جا نقش.

ايم - ڪمل غزل جو شاعر آهي ۽ هن کي شاعري جي صنفن مان غزل سان وڏيڪ پيار آهي. هن سنڌي غزل کي پراڻين راهن ۽ پيچرن مان ڪڍي نئين راهه ۽ رنگ تي هلائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. هو غمِ جانان جو نه پر غمِ دوران جو شاعر آهي. هو خارجي اثرات کي سيني ۾ سموهي اندر جي آهن جي صورت ۾ پيش ڪري ٿو. هن جي غزل ۾ پنهنجي دور جي سماجي ۽ اقتصادي حالتن جو شديد احساس ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن زندگي لاءِ گلن جي سيج وارو تصور قائم نه ڪيو آهي پر ان کي ان جي صحيح صورت ۾ ڏٺو آهي ۽ زندگيءَ جي زخمن مان وهندڙ ناسور کي اڏين پيش ڪيو آهي جيئن هن ان کي ڏٺو آهي. هو ڀارت ۾ نئين غزل جو علمبردار آهي ڏسڻ ۾ اڏين ٿو اچي ته ڀارت جا ڪيترا پيا شاعر به نئين غزل جي جهنڊي هيٺ ڪٺا ٿيندا وڃن.

## ڪلام جو نمونو(١)

جيڪا گذري سا پلايون جو اچا جئٽو آ،
ڪو نئون ورق ورايون جو اچا جمٽو آ.

جو چنڊي پلءِ اٿون آس جي ڀڙ مان هاٿي،
اڄ نئون داءُ لڳايون جو اچا جئٽو آ.

---

(١) ايم - ڪمل "جهريل جيءُ" ص ٦٢، ٧١ ۽ ٦٩ سنڌي ٽائيمس پبليڪيشن اشوڪ پريس الهاس نگر ٣.

پنهنجي ڏک سک جو تہ هن ساڻ ٿي ناتو آهي،
چاهہ جڳ مان ڇو گهٽايون جو اچا جئڻو آ.

ڪنهن نہ ڪنهن آس جي ڊونهي ڪئي ڏڪائي دل ۾،
نت نوان پور پچايون جو اچا جئڻو آ.

هاڻي ٿي خون جگر جو پي ڪيون پورو ڇو،
ڪجهہ تہ پوءِ لئہ ٻي بچايون جو اچا جئڻو آ.

---

هر گهڙي انتظار جان ڇو آ،
زندگي پنهنجي بار جان ڇو آ.

زندگي جي خوشي اسان جي لئہ،
اوپري جي نهار جان ڇو آ.

تاروتار لڳي ٿو درد ۾ چئن،
چنڊ ڪنهن دلفگار جان ڇو آ.

گل ڇهڪي خار کان پڇيو ٿي ”ڪالہ“،
تنهنجي نفرت بہ پيار جان ڇو آ.

---

ياد تنهنجي کان پلئہ دل، ڇو ڇڏائي نہ سگهي،
درد جيوت جو تہ ناهي، جنهن کان ڇنائي نہ سگهي.

شام کهڙي، جان آرام جو پيغام ڏئي،
صبح ڪهڙو، جو نئي آس جڳائي نہ سگهي.

جيڪا طوفان سگهي ڪين ٿي، آهہ نہ پر،
ڳار نہ آنسون آهو، جو باهہ لڳائي نہ سگهي.

تنهن تمنا جو هئڻ يا نہ هئڻ، يڪسان آهہ،
سوز ۾ سوچ جا ديپڪ جا جلائي نہ سگهي.

---

# لکمیچند "پریم"

[١٥ مارچ ١٩٢٨ع— ]

ڊاڪٽر لکميچند جي والد جو نالو خوشيرام ذات ڏوڏيجا ۽ تخلص "پريم" آهي. سندس وڏا اصل "همايون" جا هئا، جتان لڏي اچي سکر ضلعي جي ڳوٺ ياسين شهر ۾ رهيا. سندس وڏا خانداني حڪيم هئا، جيڪو پيشو سندن خاندان ۾ پنجن ڇهن پشتن کان هلندو اچي. "پريم" جيتوڻيڪ وڏي تعليم حاصل نه ڪئي آهي تنهن هوندي به اباڻي پيشي ۾ چڱو نالو ڪيو آهي ۽ طب سان گڏ ڊاڪٽري به ڪندو آهي.

"پريم" شاعر ٿيڻ کان اڳ سنگيت جي سکيا حاصل ڪئي. ورهاڱي کان اڳ هو آزاديءَ جي جلسن ۾ پنهنجي مڌر ۽ پرجوش آواز سان ڪيترن انقلابي شاعرن جا گيت ۽ نظم چوندو هو. هن ننڍي عمر ۾ ڪيترن سنگيت مجلسن ۽ چٽاڀيٽن ۾ حصو ورتو ۽ انعام حاصل ڪيا هئا. ان زماني ۾ اسٽيج ڊرامن جو گهڻو چاهه هو، هن ڪيترن ڊرامن کي گيتن سان سنواري اسٽيج تي پيش ڪيو هو.

لکميچند "پريم" هن وقت ٻڙودا ۾ رهي ٿو جتي هو ڪيترن ادبي ادارن جو صدر ٿي رهيو آهي. هو ساهتيه اڪادمي (دهلي) جيڪا هر سال هر ٻوليءَ جي اديب کي پنج هزار روپيه انعام ڏيندي آهي ۽ ڀارتيه گيان پيٺ جا هر سال هڪ ٻوليءَ جي اديب کي هڪ لک روپيه ڏيندي آهي، جي صلاحڪار بورڊ جو ميمبر پڻ آهي.

پريم جا هيٺيان شاعري جا ڪتاب هن وقت تائين شايع ٿي چڪا آهن:

١— پريم پشپ (هندي) ١٩٥٢ع، ٢— پريم شانجلي ١٩٥٣ع، ٣— شمع ٻاريندي شب ١٩٦٠ع، ٤— خمار ١٩٦٣ع ۽ ٥— اکڙين جي آلاڻ ١٩٧٢ع.

پريم جي شاعري جهرڻن جي مڌر سنگيت مثل آهي. هن جي غزلن ۾ اندر جي آڌمن ۽ من جي موجن جي ترجماني آهي. جيئن ته هو سنگيت جو ماهر آهي تنهن ڪري هن جي غزل جي ٻولي نرم ۽ نازڪ ۽ انداز بيان وڻندڙ آهي. هن جا خيال گلن جي انهن پتن وانگر آهن جي پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ترندا آهن، مگر دل کي ڏاڍا سهڻا لڳندا آهن.

## انتخاب ڪلام

نہ دل کي لوڏيو، اي هم شريڪو اوهان جي صف ڪان جدا نہ آهيان،
نہ منهنجي خاموشين مان سمجهو، اوهان سان مان همنوا نہ آهيان.

اوهان جي هرهڪ قدم سان پنهنجو قدم ملائي هلان ٿو هردم،
ڏسان ٿو منزل جون شاهراهون، انهن ڪان نا آشنا نہ آهيان.

خموش جذبا، خموش ڌڙڪن، خموش دل ۾ رڪان ٿو ايڪن،
پلان ٿو طوفان جي وادين ۾ ۽ آنڌين ڪان جدا نہ آهيان.

رڪان ٿو احساس زندگيءَ جو، نہ زندگيءَ ڪان ڪريان ڪنارو،
هجي الڳ پل زندگي پر، مان زندگيءَ ڪان سوا نہ آهيان.

ڪڏهن اچي ٿي جي چپ جي دنيا، تہ چپ ۾ مان پي نہ چپ ٿو چوريان،
نہ شور غل لاءِ آهي شڪايت، خموشين ڪان خفا نہ آهيان.

نڪو ڪو پيري، نڪو فقيري جي لاءِ گوشہ نشين آهيان،
رهان ٿو هر دل ۾ پريم بڻجي، ڪڏهن بہ جور و جفا نہ آهيان(۱).

---

اسان جي چپ مان نہ سمجهو تہ بي‌زبان آهيون،
نياز ڪي متان سمجهو تہ ناتوان آهيون.

وسيع دل آ اسان جي گواهہ آ دنيا،
اهو غلط آ، تہ ظالم تي مهربان آهيون.

اسين بنهہ، نئا منزل سندي ڪيون پروا،
اسين تہ پاڻ ئي منزل ۽ ڪاروان آهيون.

هزار مرتبا آيا وبال دنيا جا،
مگر نہ سنجي وڃڻ جا اسين نشان آهيون.

---

(۱) لکميچند "پريم"، "اکڙين جي آلاڻ"، ص ۳۸، اجنتا پبليڪيشن، اجمير ۱۹۷۲ع.

ڪيو آ برق ۽ طوفان بار بار حملو،
اسين جلي وڃون اهڙا نہ آشيان آهيون.

اسان جي لاءِ هيتان ۽ هتان پڇو ڇو ٿا،
اسين تہ "پريم" ازل جا ڏي داستان آهيون(١).

---

# گورڌن محبوباڻي "ڀارتي"

## [١٣، جنوري ١٩٢٩ - ]

گورڌن پٽ آ ومل محبوباڻي لوهاڻو تخلص "ڀارتي" جو جنم ڳوٺ آراضي تعلقو سيوهڻ ضلع دادو ۾ ٿيو. پرائمري تعليم سنڌ ۾ حاصل ڪيائين بي - اي آگرا يونيورسٽي ۽ پرڀاڪر (هندي) پنجاب يونيورسٽي مان پاس ڪيائين. سندس شاعري جي شروعات ننڍپڻ کان ٿي هن وقت سندس ڪلام ڀارت ۽ سنڌ جي رسالن ۾ شايع ٿيندو رهندو آهي. شاعري ۾ سندس استاد نارائڻ شيام آهي.

گورڌن ڀارتي جو ناتو ڀارت جي ڪيترن ادبي سوسائٽين سان رهيو آهي جهڙوڪ ١- اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا (بمبئي) ٢- ساهت سنگت اجمير، ٣- ساهتيہ اڪادمي دهلي، ٤- راجستان اڪادمي (جيپور).

گورڌن ڀارتي نہ صرف سٺو شاعر آهي پر سٺو ڪهاڻيڪار، ناٽڪ ۽ مضمون نويس آهي ۽ هن انهن سڀني زمينن ۾ ڪيترا ڪتاب لکيا آهن. جن مان چوڏهن نظم، ٻہ ڪهاڻين ۽ ٻہ ڊرامن جا ڪتاب وڏي مقبوليت حاصل ڪري چڪا آهن. هن ڪجهہ درسي ڪتاب پڻ لکيا آهن. هن کي ڀارتي ادب تي ١٩٥٧ع ۽ ١٩٦٢ع ۾ ڀارت سرڪار جي وزارت تعليم کان اوارڊ مليا آ-ن ان کان سواءِ ١٩٦٦ع ۾ واسواڻي اوارڊ ۽ قومي گيتن جي سلسلي ۾ آل انڊيا ريڊيو کان اوارڊ حاصل ڪري چڪو آهي. گورڌن هڪ

---

(١) لکميچند "پريم"، "خمار"، ص ٥٨، پرتاب پبليڪيشن، انڊيا بزار، ٻڙودا، جنوري ١٩٦٣ع.

سنڌو ايڪٽر آهي، هن نئيڊيئي کان وٺي هن وقت تائين تمام گهڻن ڊرامن ۾ مرڪزي ڪردار ادا ڪيو آهي. سنڌ مان لڏي وڃڻ کان پوءِ هو اجمير ۾ رهي ٿو جتي هو سب هيڊ ٽرئفڪ اڪائونٽس آفيس ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

گورڌن جي شايع ٿيل ڪتابن مان ڪن جا نالا هي آهن:

۱- عمر مارئي (هندي- ڊرامو) ۲- گل ۽ مکڙيون [شعر]، ۳- پيلو چند لال داغ [ڪهاڻيون]، ۴- الا ميٺهن ملير ۾ [گيت]، ۵- طوفاني رات [ناٽڪ]، ۶- لاٽيون [انعامي ڪتاب ٻارن جا گيت] ۷- نئين بستي [انعامي ڪتاب ٻارن لاءِ آکاڻيون]، ۸- پانڌي پرآئو وات نئين [ڪهاڻيون]

گورڌن ڀارت جي انهن اڙڌن شاعرن مان هڪ آهي، جن شاعري ۾ نوان جو رنگ ڀريو آهي. گورڌن جي غزلن ۾ نئون رنگ نمايان آهي. هو دل جي زخمن کان زيادهہ جهان جي ڏک جو ذڪر ڪري ٿو هو داخلي الجهن بجاءِ خارجي حالتن کي وڌيڪ بيان ڪري ٿو. جو ڏسي ٿو سو ڀڏائي ٿو. هن جي غزلن ۾ گلن جي نزاڪت بجاءِ ڪانن جي ڪنڊن واري تيزي ۽ تکائي آهي.

## ڪلام جو نمونو

تون بيقرار دلين کي قرار ڏيندو وڃ،
نہ جن کي پيار مليو، تن کي پيار ڏيندو وڃ.

چمن سان لال گلن تان گلاب چونڊ اچي،
پسي گاي کي بہ ٻانهن جو هار ڏيندو وڃ.

يقين "ڪالهہ" جو ڪٿي؟ ڀروسو سڀان جو ڪٿي،
اسانکي "اڄ" جو رڳو اعتبار ڏيندو وڃ.

سڪن ٿا توکي ڏسڻ لاءِ جيڪي سالن کان،
انهن کي عمر سڄي انتظار ڏيندو وڃ.

سکن جو نور نہ يا راحت جي روشني نہ سهين،
ڏکن جي ڌوڙ، غمن جو غبار ڏيندو وڃ.

اسان جي درد جي ڌو وٽ نہ جي دوا آهي،
آداس روح، جگر داغدار ڏيندو وڃ.

—

پختا پونس پل پنجوڙ،
شينهن ڌڏهن بہ کندو گجگوڙ.

لڪَ، لڦون، چاڙهيون ۽ چوٽون،
جيون جبلن ۾ جاکوڙ.

رات صبح ۽ منجهند چاهي،
سج چنڊ تارن جي ڊڪ ڊوڙ.

صرف مورُن چو؟ ماڻهن کي پڻ،
اڄ کلهہ آهہ لهوءَ جي لوڙ.

امن اهنسا جي نالي ۾،
جنگي هٿيارن جي هوڙ.

شاگردن جو شغل شرارت،
پيڙ، پيڙ، پيچ ڊاهہ اکوڙ.

—

## ارجن "حاسد"

[٧، جنوري ١٩٣٠ع - ]

ارجن پٽ چيناننڊ ڌنواڻي تخلص "حاسد" جو جنم ڪراچيءَ ۾ ٿيو. سندن وڏن جو ڳوٺ ڪنڊيارو ضلع نوابشاهہ هو، جتي هن پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم حاصل ڪئي، ١٩٤٧ع ۾ هن مئٽرڪ پاس ڪئي ۽

جلد ئي ملڪ جي ورهاڱي سبب سنڌس وڏا ڀارت هليا ويا. مالي تڪليف سبب هو وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو. زندگيءَ جي ضرورت ڪي سنهن ڏيڻ لاءِ هن ڪي احمدآباد پوسٽ آفيس ۾ ڪلارڪي ڪرڻي پئي، جتي هن هميشه لاءِ رهائش اختيار ڪئي. اڄڪلهه هو جنرل پوسٽ آفيس احمدآباد ۾ اسسٽنٽ آهي.

حامد جي شاعري جي شروعات ١٩٥٤ع کان ٿي، جڏهن ڪن حالتن هن جي طبيعت ۾ اهڙو اثر آندو جو هن شعر چوڻ شروع ڪيو. هن جو پهريون ڪلام ”ڪهاڻي“ ۽ ”نئين دنيا“ بمبئي ۾ شايع ٿيو. هن جو ”سنڌي ساهتيه سنگت“ احمدآباد سان ويهن سالن کان ناتو آهي ۽ ڪجهه سالن کان هو سنگت جو صدر آهي. سندس شعرن جا ٻه ڪتاب ١- ”سواسن جي سرهاڻ“ ١٩٦٦ع ، سنڌي ساهتيه سنگت احمدآباد، ٢- ” پٿر پٿر ڪنڊا ڪنڊا “، ١٩٧٤ع سنڌو ڪلاڪار منڊل احمدآباد طرفان شايع ٿيا آهن.

حامد غزل جو شاعر آهي هو پنهنجي اندر جي اڌمن کي نهايت موزون لفظن ۽ پراثر انداز ۾ غزل ۾ ئي وڌيڪ رواني سان بيان ڪري سگهي ٿو. حامد جي غزلن ۾ ٻه ڀارت جي ٻين غزل چوندڙن وانگر خيالن جي نواڻ آهي. هن جا خيال زندگيءَ جي انهيءَ باهه جون چڻگون آهن جيڪا باهه سماج ۽ ماحول هن جي هردي ۾ دکائي آهي. هو جيڪا به ڳالهه چوڻ چاهي ٿو سا سادن سودن مگر دل ۾ گهر ڪندڙ لفظن ۾ آسانيءَ سان پڌائي سگهي ٿو.

## ڪلام جو نمونو(١)

نه سي آهي نه خون، دل ٿا آڇون، جي پيئڻ چاهيو.
اسان جي دل آ ميخانو، پيئو، جي ٿا جيئڻ چاهيو.

محبت ۽ وفا، ڪيڏا نه دل ۾ وهم پاليو ٿا،
اوهان هن يڪ جي ڪاغذ تي، اکر ڪو ٿا لکڻ چاهيو.

حياتي ڪو جيئي ٿو، ڪوئي روڳي، ڪوئي ماڻي ٿو،
اهو پنهنجو شعور آهي، جيئو، جئن پيي جيئڻ چاهيو.

---

(١) ارجن ”حامد“، ”پٿر پٿر ڪنڊا ڪنڊا“، ص ١٣ ۽ ٧، مينا پرنٽنگ پريس احمدآباد، ١٩٧٤ع.

اسان ڪان ٿا پڇو، ڪنهن ڪنهن تي ڪئن ڪئن ڇاڇا گذري آ،
پڇو پنهنجي تمنا کان اوهين جيڪي پڇڻ چاهيو.

ڏسو ٿا روز آئينو، ڏنو پر ڪين دل پنهنجي،
اسان جي ئي خطائن کي، ڇو هرهر ٿا ڏسڻ چاهيو.

ڪڏهن ڪنهن مرڪ مان، ڪنهن اڙڪ مان ظاهر ٿي پوندو آ،
هتي ڪنهن چاڏنو ڪنهن کي، ۽ ڪنهن کان ڇا وٺڻ چاهيو.

زماني ۾ اسين حامد، ازل کان اجنبي آهيون،
نه پنهنجو ڪنهن بڻايو آ، نه ڪنهن منهنجو بڻڻ چاهيو.

---

الجهي الجهي پوي ٿي ڇو سرهاڻ،
ڏکهي ٿيندي وڃي ٿي ڪا ڇڪتاڻ.

ٿرٿلي جو هي اڏ سڙيل سپنا،
آءُ ميڙيان به وينو ڪنهن جي ڪاڻ.

ائين نه من تان اگهڻ آ چاهي مون،
ڪيترا پيرا سوچ جي ڪوڙاڻ.

ڪنهن جي نيڻن ۾ اڙڪڙائي ٿي،
هڪ گهڙيءَ جي ئي ڳالهه ڇاڪاڻ.

وقت جي ذهن تان ڇڻي پوندي،
ٿي ٿي لاچار وقت جي ڳوراڻ.

پنهنجي ويران ٽوٽ ڇهري تي،
ڪير ڇنبڙائي مرڪ جي آلاڻ.

---

# موتي "پرڪاش"

## [ ١٥، مي ١٩٣١ع- ]

موتي پٽ سکرامداس شرما تخلص "پرڪاش" جو جنم دڙي ضلعي ٺٽي ۾ ٿيو. هن جي ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ٿي. انگريزي پڙهڻ لاءِ مائٽن سندس نساناٽي ڳوٺ جاتيءَ ۾ موڪليس جتي پنڊت ڪندن آسو رام شرما جي مٿس مهرباني ٿي جنهن کيس سنگيت ۽ هارمونيم سيکاري. پنڊت کي سنڌي ناٽڪ سان ڏاڍو چاهه هو، هن جاتيءَ ۾ سنڌي ناٽڪ کي اوج تي رسايو هو. "موتي" هن جي لکيل ۽ هدايتڪاري هيٺ پيش ڪيل ڊرامن ۾ پارٽ ڪندو هو جو گهڻو ڪري سندس سهڻي شڪل ۽ صورت سبب زنانو هوندو هو.

ورهاڱي کان پوءِ هو ڀارت هليو ويو. جتي بي-اي (آنرس) ۽ بي-ايڊ تائين تعليم حاصل ڪري ماستري جو پيشو اختيار ڪيائين. دهليءَ ۽ آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي نيوز سروس ۾ پارٽ ٽائم ڪم ڪندو هو. هن وقت تائين ٢٩ سال ماستري جي پيشي ۾ گذاري چڪو آهي. موجوده وقت انڊين هاءِ اسڪول دبئي ۾ هيڊ ماستر آهي.

موتي پرڪاش کي ننڍپڻ کان لکڻ جو چاهه هو، اجان اسڪول ۾ ننڍو ٻار هو ته "ٻال سنديش" نالي (سنڌ ۾) رسالو شروع ڪيو هئائين ۽ پنهنجا گيت "گلستان" رسالي ۾ شايع ڪرڻ لاءِ موڪليندو هو. هن کي ڊرامن لکڻ ۽ هدايتڪاريءَ جو گهڻو چاهه آهي، سندس هڪ سو کن ڊراما ريڊيو تان نشر ٿي چڪا آهن. ١٩٦٠ع ۾ هن کن سائين سان گڏجي بمبئي ۾ سنڌو ڪلامندر جو بنياد وڌو ۽ ان سنستا طرفان ورهاڱي بعد پهريون ئي سنڌي اصلوڪو ناٽڪ پيش ٿيو. (١)

موتي پرڪاش نثر توڙي نظم ۾ گهڻو ڪجهه لکيو آهي. هن جا هي ڪتاب شايع ٿيل آهن:

ادبنا: ڪاڪو ڪلو، ڪالندي، انڊر سيڪريٽري (ترجمو)، رات هڪ طوفان جي (جنهن جي سنڌي فلم به ٺهي هئي)، پردي اڳيان پردي

---

(١) موتي پرڪاش" دل جون ڳالهيون"، ص ٢٧، سنڌو آرٽ پرنٽرس، جنراج ڀائي لين، بمبئي ١٩٧٢ع.

پنڌيان (اصلوڪا ناٽڪ)، آءٌ ته چوريون چنگ (ڪلام جو مجموعو)، ادبي ڳل، دل جون ڳالهيون (مضمونن جا مجموعا) ۽ ٻه ڊزن ڪهاڻيون.

موتي پرڪاش جي گهر واري پارت جي سنڌي ليکڪا ۽ ڪلا پرڪاش جي نالي سان مشهور آهي. موتيءَ جي ادب ۾ هن ڪي ايترو لکڻ تي اڀارڻ ۾ هن جو وڏو هٿ آهي.

ورهاڱي کان پوءِ ائين پئي سمجهيو ويو ته هندستان ۾ لڏي ويل سنڌي هندو مختلف هنڌن تي ٽڙي پکڙي وڃڻ سبب سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ڏيئي کي روشن رکي نه سگهندا. هري دلگير، موتي پرڪاش جي ڪتاب "آءٌ ته چوريون چنگ" جي مهاڳ ۾ لکي ٿو، "موتي پرڪاش انهن ڳاڻ ڳڻين نوجوان اديبن مان آهي، جن جي سر تي سهرو آهي هندستان ۾ سنڌي ساهتيه کي پوست جي موت کان نجات ڏيڻ جو ۽ سندس بچاءُ ڪرڻ جو" (١). موتي ترقي‌پسند اديب آهي هن پارت ۾ ترقي‌پسند تحريڪ ۾ سرگرمي سان حصو ورتو آهي، هو بنيادي طرح ناٽڪ ۽ نثر نويس آهي پر هن شاعري ۾ به چنگ چوريو آهي. هن غزل ۾ به طبع‌آزمائي ڪئي آهي، جيتوڻيڪ هو ترقي‌پسند شاعر آهي پر غزل ۾ هو مجاز جي چار ۾ جڪڙيل ڏسڻ ۾ ٿو اچي. هن جي غزلن ۾ سندس نظمن "پريشاني"، "جهوپڙي"، "اسين" ۽ "داغ" وارو ترقي پسند رنگ نظر نٿو اچي. هن جي غزلن جي خوبي آهي سندس انداز بيان ۽ ٻولي. هن جو انداز بيان سليس، سادو ۽ وڻندڙ آهي، ائين پيو لڳي ڄڻ جادوگري ڪري، نثر کي نظم بنائي ڇڏيو اٿس. هن جي ٻولي سادي ۽ عام فهم آهي، جنهن ڪري سندس غزل وڌيڪ پر اثر آهن.

## ڪلام جو نمونو

اڄ وري گذريل زمانا ياد پيا،
پيار جا رنگين فسانا ياد پيا.

ماڪ سان منهن ڌوئي ٽيندا گل‌حسين،
لڙڪ لاڙڻ جا بهانا ياد پيا.

---

(١) موتي پرڪاش "آءٌ ته چوريون چنگ"، ص ١١ جيون ڪلا پبليڪيشن،٦، ماڌو پون، سگنل هل اوينيو، بمبئي – ١٥٠.

اڄ وري ڪشبا ڏسي ڪنهن جا ڪمان،
تنهنجي نيڻن جا نشانا ياد پيا.

لام تي لونوندو ڏسي بلبل ڪي اڄ،
پنهنجا اجڙيل آشيانا ياد پيا.

—

ساقيا، جام پري پيار، پيئڻ تي دل تي،
ڏس سگهائي تہ نہ ائن مار، جيئڻ تي دل تي.

ويھ، ساڻھون، تہ جئڻ جو ڪو بهانو بڻجي،
دوبدو توسان اي دلدار، ٿيڻ تي دل تي.

موت سان بي اسين هٿ چو نہ ملايون مرڪي،
ڪنهنجي دل تي نہ ڪڏهن بار ٿيڻ تي دل تي.

لفظ ويا ونڙي ۽ گيتن جو خزانو خالي،
توڪي لڙڪن جا پيہ هار ڏيڻ تي دل تي.

—

هاءِ هي انتظار جو عالم،
هي خزان ۾ بهار جو عالم.

شال بي چين، بي قرار رهان،
پيارو پيارو آ پيار جو عالم.

رنگ و بو سان سدا وڪوڙيل آهہ،
خار وٽ ناهہ خار جو عالم.

قافلو ويو ائين اڳيان نڪري،
باقي غم ۽ غبار جو عالم.

بيقراريءَ ۾ ٿو قرار اچي،
هجر ۾ وصلِ يار جو عالم.

—

